# سنگرو
# ٽيئون رام مهاراج
## جن جو جيون چرِتر

اوم

شري ستنام ساکي

# پـاڳو پهريون

شري پريم پرڪاش سمپردا ياچاريہ پوڄيہ پاد
برهم نشٽ برهم شروتريہ شري شري
١٠٨ ستگرو سوامي ٽيئون رام مهاراج جن
جو جيون چرتر

پرڪاشڪ- پريم پرڪاش منڊل ٽرسٽ،
امراپور آستان، جئپور-١

پهريون ڇاپو
جلد ٢٠٠٠

سنبت ٢٠٣٠ چيت
اپريل ١٩٧٣



قيمت ٥ روپيہ

## ڪتاب ملڻ جا هنڌ

١. سوامي نيڻون رام جي مهاراج، امراپوراستان، جئپور-١٠
٢. پريم پرڪاش آشرم، پوپٽ والا، هريدوار (يو-پي).
٣. سوامي بسنت رام جي، پريم پرڪاش آشرم، دهلي گيٽ، اجمير.
٤. سوامي ماڌوداس جي، پريم پرڪاش آشرم، آدرش نگر، اجمير.
٥. سوامي شانتي پرڪاش جي، پريم پرڪاش آشرم، ڪلياڻ ڪئمپ نمبر ٥ - (بمبئي).
٦. سوامي چندن پرڪاش جي، پريم پرڪاش ڀوَن، اگروال ڪالوني، پونا - ٢.
٧. سوامي ڄمن پرڪاش جي، پريم پرڪاش آشرم، ملڪا گنج، دهلي-
٨. سوامي مرليڌر مهاراج، پريم پرڪاش آشرم، ٤ ڪانچو ڪالوني، اِندور ٢.
٩. سوامي جيون مڪت جي، پريم پرڪاش آشرم، ڪيرٿل منڊي (الوَر).
١٠. پريم پرڪاش آشرم، ڄمادارڪي گوٺ، لشڪرگواليار
١١. پريم پرڪاش آشرم، شري پورا، ڪوٽا (راجستان).
١٢. پريم پرڪاش آشرم، گلاب خانه، آگرا (يو-پي).
١٣. پريم پرڪاش آشرم، بلاڪ ٦٥٠، سردارنگر، احمد آباد
١٤. پريم پرڪاش منڊلي، ڀاڳيه نگر، سٽي لائيٽ سئنيما جي پٺيان، مهيم، بمبئي- ١٦.
١٥. پريم پرڪاش ڀون، بارودخانا، لکنو (يو-پي).

*****************************************

هن پستڪ جي ڪجهه شيوا شري ڀڳوانداس هيرانند دادلاڻيءَ ڪئي آهي.

*****************************************

اوم
شري ستنام ساکي

# ڀومڪا

مهان آتمائون جي پنهنجي گيان، ويراڳ، يوگ ۽ برهمچريه جي ساڌنائن ساڻ ڪالپوءِ ڪنهن اوچ پدوي کي پهتيون آهن، تن مان سنڌو ديش جو ۱۰۸ **ستگرو سوامي ٽيئُون رام مهاراج** جن پڻ پرسڌ هستي ٿي گذريا آهن. سندن گديءَ جو ٻالو **سوامي آسورام** هو.

ستگرو جن جو جنم سنبت ۱۹۴۴ ۾ حيدرآباد ضلع جي ڪنڌڪوٽ ٻالي ڳوٺ ۾ ٿيو هو. ٻالڪپڻي کان وٺي، هو اُپار شڪتيءَ جا مالڪ هئا. هنن لکڻ جي پٺي ڇڏي، ويراڳ ۽ تياڳ وارو جيون گهارڻ وڌيڪ پسند ڪيو جو هنن ايشور پرپتيءَ جي رهسيه کي چڱيءَ ريت ڄاتو هو.

گيان پراپت ٿيڻ کانپوءِ هنن پنهنجي هڪ ساڌ منڊليءَ ناهي ۽ اُنجو 'پريم پرڪاش' نالو رکي هڪ اُتم وهنوار کي ساکي ڪيو. هن منڊليءَ جو مقصد آهي ته هر جيو، هر ذرو ۾ هر پنت کي عزت ۽ پريم سان پسڻ، صرف آڪاس ورتيءَ اُوسار دان سويڪار ڪرڻ، ڌارمڪ ايڪتا ۽ اکنڊتا بڻائي رکڻ.

جوڀن اوستا ۾ هنن ڪنڌڪوٽ جو ڳوٺ ڇڏي، پنهنجي ساڌ منڊليءَ سان اچي ٽنڊو آدم وسايو. سندن سادگي، سچائي، نرمل سڀاءُ ۽ عملي جيون، ڪنهن الوڪ شڪتيءَ جيان انيڪ منش جو اچي آڌار ڪيو. هنن ايشوري راهه ۾ انيڪ اوچ ڪوٽيءَ وارا مهاتمائون ۽ سوين گرهستي ساڌڪ پيدا ڪيا. هر ڪنهن جي ميلي لي، هنن ساڌن ۽ سنتن جي

چاوڻي لڳائڻ آرڀ ڪئي. چاوڻي لڳائڻ جي پرٿا هن
وقت پڻ چالو رهندي آئي آهي. نه رڳو ايترو پر سناتن
ويدڪ ڌرم جو پرچار سنڌ ۾ اُن وقت جو ايترو ڦهليل ڪو نه
هو، انکي خوب ڦهلايو. جنهن ڪري سنڌ جي سنسڪرتي
۽ سماج جو ڍانچو ئي چمڪي پيو.

۵۵ ورهين جي عمر ۾ سوامي جن حيدرآباد سنڌ جي
'پريم پرڪاش' آشرم ۾ سوامي ماڌوداس جن وٽ سنبت
۱۹۹۹ ۾ برهم لين ٿيا. سنت منڊل سندن شريرکي ٽنڊي آدم
جي اَمراپور (پرڌان اُستان) ۾ آڻي سماڌي ۾ رکيو. جنهن
بعد ستگرو مهاراج جن جي پرپرٿا سان سنت منڊل ۽ جڳياسين
سوامي سروانند مهاراج جن کي سندن گادي نشين بڻايو.

دڙڀاڳيه وس سنه ۱۹۴۷ع ۾ ڀارت جي ورهاڱي ڪارڻ
سنڌ پرانت پاڪستان جي حصي ۾ آيو. ملڪ ۾ لڏپلاڻ سبب
ستگرو مهاراج جن جا پوتر سنڪ جئپور ۾ اَمراپور استان ٺاهي،
سماڌيءَ اندر رکيا ويا آهن. جنهنڪري هي استان، جڳياسين
لاءِ جڻ نه هڪ تيرٿ استان بڻجي پيو آهي. غفا اندر،
سائينجن جي من موهيندڙ سماڌي ۽ سنگمرمر مان ٺهيل سندن
دلڪش مورتي استاپت ٿيل آهي. اُن ڪانسواءِ پنجن ستن
هزار ماڻهن جي وهڻ لاءِ، اوچن گنمبذن سان دل لڀائيندڙ
ستسنگ هال ۽ ياترين لاءِ سوين ڪتيائون ڏسي، هي استان
جڻ سرڳ سمان پيو ڀاسي. ڇيت ۾ لڳندڙ چمن ڏينهن وارو
انهاسڪ ساليانو ميلو جو اڳ ٽنڊي آدم (ٻ ب) ۾ لڳندو هو،
سو هينئر هتي ئي لڳندو آهي ۽ واقع ئي ڪنهن يگيه سمان
ڀاسندو آهي.

هن استان ڪانسواءِ، سڄي هندستان ۾ ستگروجن جا پيا
هينيان آشرم سندن سندر آپديش جو پرچار پيا ڪن. سندن

آدرش ساڳيوئي رهيو آهي. آشرم ۾ ايندڙ پريمين ۽ سنتن
لاءِ لنگري (ڀوڄن) هميشه چالو رهي ٿي ۽ اهوئي سبب
آهي جو سنڌي ۽ ٻين سمپردائن جا مهاتمائون پڻ آئي اچي
نواس ڪن ٿا.

جهڙوڪ: سوامي بسنت رام (اجمير)، سوامي ماڌوداس
(آدرش نگر ۽ پشڪر راج) اجمير، سوامي شانتي پرڪاش
(ڪلياڻ بمبئي)، سوامي چندن پرڪاش (پونا ۽ ناسڪ)،
سوامي جڳ پرڪاش (دهلي)، سوامي جيون مڪت (ڪيرتل)،
سوامي مرليڌر (اندور)، سوامي گٽيشانند (گواليار) وغيره
انهن مهاتمائن کانسواءِ ٻيا سوامي سويم پرڪاش، سوامي گنگارام،
سوامي ڪرشنداس، سوامي ڌرمداس، سوامي ستيه پرڪاش،
سوامي وديا پرڪاش، سنت ڀڳن داس ۽ سنت امرت پرڪاش
پڻ پرسڌ آهن.

ازانسواءِ ديولوڪ واسي سوامي گوال لعل، سوامي گرمکداس،
سوامي آتمانند، سوامي پريمانند، سوامي اوڌوداس، سوامي
هر پرڪاش، سوامي ارجن ديو، سنت هيرانند، سنت گوبند
پرڪاش، سنت اوم پرڪاش، سنت سنتداس، سنت ڀڳوانداس،
سنت پريتمداس، سنت هريرام، سنت ڪيئارام، سنت نامديو،
سنت ڪملداس، سنت هسراج، سنت هرداس، سنت چرنداس،
ساڌ جيوڻ لعل برهمڻ، ڀڳت ايسرداس، ڀڳت ديولڻداس،
برهمچاري نانڪرام، سرو سنت لڇمڻ پرڪاش، واڌورام،
ڀري ڀڳت، ليلارام، گوپالداس، واٽورام، هزاريرام، مينگهنداس،
ڪيولرام (گويو)، هنس پرڪاش، ڀڳت پرڪاش، ڪلياڻ
پرڪاش ۽ شنڪرلعل گرمتر جو ڪٿائون دان وٺي امردس
وڃي وسايو.

**پڇاڙيءَ جا ٻه اکر:** سوامي سروانند جي مهاراج جن جي هن وقت ستگروجن جا گادي نشين آهن سي پريم پرڪاش منڊل ٽرسٽ جا پرڌان پڻ آهن. هنن ستگروجن جي انوکي ۽ انيو واري جيولي ۽ سنڌي اپديش سنگره وارو هي ياڳو ڀريون اَمولڪ پستڪ، ڀريون دعو پيش ڪري، نه رڳو ستگروجن جو مها شيوا ڪاريه پورو ڪيو آهي، پر هند ۽ سنڌ ۾ ستگرن جي پريمين لاءِ آتمڪ پرڪاش ڏانهن اڳتي وک وڌائڻ جي وات کولي آهي ۽ سنڌي ساهتيه جي شيوا پڻ ڪئي آهي.

هن پستڪ جي ڇپڻ کان اڳ 'پريم پرڪاش' گرنٿ جنهن ۾ ستگرو مهاراج جن جي سموري واڻي (ديوناگري سنڌي ٻولي ۽ هنديءَ ۾ لکيل) ۱۸۰۰ صفحن جي هڪ وڏي گرنٿ جيان پرڪاشڪ ٿيل آهي. هنن ٻنهي پستڪن پڙهڻ سان محسوس ٿئي ٿو ته ستگروجن هڪ اَدبيت شڪتي جا مهاپرش آهن جن پرماتما جي اکنڊ جوتي، سنسار جي جڙ ۽ چيتن جيون ۾ ڏٺي هئي.

اپريل ۱۹۷۳ع

پريم پرڪاش منڊل ٽرسٽ،
اَمراپور آستان،
ايم. آءِ. روڊ، جئپور (راجستان)

ڇپيندڙ- سنڌو پرنٽنگ پريس، ڪيسرگنج اجمير.

ॐ

# اوم

# شري سنتنام ساکي

شري گر پرماتمي نمه

## ست شري ١٠٨ ستگرو سوامي ٽيئون رام مهاراج

## جن جو جيون چرتر

### پاڱو پهريون - باب ١

منگلا چرڻ -

وندؤ سري گرديو کو - جو هم سر کا تاج
جانکي کرپا درشٽ تي - هوون پورن کاج.

سنتن درويشن جي ڀومي سنڌ ديش ۾ حيدرآباد جو ضلع.
ٽنهن ۾ سنڌو درياهه جي کنڌي تي، سر سبز ميدانن ۾
موهيندڙ باغن باغيچن وچ ۾ هو کنڊو ۽ نالي هڪ ڳوٺ. ان
ڳوٺ ۾، سنبت ١٩٤٤ مٿي آکاڙ ٤، لٿي چيٽ شڪل پکش
۾، برابر سن ١٨٨٧ ع ۾ جولاءِ مهني جي ٦ تاريخ، چنڇر ڏينهن
٩ بجي صبوح جو ستگرو سوامي ٽيئون رام صاحب جن جو جنم،
ڦول ونشي کتري کل جي ڀڳت چيلارام جي گهر ۾ ٿيو.
سندن پتا ڀڳت چيلارام ۽ ڏاڏو آسنداس وڏا هري ڀڳت
هئا. ڀڳت چيلارام کي اهڙو سنت شيوي هو، جو ڪٿي به
ڪو سنت مهاتما ڏسندو هو ته انکي پنهنجي استان تي آڻي
پريم سان رسوئي پاڻي ڪرائي، پوءِ ڇڏيندو هو. مهمانن
مسافرن جي پڻ پريم ۽ آدر سان شيوا ڪندو هو. سندس

استان تي هر روز نت نيم ســان ست سنگ ۽ ڀڳن ڪيرتن ٿيندو هو. سوامي جن جي ماتا ڪرشنا ديـوي بـه پنهنجي پتيءَ کان پنهنجي پيل کانه هئي.

هڪ دفع رشي ڪيش هردوار جي هڪ سنت منڊلي سنڌ جو سير ڪندي اچي ڪنڌ وءَ ۾ اڪتي. ڀڳت چيلارام کين پنهنجي استان تي وٺي آيـو ۽ سندن ٽهل شيوا ڪرڻ لڳو. مهاتمائون صبوح شام ست سنگ ڪندا هئا ۽ ستار تي ڪيرتن ڪندا هئا. ڳائيندي ڳائيندي اهڙو ته پريم ۾ مگن ٿي ويندا هئا جو پنهنجي سريرجي سڌ بڌ ڀلجي ويندا هئا. ڀڄن ڪندي ڪندي پنهنجي آسڻ کان ٻـه ٽي فوٽ اڀتي رڙهي ويندا هئا.

هڪ ڏينهن ماتا ڪرشنا ديوي ستسنگ ۾ ويٺي هئي. جڏهن سنت، ڀڄن جي موج ۾ آيا تڏهن سنتن ڏانهن نهاري من ئي من ۾ پريوءَ کي پرارٿنا ڪرڻ لڳي ته هي انترياميءَ، مان نماڻي اوهان جي دَر تي اها ئي ارداس ٿي ڪريان ته دَيا پالي هن ڪانپوءِ هنن منيشورن جهڙا ئي ٻار ڏجو ۽ اها ارداس اگهائجو. اهو سنڪلپ ڪري ستسنگ جي سماپتي وقت ماتا هٿ جوڙي سنتن کي پرارٿنا ڪئي ته هي سنتو ڪرپـا ڪري هن ست سنگ ۾ پلؤ پايو تـه منهنجي دل ۾ جيڪا آس آهي سا پرماتما پوري ڪري. سنتن پلؤ پاتو ۽ رام نام جي ڌني لڳائي، ستسنگ پورو ڪيو.

رات جو ماتا کي ويچار آيو تـه بدنڌي آهيان تـه ڀڳوان تپ ڪرڻ تي اٿي پرسن ٿي من جون مرادون پوريون ڪندو آهي. ڇو نـه مان بـه ڪنن تپ ڪري پرماتما جي پرسنتا پائي من جو منورٿ پايان. اهڙو سنڪلپ ڪري صبوح جو

پنهنجي پتي ديو کان آگيا وٺي چاليهن ڏينهن جو ورت شروع ڪيائين. انين پهر صرف آنو کن جل ورتائيندي هئي ۽ سمورو وقت پرماتما جي ڌيان ۾ رهندي هئي.

ورت جا چاليهه ڏينهن پورا ٿيا ته رات جو پرماتما سپني ۾ کيس درشن ڏيئي چيو، ماتا، اسين تنهنجي تپ تي پرسن ٿيا آهيون، تنهنجو سنڪلپ پورو ٿيندو. اهو ٻڌي ماتا گد گد ٿيڻ لڳي. ماتا جو ورت سڦل ٿيو. ايڪيتاليهين ڏينهن صبوح جو ۷ بجي ورت ڇوڙيائين. انڪانپوءِ ٿي بالڪ ٽيئون رام سندس گود پيو. ڇهين ڏينهن دستوري ريت موجب ڇٽي ڪئي وئي. سنگت بالڪ جو درشن ڪيو. ڪٽنب ۾ واڌايون وري ويون. مهراج جيرامداس بالڪ جا گرهه ۽ راس ريکا ڏسي چيو ته بالڪ هونهار آهي ۽ ڌرم اوتار ٿيندو ۽ سندس نالو ٽيئون رام رکيو.

ڀڳت چيلارام کي اڳ ٻه پٽ ۽ ٻه ڌيئرون هيون. پٽن جا نالا هئا ويرسي مل ۽ ٿهلرام ۽ ڌيئرن جا گياني ٻائي ۽ ايشوري ٻائي. سيني جي شادي ٿي ويئي هئي. ويرسي مل ڀڳت چيلارام جي جيئري ئي جدا ٿي ويو هو. باقي ٿهلرام گهر جو ڪم ڪار ۽ دڪان جو ڪاروبار سنڀاليندو هو.

بالڪ ٽيئونرام سڄي گهر ۾ سورج سمان هو. جئن سورج اڀرڻ سان اونده هلي ويندي آهي ۽ باغيچن ۾ گل ٽڙي پوندا آهن، تئن ئي سيئي گهر جا ڀاتي، پاڙيوارا، مت مائٽ ۽ ستسنگي بالڪ جو شوڀيڪ ۽ ڪلمک چهرو ڏسندا هئا ۽ سندس طوطيلي ٻولي ٻڌندا هئا ته سندن چنتا روپي اونڌيرو مٽي ويندو هو. سڀ انين محسوس ڪندا هئا ته انهن جي گهر ساکيات وئڪنٺ ناٿ اوتار ڌاري آيو آهي. سڀني جي دل گلاب جي گل وانگر ٽڙي پوندي هئي.



لاگي لاگي شبد ڪي چوٽ تن پر

ماتا ڪرشنا کيس ڪبير پيئاري، گود ۾ وهاري مٿي سِر سان شوهر جي لولي ڏيئي جتي ٻه ڪٽي سمهاريندي هيس يا وهاريندي هيس ته اتي ئي شانتيءَ سان سمهي پوندو هو يا ويهي رهندو هو. ڪڏهن ته ٻين ٻارن جيان اجايو سجايو ڪين روئندو هو. سياڻ سدائين نرمل، سانتيڪو ۽ ڪلمک هوندو هوس. ٻن سالن جو ٿيو ته ماتا کيس ڳالهائڻ سيکارڻ لڳي. ٻهريائين سيکاريائينس رام جو نالو ۽ پوءِ ڏيري ڏيري ٻيا نالا.

منڊڻ سنسڪار جو سمو آيو ته آکاڙ جي پورنماسي تي، وڏي ڌام ڌوم سان ٻائي جوهر گر جي باغيچي واري ڪوهه تي ٻالڪ جو منڊڻ لهرايو ويو.

ماتا ڪرشنا هر روز نت نيم سان پرڀات جو ۴ بجي اٿي جنڊ پيهندي هئي. ننڍڙي ٻينگر کي گود ۾ وهاري ڪبير صاحب جو هينئون ٻچن ڳائيندي هئي.

## لاگي لاگي شبد ڪي چوٽ تن ۾

ٻالڪ ماتا کي چوندو هو: اَما 'تن ۾' ڳاءِ. ماتا ٻه هر روز کيس ڳائي ٻڌائيندي هئي.

ستگرو مهاراج جن جو راڌ ڪرڻ جو طريقو ئي نرالو هو. ٻارن کي ڪنو ڪري آسڻ لڳائيندا هئا. پاڻ ٻه اکيون بند ڪري ۽ ٻين ٻارن کان ٻه اکيون ٻوٽائي، ويهي پريم سان رام نام جي ڌني لڳائيندا هئا. جتي ٻه ستسنگ ٿيندو هو، اتي ٻارن کي ساڻ ڪري ويندا هئا.

سيني ٻارن کي اهڙو ته پريم جي ڏور ۾ ٻڌي قابو ڪيو هئائون، جو هر روز صبوح جو، ننڊ مان اٿڻ سان ئي سيئي



لاگي لاگي شبد کي چوٽ تن ۾

ٻار وٽن هليا ايندا هئا ۽ سارو ڏينهن مهاڻن ۾ مهاراج جن سان گڏ رهندا هئا. وچ ۾ صرف هڪ دفع روٽي کائڻ لاءِ گهر ويندا هئا.

ان لڳ ڀڳ ستن ورهين جا ٿيا ته هڪ ڏينهن سيٺي ڇوڪرن کي چوڻ لڳا ته اڄ هلو ته درياهه تي هلي راند ڪريون. سيٺي گڏجي درياهه تي ويا. اُتي سيٺي کي چيائون ته اڄ سيڪو پنهنجو پنهنجو گهر ٺاهي. ننهنتي جيڪي ١٥-١٦ ڇوڪرا آيا هئا تن سيٺي گڏجي وٽن جون ٽاريون ڀڳيون. ڪن ٽاريون زمين ۾ کوڙيون ۽ مٿان وڇهي پنهنجا گهر ٺاهيا ۽ ستگرو مهاراج جن پنهنجو هڪڙو گهر ٺاهي تيار ڪيو. پوءِ سيٺي کي چيائون ته هاڻي هرڪو پنهنجي پنهنجي گهر ۾ آسڻ لڳائي ۽ اکيون بند ڪري رام جو نالو جپي. اينترو ٻڌي سيٺي ڇوڪرا آسڻ ٻڌي اکيون ٻوري رام نام جپڻ لڳا. اڌ ڪلاڪ کانپوءِ ستگرو مهاراج جن سيٺي کي سڏي پنهنجي گهر اڳيان وهاري چيو ته هاڻي درياهه شاهه ۾ اشنان ڪري پوءِ گهر هلنداسون. ريجهوءَ نالي هڪ ڇوڪرو چوڻ لڳو ته ڪپڙا نه لاهي رکون ٻر ڪو ڪٽي نه وڃي؛ تنهن تي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته اوهان چنتا نه ڪريو. مان ڪپڙن جي سنڀال ڪندس. توهان وڃي ٻهرين اشنان ڪري اچو ته پوءِ مان ويندس. سيٺي ڇوڪرا ڪپڙا لاهي ستگرو مهاراج جن کي ڏيئي وڃي اشنان ڪرڻ لڳا. هڪ ڇوڪرو ڪلوُ ڪجهه چنچل سڀاءَ جو هوءِ سو اشنان ڪندي درياهه ۾ ڪجهه اڳتي هليو ويو جتي پاڻي تمام وڏو هو ۽ يڪدم ٻڏي ويو. ڪلوُ کي ٻڏي ويل ڏسي سيٺي ڇوڪرا ٻاهر نڪري دانهون ڪرڻ لڳا. دانهن تي ستگرو ٻوڙندا آيا ۽ ڇوڪرن کان دانهن جو سبب پڇڻ لڳا. هٿن جو اشارو



ورط ديوتا سان مبلاپ

ستگرو مهاراج چوڻ لڳا، هاڻي ساوڌان ٿي ڪن ڏيئي ٻڌو.
اکر گرمکي- پکي هنس، برتڻ مت، راند ۾ گيان ۽ ماڻهن جي
ٿالن ۾ ساڌؤ. مطلب- گرمکه هنس، مت گيان جا- ڪي ساڌو
ڏنا ٿو.

اهو ٻڌي ڇوڪرا خوش ٿيا ۽ هڪ ڇوڪري ڪي بـزار
موڪليائون جنهن پاڻ پيڙن جو آڻي ستگرن ڪي ڏنو. سوامي
جن منگهن ڪي ڇهو لــ پيڙا ڪڻي سيٺي ڪي ورهائي ڏي.
منگهن پيڙا سيٺي ڪي ورهائي ڏنا. پيڙا کائي ڪوه ٿان پاڻي
پي سيٺي پنهنجي پنهنجي گهر ويا.

اهڙيءَ طرح زانديون ڪندي جڏهن ستگرو اٺن ورهين
جا ٿيا ته سندن پتا کين سڪول ۾ وهاري آيا.

پهرين ڏينهن ماسٽر ستگرن کي پٽيءَ لي اکر لکي ڏنا
۽ چيائونس ته پڪا ڪر. ستگرو پٽي ڪڻي ايڪانت ۾ وڃي
پٽي پاسيري رکي وينا پڇن ٿاهي پنهنجي موج ۾ ڳائڻ. پڇن
ٻڌي اسڪول جا سيئي ڇوڪرا ۽ ماسٽر اچي ڪنا ٿيا ۽
پڇن ٻڌڻ لڳا. ماسٽر اهڙو ته مگن ٿي ويا جو ڇوڪرن کي
پڙهائڻ به وسري وين.

ٻئي ڏينهن به ماسٽر مهاراج جن کي پٽي لکي ڏئي چيو
ته وڃي اکر پڪا ڪر. ستگرو مهاراج ٻئي ڏينهن پٽي ڪڻي
ايڪانت ۾ ويهي ڇٽن پنجن ڇوڪرن کي سڏ ڪري پڇيو ته،
توهان ڇا ڇا پڙهيا آهيو. ڇوڪرن جيڪي پڙهيو هو سو
پڙهي ٻڌايائون. تڏهن ستگرو مشڪي چوڻ لڳا ته اوهان
ڏايو سٺو پڙهيا آهيو، پر هڪ اکر اڃا ڪونه پڙهيا آهيو.
تنهن تي ڇوڪرا پڇڻ لڳا ته اهو اکر ڪهڙو آهي؟ ستگورن
هينيون شبد ٿاهيو:

## شبد سُر هرو

پڙهو اکر سو هڪڙو پياري - جنهن مان هي جنسار ٿيو.

١- بنگلا ماڙيون باغ باغيچا - سارو هي سنسار ٿيو

٢- چوراسي لک جوُٹي جنهن مان - اَديت هي اسرار ٿيو

٣- اَکر اهو ٿا سنت سڏائن - جنهن مان جڳ اظهار ٿيو

٤- کهي نيڻون هي آهي اوهو -

جنهنجو چئن طرف چمڪار ٿيو.

پڇن ڳائڻ لڳا ته وري ٻه ٻهراڻ ڏينهن واري ڪار ٿي.

اها وار ٿا ساري شهر ۾ پکڙجي وئي ته ٻن ٽن ڏينهن کان اسڪول ۾ ماستر ڇوڪرن کي پاڙهين ئي ڪونه ٿا. انهيءَ لي شهر جا ٻه چار پنچ، مکيءَ سان گڏجي اسڪول ۾ ويا. ماسترن کي چيائون ته اِها ڳالهه ٻه ڪين ٿهي جو سڄو ڏينهن اسڪول ۾ ستسنگ لڳائي ويٺا آهيو ۽ ڇوڪرن کي پاڙهيو ئي ڪونه ٿا. ڇوڪرن کي چڱيءَ طرح پاڙهيو ته واهه نه ته آفيسرن کي درخواست ڪري ٻيا ماستر گهرايون. پنچن جو دڙڪو ٻڌي، ماسترن چيو ته توهان ڪو ٻه خيال نه ڪريو، آئينده اسين ڇوڪرن کي چڱي طرح پاڙهينداسون. انهيءَ خاطريءَ لي مکي پنچ موٽي پنهنجي جاءِ تي آيا.

ٽئين ڏينهن ٻه ماستر ڪين پٽي ڏني. ستگرن پٽي وٺي آهستي آهستي اسڪول جي دروازي کان ٻاهر نڪري سڌو ٻائي ٺاڪر ڪِر جي باغ ۾ ويا ۽ اَنب جي وڻ هيٺان پٽي گوڏي هيٺان رکي، اکيون بند ڪري ٻرڀوءَ جي ڌيان ۾ ويهي رهيا. ڪنهن مهل ٻرڀوءَ جي ڌيان ۾ ۽ ڪنهن مهل پڇن ٿاهي ڳائڻ ۾ گذاريائون. انين ڪندي منجهند جا ٻارهن لڳا، ته ٻه منجهند جي روٽي کائڻ گهر ڪونه ويا. ٻه لڳي

ويا ته به ڪوله ويا. گهر جا ڀاتي ۽ ماتا ڪرشنا وهلوُر
وڃڻ لڳا. آس ۾ ته اڄهو ٿو اچي، اِئين ٿي پنج لڳي ويا.
پنجين بجي ڀڳت چيلارام ٻنيءَ تان موٽيو ته ماتا ڪيس ٻڌايو
ته ڇوڪرو اِسڪول مان موٽيو ئي ڪونهي. اوهين وڃي
سڌ سماءُ ته لهي اَچو.

ڀڳت صاحب اها خبر ٻڌي سڌو اِسڪول ويو. وديارٿي
سڀ هليا ويا هئا ۽ ماستر به وڃڻ تي هئا. ڀڳت چيلارام
ماستر کي چيو ته اڄ اسانجو ڇوڪرو گهر روٽي کائڻ به ڪين
آيو آهي، ڪٿي ڳالهه آهي؟ اهو ٻڌي ماستر چوڻ لڳو
ته ڀڳت صاحب مون ته اوهان جي ڇوڪري کي صبوح جو
پٽي لکي ڏيڻ چيو ته وڃهي پڙهه ۽ پوءِ جي موڪلي خبر
ڪالهي ته ڪيڏانهن هليو ويو. مون ائين ٿي سمجهيو ته ضرور
گهر آيو هوندو. اهو جواب ٻڌي ڀڳت صاحب پٽ کي ڳولڻ
نڪتو. درياهه، نهرون، باغ باغيچا ڳوليندي سج لٿي مهل
ڀائي ٺاڪر جي باغ ۾ اچي پهتائون. هڪ پريميءَ کيس
ٻڌايو ته اوهان جو ڇوڪرو باغيچي جي ڪنڊ ۾ هڪ اَنب
جي وڻ هيٺان ويٺو آهي. ڀڳت صاحب باغ ۾ اَندر وڃي
پٽ جي ويجهو پهتا. ستگرو اُٿي کين پيرين پيا. ڀڳت صاحب
مهاراج جن کي ٻانهن کان وٺي چوڻ لڳا ته اَبا اِسڪول ڇڏي
ڇو اچي هتي باغ ۾ ويٺو آهين ۽ منجهند جو گهر روٽي کائڻ
ڇو ڪين آئين؟ ماستر توکي گهٽ وڌ ڳالهايو آهي ڇا؟
مهاراج جن نمرتا سان چوڻ لڳا ته بابا، موکي ماستر پٽي
لکي ڏيڻي چيو ته واهي پڪي ڪر. اِسڪول ۾ ته گوڙ ڏٺم
انهيڪري هتي ايڪانت ۾ اچي ويٺس. پوءِ مون کي وقت
جي ڪا خبر نه پيئي. ايترو ٻڌي ڀڳت صاحب، مهاراج جن
کي گهر وٺي آيو. ماتا ڪرشنا مهاراج جن کي پيار مان ڀاڪر ڙي



اِسکول ۾ ايڪانت ڪٿي !

پالي ۽ گود ۾ وهاري پڇڻ لڳي ته پٽ اڄ سڄو ڏينهن ڪٿي
هئين؟ مهاراج جن ٿورو مشڪيو. جيڪو جواب پتا کي باغ ۾
ڏنو هئائون سوئي جواب ماتا کي ڏنائون. پڌي ماتا ۽ گهر
جا ڀاتي کلڻ لڳا. پوءِ ماتا ڪرشنا مهاراج جن کي زوري
ڪارائي ۽ پاڻ به کاڌي.

ٻئي ڏينهن ڀڳت صاحب سوامي جن کي پاڻ اسڪول وٺي
ويو. ماستر کي پارٿ ڪري چيائين ته سائين، ڇوڪري جو
خيال رکجو، جيئن اڄ به ڪيڏانهن لڪي نه وڃي.

ماستر مهاراج جن کي وري پٽي لکي ڏيئي چيو ته ويهي
اکر پڪا ڪر. پر مهاراج جن پٽي ڪڇ ۾ ڏيري ڏيري اسڪول
کان ٻاهر اکري باغ باغيچا گهمندا وڃي درياه جي ڪناري
تي لڪا. اتي هڪ پپل جي وڻ هيٺان پٽي رکي ويهي
پرڀوءَ جو ڌيان ڌرڻ لڳا. ڪلاڪ کن ڌيان لڳائي اتي درياه
مان ٿورو پاڻي پي وري به ساڳي جاءِ تي ويهي، درياه
شاهه ڏانهن نهاري هيٺيون پچن ناهي ڳائڻ لڳا:-

## راڳ ڌناسري

ٿل- پيار وچڻ مولڪي آهي ضروري-
وشيون واهڙ وانن لي آهن گهٽا

١- هڪڙا مڇ پيا ڪڇ ٽيون واڳون (واڳهو) تا وڙهن
چوٿون ڪن ڪڙڪن- پنجون لهرون لعل جو وڃي ٽڪيان

٢- هڪڙو ڪام، ٻيو ڪروڌ، ٽيون لوڀ تو ليابي
چوٿين چنتا تي ڇڪائي، پنجون پڙ الهيءَ ۾ پيٽي پٽان

٣- هڪڙي رات ٻي تات، ٽين منگان تي ڏات
چوٿين تي پريات، پنجون سڌ سچڻ جا پيٽي سٽان

٤- هڪڙو موهه، ٻي ممتا، ٽيون ٽيئون لڪا ٽيئي
چوٿون پدتي پهان پيئي، پنجون ٿر پنهنجي ڪي شال وٽان.

۾ پهتو، جتي ڀڳت آئل رام جن رهندا هئا. ڀڳت صاحب کي سموري حقيقت ٻڌايائون. سنت آئلرام کيس چيو ته چنتا نه ڪريو، ڇوڪر ڀاڻيهي گهر ايندو. ڀڳت صاحب موٽي ڪنڊوءِ آيو. گهٽي گهٽي گهميا، پريمين جي گهرن مان پڇا ڪياءِ پر پتو ڪونه پيو. اٿي رات جا ڏهه ٻارهن اچي ٿيا. تراس ٿي گهر آيو ۽ سربستي ڳالهه ماتا ڪرشنا کي ڪري ٻڌايائين. ماتا صاحب بيحد وياڪل ٿيڻ لڳي. ان رات گهر جي ڪنهن به ڀاتيءَ روٽي نه کاڌي. سندن ساري رات چنتا ۾ گذري ۽ ڪنهن به ننڊ ڪانه ڪئي.

ٻئي ڏينهن صبوح جو وري ڀڳت چيلارام ٻاڻ سان ٻئي ڄڻا وني ڳولا تي لڳو. لهر جي ڪناري تي پهتا، هڪ ڏنار بيٺو هو، جنهن کان ڀڳت صاحب پٽ بابت پڇيو. ڏنار چيو ته ڪالهه سج لٿي مهل ڪڇي مان پور ڪاهيو پئي آيس ته توهان جي ڇوڪر کي درياهه جي ڪناري تي پپل جي وڻ هيٺان ڳائيندو ڏٺم. ڏنار جي ڳالهه ٻڌي سيڌي اوڏانهن ويا. ڏسن ته برابر مهاراج جن ڪنڌ هيٺ ڪري پنهنجي ڌيان ۾ وينا آهن. ڀڳت چيلارام مهاراج جن جي ويجهو اچي کين سڏ ڪيو. مهاراج جن ڪنڌ مٿي ڪري پنهنجي پتا کي ڏسي اٿي اچي کين پيرين پيا. ڀڳت صاحب جن کي پريم سان ڀاڪر پائي چيو، پٽ اٿي ڇو اچي وٺو آهين؟ ڪالهه کان وٺي اسان توکي سارو شهر، باغ باغيچا، لهر جي ڪناري ۽ پريمين جي گهرن ۾ ڳوليندا رهيا آهيون. تنهنجي چنتا ۾ رات گهر ۾ نه ڪنهن روٽي کاڌي آهي ۽ نه وري ڪنهن ننڊ ئي ڪئي آهي. ايترو چئي مهاراج جن کي گهر وٺي آيو. مهاراج جن ماتا کي پيرين پيا ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري ويهي رهيا. ماتا کين ٻانهن کان وٺي پنهنجي گود ۾ وهاري

جڏهن ستگرو مهاراج جن جي اوستا ٻارهين ورهين جي ٿي، تڏهن
تاريخ ١٣ آکاڙ، سنبت ١٩٥٤، تٿي پورڻماسي، برابر ٦
جولاءِ سن ١٨٩٧ع، ڀڳت چيلارام جي گهر ننڍين پٽ سوامي
گوال رام جو جنم ٿيو. ڏهه ڏامر سان ڇني ڪٽي ويئي. مهراج
گرڌاري لال ٻالڪ جون ريکائون ڏسي چيو ته هي ٻالڪ به
وڏو هري ڀڳت ٿيندو....

ٻالڪ گوال لال جو سڀاءُ به ننڍڙي هوندي کان ئي نرمل
۽ سانتيڪو هوندو هو. انڪري سارو گهر سرڳ سمان ٿي پيو.

**دوهرو - آگياڪاري پٽر هو، پتورتا هو نار**
**ڌن سچ ڪا، سنتوش من، چار سرڳ سنسار.**

**ارٿ:-** جنهن گهر ۾ پٽر آگياڪاري، استري پتورتا،
۽ ڌن، سچ جي ڪمائيءَ جو آهي؛ جنهن جي من ۾ سنتوش ۽
شانتي آهي، اُتي اُتي پر سرڳ آهي؛ يعني اُتي سک آنند
سان وقت گذري ٿو.

پر جيئي اهي ڳالهيون سان گڏ، ستسنگ ۽ هري ڀڄن
هجي، ته اهو گهر وري مها سرڳ ٿيو پوي. سو ڀڳت چيلارام
جن جي گهر اهي سڀئي ڳالهيون موجود هيون، ۽ ڀڳوان جي
ديا سان چار ئي پدارٿ پراپت هئا.

هڪ ڀيري، سنت ٻڌ پوري سنياسي لاڙ جي پاسي جو
تنبوري تي ڀڄن ڪندو هو، سو گهمندو گهمندو ڪنڊوءَ ۾
ڀڳت صاحب جن جي آستان تي آيو. ستگرو مهاراج سنت کي
ڏسي خوش ٿي، وڏي آدرستڪار سان سنت جي سيوا ۾
لڳي ويا. منجهند جو سنت آرام ڪري اٿيو، ته پاڻ ٻي
تنبورو ڪڍي، ويهو ڪيرتن ڪرڻ. ستگرو مهاراج به ڪنجهيون
ڪڍي ويهي وڄائڻ. سنت اهڙو ته پريم سان ڪيرتن ڪيو،
جو شهر جا ڪيترا ماڻهو ڀڄن ٻڌڻ آيا ۽ ٻن ڪلاڪ ڪيرتن

جي موج ورتائون. وڏي رات جو به سنت ڏاڍي پريم
سان لنبوري لي ستسنگ ڪيو. اهڙيءَ طرح ستگرو مهاراج
پريم سان سنتن جي شيوا ڪندا رهيا، ۽ هري ڀڳتن ۾ چولدا
ويا. ٻارهن ورهين جا ٿيا ته ڪين وڏي ڀوربڪ ڇڏيو پالو
ويو. ستگورو مهاراج ٽيرهن چوڏهن سالن جا هئا جو سائين
آسو رام صاحب جن ڪنڊوءَ جي اسڪول ۾ هيڊ ماسٽر ٿي آيا.
ڀڳت چيلا رام جن جي شيوا ۽ پريم جي هاڪ ٻڌي آستان تي
آيا. ڀڳت صاحب سائين آسو رام جن کي آدرستڪار سان آسڻ
لي وهاري، پريم ۽ شردا سان سندن شيوا ۾ لڳي ويا.
سائين آسو رام صاحب اُن وقت ۽ وڏي رات جو ڏاڍيءَ
موج سان ستسنگ ڪيو. سندن پريم ۽ آنيڌ وارو ستسنگ
ٻڌي، ڀڳت چيلا رام جن کين پرارٿنا ڪئي ته ڪرپا ڪري
روزانو هتي اچي، پنهنجي مڌر وچنن جي اَمرت ورکا
ڪريو، جو اسان کي ۽ ستسنگين کي ڏاڍو آنند اچي رهيو
آهي. اِها پرارٿنا سائين آسو رام جن سوڪار ڪئي ۽ روزانو
ڀڳت صاحب جي آستان تي ستسنگ ڪرڻ ايندا هئا. ستگورو
مهاراج جن به وڏي چاهه ۽ ڌيان سان ستسنگ ٻڌندا هئا.
قدرت سان اُن رات، ستسنگ ۾ به ستگرو ڪرڻ جي
وارتا هلي. سنتن چيو ته ستگروءَ کانسواءِ آتما جو ساکيات ڪار
ڪين ٿيندو ۽ ديهه ڌاري ستگرو ڪرڻ بلڪل ضروري
آهي. ستگرو برهم ليشٽي ۽ برهم سروتري هجي، يعني
ڪيس شاسترن جو به گيان هجي ۽ پنهنجي آتما ۾ به ليشٽ
هجي. اَهڙي گروءَ جي سنگ سان جگياسوءَ جو جلد اُڌار
ٿئي ٿو. اِها ڳالهه سنتن ڀڳتن ۾ درشٽانت پرماڻ ڏيئي
ڪيا. اِها وارتا ساريءَ سنگت ٻڌي. ٻئي ڏينهن سواء
آسو رام صاحب کان وڏيءَ اُلوسار نام جو اُپديش وٺي
ڀڳت چيلا رام جن به ڏاڍو خو...
... ڪي ... ڀانا ڪرشنا ۽

ٿيا. سوامي آسورام صاحب جن اسڪول جي ڪم کان فارغ ٿي هر روز اچي ستسنگ ڪندا هئا.

ستگرو مهاراج به نت نيم سان گهر جو ٻاٽي پري ڏاڍي پريم ۽ شرڌا سان سنتن مهاتمائن، مهمانن ۽ مسافرن جي شيوا ڪندا رهيا ۽ جيڪو وقت شيوا کان بچندو هون سو ڪڏهين باغيچي ۾، ته ڪڏهين درياهه جي ڪناري تي، يا شمشان ڀومي ۽ قبرستان ۾ ويهي ايڪانت ۾ نام جو ابياس ڪندا هئا. ڪڏهن ته ويهي ڀڄن ڀاهي ڳائيندا هئا. اهڙيءَ طرح، سنتن جي شيوا ڀڄن ڪندي، ستگرو مهاراج جن جي اوستا سورهن ورهين جي ٿي ته پگت چيلارام جن جو سرير پورو ٿيڻ لڳو ۽ تاريخ ١١ ڪتي سنبت ١٩٦٠ تي پگت صاحب سڀني ستسنگين ۽ پريمين کي گهرائي چيو ته اٻا تاريخ ١٧ ڪتيءَ جي پرڀات جو ٤ بجه، اسين هيءَ ديهه روپي جو ٿو گهر ٿيا ڳي، پنهنجي امر اٻناسي گهر ڏانهن ويندا سون. هن شرير جي ياترا اچي پوري ٿي آهي. جنهن ڪم لاءِ هن سنسار ۾ آيا هئاسون، سو پورو ڪري چڪا آهيون. تنهن ڪري اوهان ڪوئي خيال نه ڪجو. توهان به جنهن ڪم لاءِ آيا آهيو، سو پورو ڪري اچي اسان سان ملجو. باقي ڇهه ڏهاڙا، اوهان سڀ ستسنگي، جيڪي سنت مهاتمائون هتي رهيل آهن، تن سان ملي رات ڏينهن ستسنگ جي موج مچايو ۽ ٺهلرام سان ملي ٻاهرين سنتن سادن ۽ متن مائٽن کي چٺيون لکي گهرايو ته پڇاڙيءَ جو اچي درشن ميلو ڪن.

اِها ڳالهه ٻڌي ستگرو مهاراج، ستسنگي ۽ گهر جا ڀاتي گهبرائجي ويا. پر پوءِ ٺهلرام سان ملي سڀني سنتن مهاتمائن ۽ متن مائٽن کي چٺيون لکيون ويئون. ٻن ٽن ڏينهن ۾ اچي سڀئي گڏ ٿيا. پنڊارو ۽ ستسنگ برابر ١٥ تاريخ تائين، ٥

ا هليو. تاريخ ١٦ سپٽمبر ڏينهن ۽ رات ستسنگ جي
لڳي. رات جا ٻه لڳا ته ڀڳت چيلارام جن موڪلائي
اشارو ڏنو. چوڻ لڳا ته هاڻي پڇاڙي جو اسان اوهان کي
ئي آشيرواد ڏيون ٿا ته اوهان جو چت سدائين رام،
آڪار ۽ آتم چنتن ۾ لڳو رهي، اوهان جو پاڻ ۾ پريم ۽
ار وڌندو رهي. ستسنگ منڊلي کي مڃائيندا رهجو. اِها
الهه ٻڌي سڀ پريمي ۽ ستسنگي اکين مان جل وهائي چوڻ
لڳا ته هي سوامي، اسان کي ڪنهن جي آسري ڇڏي ٿا
اسان کي پنهنجي بدلي ۾ ڪائي ٻانهن ته ڏئي وڃو،
سڀاڳو ماڻ لري پار پوون.

۲- چا تو آلدو چا نيندين اَدا- سڀ ماڙيون محل ڇڏيندين اَدا
ڪجهہ ساڻ ڪڻي نہ ويندين اَدا-
ڪر ايڏو ڪين پسارو تون
۳- هي جڳ تو سڀ جنسار اٿي- سڀ مطلب جو پروار اٿي
سچو ساٿي سرجڻهار اٿي- جيڪي پاڻ موڪيہ دوارو تون
۴- چوي چيلو سندر ويلو ٿئي- مليو مانش جنم سُهيلو ٿئي
هت گهڙي پلڪ جو ميلو ٿئي-
وٺ ساڌ سنگت جو لاڙو تون.

هن پڇاڻ ۾ مهاراج جن پنهنجي پتا کي عزت ڏيڻ لاءِ جڏهن سندن لالو وجهي ڳائي بس ڪيو، تڏهن سڀئي ستسنگي ڏاڍو خوش ٿيا. تنهن ڪانپوءِ، ڀڳت چيلارام جن هٿ جوڙي ساريءَ سنگت ڪان موڪلايو. پوءِ پٽ لسي آسڻ وڇائي سمهي پيا ۽ مٿان چادر پائي "شووهم" ڌني وني لڳائي. پوري چئين بجہ پرڀات جو پرلوڪ پڌاريا. ٻارهين بعد، ٻهلرام مهاراج جن کي ڇيو نہ هيئنر دوڪان ۽ گهر جو ڪم تون سنڀال. مان ٻنهين ۽ ٻاغن وغيره جي سنڀال ڪندس. ستگورو اٿين ئي ڪرڻ لڳا. رات جو ستگرو مهاراج جن ٿلهي تي ويهي ستسنگ ڪرڻ لڳا. اڳ ۾ ڪڏهن بہ اٿين ڪلي طرح ستسنگ ۾ ويهي ڪونہ ڳائيندا هئا. هاڻي پاڻ ستسنگ ۾ ڳائڻ لڳا. ستگرو مهاراج يڪتاري تي ڳائيندا هئا. ٻيائي آسورام سولارو ۽ ٻيا ستسنگي دلا ڪرتال ڪنجهيون ۽ ڍولڪ وڄائيندا هئا. هر روز رات جو ستسنگ جي اهڙي نہ موج مچندي هئي جو سارو ٿلهو نہ خلق سان ڀرجي ويندو هو، پر ساري بزار بہ ڀرجي ويندي هئي. هڪ تہ ستگرو مهاراج جن جو آواز هوبدو هو تمام مٺي، متو ۽ سريلو، ٻيو وري ستسنگ ۾ چوندا هئا پنهنجا ٺاهيل وراڳہ

۽ مسنيءَ پريا ٻڌن؛ سو جيڪي ٻه ٻڌندا هئا، سي پنهنجا ڪم ڪارن ڇڏي اچي اتي ويهندا هئا.

جيڪي ڇوڪرا ننڍي هوندي ستگورن سان رانديون ڪندا هئا، سي ٻه لٺ ٻيهر سان ستسنگ ۾ اچي شامل ٿيندا هئا، ۽ سويل صبوح جو اچي مهاراج جن سان گڏجي ڀاڳي ٻڌندا هئا. ڪنهن ڪانپوءِ سنتن جي شيوا ڪري وڃي پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ لڳندا هئا. ستگرو مهاراج جن ٻه گهر جو ڀاڳي ٻڌي، سنتن جي شيوا ڪري، پوءِ وڃي دوڪان کوليندا هئا.



سچو سؤدو نام جو

نہ جهڳي جي ڪا خبر نہ آئيني نہ دوڪان ڪيئن پيو هلي. لنهنجو ڀڳت پت سدا ورت لڳائي ويٺو آهي. دوڪان لٽي، سڀ ڪري ڇڏيو اٿس. فقيرن جا ٽولا وينا ٿي وينا اٿس. اوهان کي جي ڀڳتي ڪرڻي آهي تہ ٻئي ماڻهو پت وڃي نڪاڻي ۾ ويهو.

ماتا ڪرشنا ٺهلرام کي ڪاوڙ ۾ ڏسي چوڻ لڳي، پٽ، تون ڪو خيال نہ ڪر. ڀڳت کي ڪجهہ نہ چئج. مان کيس پاڻهي سمجهائي ڇڏينديس. تون دوڪان تي مال جاچي ڏس تہ ڪيئن آهي. ٺهلرام دوڪان تي وڃي سمورو مال نظر مان ڪڍيو، ۽ دل ۾ ويچار ڪرڻ لڳو تہ مال تہ وڌيڪ، بلڪ ٻيڻو نيٺو نظر پيو اچي. ڪٿي اوڌر تي تہ مال ڪين وٺي آيو آهي. مهاراج جن کان پڇڻ لڳو تہ هيترو مال پئسا ڏيئي وٺي آيو آهين يا ڪنهن وٽان اوڌر تي آندو آهيئي؟ مهاراج جن مشڪي چيو تہ هيءُ سڀ مال دڪان جي وڪري جي پئسن مان ئي آندل آهي؛ اوڌر هڪ پائي بہ ڪنهن وٽان ڪانہ ورتي اٿئون. ستگرو مهاراج جن جا اهي وچن ٻڌي، ٺهلرام حيرانيءَ ۾ پئجي ويو تہ سدا ورت هلائيندي بہ ڪو نقصان ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿو اچي. چيائين هاڻي جيئن وڻيس تيئن پيو دوڪان هلائي.

ستگرو مهاراج جن بلڪل ساڳئي نموني دوڪان جو ڪاروبار هلائيندا رهيا. سنتن جي شيوا ۽ ستسنگ بہ ڪندا رهيا. اهڙيءَ طرح ڪجهہ وقت گذري ويو ۽ جيئن پوءِ تيئن ستگرو مهاراج جن جو چت ڀڳتي، ويراڳ ۽ نام جي ڌيان ۾ وڌندو رهيو.

روز شام جو ۵ بجي دوڪان بند ڪري، درياهہ جي ڪنڌي تي وڃي ايڪانت ۾ ويهي سماڌي لڳائيندا

هئا . جنهن مهل سماڌي ڪلندي هئن ، تنهن مهل وڃي پڄن ناچيندا هئا . سڄ لٿي گهر اچي آسڻ وڇائي ، ستسنگين کي چوندا هئا تہ دلا، يڪتارا ۽ ساز ڪڍي اچو تہ ستسنگ ڪريون . ستسنگي ساز ڪڍي ايندا هئا ۽ ستسنگ شروع ٿيندو هو . ٻہ ٽي ڪلاڪ کن ٻيا مهاتمائون ستسنگ ڪندا هئا ، ۽ پوءِ ستگرو مهاراج جن پنهنجي موج ۾ ڳائيندا هئا .

سوامي گوپال لال جن ، ڀائي ڀالڙو رام ۽ ٻيا پريمي مهاراج جن کي ٻنيان وناٽيندا هئا . اُئين ، ستسنگ جي رونق وڌندي ويئي .

هڪ ڏينهن سيٺين ستسنگي ۽ آلمانند، پرمانند، منگهن رام، اوم پرڪاش ، لالو رام ، ڀالو رام ، ريجهو رام ، ٽاڪو رام ۽ آسو رام سونارو ۽ رامون مل اچي مهاراج جن کي هٿ جوڙي چوڻ لڳا تہ ، هي پريُو ، هيءُ ٽلهو ستسنگ لاءِ تمام ننڍو آهي . آگيا ڏيو تہ ٽلهي کي بزار جي پاسي تورو وڌايون . ستگرو مهاراج جن فرمايو تہ ، ”آبا ، جيئن اوهان جي مرضي ۽ ڀلي وڌائي ڇڏيو .“

سيٺين ستسنگين پاڻ ۾ ملي صلاح ڪئي تہ ڏينهن جو هرڪو وڃي پنهنجو پنهنجو ڪم ڪري ، باقي رات جو ١٠ بجہ ستسنگ سماپت ٿيڻ بعد ٽلهي جو ڪم شروع ڪيو وڃي . ٽلهي لاءِ گهربل سامان وغيره گڏ ڪري رکيو ويو . رات جو ١٠ بجہ ستسنگ سماپت ٿيڻ کانپوءِ ، اٽڪل هڪ سؤ کن پريمي مليا ، ٽلهو ٺاهڻ لڳا . ستگرو مهاراج جن ٻهي ڏسڻ لڳا . ڪلاڪ کن کانپوءِ سيٺين ستسنگين ستگرو مهاراج جن کي چيو تہ ڪرپا ڪري ، اوهين وڃي آرام ڪريو . اسين ٽلهو تيار ڪري ، اوهان کي سڏ ڪنداسون . مهاراج جن وڃي آرامي ٿيا ، ساري رات ڪم ڪري ، پرڀات جو ٥ بجہ ڌاري ٽلهو ٺاهي

ستسنگين وچي مهاراج جن کي هٿ جوڙي چيو ته، ٻيڙو،
ٿلهو ٺيار آهي؛ ڪرپا ڪري هلي ڏسو. ستگرو مهاراج جن
ٿلهو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا، ۽ سڀني کي آسيس ڪري چيائون
ته آٻا، هاڻي اشنان ڪري، روٽي کائي پوءِ پنهنجي جاءِ
تي وڃجو. ائين ئي ٿيو. ستگرو مهاراج به لوٽو کڻي، درياهه
جي ڪناري تي ايڪانت ۾ ڀڄن ڪري جاءِ تي آيا. صبح
جو، ماڻهو نئون ٿلهو ڏسي، اچرج ۾ پئجي ويا، ۽ سوچڻ
لڳا ته هيءُ ٿلهو راتو رات ۾ ڪيئن نهي ٺيار ٿيو. ڪي
ٻڌي ته ڏاڍو خوش ٿيا، پر ڪن کي ايرکا سبب ڳالهه ڪين
وڻي. ٽن وچي شهر جي مکيءَ، پنچن ۽ ٺيڪيدار کي چيو ته،
بسنتن بي قاعدي ٿلهو ٺهرايو آهي، جنهن ڪري بازار ۾ سوڙهه
ٿي پيئي آهي؛ سو هاڻي روبرو ڏسو. ٻئي ڏينهن مکيه پنچ ۽
مکي، ٺيڪيدار سان گڏجي، ٿلهو ڏسي هليا ويا. جڏهن ١١
بجه ڌاري مهاراج جن دوڪان کولي اچي ويٺا، ته ٺيڪيدار اچي
ڪين چيو ته توهان هي ٿلهو بي قاعدي ٺهرايو آهي؛ سو
اجوڪي ڏينهن ۾ ئي ڊهرائي ڇڏيو، نه ته، قاعدي جي
ڪارروائي ڪئي ويندي. ايترو چئي، ٺيڪيدار هليو ويو.
سچ لئي مهل ستسنگي آيا ته مهاراج جن ڪين سموري حقيقت
کان واقف ڪيو، ۽ ڪالهه سندن رايو پڇيو. ستسنگين هٿ
جوڙي چيو ته، هي ٻيڙو، جيو ته اِهيءَ ٻاري ۾ مکيءَ سان
ڳالهايون يا نون هالن جي، مختيارڪار کي درخواست ڪريون.
ستگرن چيو ته هينئر ستسنگ جي مهل ٿي آهي: ساز کڻي
اچو ته ستسنگ شروع ڪريون. ستسنگ بعد، اوهان کي
ٻڌائينداسون. ستسنگ پوري ٿيڻ تي، پرڀين کي سڏي چيائون،
ته مکيءَ ۽ ڪي پنچ ته ٺيڪيدار سان ساڻ آيا هئا. وٽن وڃڻ جو
ڪو ضرور ڪونهي. اوهين ڪوئي خيال نه ڪريو.
ٻئي ڏينهن، صبح جو ستگرو مهاراج جن ١١ بجه درياهه

تان اشنان پاڻي ڪري، موٽي گهر اچي ڏسن ته ٽلهو ڍٺو پيو آهي، ۽ ماتا ڪرشنا ڏر تي بيٺي نهاري. ماتا کان پڇيائون ته ٽلهو ڪير ڍاهي ويو. ماتا چيو ته پٽ، تنهنجي وڃڻ ڪانپوءِ، ٽپيدار، ٻن ٽن ٻڍڙن کي ساڻ ڪري، ۷-۸ مزور وٺي آيو ۽ ٽلهو ڍهرائي ويو. مون گهڻو ئي منع ڪئي مان، پر هنن منهنجي هڪ به نه ٻڌي. ماتا جي اها ڳالهه ٻڌي، ماتا کي چيائون ته ڪائي چنتا نه ڪريو. پوءِ پاڻ وڃي دڪان کوليائون. ٽلهي ڍهڻ جي خبر ساري شهر ۾ پکڙجي وئي.

شام جو سيئي ستسنگي ستگرو مهاراج جن کي پيرين پئي چوڻ لڳا، ته هي ڀريو، ٽلهو ته ڍاهي ويا، هاڻي جتي آگيا ڪريو اتي ستسنگ لاءِ آسڻ وڇايون. چيائون ته ابا، ان جاءِ تي ئي سرون ڀري ڪري پٽ سنئون ڪري فراش وڇايو. اها آگيا پائي، ستسنگي ۱۰-۱۵ منٽن اندر، پٽ سنئون ڪري، فراش وڇائي، ساز کڻي آيا. پوءِ ويهي ستسنگ شروع ڪيائون، ۽ هيءُ نئون ڀڄن ناهي ڳائڻ لڳا.

## راڳ لوڙائو ڀيروي

ٽل- ٽون سڀ ۾ وياپڪ آهين - ڪٿي ڇوان ٽون ناهين

۱- ڪاٿي ڀوڳ وشيه کي ڀوڳين - ڪاٿي جوڳ ڪمائين
ڪاٿي مون ڪرين ٿو مولي - ڪاٿي هرگن گائين

۲- ڪاٿي ٺاڪر ٻڌجي وٺين - ڪاٿي ڀوڳ لڳائين
ڪاٿي ديول مڙهيون پوڄين - ڪاٿي مندر ڍاهين

۳- ڪاٿي در در ڀيک منگين ٿو - ڪاٿي شاهه سڏائين
ڪاٿي ٽوڙت نياز ڪرين ٿو - ڪاٿي حڪم هلائين

۴- ڪاٿي ڀيارو ٿي نهڪرمي - ڪاٿي ڪرم ڪمائين
ڪاٿي پرگهٽ پاڻ ڪرين ٿو - ڪاٿي پاڻ ڇپائين

۵- ڪاٿي گياني گرو ٿي وٺين - ڪاٿي چيلو چوائين
ڪهي ٽيئون هر رنگ روپ تي - نانا کيل کيلائين.

سنگت پڻ سڀئي، پريم ۾ مگن ٿي ويئي. ستسنگ کان
پوءِ ساري سنگت ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳي ته آگيا
ڪريو ته وري رات ئي رات ۾، ٿلهو ٺاهي تيار ڪري
ڇڏيون. تنهن تي ستگرو مهاراج جن فرمايو، ته ابا، جيڪا
اوهان جي مرضي، ٿلهو راتو رات وري ٺهي ويو.

ٻئي ڏينهن شام جو ٻه چار پنچ ۽ ٽپدار، گڏجي مهاراج جن
جي دوڪان تي آيا. پنچ مهاراج جن کي چوڻ لڳا ته ٽپدار
ٿلهو ڊهرائي ويو هو ۽ اوهان وري ڪٽي ٺهرايو. انهيءَ لاءِ
هو اسان کي وٽي آيو آهي ته اسين اوهان کي سمجهايون.
اِهو ڪم نيڪ نه آهي. ڪرپا ڪري ٿلهو ڊهرائي ڇڏيو،
نه ته اڳيو بکيڙو ٿي پوندو. سوامي جن ڪو جواب ڪونه
ڏنو. کين ويهاري، جل پان ڪرايائون. پوءِ ته هو هليا ويا.
رات جو ستسنگين کي سمورو قصو ٻڌايائون. هنن چيو ته
سائين، ٿلهو ٺهيو پيو هجي. جي ڪٽي هوڏ تي چڙهيا ۽
ڊاهي ڇڏيائون ته وري ناهڻ ۾ ڪهڙي ويرم لڳندي.
صرف اوهان جي آسيس گهرجي. سوامي جن مشڪي چيو
جيئن اوهان جي مرضي.

ستسنگي ستگرو مهاراج جن کي پيرين پئي پنهنجي پنهنجي
گهر ويا. صبوح ٿيڻ سان ستگرو مهاراج جن گهر جي ساري
سيوا پوري ڪري، درياهه جي ڪناري تي وڃي ايڪانت
۾ ويهي ڀڄن ڪرڻ لڳا. هوڏانهن ڀائي ٺهرام ٻه ٻنين تي
هليو ويو. پر ڪنهن ڪم سبب ٨ بجه ئي گهر موٽي آيو.
ڏسي ته دڪان جي ٻاهران فقيرن جون ٽوليون ويٺيون آهن.
گراهڪن کيس چيو ته اوهان جو ڀڳت پاڻ دڪان تمام ديـر
سان ٿو کولي، جنهن ڪري اسان کي ڏاڍي تڪليف ٿي
ٿئي. توهان ڀڳت کي سمجهائي ڇڏيو ته آئينده دوڪان

صبح جو سويرو کولي، ۽ شام جو ٧ ٻجي تائين کليل رکي.
گراهڪن جي دانهن ٻڌي، ٺهلرام ڏمرجي گهر آيو ۽ اچي
ماتا ڪرشنا کي چوڻ لڳو ته ڀڳت دڪان ١١ ٻجي ٿو کولي
۽ شام جو ٤ ٻجي ٿو بند ڪري، ڪيڏانهن ٿو وڃي ۽ ڇا ٿو
ڪري؟ اِئين ته دوڪان جو ڪم ڪيئن هلي سگهندو. مان
جي هن کي چوان ٿو ته اوهان سدائين سندس پاسو ٿا کڻو.
اڄ شام جو انهيءَ ڳالهه جي صفائي ڪبي. ايترو چئي ٺهلرام
هليو ويو. هوڏانهن ستگرو مهاراج جن ١١ ٻجي اچي دوڪان
کوليو. اول فقيرن کي ۽ پوءِ گراهڪن کي سوڊو ڏيئي روانو
ڪيائون. ايتري ۾ ماتا ڪرشنا به دوڪان تي آئي ۽ اچي
مهاراج جن کي چوڻ لڳي ته آبا، هاڻي پاڻين ٺهل دوڪان
بند ڏسي، اچي مون تي ڪاوڙيو. تنهن ڪري توهان دوڪان
صبح جو سوير اچي کوليندو ڪر ۽ شام جو سنتسنگ جي
مهل کٽي بند ڪندو ڪر، جنهن ۾ هو به راضي رهي.
ماتا جا اِهي وچن ٻڌي، ستگرو مهاراج هٿ جوڙي
چوڻ لڳا ته هي ماتا، جي سچ ڪري پڇو، ته هاڻي منهنجو
چت، هن وهنوار ۾ بنهه نٿو لڳي. مرضي آتم ته ڪٿي
ايڪالت ۾ وڃي پرڀوءَ جو ڀڄن ڪريان. وري به جن
توهان آگيا ڪريو تئين ڪريان. ماتا چيو ته چڱو، شام ج
ٺهل گهر اچي ته صلاح ڪنداسون. ايترو چئي ماتا گ
هلي ويئي.
رات جو، سنتسنگ کانپوءِ، ٺهلرام ماتا کي چيو ته ڀڳ
کي سڏ ڪريو ته پڇونس ته دوڪان چڱيءَ طرح سان هلائين
يا نه. ماتا مهاراج جن کي سڏ ڪيو. ستگرو ماتا ۽ ٺه
کي پيرين پئي، پرسان ٿي وينا. ٺهلرام مهاراج جن کي
... هاڻي تنهنجي ڪهڙي مرضي آهي؟ چڱيءَ طرح

ڪم ڪندين يا فقط پڳتي ڪندين؟ ٻي ڪلاڪ مس تو
دوڪان کولين ۽ گراهڪ پيا ڏانهون ڪن. ٻڌاءِ تہ ٻيو سارو
وقت ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ دوڪان چڱيءَ طرح سنڀالين تہ
واهہ، نہ تہ اسين ٻيو ڪو بندوبست ڪريون. مهاراج ڄڻ ڪنڌ
هيٺ ڪري بلڪل ماٺ ۾ رهيا. تنهن تي ماتا، ٿهلرام کي
چيو تہ پٽ، ٽيئون دوڪان جو ڪم برابر چڱي طرح ڪونہ
سنڀالي. انهيءَ ڪري منهنجي مرضي آهي تہ هن تي ٻيو
ڪو ڪم رک. ماتا جي اها ڳالهہ ٻڌي، ٿهلرام مهاراج ڄڻ
کان پڇيو تہ ڀلا، ٻنين ۽ باغيچن جي سنڀال ڪندين؟ مهاراج ڄڻ
جواب ڏنو تہ جيئن اوهان چئو. ٿهلرام چيو تہ چڱو سڀاڻي
کان وٺي تون ٻنين ۽ باغن جي سنڀال ڪج ۽ گهر جو پاڻي بہ
ڀرج، گوال سنڀالج ۽ مهمانن جي شيوا ڪندو ۽ مان دوڪان
جو ڪاروبار سنڀاليندس. ڪڏهين ڪڏهين ٻنين ۽ باغن جي
نگهباني بہ ڪرڻ ايندس.

ٻئي ڏينهن، صبح جو سوير اٿي، گهر جو پاڻي ڀري،
ماتا ۽ ٿهلرام کي پيرين پئي، جڏهن ستگرو ٻنين ڏانهن وڃڻ
لاءِ تيار ٿيا، تہ ٿهلرام کين چيو تہ هاريءَ ناراين کان چڱيءَ
طرح ڪم وٺج. باغ جي مهندارن کي بہ چڱيءَ ريت ڪم
۾ لڳائج، جيئن وچائت انب وڻ اچن ته ڪي ٻرين سان
روئي ڪارائج. باغ جي بلڪل ساوڌاني سان سنڀال ڪج،
جيئن انب نہ ڪاچا وڃن. روٽي توکي هر روز گوال اچي
پيو پهچائي ويندو.

باغ شهر کان ميل کن دور هو ۽ ٻنيون وري باغ کان ميل
کن پري هيون. ستگرو مهاراج ڄڻ سڌو باغ ڏانهن ويا ۽ پينڪ
۾ وڃي ويٺا. مهاراج ڄڻ سيٺي کي چيو تہ اڳتي مان توهان
وٽ رهي ڪم ڪندس. توهان هاڻي پنهنجي پنهنجي ڪم

مان به ٿوهڪ گليل ڏيو، مان به هڪ
جي سنڀال ڪريو. مون کي به، سائين، اسين جو
پاسي وڃي سنڀال ڪريان. نوڪرن چيو، نه،
وينا آهيون. اوهين وينا آنند ڪيو. سوامي جن چيو ته، نه،
مان به ڪم ڪندس. آڳيا پائي سڀئي وڃي ڪم ڪي لڳا.
ستگرو مهاراج جن به هڪ وڏي آنب جي وڻ هيٺان.
گوڏي هيٺان گليل رکي پڃن ڏاهي ويهي ڳائڻ لڳا. رکي
رکي پکين جي هڪاڻ جو آواز به پئي ڪيائون ته جڏهن سڀئي
سمجهن ته پکين کي پيا ٿا هڪلين. ائين ڪندي ١١ اچي
لڳا، ته گوال لال روٽي کڻي باغ ۾ آيو. سوامي جن سڀني
کي سڏي، گڏجي ويهي روٽي کاڌي. شام ٿي، موٽي گهر
آيا. آسڻ لڳل هو ۽ ستسنگ شروع ٿيو. باغ ۾ ڏاهيل پڃن،
پنهنجي مڌر، پريم ۽ ويراڳ ڀرئي آواز ۾ ڳايائون. سنگت
۾ آنند جي لهر ڇانجي ويئي.
ستسنگ سماپت ٿيو. آتمانند ۽ پيا ستسنگي سوامي جن
کي چوڻ لڳا ته، سوامي جي، اوهان ته وڃي باغ وسايو ۽
اسين هتي درشن کان رهت رهجي وياسون، پر اسين آئي
به ايندا سون.
پيو ته پريؤ، ٿلهي لاءِ اڄ وري پنهنجن اسان کي چيو ته
دهرائي ڇڏيو ۽ ڪٽ پٽ نه ڪريو. سوئي هاڻي جڏهن اوهين
آڳيا ڪريو. اسان ته چئون ٿا ته نه ٻاهجي. مهاراج جن چيو
چڱو، جڏهن اوهان جي اِڇا. پوءِ، سڀيئي موڪلائي، وڃ
گهرن ڀيڙي ٿيا. صبوح جو ستگرو نيم پٽاندر باغ ڏان
ويا ۽ وڃي پنهنجي ڪرت کي لڳا. اُن ڏينهن ٽهلرام رو
کڻي آيو. سڀني کي سڏي، روٽي کارايائين. روٽيءَ
پوءِ اهي سڀ هليا ويا، باقي سوامي جن ترسيا.
ٽهلرام کين پاڻ وٽ وهاري چيو، ڏاڍ وسنو. اعڙيءَ

باغ جي خبرداري ڪج. ڀڳوان جي ڪرپا سان هن سال ڦل به سٺا لڳا آهن.

ٻي ڳالهه ٻڌ، ٻنيءَ تان به تي آيو آهين؟ مهاراج جن وراڻيو ته اَج تي آيو آهيان. سيٺيءَ تمام سٺي نموني ڪم پيا ڪن. اوهين ڪو خيال نه ڪريو. گرو مهاراج سڀ پلي ڪندو. تنهن تي ٺهلرام چيو ته ٻنيون ٿورو پري آهن. توکي ضرور تڪليف ٿيندي. ڀائي هاسارام جي ٻنيءَ اسان جي ٻنيءَ ويجهو آهي. هوُ نه پيو ويندو. مان ڪيس چئي ڇڏيندس ته اسان جي ٻنيءَ جي به پيو سنڀال ڪج. مان به ٽئين چوٿين ڏينهن پيو ويندس. تون فقط باغ جي نگهباني پيو ڪج. ايترو چئي ٺهلرام موٽي دوڪان تي ويو.

شام جي ستسنگ ڪان پوءِ، سوامي جن آتمانند کي چيو ته سياٽي ۽ يڪتارا هٿ ڪري، باغ ۾ پهچائي وڃ. دل وڄائڻ وارا اُتي آهن. ڪنهن مهل ويهي پڙهن ڪبو.

سياٽي تي يڪتارا باغ ۾ پهچي ويا. ڪيرتن منڊلي لڳي ويئي. سوامي جن پينگهه ۾ ويهي، رسيلي آلاپ ۾، سائينءَ جا گڻ ڳائڻ شروع ڪيا. چقمق جي ڪشش تي؛ باغ جا ڪمي ڪاسبي ڪم ڦٽو ڪري، اچي وينا رنگ ۾ رنگ رچائڻ. باغ جو واهي ڀڳوان. سورج ديوتا پنهنجو تيج گهٽ ڪيو. شام ٿي، موٽي گهر آيا. ڏسن ته ٺلهو ٻنو پيو آهي. چياڻون مڙيو ٿي ستسنگ ڪرڻو آهي؛ پت تي به چڱو پيو ٿئي. هينئر ڳالهه کي ڇڏي ڏيو. جنهن ٻاڌو آهي، سو ٿاهيندو به پاڻ.

هينئر سوامي جن جي اِها روزاني ڪار ٿي پيئي. باغ ۾ وڃڻ، اُنب جي وڻ هيٺان ويهڻ، گليلا گوڏي هيٺان ڪري ويهي گيت ڳائڻ، ڳائڻ ۽ رام کي رجهائڻ.

ٻئي ڏينهن ساڍي ١١ بجي، گوال لال روٽي کڻي آيو.
هميشه جيان سيئي روٽي کائي وڃي ڪم کي لڳا. مهاراج جن
گوال لال کي چيو ته هينئر گهر نه وڃج. ڪلاڪ کن آرام ڪري،
ڪلاڪ ڏيڍ ستسنگ ڪنداسون. تنهن کانپوءِ ڏينهن به ٺرندو،
پوءِ ڀلي گهر وڃج. جي ڀائو ٿهلرام پڇيئي ته چئجانس ته،
ڏينهن تتل هو، تنهن ڪري باغ ۾ آرام ڪيم. گوال لال
چيو جئن اوهان جي آگيا. تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج ۽
گوال لال جن ڪلاڪ ڏيڍ آرام ڪري ستسنگ شروع ڪيو.
هڪ يڪتارو مهاراج جن پاڻ وڄائڻ لڳا ۽ ٻيو گوال لال
کي ڏنائون. مزور مهندار به ڪم ڇڏي اچي ڀڄن ٻڌڻ وينا.
ستگرو مهاراج جن ڀڄن جي موج ۾ اهڙو ته محو ٿي ويا، جو
کائي خبر ڪانه پيئي پوين ته شهر ۾ آهيون يا باغ ۾.
ستسنگ کان پوءِ مهاراج جن گوال لال کي چيو ته هاڻي ڏينهن
ٺريو آهي، تون ڀلي گهر وڃ. ايترو چئي گليل کڻي وڃي ساڳئي
آنب جي وڻ هيٺان ڀڄن ڳائڻ لڳا. ايتري ۾ آلمالند
سان گڏ شهر جا ١٠-١٥ پريمي باغ ۾ اچي لڪا. ڏسن ته
ستگرو مهاراج جن يڪتارو کڻي ڀڄن وينا ڳائين. باغ جا
مهندار، مزور ڪم ڇڏي وينا دلا وڄائين ۽ ڳائين. پکي به
باغ جا آنب کائي وينا مٺيون ٻوليون ٻولين. رمڻيڪ
نظارو هو. سيئي ستگرو مهاراج جن کي پيرين پئي ڀڄن ٻڌڻ
لڳا. ڪلاڪ ڏيڍ کانپوءِ ستسنگ سماپت ٿيو، ته مزور ۽
مهندار هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا ته جلدي ڪريو؛ آئون پکي
باغ جا آنب ٿي کائي ويا. جي اها خبر پائي ٿهلرام کي
پيئي ته اسانجو خير ڪونهي. پوءِ ته سيئي ڊوڙ پائي پکين
کي هڪلڻ لڳا.

ستگرو مهاراج جن سيني پريمين کان پڇڻ لڳا ته، آبا،

توهان هيڏيءَ مهل باغ ۾ ڪيئن آيا آهيو. پريمي هٿ
جوڙي چوڻ لڳا ته، هي پريؤ، آنماننڊ ڳالهه ڪئي ته اوهان
هر روز باغ ۾ به ستسنگ ڪندا آهيو. سو اسان اڄ پاڻ ۾
صلاح ڪئي ته هلي باغ ۾ ستسنگ ٻڌون ۽ اوهان جو درشن
به ڪريون. پريؤ، هت ته اهڙو آنند لڳو پيو آهي جو هاڻي
اسين به روز هتي ستسنگ ٻڌڻ ايندا سون. مائٽ ته اڳيئي
پيا گهٽ وڌ ڳالهائين ۽ چون ته ڀڳت وٽ نه وڃو، پر اسان
جي دل ته لائين ٿي چاهي ته سدائين اوهان سان گڏ وينا
هجون. ايترو چئي مهاراج جن کان آگيا وٺي سيئي پنهنجي
گهر آيا. اُن بعد، ستگرو مهاراج جن به نهر جو ڪنارو ڏيئي
گهمندا ڦرندا، سج لٿي مهل گهر موٽي اچي ڏسن ته ٿلهي
جون سرون به ڪولهن، مٿي به ٽڙي پکڙي پيئي آهي ۽
ستسنگي مٿي گڏ ڪري وينا پٽ کي سنئون ڪن. اهو
رنگ ڏسي ستگرو مهاراج جن مشڪي پريمين کان پڇڻ لڳا ته،
اُبا اڄ به سرون ڪٽي ويا آهن ڇا؟ تنهن تي پريمي هٿ
جوڙي چوڻ لڳا ته سائين اڄ منجهند جو ٽپدار گاڏي وٺي
آيو ۽ سرون ڪٽائي ويو. چئي ويو آهي ته حد دخلي ڪري
وينا آهيو. مان اها رپورٽ سپائي هالن ۾ وڃي مختيارڪار
کي ڪندس. مهاراج جن ڇيو خيال نه ڪريو. جيئن ايشور
جي اڇا هوندي تيئن ٿي ٿيندو. توهان فراش وڇائي ساز
ڪڍي اچو ته ستسنگ شروع ڪيون. ستسنگي ساز ڪڍي آيا ۽
ستگرو مهاراج جن ستسنگ شروع ڪيو. اهڙيءَ طرح ستگرو
مهاراج جن باغ جي سنڀال به ڪندا هئا ۽ نت نيم سان ٽي
دفعا، صبح شام ۽ رات جو ستسنگ به ڪندا رهيا.

هوڏانهن، ٽهلرام دڪان جو پوتاميل ڪرڻ لڳو ته ڏسان
ته نفعو آهي يا نقصان آهي. ٽن ڏينهن ۾ مال سنڀالي، ليکو

## ستگرو ٽيئون رام مهاراج

سي ڏسي ته اڳئين سال کان ڏيڍوٽو نفعو ٿيو آهي. ايترو
ڏدو ڏسي، آچرج ۾ پئجي، دل ئي دل ۾ پڇتائڻ لڳو
آجايو ماتا ۽ ڀڳت کي پئي ڳالهايو اٿم. وڏي ڀل ڪئي
اٿم. گهر وڃي، ماتا ڪرشنا کي پيرين پئي ٻڌائڻ لڳو ته
ماتا، دڪان ۾ ڏيڍوٽو نفعو ٿيو آهي. مون آجايو اوهان
ٻنهي کي پئي ڳالهايو آهي. مونکي معاف ڪريو، پر نفعي
جي ڳالهه ڀڳت سان نه ڪجو ۽ دل ۾ رکجو.

ڏهن پندرهن ڏينهن کانپوءِ ڪن ماڻهن وڃي ٺهلرام کي
چيو ته توهان جي باغيچي ۾ ساڌو رهيا پيا آهن. سڄو ڏينهن
ستسنگ لڳو پيو آهي. ڪم ڪٿو ڪري وينا ستسنگ ٻڌن.
پنهنجي مرضيءَ ٿي ڪو ڪم ڪن ته واهه، نه ته بس.
سڄي باغيچي جي ميوات پکين کائي ناس ڪري ڇڏي
آهي. توهان ڪا خبر به لڌي آهي ته باغ جا ڪهڙا حال
ٿيا آهن؟ اعتبار نه اچيو ته اَج ۲ بجي منجهند جو روبرو باغ
۾ وڃي ڏسجو، ته ڪهڙو نه تماشو لڳو پيو آهي. ٺهلرام اهو
ٻڌي وڏي ويچار ۾ پئجي ويو. چيائين ڇڱو، اَج مان پاڻ وڃي
باغ مان گهمي ڦري ايندس. ٺهلرام جو آواز ٻڌڻ سان باغ جا
مزور ۽ مهندار گليليون کڻي، ڊوڙ پائي پنهنجي
جاءِ تي بيهي پکين کي هڪلڻ لڳا. ستگرو مهاراج جن ۽
سواءِ گوال لال يڪتارا پٽ تي پاسيرا رکي، ڪنڌ هيٺ
ڪري، چپ ڪري ويهي رهيا. ايتري ۾ ٺهلرام گهٽ و
ڳالهائيندو اچي بنڪ جي جاءِ تي بيٺو. مهاراج جن ۽ گوال لال ڪي
پيرين پئي پاسيرا ٿي ويٺا. ٺهلرام ڪاوڙ مان ستگرو مهاراج
کي چوڻ لڳا ته سارو باغ پکين کان کارائي ناس ڪ
سڄو ڏينهن ستسنگ لڳائي وينو آ
۽ مهندار

۽ خانو خراب ڪري ڇڏيو اٿو. دل ۾ ويچار ڪري ڏسو ته
اِئين ڪاروبار ڪيئن هلندو. ايترو چئي، مزورن ۽ مهندارن
کي گهرائي سخت ڇنڊ ڪيائين ۽ چتاءُ ڏنائين ته جي اڳتي
ڪم ڇڏي اچي ستسنگ ۾ ندا ته هڪڙي پائي ۾ اوهان
کي ڪين ڏيندس. جيڪو نقصان پوندو سو به اوهان کان
ڀرائي وٺندس. جي اوهان کي ستسنگ ڪرڻو آهي، ته
وڃي ٽڪاڻو وسايو اچ مون کي پنهنجي سڄي ليت ٻڌايو،
ته ڪم ڪرڻو اٿو يا نه.

سيٺيءَ هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته سائين، اج اسان
کي معافي ڏيو، آئينده اسان اِئين ڪونه ڪنداسون. ٺنهن
ڪا پوءِ ٺهلرام سارو باغ گهمي ڏٺو. ڏٺائين ته پڪين تمام گهڻو نقصان
ڪيو آهي. سو دل ۾ ويچار ڪرڻ لڳو ته هاڻي ڇا ڪجي.
ويچار ڪندي، گهر موٽي آيو. ماتا ڪرشنا کي سارو حال
ٻڌائي چيائين ته جي اوهان جي مرضي هجي ته باغ ۽ ٻنيون
وڪڻي ڇڏيون. ماتا ڪرشنا چيو ٻٽ، تون ڪوئي خيال نه
ڪر. شام جو ڇوڪرا گهر اچن ته ڪين سمجهائيندس. ٺهلرام
پوءِ دڪان تي هليو ويو.

هوڏانهن ستگرو مهاراج جن گوال لال کي چيو ته تون هاڻي
جلدي گهر وڃي سنتن جي شيوا ڪر. پاڻ گليل ڪڻي، هڪ
انب جي وڻ هيٺان وڃي ويٺا. ڇا ڏسن ته هڪ طوطو
وڻ جي هڪ ٽاريءَ تي وينو مٺي ٻولي ٻولي. ستگرو طوطي
ڏي نهاري هيءُ پچن تاهي ڳائڻ لڳا.

## راڳ ڪاسو پڇن

ٿل - بدن جي باغ ۾ طوطو - منا نت ٻول تو ٻولي
١- ڀڪي ڦن ڀار جو آهي - آيو ڦر ٻئون هتي ڪاهي
ڏٺئه لنهنڪي نه ٿو ناهي - اُتي ناريس ٻنن اولي
٢- ڀڪي مهمان جاڻج تون - وڃين ويجهو سڄاڻج تون
ملي ڪا موج ماڻج تون - اُتي جيسين اندر چولي
٣- ڪٿي آيو خبر ڪانهي - پريءَ جي پار جي ٻاتي
لنو ين ڏينهن رات جا لائي - ٻڌج سا ڪن ٻئي ڪولي
٤- ڪهي ٽيئون ٽبي ڏيئي - پسج سو ڀاڻ ۾ پيهي
ڏسي هڏ ماس جي ديهي - ڀاي نا تون پئج ڀولي .

اهو پڇن جڏهن پريم ۾اچي مڏ ر سر سان ڳائڻ لڳا تڏهن سڀ هاري ، مزور وري به ڪم ڇڏي ٻوڙي اچي پڇن ٻڌڻ لڳا . جڏهن ستگرو مهاراج جن پڇن ڳائي بس ڪيو تڏهن ڪين چوڻ لڳا ته ڀائي هيئر اُجا ڀائي ٺهلرام جن اوهان سڀني کي گهڻ وڏ ڳالهائي ۽ سمجهائي ويا آهن تڏهن به اوهان ڪم ڪار ڇڏي وري اُچي پڇن ٻڌڻ وينا آهيو . تڏهن سڀئي هاري مزور ، مهندار مهاراج جن کي هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته هي پريو، سچ ڪري پڇو ته جئن برج ۾ سري ڪرشن ڀڳوان جنهن وقت مڏ ر مرلي ڪٽي وڄائيندو هو تنهن وقت ساري برج جون گوپيون ، گوال ٻال ڀڳوان جي مرلي ٻڌڻ سان گهر ٻار ۽ سڀ ڪم ڪار ڇڏي ، لوڪ لڄا لاهي ٻرلس ۾ مگن ٿي اچي ڀڳوان جي مرلي ٻڌندا هئا جن کي رات ڏينهن ۽ سرير جي سڌ ڪانه پوندي هئي نه گهر ۾ آهيون يا ٻن ۾ ٺهڙيءَ طرح هي پريو ٿوهان به جنهن وقت پڇن روپي مرلي ٿا وڄايو تنهن وقت اسان سڀني جو ٻ جهڙو سڳيو حال برجواسين جهڙو ٿي ٿو وڃي ۽ ڀاڻ لي

کوبہ وس هلي نہ سگهي. بس، اينترو چئي ۽ ٻوڙ پائي
وڃي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي پکين کي هڪلڻ لڳا.

ان ڏينهن ستگرو مهاراج ڄڻ باغ ۾ شام جو ستسنگ ڪونہ
ڪيو ۽ سوير ئي باغ مان روانا ٿي نهر جو ڪنارو ورتائون.
نهر جي پرسان هڪ وڏو مقام هوندو هو. مقام ۾ اندر هڪ
وڏي ڪبڙ جي وڻ ۾ جاءِ ناهي ويهي نام جو اڀياس ڪرڻ
لڳا ۽ ائين ئي سماڌيءَ ۾ اچي ويا.

هوڏانهن سڀ لڳي ٧ ٻجي ڌاري ستسنگين آسڻ وڇائي
ساز آڻي رکيا. ڪلاڪ کن بعد پاڻ ۾ چوڻ لڳا تہ ڇو اڄ اڃا
ستگور مهاراج باغ مان ڪونہ موٽيا آهن. گوال لال کي چيائون
تہ جيسين مهاراج ڄڻ اچن تيسين توهان ئي هڪ ٻہ پدن
سنگت کي ٻڌايو. گوال لال ٻئي پدن ڳاتا تہ بہ اڃا ستگرو
مهاراج ڪين موٽيا. ساري سنگت، ماتا ڪرشنا ۽ ڀائي
ٿهلرام ويچار ۾ پئجي ويا. ڀائي ٿهلرام ٻن ٽن ستسنگين کي
چيو تہ وڃي ڏسو تہ باغ ۾ تہ ڪونہ وينا آهن. باغ جي
مالهين کين ٻڌايو تہ مهاراج ڄڻ تہ اڄ هتان سويل ئي گهر ويا
آهن. اهو ٻڌي پنتي پيسر ڪيائون. رستي تي هيڏانهن
هوڏانهن ڳوليندي ڪلاڪ ڏيڍ ڪانپوءِ موٽي اچي سيٺي کي
ٻڌايائون تہ باغ ۾ ڪونہ هئا ۽ نہ ڪٿي رستي تي ئي ڏسڻ
۾ آيا. اهو ٻڌي سيٺي جون ٻہ نہ ويئون نہ ڇهہ ٻہ ويئون.
کنهن کي ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ ٿي آيو. آخر سواءِ ڪن ٽورن
ستسنگين جي ٻيا سڀ هليا ويا. ستسنگين ٿهلرام کان پڇيو
تہ سائينجن کي، ڪنهن ڪجهہ چيو هو ڇا؟ تنهن تي ماتا
ڪرشنا پريمين کي چيو تہ اٻا، برابر اڄ ٿهل ڳالهائي آيو آٿس.
تنهن ڪري توهان سڀ ٿهل سان گڏجي وري ڳولڻ وڃوس،
... ڪنهن باغ ۾ يا درياهہ جي ڪناري تي، ڪنهن وڻ



مقام اندر سماڌيءَ ۾

موج ڪٿي؟ اهو رانگ ڪٿي؟ اهو رس ڪٿي؟ ڀريئن ڪانسواءِ ساز ۽ راڳ سڀ ڦڪا. دلبر ڏاران، دل جوئي ۽ دلپذيري ڪير ڪري؟

رات جو روئيءَ ڪاڻ ماتا ڪرشنا، ٺاڪر کي چيو ته پت تو پڳت کي ڪجهه چيو آهي ڇا جو هو ڪاوڙجي خبر ناهي ڪيڏانهن هليو ويو آهي؟ توکي مون اڳ ۾ ئي سمجهايو آهي ته ٺيلي پلائي به پڳت کي ڪجهه نه چوندو ڪر. اتي ماتا جي اکين ۾ جل ڀرجي آيو.

وري ٽئين ڏينهن صبح جو ٺاڪرام ۽ ستسنگي ستگرو مهاراج جن کي ڳولڻ ويا. سارو ڏينهن ڳوليندي ڳوليندي وياڪل ٿي شام جو اچا نهر جي ڪناري تي اچي پهتا ته هڪ ڀڪراءِ، ٺاڪرام کي اچي ٻڌايو ته توهان جو هڪ ساڌ هن مقام ۾ هڪ وڏي ڪپڙ جي وڻ ۾ ويٺو آهي. مون ڪالهه ٻڪريون چاريندي ڪيس ڏٺو هو. اهو ٻڌي ٺاڪرام ۽ ستسنگي مقام ۾ اچي ڏسن ته برابر ڪپڙ جي وچ ۾ اکيون بند ڪري مهاراج جن ڌيان ۾ ويٺا آهن. ٺاڪرام ستگرو مهاراج جن کي سڏ ڪيو. ستگرو مهاراج جن ڪپڙ مان ٻاهر نڪري آيا. ٺاڪرام کي پيرين پئي ڪنڌ هيٺ ڪري بيهي رهيا. ٺاڪرام کين چوڻ لڳو ته ٽن ڏينهن کان وٺي اسان توکي ڳولهيو ۽ ڳوليو آهي. شاهه جي پٽ پڻ ماٺو چاڙهي موڪليوسين ۽ پر تون اچي هتي ويهي رهيو آهين. ڪيتري نه سيني کي تڪليف ڏني اٿيئي. ماتا ته ٽن ڏينهن کان روئي به ڪاڻ ڪاڻي آهي. انهن چئي، مهاراج جن کي گهر وٺي آيا. ماتا ڪرشنا ستگرو مهاراج جن کي پيار مان پنهنجي پرسان وهاري چوڻ لڳي:-

## گهڙا شري چند

ڪهي مات ڪرشنا، سن پرُوت ميرا
چگي سُوک لي تم ڪيون دُوک سهتا
گهر بيٺڪي اپنا ڪام ڪرلو
جيئُون جڳت ڪرنا، هٺ ويد ڪهتا.

**ارٿ** - ماتا ڪرشنا چوڻ لڳي ته هي پٽ تون پنهنجي
سرير کي ايترو ڪشٽ ڇو ٿو ڏين. جئن پيا سنساري ماڻهو
پيا ڪائين ۽ وهنوار ڪن تئن تون به گهر ۾ وهنوار به ڪر ۽
يگتي به ڪر. جئن تنهنجا وڏا، پتا، ڏاڏو ۽ پيا ڪيترا
سنت گرهست ۾ رهي يگتي ڪري ويا آهن تئن تون به
ڪر. اهو ٻڌي ستگرو مهاراج جن ماتا اڳي هٿ جوڙي
چوڻ لڳا:-

سن مات ميري ڪهون بات ساچي
جئن ڪال ڪي دلبد سي بهت ڊرتا
ڪهي **ٽيئون** ديکا مئن سوچ ڪرڪي
سکب لانهه جگ ۾ هر ڌيان ڌرتا.

**ارٿ** - هي منهنجي سچي ماتا، ڪال جو لغارو رات
ڏينهن ڦري رهيو آهي جو ٻڌي مان سدائين ڊڄان ٿو ۽
سرير ڪنبي ٿو. مون چگي طرح ڇاڇي ڏٺو آهي ته سڀئي
سوارٿ جا مٽر آهن، سنسار ۾ ڪو سک ناهي. هينئر سنسار
کان مون اُپرام ٿيو پيو آهي.
ماتا ڪرشنا ستگرو مهاراج جن جا هي وچن ٻڌي چوڻ
لڳي، پٽ، جي لوڪان باغ جي سنڀال ٿئي پڇي ته پنهنجي
جي سنڀال ڪر. مان ٿهل کي چوان ٿي ته باغيچي ج
سنڀال لاءِ پئي ڪنهن کي ڇڏي. ايترو چئي ماتا، ٿهل

ڪي سڌ ڪري پنهنجي پير ۾ وهاري ڇوڙڻ لڳي ته آيا، باغ جي سنڀال لاءِ هاسارام يا واڌورام کي ڪٺي ڇڏ. باقي ٻنهين تي ساڌ کي رواڻو ڪر. مان هاڻي گهڻو ٿي سمجهايو ٿي مانس ۽ اڳتي اِئين ڪوله ڪندو. ٿهلرام چيو ته چڱو اِئين ٿي ڪندس. اِتي اچي سڄ لٿو. مهاراج جن ستسنگ شروع ڪيو. اهڙا ته نوان نوان پچن ويراڳ مان ڳاڻائون جو ساري سنگت پريم ۾ اکين مان جل وهائڻ لڳي. ستسنگ سماپت ٿيڻ ڪانپوءِ سيٺڙي پرساد وٺي گهر ويا.

صبح جو مهاراج جن ٦ بجي گهوڙي تي چڙهي ٻنين ڏانهن ويا. الي سيٺي هارين کي گهرائي، سمجهائي ڪم تي موڪليائون. پوءِ پاڻ ساري ٻني گهمي اچي نار تي ويٺا، جتي ڪنهن مهل پچن ناهي پيا آهستي ڳائين ته ڪنهن مهل آتمڪ ٿي نام جو اڀياس پيا ڪن. اهڙي طرح سڄو ڏينهن گذاري، سڄ لٿي گهوڙي تي چڙهي گهر اچي ستسنگ ڪيائون.

ستسنگ سماپت ٿيڻ بعد ستسنگين مهاراج جن کي ٻڌايو ته جنهن تپيدار ٻئي دفع ٽلهو ڀرايو هو سو هاڻي سعدآباد بدلي ٿي ويو آهي. ان جي جاءِ تي ٻڌو آهيون ته حيدرآباد جو تپيدار واحد بخش بدلي ٿي آيو آهي. ستسنگي ۽ سنت شيوي ٿو ٻڌجي. اسان جي مرضي آهي ته سياڻي ڪيس ستسنگ ۾ وٺي اچون ۽ ٽلهي بابت به ساڻس ڳالهه ٻولهه ڪيون. ستگرو مهاراج جن فرمايو ته آيا ستسنگ ۾ پلي وٺي اچوس باقي ٽلهي لاءِ ڪجهه به نه چئجوس. تنهن ڪانپوءِ سيٺڙي ستسنگي پنهنجن گهرن ڏانهن روانا ٿي ويا.

ٻئي ڏينهن پريمي ۽ تپيدار واحد بخش کي ستسنگ ۾ وٺي آيا. ستسنگ ۾ اهڙي ته موج لڳي جو واحد بخش به هڪڙي

ستسنگين کان دلو وٺي وڄائڻ لڳو. اهڙي نه پريم سان دلو وڄايائين جو ساري سنگت جهُولڻ لڳي. مهاراج جن به موج ۾ اچي ڳائڻ لڳا. ستسنگ کانپوءِ واحد بخش مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته درويش سائين، ڪا شيوا ٽهل هجي ته هي غلام حاضر آهي. مان اوهان جو راڳ ٻڌي تمام گهڻو خوش ٿيو آهيان. اِئين پيو سمجهان ته منهنجي ڪا تقدير جاڳي آهي جو هتي ڪنڌوءَ ۾ بدلي ٿي آهي. تنهن تي مهاراج جن واحد بخش کي مشڪي چيو ته ڏاڍو سٺو. روزانه ستسنگ ۾ دلو وڄائجو ۽ ڪجهه ڪلام به ٻڌائجو.

ٻئي ڏينهن واحد بخش ستسنگ ۾ اچي دلو وڄايو ۽ ستسنگ پوري ٿيڻ کانپوءِ مهاراج جن کي هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته درويش سائين، ٻڌو آهي ته اڳين تپدار ٻئي دفع اوهانجو تلهو ٺهرايو هو. پر مان ڏسان ٿو ته ستسنگين کي وهڻ ۾ ڏاڍي تڪليف ٿي ٿئي، جيڪڏهن حڪم ڪريو ته مان سياٽي ٿي روبرو ٻهي اچي تلهو ٺهرايان. مهاراج جن چيو ته جئن اوهان جي مرضي. واحد بخش چيو ته سائين، مهرباني ڪري نشان ڪري ڏيو ته ڪيترو تلهو ٺهرائجي. مهاراج جن اتي ڪيس اڳين تلهي جو نشان ڏيکاريو. تنهن هوندي به اوهان جي جا مرضي هجي اوڏو ٺهرايو. تپدار چيو، سائين، پنج فوٽ ٻيا وڌائي تلهو وڏو ڪجي. ان باري ۾ پوءِ جيڪي ڪجهه ٿيو ته هيءَ غلام پاڻيهي منهن ڏيندو. هاڻ به منهنجو چاچو مختيارڪار آهي ۽ حيدرآباد ۾ هن غلام جو ڀاءُ ڊپٽي ڪليڪٽر آهي. تنهن ڪانسواءِ هي ته ڌرم جو ڪم آهي. جيڪو خرچ ايندو سو به مان ڪندس. تنهن تي ستگرو مهاراج جن چيو ته، پنج فوٽ اوهان چئو ٿا سي ڀلي وڌايو پر بزار لاءِ رستو ڇڏي ڏجو. تپدار چيو ته چڱو سائين،

اُنهن آڻي ڪنداسون.

صبح جو تپدار واحد بخش پاڻ سان ڪاريگر ۽ مزور وٺي گهربل سامان کڻائي اچي ٽلهي جو ڪم شروع ڪرايو. ٻن ڏينهن ۾ سڄو ٽلهو پڪين سرن جي فرش سان ٺهرائي تيار ڪرايائين. مهاراج جن سنڌس شيوا ۽ شردا تي پرسن ٿي کيس آشيرواد ڏني.

شام جو لڳين ٺهيل ٽلهي تي ستسنگ ٿيو. اهڙيءَ رات ستسنگ جي اهڙي ته موج لڳي جو سارو ٽلهو ته پر جي ويو پر ڪيتري خلق بزار ۾ بيهي ستسنگ ٻڌڻ لڳي؛ ستسنگ پورو ٿيو ته ڪاٻوءِ هڪ پريميءَ چيو ته، مون ٻڌو آهي ته شهر ۾ پنچات ڪني ٿي هئي. سڀاڻي ٽؤن هالن وڃي مختيارڪار کي درخواست ڏيندا، ته ٽلهو ڊهرايو وڃي. اها ڳالهه ٻڌي تپدار چيو ته فڪر نه ڪريو، فقير سائين چڱي ڪندو.

ٻئي ڏينهن پرڀات جو ٥ بجه اُٿي واحد بخش گهوڙي تي چڙهي ٽؤن هالن ويو. پنهنجي چاچي مختيارڪار کي ساري ڳالهه سمجهائي چيائين ته بزار جو رستو اُچا ڪافي پيو آهي ڪائي سوڙهه ڪانهي. ماڻهن کي سنڻن لاءِ ايرڪا آهي؛ چيائين، چاچا سائين، فقير درويش آهي، ڪنهن مهل توهان به ڪندوءَ ۾ اچي اهڙي درويش جو ديدار ڪري وڃو. پنچات طرفان ڪا دانهن اچي ته اُن تي ڌيان نه ڏيندا. ٽلهو مون درويش سائينءَ کي خيراتي ٺهرائي ڏنو آهي. ڪيتري خلق آرام سان ويهي سکم پائيندي. پنهنجي چاچي کي چٽي ٻپدار ڪنڌوءَ واپس اچي پنهنجو ڪم سنڀالڻ لڳو. اها خبر ڪنهن کي ڪانه رهي.

هوڏانهن ستگرو مهاراج جن صبح جو اُٿي ٻنين ڏانهن ويا

۽ ڳوٺاڻن ٻه ھڪ لنبي درخواست ھڪ ماڻھو ھٿ لڙون ھالن ڏانھن مختيارڪار وٽ موڪلي. ھو ماڻھو مختيارڪار کي چوڻ لڳو، حضور اوھان جي راڄ ۾ ھھڙو اَنڌير، اوھانجو ليدار ڀاڻ ٽلھو نھرائي ٻزار جو رستو بند ڪري ڇڏي! ماڻھن کي ٻزار ۾ اچڻ وڃڻ ۾ ڏاڍي تڪليف ٿي پيئي آھي. مھرباني ڪري اوھين ڀاڻ ھلي ڏسو يا اَڄ ئي اھڙو حڪم ڪيو ته اھو ٽلھو ڊھرايو وڃي.

مختيارڪار درخواست وٺي ماڻھو کي چيو ته ھاڻي توھان وڃو. اَنھيءَ ڳالھ جي جاچ ڪنداسون، ڳوٺاڻن کي چئجو ته توھان ڪوئي خيال نه ڪريو. مڙيوئي ڌاڻي چڱي ڪندو، ماڻھو واپس اَچي ڳوٺاڻن کي سموري ڳالھ ٻڌائي.

ھاڻي ستگرو مھاراج جن جو چت ٻيگتي، وئراڳ ۾ ٻيجندو ويو ۽ سنسار کان ڪٽو ٿيندو ويو. ھڪ ڏھاڙي صبح جو سوير اِنھيءَ ٽي ڏسن ته ھاري ڏاندن ۽ اُنن کي لار ۾ تمام زور سان پيا وھائين. اِھو حال ڏسي ستگرو مھاراج جن ھارين کي چيو ته ڇو ٿا جانورن کي ايترو ماريو، ڀلي ڌيري پيا ھلن. تنھن تي ھاري لمرتا سان چوڻ لڳا ته سائين ھينئر سانگھارو لڳو آھي، ڀاڻي ھفتي کن ۾ سڪي ويندو. تنھنڪري ڀوڪ کي ڪجھ ڀاڻي ڏيئي وٺون نه ته ڀوڪ سڪي ويندي. مھاراج جن اِني ھيئيون ڀچن ناھي ڳائڻ لڳا.

## ڀڄن سر جوڳ

راڳ- ليٽي نار ھڪل ھردم- آھي عاشق اَصل سالگھارو

ا- منوڀڪانو ڪوڙج ناھي- مڪڙو ڪاڄڻ ساڻ ملائي
چڪر شب ڪر چت سي چال-

ڦر ويچارو ويچار جو رڪجاڻ لارو

۲- لونا ماله تي پڌجانءِ ناٿي- ڏاڍن جوڙو ٽڪڙو آٿي
پڌي هردم ٿيءُ هوشيار- پاٿي آهي وچڙ سو وارو
۳- ڏينهن جو تيرو رات وهاٽي-
پوک پنهنجيءَ کي ڏئي وٽ پاٽي
غافل ٿي تون سنت سڄاڻ- پوُرب پاسي آيو تارو
۴- کهي ٽيٺون ڪر هاٿي هوشياري-
پوک پچائي ڪٽي وٽ ساري
جاڳي وهائج نيهه نسان لار- وري نه ملندو اهڙو وار.

## ڪوڙا چند

ست چت ڪاڪر مبا پکانا-
ڌيرج ڌرا ڌراوو آنند پاوو جي
سرتا ڪاچڙ تبا پر راکو-
مکوڙي شبد ملائو- آنند پاوو جي
ديهه چڪر کي چال سڌاري-
اڌريان آرا لڳاوو- آنند پاوو جي
نر تي ليسر، پريتي پاڙج-
رهتي ساٿ رکاوو، آنند پاوو جي
ماله سر تي پر سواسين لونا-
پندن پوک پڌاوو- آنند پاوو جي
بتل گيان وئراڳ باند کي-
چيتن چوکي لائو آنند پاوو جي
پريم نديءَ کي تنت پر پياري-
اُنسا ارت چلائو آنند پاوو جي
کهنا ٽيٺون گيان گٽن کا رس-
پورڻ کيت پڪائو آنند پاوو جي.

مهاراج جن مٺون ٻڌڻ ۾ چند اُوچي آواز ۾ مٺي سر
سان ڳائڻ شروع ڪيو. پرماتما جاٽي سندن آواز ۾ ٻاٽيءَ
۾ ڪهڙو جادو ڀريل هو جو ڪن تي پرلاءَ پوڻ سان ٿي
هاري ناري ڪم ڇڏي موج ۾ موج وڌائڻ لڳا. ڪن ڪنيان دلاءِ
وڄائڻ لڳا ته ڪي مهاراج جن پٺيان ڳائڻ لڳا. انسان ته
پنهنجي جاءِ رهيا پر پور به اثر کان آجا نه رهيا. ٿار ۾
وهندڙ ڏاند ۽ اُٺ به جي جتي هئا اُتي بيهي رهيا. ڳانيون
مينهون ٻوڏ ۾ اچي گهڙي پيئون ڪيمت ۾ ۽ خوب جاوا
ڪرڻ لڳيون.

اُنهيءَ وقت ٻريوءَ جي ليلا اهڙي ٿي جو ٽهلرام جي
دل ۾ ويچار آيو ته سانگهاري جا ڏينهن آهن، گهڻا ڏينهن
ٿيا آهن جو ٻنيءَ تي ڪين ويو آهيان، سو اڄ ضرور وڃي
ٻنيءَ ڏانهن ٿي اچان. اهو ويچار ڪري ٽهلرام ٻنيءَ لئي وڃي
اڪتو. ٻري ڪان ڏسي ته ٻنيءَ ۾ ڳانيون مينهون ٻيون چرن،
اڃا ٽورو ويجهو اچي ڏسي ته اُٺ ۽ ڏاند ٿار ۾ ٻڌا بيٺا
آهن ۽ ڪين هڪلڻ وارو ڪوبه ڪونهي. اهو حال ڏسي
سوچڻ لڳو ته اڄ ٻني ڇڏي سڀ ڪيڏانهن ويا آهن، اڃا
ٽورو هلي نار لئي اچي ته ڏسي ته ڀڄن پيو ٿئي ۽ هاري
ناري ۽ مزور سڀ اُتي وينا آهن، ڪي پيا دلا وڄائن ته
ڪي پيا راڳ ڳائن ۽ ڀڳت ڀڪتاري لئي وينو ڳائي. اهو
رنگ ڏسي ٽهلرام سخت ڪاوڙجي سيٺي ڪي چوڻ لڳو ته
هي توهان ڇا ڪري رهيا آهيو؟ توهانکي پنهنجو خيال
ڪونه ٿو پوي ته سانگهاري جا ڏينهن آهن، پاڻي سڪي
ويندو ۽ پوک جي ستياناس ٿي ويندي. تنهن کان ته جڻ
اڳي چيو آٿم ته وڃي ٽڪاٽا وسايو. ٽهلرام ٻوءِ ستگرو مهاراج جن
ڪي چوڻ لڳو ته توکي دڪان لئي وهاريوسين ته دڪان ڦٽائي



کبنيءَ جي سنيال يا سنسگ؟

هئا. مهاراج جن کي ڏسي سڀئي خوش ٿيا. آدرستڪار ۽ پريم سان ڪين وهاريائون ۽ چيائون ته اوهين ٻه چار ڏينهن ٻڌايو.

ستگرو مهاراج جن ڀڪتارو ڪٿي ڏينهن شروع ڪيو. سروآنند ۽ گرمکداس کين پنيان وناءُ. موج لڳي ويئي. ساري سنگت پريم ۾ گد گد ٿيڻ لڳي. ستسنگ سماپت ٿيڻ ڪانپوءِ ساري سنگت پرساد وٺي پنهنجي پنهنجي گهر وئي. ان بعد ڀڳت لکميچند، ڀڳت شيوڪرام شريمتي گيالي ٻائي ۽ شريمتي ايشوري ديوي اچي مهاراج جن کان خبرچار پڇڻ لڳا. ستگرو مهاراج جن چيو ته اڄ ٻنيءَ ۾ وينو هوس ۽ چت ۾ آيو ته شاهه جي پٽ تان گهمي ڦري اچان. سو نار تان سڌو هليو آيس. سڀ سمجهي ويا ته شايد ٽهلرام کين ڳالهايو آهي جنهن ڪري ٻنيءَ تان پرباهرو هتي هليو آيو آهي. اها ڳالهه اسان کان لڪائي ٿو. انهيءَ ڪري مهاراج جن کان وڌيڪ ڪجهه ڪين پڇيائون.

صبح جو سوير سنت مينگهورام ڀيراڻي وارا پنهنجي منڊليءَ سان اچي لٿا. لکميچند ۽ شيوڪرام سنتن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ پريم سان کين آسڻ تي وهاريائون. ستگرو ٽيئون رام جن به سنتن سان ملي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ سارو ڏينهن روح رهاڻ ڪيائون. رات جو ستسنگ ٿيو. پهريئن ڀڳت چيتارام ۽ ڪرشنداس ڏينهن چيو، پوءِ ڀڳت لکميچند ۽ ڀڳت شيوڪرام ڏينهن ڪيو ان بعد سنت مينگهورام پنهنجي منڊليءَ سميت ڏينهن ڪيو. آخر ۾ ستگرو مهاراج جن ستسنگ ڪيو. پنهنجا لوان لوان ناهيل ڏينهن پريم ۽ ونراڳ سان ڳايائون. ستسنگ جي موج ۾ ڪنهن کي به وقت جي خبر ڪانه پيئي. مٿان اچي ١٢ لڳا. تنهن ڪانپوءِ رام نام جي ڌني لڳائي ستسنگ سماپت ڪيائون.

جو ۱۰ بجي ستسنگ سماپت ٿيو. سنگت ڀائي ٽهلرام کان پڇڻ لڳي ته اڄ مهاراج جن کي ڪيڏانهن ٻاهر موڪليو اٿو ڇا؟ ٽهلرام جواب ڏنو ته مون نه ڪيڏانهن ڪونه موڪليوتي ماٺس. خبر ناهي ته ڇو ٻنيءَ تان ڪين آيو آهي. شايد سانگهاري جي ڏينهن ڪري ٻنيءَ تي ٽڪي پيو آهي ۽ سڀاڻي اچي. پر سڀاڻي تي به مهاراج جن ڪونه آيا. ٽئين ڏينهن ٽهلرام ڀاڻ ڳولا ۾ نڪتو. پهرياڻين ويو ٻنيءَ تي. اتي معلوم ٿيس ته هتان ته اهيءَ ڏينهن شام جو واٽر ڪورس جو ڪنو ڏيئي روانا ٿي ويا هئا. ٽهلرام پوءِ باغ ۾ ويو پر باغ وارن کي به ڪا خبر ڪانه هئي. آخر جيڪي هنڌ سڀهيس ٿي سي ڳوليندو ڳوليندو واپس گهر آيو ۽ اچي ماتا ڪرشنا کي ٻڌايائين ته پتو ڪونه پيو. سڀ ڏينهن انتظار ۾ ڪٽيو.

رات جو ستسنگ کانپوءِ گوال لال کان ستگرو مهاراج جن بابت پريمي پڇڻ لڳا ته اتي آسورام گوپالداس جي پٽ ڇيولءِ ستگرو مهاراج جن کي مان شاهه جي پٽ ڀڳت وشنداس جي گهر ستسنگ ڪندو ڏسي آيو آهيان. ٽن ڏينهن کان وٽي سنت مينگهورام جي منڊليءَ سان گڏ ستسنگ ڪري رهيا هئا. مونکي خبر هئي ها ته مهاراج جن هتان ٻنا موڪلائي ويا آهن ته مان ڀاڻ سان وٺي اچان ها. اتي سڀني کي دلجاءِ ٿي. سنگت ٽهلرام کي چيو ته اوهين ڪين وٺي اچو ته اوهان جي مرضي. نه ته آگيا ٿئي ته اسان مان ڪي وڃن.

صبح جو ۵ بجي آتمانند ۽ منگهون رام گهوڙن تي چڙهي شاهه جي پٽ ويا. ستگورن کي ماڻي نهال ٿيا. ڪين ٻڌايائون ته ڪيئن ماتا سندن وڇوڙي ۾ ٽن ڏينهن کان روئي به ڪانهي ڪاڏي آهي. گوال لال پيو روئي ۽ ستسنگي سڀ اداس

آهن. هٿ جوڙي مهاراج جن کي وينتي ڪيائون ته سائين ڪرپا ڪري جلد سنيهو ته ڳوٺ هلون. ستگرن سندن ارداس اگهائي. سيني کان موڪلائي، اچي ڪنڊوءَ پهتا ۽ اچي ماتا جي چرنن لي هٿ ڏري ڪنڌ نوائي ويهي رهيا.

ماتا ڪرشنا اکين ۾ جل آڻي پريم سان ستگورو مهاراج جن کي چوڻ لڳي ته ابا، هي تون ڇا ٿو ڪرين؟ بنا ٻڌائڻ جي جتان تو اچڻ جي اٿان تو پڇي وڃين. هتي سڀ ستسنگي ۽ اسين ساري رات تنهاري ڇنتائون پيا ڪريون. ٻنيون، باغ ۽ ٻيو ڪم ڪار رلي ويو آهي. هڪڙو تنهل ڇا ڪري ڇا ڪري سگهندو، ڪيڏانهن وڃي ڪيڏانهن ويندو؟ تون پڪتي پلي ڪر پر گهر جي به ته ڪجهه ڪر. جي توکان ٻنيءَ جو ڪم ٿي سگهي ته گهر ويهي سنتن ۽ ڳالڻن جي شيوا ڪر.

ستگورو مهاراج هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته ماتا، مان ته رات ڏينهن پنهنجي گهر نلهڻ ۾ لڳو پيو آهيان. پر ڇا ڪريان؟ تمام ڳهڻن ڏينهن کان گهر ڦٽل آهي. ڪوشش ته تمام گهڻي ٿو ڪريان، وڌيڪ اوهانجي آسيس ٿيندي ته ضرور جلد تهي پوندو، جنهن ۾ ويهي آرام ڪندس. وري به جيئن آگيا ڪريو تيئن ڪريان.

ستگورو مهاراج جن جي اهڙا اهڙا پيارت وچن ٻڌي خوش ٿي کين چوڻ لڳي ته پٽ، مان توکي اهائي آسيس ٿي ڪريان ته شل جلد تي اٿهيءَ ابناسي گهر ۾ آرام پائين، پر هن گهر جي به ڪجهه ڪار ڪر ته چڱو. تنهل گهڻي ڪم ڪرڻ ڪري ٿڪجي ٿو پوي ۽ تمام ناراض ٿو ٿئي. گوال به پورو دل سان ڪم نٿو ڪري. تنهن ڪري ٻچا اٿين ته ڪر. جنهن ۾ تنهل خوش ٿئي سوئي ڪر. ايترو چئي ماتا

بس ڪئي . تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن ۽ ڳوال لال سنتن کي روٽي کارائي ۽ پوءِ پاڻ به کاڌائون . ڪلاڪ کن آرام ڪري سنتن سان رهاڻ ڪرڻ لڳا .

هوڏانهن ستگرو مهاراج جن جي اچڻ جي خبر ڪنڌوٽ ۽ سالاري ۾ پکڙجي ويئي ، سو ڪيترائي پريمي ستسنگي مهاراج جن جي درشن لاءِ اچي ڪٺا ٿيا . ٻه اڍائي ڪلاڪ سنتن جي گيان وارتا هلي . اُن بعد ستسنگي ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳا ته هي پريو ، توهان جو چار چار ڏينهن ٻاهر هليا ٿا وڃو ، سو اسان تمام اُداس ٿي ٿا پئون . ڀهينئر ٻه ٽي ڏينهن کانپوءِ درشن ڪيو اٿئون . پر اهو ٽي ڏينهن جو وڇوڙو پنجن ورهين برابر ٿا سمجهون . ڪرپا ڪري ڪيڏانهن به نه وڃجو . جي وڃو ته آئينده اسان کي به ساڻ وٺي هلجو . تنهن تي ستگرو مهاراج جن مشڪي فرمايو ته اَبا ، اِها ڳالهه ڏکي آهي . پر تمام پري آهي ، مٿان ٽڪجي وڃڻ سان نه موٽي اچو يا ويهي رهو . تنهن ڪري ڏيري ڏيري هلڻ چڱو آهي . ايترو چئي ستگرو مهاراج سنتن ۽ ستسنگين سان گڏجي باغيچي مان ٿيندا درياهه جي ڪناري تي سير ڪرڻ لڳا . اُتي ڪيمارام همٿ ڪري چوڻ لڳو ته هي پريو ، توهان جو اسان کي چيو ته ڳالهه ڏاڍي ڏکي آهي ۽ پند به تمام پري آهي سو ڪرپا ڪري ٻڌايو ته ڪهڙي ڳالهه آهي ۽ ڪيترو پري آهي .

سترگرو مهاراج جن فرمائڻ لڳا ته اَبا ، ڳالهه ڏکي اِنهيءَ ڪري آهي جو پريوءَ سان نيهه لڳائي اَنت تائين نباهڻو آهي ۽ پڇاڙيءَ تائين نباهڻ ڏاڍو ڪٺن آهي . پيو ٽي لڄائون لاهڻيون آهن . ١ . لوڪ لڄا ٢ . ڪُل لڄا ٣ . ويد لڄا . پهرين لوڪ لڄا . ماڻهو مهڻا ڏيندا ، طعنا هڻندا ، نندا ڪندا ، لعنتون

وڃهندا ۽ گهڻت وڌ ڳالهائيندا. ڪنهن مهل ته ڳاريون به ڏيندا ۽ اهو سڀ صبر سان سهڻو آهي. تنهن ڪانپوءِ ڪل لڳا يعني گهر جا ڪٽنبي، مت مائٽ چوندا ته تو اساڃو ڪل بوڙي ڇڏيو آهي، اساڃا ڪنڌ پيچي ڇڏيا آٿيئي. ٻاهر ڪنڌ هيٺ ڪيو پيا هلون. ماٺهو اسان تي ڦٽڪار ٿا وجهن ته توهانجو ڪل ڪهڙو؟ اوهان شان مان وارا توهانجا ڇوڪرا پيا ساڌن وٽ ڀهاريون پائين، جٽيون صاف ڪن ۽ جڙُ نا باسڻ ملين! توهان پنهنجن وڏن جي عزت تي ٻوڙي ڇڏي آهي، اُنهيءَ ڪانپوءِ ٽين آهي. ويد لڳا يعني ڪرم ڪانڊي، مذهبي چوندا ته هي ڪرم ڌرم ڪان ڀرشٽ ٿيو ويو آهي. پيا به ايڪ پرڪارن جا ڏک ڏيئي ستائيندا. پڇاڙيءَ ۾ اُنهن پريوءَ جي پيارن ڪي مذهبي مارڻ لاءِ به تيار ٿيندا آهن، سو هيءُ پڳتيءَ جي ڳالهه تمام ڏکي آهي. پيو پنڌ پرئي آهي. يعني آتم تتو جي ڳالهه سوکيم ۾ سوکيم آهي. جا اول ته سمجهه ۾ ئي اچي ۽ وشواس به ڏکيو تو پڌ جي. ڪيترا ٻڌي رستو ئي ڇڏيا وڃن، ڪيترا اهو رستو ڏسي موٽيو اچن ۽ ڪي ته تورو پنڌ ڪري ٽڪڇي واٽ تي ونهيو رهن، ڪي وري اڌ تان موٽيو اچن، ڪي دروازي تي پهچي در لنگهڻو ڏسي موٽيو اچن. ڪوئي ڪوئي پرم ونراڳي ۽ وويڪي وڏ ڀاڳي، ستگرن جي ڪرپا سان انهيءَ اُبناسي آتم گهر ۾ وڃي پهچي ٿو. اهو ٻڌي سيئيئي ستسنگي هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته هي پريو، اهو رستو اسانکي به ڏيکاريو. توهانجي آشيرواد سان ڏکي ڳالهه به سولي تي پوندي ۽ ضرور پنڌ ڪري وڃي پهچنداسون.

اها گيان چرچا ڪري سڀ لٿي مهل آستان تي موٽي آڇي ستسنگ ڪياٿون. اُنهي ڏينهن ستسنگ ۾ تمام گهڻي

خلق آئي هئي. ستگرو مهاراج جن به ڏاڍو رنگ رچائي
ڇڏيو. ستسنگ کانپوءِ ٽپدار واحد بخش مهاراج جن کي چيو
ته توهان کان سواءِ تمام بساڻي ٿي پيئي هئي. ٻيو ته ڪالهه
پنهنجن وري مختيارڪار صاحب کي ٻي درخواست ڪئي
آهي. مختيارڪار صاحب چيو آهي ته مان روبرو اچي ڏسندس،
سو سڀاڻي صبح جو ۱۰ بجي مختيارڪار صاحب هتي ايندو.
اهڙو اطلاع مونکي به آيو آهي. تنهن ڪري سڀاڻي توهان
ڪرپا ڪري ڪيڏانهن نه وڃجو. ستگرو مهاراج جن مشڪي
چيو ته ابا اسان چار پنج ڏينهن شاهه جي پٽ تي سنتن جو
ديدار ڪرڻ ويا هئاسون ۽ هاڻي هتي ئي آهيون. ڀلي
مختيارڪار صاحب اچي. توهان ڪوئي خيال نه ڪريو.

ٻئي ڏينهن صبح جو ۱۰ بجي کن واحد بخش ٽپدار،
مختيارڪار ۽ ۱۵-۲۰ پنهنجي ستگرو مهاراج جن جي آستان تي
آيا. ٽپدار، مختيارڪار کي ٿلهو ڏيکاريو ۽ ٻڌايائين ته هتي
هر روز چار پنج ڪلاڪ ستسنگ ٿيندو آهي جتي ڪنڊوءَ
۽ سالاري شهرن جي گهڻي خلق ايندي آهي. ٻيا به ڪيترا
سنت فقير هن درويش جي ديدار لاءِ ايندا آهن. ٻنبارو
به رات ڏينهن چالو رهندو آهي. جيڪي اچن سي روٽي
کائي وڃن. هي درويش درد وارو ۽ ڏاٽيءَ سان پهتل آهي.

مختيارڪار ايترو ٻڌي ستگرو مهاراج جن ڏانهن نهاريو
ته ستگرو مهاراج جن ٿورو مشڪي مختيارڪار کي چيو ته
اچو متي اچي ويهو. مختيارڪار ۽ سڀ پنهنجي متي ٿلهي
تي چڙهي مهاراج جن جي پرسان اچي ويٺا. ستگرو
مهاراج جن ستسنگين کي چيو ته ابا ٽڪري ۽ چٽي
ڪٽي اچو ۽ سڀني کي کارائي جل پياريو. تنهن کان پوءِ
مختيارڪار سر زمين ڏسي روبرو ڏٺي. ستگرو مهاراج جن
اڳيان رکي چوڻ لڳو ته هي فقير سائين هاڻي اسين وڃون

ٿـا، دعا ڪجو. ٻيو ڪا اسان لاءِ ڪار خدمت هجي ته
اسين حاضر آهيون. مهاراج ڄن مختيار ڪار کي مشڪي ڇيو
ته اڄوڪو ڏينهن هتي رهو ۽ ٿڪري ٻاٽي ٻـ اسان وٽ
کائو. ٻيدار همت جوڙي ڇوڻ لڳو ته هي سائين روٽيءَ جو
اسان اڳ ۾ ئي بندوبست ڪري ڇڏيو آهي. اڄوڪو ڏينهن
مختيار ڪار صاحب کي هتي ترسايون ٿـا. رات جو اچي
اوهانجو ستسنگ ٻڌائيداسون. ايترو چئي سيٺيءَ موڪلائي
پنهنجي جاءِ تي ويا. جيڪي پنڊپاتي ماڻهو مختيار ڪار سان
گڏ آيا هئا تن اهو سارو رنگ ڏسي وڃي مکيءَ کي ٻڌ ڪائڻ
لاءِ ڇيو ته مختيار ڪار پاڻ پيتا رکي ٿو پيو ٽيڪيءَ ڇوي. پيو
ته ٻيو ٻـ ڪا خدمت هجي ته حڪم ڪريو، باقي ٽلهي
بابت ته مختيار ڪار ڪجهه به ڪين ڇيو. تنهن ڪري توهان
اسان سان گڏجي ديري تي هلو ته روبرو مختيار ڪار کي ٽلهي
بابت ڪيس ساري حقيقت ڏيان تي آڻيون. مکيءَ پنهنجي سان
گڏجي مختيار ڪار کي ٽلهي بابت ساري ڳالهه ڪري ٻڌائي ۽
زور ڀرڻ لڳو ته اهو ٽلهو ضرور ڊهرايو وڃي. مختيار ڪار ڪين
ڇيو ته مان ٽلهو ڏسي آيو آهيان، بزار کي ڪا به روڪ ڪانهي.
بزار لاءِ اڃا ڪافي رستو آهي. مختيار ڪار مکيءَ کي ڇيو ته هي
ڌرم جو ڪم آهي. ڪيتري خلق درويش جي آستان تي روٽي
کائي ۽ ستسنگ ٻڌندي آهي. توهان ته پاڻ خوش ٿيو جو
توهانجي ڳوٺ ۾ هڪڙو ڪامل درويش پيدا ٿيو آهي. سچ
پچ ته توهانجي شهر جو ڀاڳ جاڳيو آهي. اسان ته درويش
جو ديدار ڪري ڏاڍو خوش ٿيا آهيون. توهان ٿوريءَ ڳالهه
ڪري ناراض نه ٿيو. ڀل ٽلهو ٺهيو پيو هجي. مختيار ڪار
جي اها ڳالهه ٻڌي سيٺيءَ موٽي مکيءَ جي جاءِ تي آيا. پنچ
مکيءَ کي ڇوڻ لڳا ته ڊپٽي ڪليڪٽر کي درخواست ڪري
هو ٽلهو ڊهرائجي. مکيءَ پنهنجي کي ڇيو ته ساري شهر جي

پنچائت کي ٿا ڪريون، پوءِ جنهن پنچن فيصلو ڪيو تنهن
ڪنداسون. ساري شهر جي پنچائت کي ٿي. انهي مکيءَ
آئي چيو ته ڀائرو، سڀني جيڪو بي قاعدي ٽلهو ٺهرايو آهي
تنهن بابت اسان به درخواستون هالن لوڪن جي مختيارڪار
کي ڪيون هيون ۽ اڄ مختيارڪار پاڻ ٽلهو روبرو ڏسڻ آيو
هو پر ڪجهه ڪيائين ڪو نه. انهو چيائين ته هي ڌرم جو ڪم
آهي ۽ توهان ناراض نه ٿيو، پل ٽلهو ٺهيو پيو هجي. تنهن
۾ هاڻي ڀائرو توهانجو ڪهڙو ويچار آهي؟ جنهن فيصلو ڪريو
تنهن ڪريون. مکيءَ جي ڳالهه ٻڌي ڪي پنج چوڻ لڳا ته
حيدرآباد هاءِ ڊپٽي ڪليڪٽر کي درخواست ڏيڻ گهرجي
ڇو جو اڄ ٿوري جڳهه ڪنهين آئن، سڀاڻي وري بازار جو
ٽڪرو ڪٽي وجن ته ڇا ڪنداسون؟ تنهن ڪري ٻه ٽي ڄڻا
اڄ ئي حيدرآباد روانا ڪريو. ڪي چوڻ لڳا ته ڀائرو
توهان سڀني ۽ ستسنگ جي مهما ڄاڻو ٿا ۽ جيڪي مختيارڪار
چوي ٿو سو بلڪل ٺيڪ آهي. برابر ڌرم جو ڪم آهي ۽
ساري شهر واسطي سک آهي. سڀيئي هر روز امت نيم سان
ستسنگ ٻڌي جنم سڦلو ڪن ٿا. تنهن ڪري ضد ڇڏي
ڏيو. ذرا ويچار ڪريو ته جنهني مختيارڪار جهڙو ماڻهو پيٽا
رکي مٿو ٽيڪي ويو آهي، انهي جي حيدرآباد جو ڊپٽي
ڪليڪٽر به اچي پيٽا رکي مٿو ٽيڪي وڃي ته پوءِ پاڻ ڇا
ڪنداسون؟ انهو جيڪي ٻيا ماڻهو ٻڌندا سي پاڻ تي کلندا.
تنهن ڪري انهيءَ ڳالهه کي انهي ڇڏي ڏيو ڇو جو سڀني
کي رنجائڻ به ٺيڪ ڪين آهي.

مکي صاحب پنچن کي چيو ته اوهان ٻئي پاسا ٻڌا آهن.
ڪي چون ٿا ته ٽلهو ڍهرايو وڃي ۽ ڪي چون ٿا پل ٺهيو
پيو هجي. سو هاڻي اهڙو فيصلو ڪريو جنهن پنچائت ۾ بـ

بگاڙو نہ ٿيو. ان تي ٻابي رگھورام مکيءَ کي چيو تہ
ووٽ ونڌي فيصلو ڪرايو. جنهن پاسي ووٽن جي گهڻائي
هجي اهو فيصلو اسان کي قبول آهي. مکي صاحب پنهنجن کي
چيو تہ جيڪي پائر تلهي ڌرانڻ جي فائدي ۾ هجن سي
هٿ مٿي ڪن. اڪثر منو سو کن ماڻهن هٿ مٿي ڪيا.
وري مکيءَ چيو تہ هاڻي جيڪي پائر تلهي قائم هجڻ جي
فائدي ۾ هجن سي هٿ مٿي ڪن. اڪثر پوڻن ٻن سون
ماڻهن هٿ مٿي ڪيا. اهڙيءَ طرح گهڻائيءَ جي راءِ ڏسي
مکيءَ فيصلو ڏنو تہ تلهو پنل نہيو پيو هجي. راڄ جو ستسنگ
۾ ٽپدار ۽ مختيار ڪار بہ آيا. تلهو نہ بچاءِ خود پر ٻزار بہ
خلق سان پرچي ويٺي. پوءِ ٻن گوال لال ۽ ٻين ستسنگ ڪيو.
تنهن ڪانپوءِ ستگرو مهاراج جن جيڪي ڀڄن ڳايا تن ۾ هيٺيون
ڀڄن پڻ هو.

## راڳ وهاڳ

تلہ- جت پاهہ پري سا جاءِ جري -
دک درد بنا دانهن ڪير ڪري.

١- درد دکن جت ڪيڙا ديرا - جوش جلايا تن جا جيرا،
جان جنديءَ جيئن ڏيئي ڦيرا - ڏو لگر من کي زوز ڏري.
٢- درد دکن جا اڀريا ڏو لهان - ستگر وچنن تيرا سؤ لهان،
عشق اگن جون ساڙن لوانهان - محبت جي مچ ۾ تہ مري.
٣- جنهن گهر جاڙيو تنهن گهر آباد ٿيو - صورت ۾ سو ساز لهاريو،
ديهہ پنهنجيءَ ۾ ديڪ پاريو - ڏيان تنهن جو روز ڏري.
٤- درد دکن جون ڀڄن دانهون - سر ڏئي سي سچ سدائون،
٥- ڪر جوڙ ڪر کهنا ٽيڪون - پريم سندو آهہ پند پري.

اهڙي پريم ۽ وراڳ سان ڳايائون جو سنگت کان پنهنجو
گهر ٻار بہ وسري ويو. مختيار ڪار کي پريم مان اکين ۾ جل

۾ جي آيو. ستسنگ سماپت ٿيڻ کانپوءِ ساري سنگت پرساد وٺي پنهنجي گهر ويئي. مختيارڪار ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته هي درويش سائين اسان توهان جو ستسنگ ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيا آهيون. سڀاڻي صبح جو اسان هالن موٽي ويندا سون. تنهي جو فيصلو ٿي ويو جو قائم رهندو. ٻي ڪا ڪار خدمت هجي ته اسين وڏي خوشيءَ سان ڪنداسون. توهانجو نياپو ئي اسان لاءِ ڪافي آهي. ايترو چئي مختيارڪار ۽ تپيدار پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ويا.

ڪيترا ستسنگي هٿ جوڙي ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳا ته هي پريو اسان هر وقت توهانجي چرن ڪملن ۾ رهڻ ٿا چاهيون ڪرپا ڪري اسانکي پنهنجي شرڻ ۾ رکو. سنساري وهنوار ۾ ڦاٿي اسانجو چت نٿو لڳي. مرضي اٿئون ته سدائين اوهان جي چرنن ۾ رهي شيوا ڪريون. ايترو چئي سيئي پريمي مهاراج جن جي چرنن ۾ ڪري پيا. ستگرو مهاراج جن سندن اکيون آلي پريم ڏسي کين اٿاري دلداري ڏيئي چوڻ لڳا ته ٻچا ڪوئي خيال نه ڪريو، صبح جو سوير اچجو، پرماتما سڀ ڀلي ڪندو. ستگرو مهاراج جن جا اهي دلداريءَ جا وچن ٻڌي سيئي پريمي خوش ٿيا.

صبح جو سوير سيئي ستسنگي پرساد ۽ پوڄا جي سامگري کڻي اچي ستگرو مهاراج جن جي پوڄا ڪري گور منتر وٺي شش ٿيا. انهن مان ڪن مکيه ماڻهن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا - آسورام، آتمانند، پرمانند، منگهن رام، ميگهراج، ناڪورام، ڪيمارام، اوم پرڪاش، جيجن رام، آلوزام، ريجهو رام، لالو رام، ڪلو رام، پاريارام، جينو پيٽ، آسو مل سونارو، بابو جاليرام، ٽڪيارام، نيڪورام، واڌو رام، ويرسي رام، ڪشن رام، راءُ راءِ، آنند رام بيا به ڪيترا ڪنبوءَ ۽ سالارن

جا پريمي پائي مائي ۽ واحد بخش لپدار ستگر مهاراج جن کان نام جو اُپديش وٺي شش ٿيا.

جن پوءِ لئن ستگرو مهاراج جن جو چت ونراڳ ۽ ڀڳتيءَ ۾ پربو ويو ۽ ڏاڍي پريم ۽ ونراڳ سان ستسنگ ڪندا هئا.

هڪ ڏينهن مهاراج هوندلداس اچي ستگورو مهاراج جن جي ستسنگ ۾ ويٺو. ستسنگ سماپت ٿيڻ کانپوءِ هٿ جوڙي ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته هيءُ داس بڪيو اوهان جي در تي آيو آهي. ڪرپا ڪري پنبداري مان کو ڪٽڪو ڪاڙايو، جو ڪائي من ۾ شانتي اچي. ائين ٿي پريم وچان اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيس. ستگورو مهاراج جن هوندلداس ڏانهن نهاري چوڻ لڳا ته توهان پاڻ وڏا ودوان آهيو ۽ شاستر به پڙهيل آهيو ۽ ڪٿائون به ڪندا آهيو. سڀ ڪجهه ڄاڻو ٿا. اسان ته اڻپڙهيو ڄاڻون ڪوله جو توهان کي وڌيڪ ڪجهه ٻڌايون. تنهن تي مهاراج هوندلداس هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي پرڀوُ، پڙهيا ته گهڻو آهيون، پر سڀ شاستر به چون ٿا ته پورن ستگروءَ کان سواءِ آتما جو ساکيات ڪار نه ٿيندو ۽ نه وري من کي شانتي ملندي. سو مان گهڻي وقت کان وٺي ستگروءَ جي ڳولا ۾ هوس. گهڻن ئي مهاتمائن، سٽ پرشن سان روح رهاڻ ڪيم پر منهنجو من ڪٿي به نه لڳو. اڄ توهان جو ستسنگ ٻڌي منهنجي دل ۾ پورن وشواس ٿيو آهي ته منهنجو اُڌار اوهان وٽان ئي ٿيندو.

گنگــا متُرا ڪاشي ڦــريــو ــ ڦــريــو تيرٿ ساري،
ڪهان نهين مُجهه پرڀــو مليا ــ آيــو شرن تمهاري.

سو پرڀوُ مان اوهان جي شرن آيو آهيان. ڪرپا ڪري ڀڳوان ملڻ جو رستو ڏيکاريو ته آتما جو درشن ڪري جنم مرڻ جو ڦيرو مٽايان.

مهاراج هوندلداس جو اهڙو پريم ڏسي ستگرو مهاراج ج
چيس ته چڱو آبا هر روز صبح جو سوير اچي سنتن جي شيو
ڪجو. ڀڳوان تڙيو ٿي ڀلي ڪندو. مهاراج هوندلداس ڏاڍ
خوش ٿيو ۽ پيرين پئي پنهنجي گهر ويو.
رات جو روٽي کائي ستگرو مهاراج جن آرامي ٿيا ته
گوال لال کي چيائون ته آبا، هاڻي وڃي آرام ڪر. گوال لال
هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي پريو، هن داس تي به ڪرپا
ڪري نام جو اپديش ڏيو. مهاراج جن چيس ته تون اچا پار
آهين، پريم سان سنتن جي شيوا ڪندو رهه، پوءِ توکي
نام ڏينداسون. اکين ۾ پاڻي آڻي گوال لال چيو ته هي پريو
ڪرپا ڪري مونکي هينئر ئي نام جو اپديش ڏيو جو پوءِ
متان سنساري مايا ڦاسائي ڇڏي. مان سدائين اوهان جي
چرنن ۾ رهي شيوا ڪندس.
گوال لال جو اهڙو پريم ڏسي چيائون ته آبا، توکي به جلد
ئي نام ڏينداسون، خيال نه ڪر. هاڻي وڃي آرام ڪر.
صبح جو سوير مهاراج هوندلداس آيو. ستگرو مهاراج جن
کي پيرين پئي هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته پريو داس حاضر
آهي، جيڪا شيوا هجي سا آگيا ڪريو. ستگرو مهاراج جن
چيس ته مِٺ تيل ڪڻي سڀني سنتن کي اشنان ڪرائي،
ڪري ڪارائي پاڻي پياريو. اها آگيا پائي مهاراج هوندلداس
مِٺ تيل ڪڻي سنتن کي وٽي کوهه تان اشنان ڪرائي آيو
۽ ڪري ڪارائي جل پيار ياڻين تنهن کانپوءِ ستگورو مهاراج جن
کي چوڻ لڳو ته ٻي ڪا شيوا ڏيو. ستگرو مهاراج جن چيس
ته سنتن لاءِ وڃي ويهو ۽ جيڪا شيوا چون سا ڪجو. سنتن
ئي روٽي کارائي پاڻ به کائي پوءِ گهر وڃجو. شام جو ٦ بجي
چي ستسنگ جا آسڻ وڇائجو. مهاراج هوندلداس وڃي

سنتن جي شيوا ڪرڻ لڳو. سنتن کي روٽي کارائي، پاڻ به کائي پنهنجي گهر ويو. شام جو اچي ستسنگ جا فراش وڇائيائين. اهڙي طرح ڪجهه وقت ڏاڍي پريم سان شيوا ڪيائين.

جڏهن ستگرو مهاراج جن ڏٺو ته هوندلداس کي ذات يا وديا جو ايمان ڪونهي ۽ ڪهڙي به قسم جي شيوا ۾ سنڪوچ نٿو ڪري، تمام گهڻي شرڌا ۽ پريم به اٽل آهس تڏهن کيس نام جو اڌڪاري سمجهي چيائون ته، ابا سڀاڻي ٨ بجه اچجو ته توهان کي نام جو رستو ٻڌائيندا سون.

اوڏي مهل ستگرو مهاراج جن گوال لال کي چيو ته سڀاڻي توکي به هوندلداس سان گڏ نام ڏيندا سون.

ٻئي ڏينهن صبح جو ٨ بجه گوال لال ۽ هوندلداس پوڄا جي سامگري ۽ پرساد کڻي آيا ۽ ستگرو مهاراج جن کي پيرين پئي اچي وينا ۽ گر منتر وٺي ستگرو مهاراج جن جا شش ٿيا. تڏهن کان پوء ستگرو مهاراج جن کين چيو ته هاڻي پرشارٿ ڪري پنهنجي آتم سروپ کي پايو. ٿورو ڳالهايو، ٿورو کائو ۽ ٿوري ننڊ ڪريو. رات ڏينهن اڀياس ڪريو ۽ سنتن جي شيوا پڻ چت لائي ڪريو.

پيا به ڪيترا جگياسو ۽ ستسنگي هر روز صبح جو سوير آتي مهاراج جن وٽ ايندا هئا، ڪي گائين جي شيوا ڪندا هئا، ڪي ٻهاري ڏيندا هئا، ڪي پاڻي ڀريندا هئا، ڪي باسڻ مليندا هئا ته ڪي سنتن جي شيوا ڪندا هئا. شيوا ڪري وڃي پنهنجن گهرن جا ڪم ڪاريون ڪندا هئا ۽ وري به اچي سنتن جو گيان گوشٽ ٻڌندا هئا. رات جو ستسنگ سماپت ٿيڻ کانپوء ١٠-١١ بجه گهر موٽي ويندا هئا.

هڪ ڏينهن شام جو ٦ بجه مهاراج هوندلداس ستسنگ

جي ٿلهي جي ويني ڀاري پاتي تہ سندس هڪ پيارو ججمان
ڀڳت باسري رام اُتان اَچي لنگهيو. مهاراج هوندلداس کي
ڀاري پائيندو ڏسي چوڻ لڳو تہ مهراج هي ڇا وينا ڪريو؟
توهان پاڻ وينا ڀاري ڍويو! هي واٽيا توهان جي شيوا ڪن
يا توهان هنن جي شيوا ڪريو؟ ماڻهو ڇا چوندا؟ شهر جا
ماڻهو اوهان جي ننده ڪندا. تنهن تي مهاراج هوندلداس
چيس تہ سارو سنسار تہ اسان جي وينو شيوا ڪري پر اسان
جو ٻہ تہ ڌرم آهي تہ ڪنهن جي شيوا ڪريون، سو هيءَ
جاءِ اسان جي شيوا ڪرڻ جي آهي. ستگرن ۽ سنتن جي
شيوا نہ ڪريون؟ گرو گرنٿ صاحب اوهان روز پڙهندا
آهيو، صاحبن لکيو آهي تہ 'چار پدارٿ جيڪو مانگي،
ساڌ جنا ڪي سيوا لاڳي.' سوئي پيارا جي توهان بہ پنهنجو
اُڌار چاهيو تہ هن در تي اَچي شيوا ڪريو. اِهو ٻڌي
باسري رام، مهراج جي گهر اَچي سندس وڏي ڀاءُ مهراج
گرڌاري رام کي ٻڌايو تہ اوهان جو ننڍو ڀاءُ هوندلداس،
ٽيئون رامجن جي گهر وينو ڀاري پائي، جُونا ٻاسڻ ملي
۽ توهان جو ڪرم ڌرم ڀرشٽ ڪري. توهان اسان جا پوڄنيڪ
گرو آهيو، اسين توهان جي شيوا ۽ پُوڄا ڪريون ڪين توهان
اسان واٽين جي ڪريو؟ ڪيترن ڏينهن کان وٺي مهراج
هوندلداس، ٽيئون رام جو شش ٻڻجي شيوا پيو ڪري.
توهان کي شايد اُنهيءَ ڳالهہ جي خبر ناهي، جي توهان برهمڻ
تي لانين ڪرڻ لڳندا ۽ پنهنجو ڪرم ڌرم وڃائيندا تہ ڪير
اوهان جي پُوڄا ڪندو؟ جي توهان کي اعتبار نہ اَچي تہ
روبرو وڃي ڏسي اَچو. مهراج گرڌاري لال اهو ٻڌي پنهنجي
ڇوڪري کي سڏي چيو تہ، ٻنت ڏسي اَچ تہ ڪاڪهن ڇا
وينو ڪري. ڇوڪري ڏسي اَچي ٻڌايو تہ ڪاڪو ٻاسڻ پيو

ملي. ٻڌي گرڌاري لال چپ ٿي ويو.

رات جو ستسنگ ٻڌي مهراج هوندلداس گهر موٽيو
مهراج گرڌاري لال کيس چيو ته تون ٻيئون رام جي گهر
تو وڃي شيوا ڪرين؟ مون ٻڌو آهي ته تو هن کان اُپديش
ورتي هن جو شش بڻيو آهين. هنجي گهر ۾ ڀاريون پيو پائين
چوُنا پاسڻ پيو ملين ۽ فراش پيو وڇائين. ماٺهو ڇا چوندا
تون پنهنجي شان ڏانهن ڏس. اسين برهمڻ ٿي واڻين جي
شيوا ڪريون؟ اِها ڳالهه توکي سوُنهين ٿي؟ پنهنجو ڪرم
ڌرم ڀرشٽ نه ڪر.

هوندلداس هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته پائوُ مون برابر ڪين
ستگرو ڪيو آهي ۽ شيوا ٻه ڪندو آهيان، جو جگياسوُ ۽ جو
ڌرم آهي ته گرن جي هر پرڪار شيوا ڪري. سيڀئي شاستر
ٻه اِئين ٿا چون ته ديهه ڌاري گروءَ کان سواءِ گيان جي پراپتي
نه ٿيندي آهي ۽ گيان کان سواءِ مڪتي نه ملندي آهي.
خالي شاستر پڙهڻ سان آتما جو ساکيات نه ٿيندو.

**سلوڪ ـ ويد آڏي اُڏ ڏي گربن لڳي ـ لاڳي لوڻ سمان**
**بادل گرمک دوار ٿي ـ امرت ٿي اڏڪان.**

**ارٿ:**ـ ويد شاستر بادل سمان آهن. گروءَ کان سواءِ
ڪارا لڳندا، جئن سمنڊ جو پاڻي کارو آهي. پر اهو ئي پاڻي
بادلن دوارا منو تي اُچي ٿو، تئن ويد گرنت پورن گروءَ
دوارا پڙهبا ته امرت سمان ٿي جيو کي اَمر بڻائيندا. الهيءَ
ڪري مون شاستر جي آگيا پائي ستگرو ڪيو آهي. تنهن
تي مهراج گرڌاري لال چوڻ لڳو ته تنهنجي ڳالهه برابر آهي
پر ڪو مهاتما، ڪو وڏو سنياسي، ڪو وڏي نالي وارو
گديسر گرو ڪرين ها ته تنهنجو نالو ٻه ٿئي ها. هيئنر جيڪو
ٻڌندو سو اُلٽو ننڊا ڪندو. اسالڪي ٻه ڪنڌ هيٺ ڪرڻو

پوندو. ماٺهو اَپجس ڪندا ته توهان ڇا ڪيو آهي جو پنهنجي
اُتم برهمڻ پٽي کي ناس ڪري ڇڏيو. ڪل کي ڪلنڪ
لڳايو، تنهن ڪري اڄ کان وٺي ٽيئُون رام جو شش نه چوائج
۽ نه سندس گهر وڃي شيوا ڪج. جي اسان جي ڳالهه نه
مڃيندين ته اسان توکي گهر ۾ ڪونه رهائيندا سون. اهو ٻڌي
هوندلداس پاءِ کي چوڻ لڳو ته توهان مون کي پتا سمان
آهيو. ودوان ۽ شاسترن جا ڄاڻو آهيو سو توهان ڪهڙي تا
صلاح ڏيو؟ سندر مهراج وڏو ودوان هو، پوءِ سودر ذات
جي پڄاري دادوءَ کي ڇو گرو ڪيو هئائين؟ هنکي گرو
ڪرڻ سان ڇا سندس برهمپڻو ناس ٿي ويو؟ توهان ودوان
آهيو. مون کي ناهي سمجهايو. مهراج گرڌاري لال چوڻ
لڳو ته سندر مهراج برابر برهمڻ ٿي ڪري دادو مهراج جو
چيلو ٿيو هو پر ڪيس برهمڻن جي پنچائت پنهنجي نيات مان
ڪڍي ڇڏيو هو. تنهن تي هوندلداس چوڻ لڳو ته پلئي
مونکي به نيات مان ڪڍي ڇڏيو.

## دوهرو- گنگا ڪاشي گرنار تڪ- ڪوڄا چارون ڌام هوندل ڪي من پائيا- ستگرو ٽيئُون رام.

مون جيڪو ستگرو ڪيو آهي تنهن جو ٿي شش چوائيندس
۽ شيوا به ڪندس. اهو جواب ٻڌي مهراج گرڌاري لال
ڪٽي چپ ڪئي ۽ دل ۾ ويچار ڪيائين ته سنت کي وڃي
چوندس ته هوندل کي پاڻ وٽ اچڻ نه ڏيو. اهو ويچار
ڪري ٻاهر هليو ويو.

ٻئي پاسي ستگرو مهاراج جن جا پيا به جيڪي جگياسو
۽ پريمي هئا تن کي به سندن مائٽ چوڻ لڳا ته توهان گهر
جو ڪو به ڪم دل سان نٿا ڪريو ۽ سارو ڏينهن سادن وٽ
وينا آهيو. رات جو ١٢ بجه ڌڪا کائي گهر ٿا اچو. اسان

توهان ڇا لوڪن تي ڏر پئي وينا ڀاريون نه اجهو ته اچن.
پر توهان کي پنهنجو ڪو به خيال ڪونه ٿو ٿئي. اڄ ڏينهن
کان وٺي سنت وٽ نه وڃجو. جي ويندا ته پاڻ ڄاڻو ٿا.
ٻيو به گهڻو ئي گهٽ وڌ ڳالهائي مائٽن کين منع ڪئي. پر
انهن پريمين ۽ ستسنگين پنهنجي مائٽن جي سمجهائڻ يا دڙڪن
تي ڪو به ڌيان نه ڏنو. جئن روزانه نت نيم سان ستگرو مهاراج جن
وٽ ايندا ويندا هئا، تئن ئي اچڻ وڃڻ لڳا. آخر ڇوڪرن
کي مائٽ مارڻ لڳا. ڪن کي ڪوٺين ۾ پوري، تالا ڏيئي
بند ڪيائون. ڪن کي نوڙين سان ٻڌي ڇڏيائون. پر جئن
جئن مائٽ پيا مارين تئن تئن سندن ورتي وئي ويراڳي
ٿيندي ۽ پريم ويو پختو ٿيندو ڇو جو سنسار جو دک به
ويراڳ جو ڪارڻ آهي.

**سلوڪ - جئن جئن ٽوڪي لوڪ - تئن تئن مون تاڪيد ٿئي.**

انهيءَ ڪري پاڻ جيڪو سنسار ۽ مٽن مائٽن ۾ موهه هون
سو لڪرندو وين. جئن بندرابن ۾ گوپيون گوال، ڪرشن جي
مرليءَ جو آواز ٻڌي، لوڪ لڄا لاهي، پنهنجو ڪم ڪار
ڇڏي ۽ ڪنهن جي پرواهه نه ڪري ڀڳوان جي چرنن ۾
ڀڄي مرليءَ تي مست ٿي ويندا هئا، ڪابه وهنوار يا سنسار
جي خبر ڪانه پوندي هئن تهڙي طرح سيئي جگياسو ۽ پريمي
ستگرو مهاراج جن جي پيچن روپي مرلي ٻڌندا هئا ته يڪدم
ستگرو مهاراج جن جي چرنن ۾ اچي ستسنگ ٻڌندا هئا.

**سلوڪ - ڏنو نيئڙو ڏهه ڏاوڻ - پند رهن پينڊ پيا،**
**جڏهن پرين ياد پيا - تڏهن چرڪ چنائون هيڪڙي.**

**ارٿ** - جن کي سچو پريم ۽ ويراڳ ۽ پرڀوءَ جي ملڻ
جي پياس آهي تنکي سنسار جو ڪو به بندن ٻڌي نٿو سگهي.
ڇوڪرن جو اهڙو حال ڏسي، مائٽ منجهي پيا ته ڇا

## ستگرو ٽيئون رام مهاراج

ڄجي. ڪيترو بہ ڪين ماريون تا، بند ڪريون تا نہ بہ پئيون
ي هليا تا وڃن، اسان جي ڪا بہ پرواهہ نٿا ڪن. جيڪي
يهہ چاليهہ اَهڙا ڇوڪرا هئا تن جا مائٽ پاڻ ۾ گڏ ٿيا. اِها
خبر مهراج گرداري لال جي ڪن تي بہ پيئي، سو هو آئي
آئيو ۽ آچي پنهنجي پاڻ هوندل جي وارتا بہ ڪين پڌايائين ۽
ڇياڻين تہ هلو تہ هلي سنت تي زور آڻيون تہ اسان جي ٻارن
ڪي پاڻ وٽ آچڻ نہ ڏئي. سيني چيو تہ اسان پاڻ اَهڙي
صلاح ڪري رهيا هئاسون. اِها ڳالهہ نہ مڃي تہ پوءِ مڪي
صاحب کي هلي چونداسون.

اهو فيصلو ڪري سيئي گڏجي ستگرو مهاراج جن وٽ
آيا. ستگورو مهاراج جن سيني کي آدرسٽڪار ڏيئي ويهاريو
۽ پريم سان پڇڻ لڳا تہ توهان جو اَچ ڪئين آچڻ ٿيو آهي.
تنهن تي مهراج گرداري لال چوڻ لڳو تہ اسان سڀ اَچ
اَنڌيءَ ڪري توهان وٽ آيا آهيون جو اسان جا ڇوڪرا
پنهنجن گهر جو ڪم ڪار اَصل نہ ٿا ڪن، سارو ڏينهن توهان
وٽ وينا آهن ۽ رات جو ١٢ بجہ تاري مس ٿا موٽن. اسان
کين ڏهڪوئي سمجهايو آهي پر اسان جي هڪ بہ نٿا ٻڌن.
اسان جو تنهنڪري اوهان کي عرض آهي تہ ڪين اوهين پاڻ
وٽ آچڻ نہ ڏيو.

مهاراجن مشڪي چيو تہ اسان وٽ جيڪو ايندو تنهن
کي ڪئين چونداسون تہ اسان وٽ نہ اَچ. توهان پاڻ پنهنج
ڇوڪرن کي جهليو. مهاراج جن جا اِهي وچن ٻڌي سيئ
چوڻ لڳا تہ ڀڳت صاحب ڇوڪرا اسانجي ضابطي کان نڪر
ويا آهن، ڪرپا ڪري اوهان پاڻ وٽ آچڻ نہ ڏيو
ستگرو مهاراج جن وري مشڪي چيو تہ توهان ويچار نہ ڪ
تہ اسان وٽ آچن تہ ڪئين لوڏي ڪڍون. اِها ڳالهہ

نهنديِ . اسان وٽ ڪو اَچي يا ڪو وڃي اسان نه ڪنهن کي به ڪو نه جهليندا سون . ايترو چئي مهاراج جن گوال لال کي چيو ته اَبا، ٽڪري ڪاراڻي سيٺي کي ڇال پهچاريو . اُنهيءَ تي سيٺيءَ اُٿي چوڻ لڳا ته اسان کي پاڻيءَ جي گهرج ناهي، اسين وڃون ٿا .

ايترو چئي سيٺي ڪاوڙجي اُٿي هليا ويا ۽ سڌو مکيءَ وٽ ويا . مکيءَ کي پنهنجن ڇوڪرن ۽ مهاراج جن جي سموري ڳالهه ڪري ٻڌايائون . ڳالهه ٻڌي مکي صاحب چوڻ لڳو ته اُنهيءَ باري ۾ مون کي اڳ ۾ به سالاري شهر مان به ٽي دانهون آيون آهن . برابر اِها ڳالهه سڻي ڪانه آهي جو نوجوان ڇوڪرا ڏاڍا ڏاڙهي ڇڏي، پنهنجا گهر ڦٽائي، سارو ڏينهن سنت وٽ وينا هجن . ٺهنڪري سڀاڻي ساري شهر جي پنچايت ڪٺي ڪري ويچار ڪنداسون . ايترو ٻڌي سيٺيءَ پنهنجي پنهنجي گهر ويا .

رات جو ستسنگ کانپوءِ مهاراج جن ڇوڪرن کي چيو ته اَبا، ٻي خبر ٻڌي اَٿوَ . اوهان جا مائٽ گڏجي اَڄ صبح جو اسان وٽ آيا هئا ۽ چوڻ لڳا ته توهان اسان جي ڇوڪرن کي پاڻ وٽ اچڻ نه ڏيو، جاڪاڻ ته ڇوڪرا ڪرجي پيا آهن . گهر جو ڪم ڪار ڪو نه ٿا ڪن . اَبا، توهان سڀ وڏن جي آگيا ۾ رهو ۽ گهر جو ڪم ڪار به ڪريو . ستگرو مهاراج جن جي ڳالهه ٻڌي آتمانند، هوندلداس، اوم پرڪاش ۽ ٻيا پريمي ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳا ته سائين، اسين گهر جو ڪم ڪريون به پيا تنهن هوندي به مائٽ پيا مارڪٽ ڪن ۽ گهٽ وڌ ڳالهائين . چون ٿا ته ماڳهين ساڌن وٽ وڃو ئي نه . اَڄ توهان وٽان ٿي وڃي مکيءَ کي دانهن ڏني اَٿن . سڀاڻي ٻنهي شهرن جي پنچايت ڪٺي ٿيندي . وڏيڪ

چوڻ لڳا ته هي پريوُ، اسان کي مائٽ ڪيترا ٻه ڏک ۽
ڪشٽ ڏيندا ته ٻه توهان جو در ڪين ڇڏينداسون. چت
ته ائين ٿو چوي ته سدائين توهان جي چرڻن ۾ ويٺا رهون.
مهاراج جن تنهن تي مشڪي چوڻ لڳا ته آبا، گهبرايو نه.
جيڪي مائٽ چون يا ڏک ڏين ته ٻه مائٽن کي آڏو جواب
نه ڏجو. سدائين سانت ۾ رهجو. هاڻي ڀلي گهر وڃو.

ٻئي ڏينهن رات جو ڪنڊ وُءَ ۽ سالاري جي پنچائت جو
ميڙ ٿيو، جتي مکي صاحب سيٺي پنچن کي هدايو ته ڪئن
ڪن ڇوڪرن جا مائٽ دانهن کڻي آيا هئا ته ڀڳت ٽيئون رام
جي صحبت ۾، سندن ڇوڪرا نه گهر جا رهيا آهن نه گهاٽ
جا. انهيءَ لاءِ، هوُ ٽيئون رام وٽ ٻه ويا هئا ۽ کيس عرض
ڪيو هئاؤن ته اسان جي ڇوڪرن کي پاڻ وٽ اچڻ نه ڏيو،
پر هن ڪين ڪنو جواب ڏنو ته مان ائين ڪين ڪندس. اوهين
پنهنجا ڇوڪرا پاڻ سنڀاليو. نراس ٿي، هوُ مون وٽ دانهين
آيا هئا ته هيءَ ڳالهه نهي ڪين. پنچ ڪجهه ڪن. انهيءَ
لاءِ، اوهان کي تڪليف ڏني ويئي آهي. هينئر اوهان جو
جيڪو ويچار هجي.

ايترو چئي مکي صاحب بس ڪئي ته مهراج گرداري لال
اٿي ڪڙو ٿيو ۽ چوڻ لڳو ته ههڙو ظلم ڪٿي ڏٺو، جو ڀڳت
ٽيئون رام منهنجي پاءِ کان گهر جي ٻهاري پارائي، جونا
باسڻ ملائي، پاڻي ڀرائي ۽ ٻيو اهڙو ڪم ڪار ڪرائي؟
آسين ٻرهمڻ، اوهان جا پوڄيه. ڀڳت ٽيئون رام کي اهو
خيال ڪونه ٿو ٿئي. اوهين پنچ مٿس زور آڻيو ته اسان جي
ٻارن کي پاڻ وٽ اچڻ کان منع ڪري؛ يا جي چئو ته اسـ
اوهان جو شهر ڇڏي هليا وڃون.
آلي ڀڳت بانسري رام چوڻ لڳو ته منهنجي صلاح آهـ

ته وڻ کي پاڙ کان وڍيو ته ڏار، ٽاريون ۽ ٻن پاڻهي سڪي
ويندا. باقي جو توهان ڏار ۽ ٽاريون پيا وڍيندا ۽ ٻن پيا
پٽيندا ته وري پيا پيا ڦٽندا. تنهن تي مکي اُتي چوڻ لڳو
ته ڪٽن پاڻرو لنهيءَ ڳالهه جو مطلب سمجهيو اَٿو؟ هن جي
چوڻ جو مطلب اهو آهي ته ڇوڪرا آهن ڏار، ٽاريون ۽ ٻن
ٽن کي مارڪيٽ ڪري جي چپ ڪرائيندا ته وري پيا
ڇوڪرا اُهڙا پيدا ٿيندا ۽ وڻ آهي ڀڳت ٽيئون رام.
جيڪڏهن ماڻهن سنت کي شهر مان لڏائي ڇڏيندا ته ڇوڪرا
پاڻهي ٻچڙا ٿي چپ ڪري وهندا. تنهن ۾ اوهان پاڻرن
جو ڪهڙو رايو آهي.

هڪ سيڻ اُتي چيو ته پاڻرو، سنت کي ڪٽن لڏائي
سگهندا؟ هو وس وارو آهي، لڏي يا نه. اُنهيءَ تي
پيو اُتي چوڻ لڳو ته سنت جي گهر کي پنچات مان لاهي
ڇڏجي. کنڊوُ ۽ سالاري جو ڪوبه ماڻهو هن کي پاڻيءَ جي
شيءِ به نه ڏئي. ڪوبه ساڻس لاڳاپو يا واسطو نه رکي. ڪير
به سندن گهر نه وڃي. جيڪو وڃي يا پنچن جي فيصلي جو
اُلنگهن ڪري اُنهيءَ تي پنج روپيه ڏنڊ رکيو وڃي. سنت
کي لڏائڻ جو اِهو ئي هڪ طريقو آهي. اِئين ڪندا ته هو
پاڻهي لڏي ويندو. اُنهيءَ تي پنچات ۾ ڏايو اُچي گوڙ
متو. ڪي چون اِها راءِ نيڪ آهي ۽ ڪي چون ته اِئين
نيڪ نه ٿيندو. سنتن کي ستائڻ معنيٰ نگريءَ جو ناس
ڪرائڻ. مکي صاحب اُتي چيو ته شانتي ڪري ٻڌو. اوهان
اڳيان ٻه رايا آهن. هاڻي فيصلو ڪريو. پاڻي ڦتورام اُٿي
چوڻ لڳو ته ووٽ ورتا وڃن. گهڻن جو رايو پيئو ته سنت
جي آکهه کي ناهيون لاٿو وڃي. ٻئي ڏينهن مکي صاحب
سالاري ۽ کنڊوُءَ ۾ هوڪو ڏياريو ته ڀڳت ٽيئون رام جي

گهر کي پنچات تالهين لاٿو آهي، تنهن ڪري ڪير به ساڻن
وهنوار نه رکي. جيڪو هن فيصلي جي پڳڙي ڪندو
آن تي پنج روپيه ڏنڊ رکيو ويندو. سڄ لٿي سيٺڙي پريمي
مهاراج جن وٽ ويا ۽ جيڪي پنچات ۾ وهيو واپريو هو، سو
کين ٻڌايائون. سيٺڙي ملول ٿي چيو ته اسين اوهان کان سواءِ
ڪٿي رهي سگهنداسون.

پريمين جا اهي وچن ٻڌي ستگرو مهاراج جن مشڪي کين
دلداري ڏئي چيو ته آبا، اسان سدائين توهان سان گڏ آهيون.
توهان ڪوئي خيال نه ڪريو. ايشور چڱي ڪندو. هاڻي
توهين ساز کڻي اچو ته ستسنگ شروع ڪريون. پريمي ساڏن
کي سڏي ساز کڻي آيا. ستسنگ شروع ٿيو. ستگرو مهاراج جن
جڏهن موج ۾ آيا تڏهن هيٺيون پڃن ٺاهي
پڃن ڪندي
ڳائڻ لڳا.

## سر ڪوهياري

ٽل- هي وڻ نه ويڻ ڪان اٿو ٻري ٻري
اوهين ڏسجو دل ۾ ڌيان ڌري.

۱- هن وڻ جي آهه پاڙ پاتالي- آد انت مڌيه آهه اڪالي
چل ٽل جنهن جي جوت ٻري.

۲- هن وڻ جا ٽي ڏار وڏائي- تنهجي ڪر تون سيوا سدائين
تن ڌن جو ايمان هري.

۳- هن وڻ جون ٽي شاخون سهاڳي- تنکي جاڻن ڪي وڏ ڀاڳي
اوگڻ پنهنجا دور ڪري.

۴- هن وڻ جا پن پارس آهن- چاهه رکي جي تنکي چاهين
تنجي من جي مَلُ ٽري

۵- هن وڻ جا ٽي ڪنڊا ڪرارا- دل ۾ درد وڏائڻ وا
جنهن کي لڳي سو جيئري مري

٦- هن وڻ جا گل ڪن گلزاري - بيحد جن ۾ آهه بهاري
سنگهڻ سان ٿو ڪارج سري ٠

٧- هن وڻ جا ڦل ڄاڻ الستي - کائڻ سان چڙهي خود مستي
اَمر رهي، جم ڪان نه ڏري ٠

٨- هن وڻ جي آهه سندر ڇايا - تنهن جي هيٺان جي جن آيا
تن من تنجو تتل ٺري ٠

٩- هن وڻ جو ٻج آهه وڪاڻو - ملهه ڪان مهانگو اَصل اُباڻو
ونندو ڪو سر پيت ڌري ٠

١٠- هن وڻ کي ٻڌ جي جن جوئي - کهي ڏيئون سڪ پائي سوئي
ٻڌ ساگر کان ترت تري ٠

اهو ٻڌي جڏهن ارت سهت ڳائي پورو ڪيائون تڏهن جيڪي مهاراج جن جا پريمي جگياسو آيي وينا هئا سي ٻڌي دواران دلداري پائي پريم منجهان وڏي آواز ستگرو مهاراج جن جي جئه مڃائڻ لڳا. تنهن ڪانپوءِ پريمي چوڻ لڳا ته اسين ته امت نيم سان پيا ايندا سون. مائٽ جاڻن پڻچات جاڻي سيئي پيرين پئي گهر ويا.

ٻئي ڏينهن تي سڄو ڏينهن شهر جو ڪوبه ماڻهو ستگرو مهاراج جن جي دڪان يا گهر ۾ ڪونه آيو. شام جو ستسنگ جي سمي ڪن پريمين مهاراج جن کي ٻڌايو ته اَڄ مائٽن پنهنجن ٻارن کي ٻڌي قابو ڪري وهاريو آهي. اسين توهان جي ديا سان ڪنهن لموايي ٻڌي آيا آهيون. مهاراج جن ڪين منڪي چيو ته چنتا نه ڪريو. ايشور چڱي ڪندو. ايترو چئي ستسنگ شروع ڪيائون. واحد بخش تپدار دلو وڄايو. انهيءَ رات ستسنگ ۾ ٢٥-٣٠ ماڻهو مس آيا هئا. جڏهن ستسنگ سماپت ٿيڻ تي هو ته پڻچائي نهليو، جيڪي ستسنگ ۾ آيل هئا تن جا نالا لکي ويو. تنهن ڪان پوءِ

ستگرو مهاراج جن ستسنگين کي چوڻ لڳا ته اٻا، توهان
ستسنگ ۾ آيا آهيو پر پنچائي ٺهليو اوهان جا نالا لکي
ويو آهي. سياڻي ڏنڊ پرٽو پوندو. پر اٻا ڪو خيال نه
ڪريو. اهي سڀ ڀڳوان جا کيل آهن. پريکيا ٿو وٺي. اَنت
۾ سُولي ڪندو. هاڻي توهين ڀلي گهر وڃو. ماڻهن ڪجهه به
چون ته غم ڪائي وڃجو.

پوءِ سيٺجي گهرن ڏانهن ويا. گهر پهتا ته ڏسن ته دروازا
بند- در ڪڙ ڪائي، زور سان آواز ڪري ماڻهن کي سڏ ڪرڻ
لڳا پر جواب خير. ڪنهن ڪنهن کي اندران آواز آيو ته دروازو
ڪولڻ ڪولينداسون، توهان اسان کي ڪولڻ کپو. جيڏانهن ويا
تيڏانهن هليا وڃو. ڪن کي ته ماڻهن جواب ئي نه ڏنو.
لاچار تي ڪي پنهنجي گهرن ٻاهران ئي سمهي پيا ته ڪي
موٽي ستسنگ واري ٿلهي تي اچي سمهيا.

پرڀات جو ٤ بجي ستگرو مهاراج جن ٻاهر آيا ته ڇا ڏسن
ته ١٠-١٥ پريمي سمهيا پيا آهن. انترجامي ستگرو پريمين
کي اُٿاري چوڻ لڳا ته اٻا، صبح ٿيو آهي، اُٿي نام جپيو.
ستگرو مهاراج جن جو مڌر آواز ٻڌي سڀ اُٿي کڙا ٿيا ۽
پيرين پئي، آسڻ ٻڌي اڀياس ڪرڻ لڳا. ستگرو مهاراج جن
به ڏندڻ پاڻي ڪري پنهنجي ڌيان ۾ ويهي رهيا.

٦ بجي اڀياس مان اُٿي مهاراج جن کي پيرين پئي اهاري
ڪلڻ لڳا ستگرو مهاراج جن به مشڪي کين چوڻ لڳا ته
اٻا، رات توهان کي ماڻهن در کولي ڪوليو ڇا؟ سيٺجي
پريمي همت جوڙي چوڻ لڳا ته سائين اوهين جاڻي جاڻڻهار
آهيو. پوءِ ستگرو جن کان موڪلائي جڏهن پنهنجي گهر
آيا ته ماڻهن کين ڪاوڙ ڪندي چيو ته ڪالهه توهان کي
ڪيترو سمجهايوسين ۽ منع ڪئيسين ته ستسنگ وقت نه وڃجو
جو پنچائي ڏنڊ پوندو. پر توهان ڪو ڌيان نه ڏنو هاڻي

پنج روپيه ڏنڊ جي چٺي وڌو. هڪڙو ڪمايو ڪين، پيو
اُلٽو گهر کي ٽوٽو وجهو. انهيءَ کان نه جمو ها نه چڱو هو،
جو هنن سڀني ۾ ته نه پئون ها. هاڻي هلو اندر جي وري
ويا آهيو يا سنت سان ٻلي ٻلائي راهه. وئندي به ڳالهايو اٿو
ته ڪل لاهي ڇڏيندا سونءَ.

ڪن ڇوڪرن جيتوڻيڪ مار کاڌي ۽ ڪوڙا وڇن پڌا
پر زبان سان مائٽن کي ڪجهه نه چيائون، بلڪل سانت رهيا.

هوڏانهن ٽهلئي وڃي مکيءَ کي اُنهن ماڻهن جا نالا ڏنا
جي پنچائتي حڪم جي پرواهه نه ڪري وڃي ستگرو مهاراج جن
جي ستسنگ ۾ شامل ٿيا هئا. مکيءَ پنچائتي خزانچيءَ کي
گهرائي چيو ته ٽهلئي کي ساڻ ڪري وڃي انحرافي ڪندڙن
کان پنج پنج روپيه ڏنڊ وصول ڪري اچو. خزانچي ويو،
پر جيڪي ڇوڪرا اُجا تائين مهاراج جن وٽ ويندا هئا ۽ گهر
آيا ئي ڪو نه هئا، تن جي مائٽن ڏنڊ ڏيڻ کان انڪار ڪيو.
باقي ٻين کان ڏنڊ وصول ڪري آيا. تنهن تي مکيءَ کين
چيو ته چڱو جن ڏنڊ نه ڏنو آهي تن جا نالا پاڻ وٽ لکي
ڇڏيو. هفتي کن ۾ پنچائت گڏ ڪري اُنهن جو فيصلو ڪرائبو.
مکيءَ پوءِ پنچائتي ٽهلين کي چيو ته توهان صبح جو ٥ بجي
کان رات جو ١١ بجي تائين سنت جي گهر وٽ رهجو ۽
جيڪي به اُتي اچن تن جا نالا لکندا وڃجو. رات جو احوال
ڏيئي پوءِ پنهنجي گهر وڃجو.

ٻئي ڏينهن فقط ١٥-٢٠ پريمي ستسنگ ۾ آيا. ٽهليا اُنهن
جا نالا لکي ويا ۽ اچي مکيءَ کي ٻڌايائون. مکيءَ کين چيو
ته سڀاڻي اوهان مان هڪڙو ڇوڪريءَ تي وڃي ۽ پيو موديءَ
کي ساڻ ڪري وڃي ڏنڊ وصول ڪري اچي. اُنهيءَ ڏينهن
به ٻن چئن ڏنڊ ڪو نه ڏنو.

ٽئين ڏينهن مکيءَ چار ماڻهو ڇاڇ لاءِ ڇڏيا ۽ پنجين اهڙي.

ڪابہ شيءِ شهر
۾ سٺي ڪٺي جو ستگورو مهاراج جن کي ٿي تہ گوال لال
مان ملي نہ سگهي- جيڪا شيءِ گهر ۾ ڪٺي ٿي اِيندو هو. پنهنجاڻن جو
گهوڙي تي چڙهي هالن مان وٺي ايندو هو. اِها خبر هالن، شاهہ جي پٽ،
اڳئين وقت زور هوندو هو. اِها خبر هالن، شاهہ جي پٽ، شهرن ۾ پريمين
شهداد پور، ٽنڊي آدم ۽ ٻين ڪيترن ڳوٺن ۽ شهرن ۾ پريمين
کي پهچي وئي. ڪيترا پريمي ستگرو مهاراج جن وٽ اَچڻ
لڳا. شاهہ جي پٽ مان ڀڳت لکميچند، ڀڳت شيوڪرام،
سرو آنند ۽ گرمکداس مهاراج جن وٽ ڪنڊيءَ ۾ آيا. سڀ
ستگرو مهاراج جن جو درشن ڪري ڏاڍو خوش ٿيا ۽ خبرون
چارون پڇڻ لڳا. مهاراج جن مشڪي چيو تہ ڏاڍا آنند منگل
آهن. ڀڳوان جي وڏي ڪرپا آهي. ڏاڍو چڱو ٿيو جو توهين
آيا. تنهن کان پوءِ ڀڳت لکميچند ۽ شيوڪرام پنهنجي منهن
ٺهلرام کان پڇڻ لڳا تہ پنهنجاڻ جو توهان سان اڪرار ڇا
ٿي ٿيو آهي؟ ٺهلرام ڪاوڙ ۾ اَچي چوڻ لڳو تہ ڪهڙي
ٿا خبر پڇو؟ عزت ئي ويئي. سارو جهڳڙو ساڌ ڪرايو
آهي جو ڀراوا ڇوڪرا سارو ڏينهن پاڻ وٽ وهاري ويٺو
آهي. ڇوڪرن جا مائٽ هتان وٺي ٿا وڃن تہ ٿو رو گهر جو
ڪم ڪري وري ساڌ وٽ ٿا پهچي اَچن. تنهن تي ساڌ کي
پنهنجن اَچي چيو تہ توهان ڇوڪرن کي پاڻ وٽ اَچڻ نہ ڏيو.
مون پڻ ساڌ کي گهڻو ئي سمجهايو آهي تہ تون ڇوڪرن کي
اَچڻ نہ ڏي. پنهنجو ڪهڙو ڪم جو اسين وينا ڪُتڪا ڪريون.
پر ساڌ ڪنهن جي ٻڌي ٿو ڇو. ڇوي ٿو تہ اسان ڪنهن
تي بہ وات سان نہ چوندا سون تہ اَچو يا نہ اَچو. هاڻي توهان
بہ آيا آهيو. رات جو ساڌ کي سمجهائجو نہ تہ لاچار هن اُٿاڻي
وڃڻ مان لڏڻو پوندو. اِها ڳالهہ ٻڌي ڀڳت لکميچند، ڀڳت
شيوڪرام، ڀائي ٺهلرام کي چيو تہ توهان ڪائي چنتا نہ ڪريو

اسين اڄ سنت کي سمجهائيندا سون. تنهن کان پوءِ مهمانن ۽ ستگرو مهاراج جن پاڻ ۾ ويهي روح رهاڻ ڪئي. شام جو سيٺ ڳڌچي درياهه تي گهمڻ ويا ۽ آئي ڪي مهمان ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳا ته اڄ صبح جو شهر ۾ گهمڻ ويا هئاسون. ماڻهو توهان جي ڏاڍي نندا پيا ڪن. تنهن تي ستگرو مهاراج جن چيو ته توهين خيال نه ڪريو. سنسار جي اهائي ريت آهي. ڪنهن مهل سنتن جي پيا نندا ڪن ته ڪنهن مهل پيا ساراهه ڪن.

**سلوڪ- هرش بڙائي ديکڪي- ڀڳت ڪري سنسار،**
**جب ڪڇهه ديکي هينتا- اوڳڻ ڏري گنوار.**

**ارٿ-** سنساري آدمين کي جڏهن مان عزت ۽ دنيوي پدارٿ ملندا آهن تڏهن هو ڏيکارڻ لاءِ ڀڳتي ڪندا آهن ۽ جڏهن ڪو ڏک ڏئين، گلا ڪرين، ڪو پدارٿ نه ملين تڏهن اُلٽو ڀڳوان ۽ سنتن کي پيا نندينداڍ ۽ گاريون ڏيندا. رات جو ستگرو مهاراج جن ستسنگ ۾ هيٺيون شبد ناهي درد مان ڳائڻ لڳا.

## راڳ کوهياري

ٽل- ڦٽ ڀڳڙي جت جامان پا ڪر-
پاپ سروڻ مڻ ڏويا- سک گهر سويا.

١- لوڪ نندا ڪي ناو بڻائي- بد نيڪي ڪا يار چڙهائي،
پار دوندسين هويا- سک گهر سويا.

٢- پايه ڳلا ڪا ڳل ۾ گهالگها- چوڙا لوڪن ڪا آسانگا،
هر آرامي هويا- سک گهر سويا.

٣- ڪٽ پٽ ڪي مڻ پالڏي ڏولي- مهٺي طعاني ڪي ڪرهولي،
سند رهار پرويا- سک گهر سويا.

٤- ڪهي ٽيڻون مڻ پيا اڙالا- خود مستي ڪا پي ڪر پيالا،
ٽين لڇا ڪو کويا- سک گهر سويا.

ڏاڍي موج متي. اُنهيءَ ڏينهن ٤٠-٥٠ ماڻهو آيا هئا جن مان شهر جا فقط ١٠-١٢ ڄڻا هئا. اُنهيءَ رات ڀڳت لڪميچند ۽ ڀڳت شيوڪرام ستگرو مهاراج جن کان وينتي ڪري پڇيو ته سائين هي شهر ۾ پنهنجائي گوڙ ڇا لئي ٿيو آهي. ٽهلرام ڇيو ته ساڌ جيڪڏهن چوڪرن کي پاڻ وٽ اُچڻ نه ڏين ته سمورو گوڙ لهي پوي. ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته مان ڪنهن کي به سڏ ڪري وني ڪونه ٿو اُچان. جيڪو پريمي پاڻهي گهر ۾ اُچي ٿو تنهن کي لوڌي ڪين ڪڍندا سون. توهان کي اِهو ٺيڪ لڳي ٿو ته مان ڪين لوڌي ڪڍان؟ جيڪا ڳالهه مريادا کان ٻاهر ۽ ڌرم جي ورڌ آهي سا مان هرگز ڪونه ڪندس. ساڌن وٽ ڪير اُچي يا وڃي ته انکي روڪڻ سنتن جو ڌرم نه آهي.

جو شرن آويا تسي ڪنٺ لاوي- ايهه برد سوامي سندا.

وري به توهان وڏا پڌيوان آهيو. ويچار ڪري ٻڌايو ته ڇا ڪجي؟

ستگرو مهاراج جن جا اِهي سندر وچن ٻڌي ڀڳت لڪميچند ۽ شيوڪرام ويهي پاڻ ۾ ويچار ڪيو. پوءِ ماتا ڪرشنا ۽ ٽهلرام کي وهاري ڪين چوڻ لڳا ته اسان ساڌ کان ساري حقيقت پڇي آهي. هُو جيڪا ڳالهه ڪري ٿو سا بلڪل ڌرم اُنوسار ۽ ٺيڪ آهي. سنتن وٽ ڪير اُچي يا وڃي ته سنتن جو ڌرم نه آهي ته اُنجو نرادر ڪري ڪيس لوڌي ڪڍي. ڀڳوان سڀ چڱي ڪندو. ١٥-٢٠ ڏينهن ڏسون ٿا ته پريوُ ڇا ٿو ٻڌائي، نه ته پوءِ شاهه جي پٽ ۾ گهڻيون ٿي جايون پيئون آهن ۽ هلي اُتي ويهبو.

ٻئي صبح جو ڀڳت چيتارام، ڪرشنداس، ليجورام ۽ ٻيا ڪيترا ستسنگي شاهه جي پٽ تان آيا. اُنهيءَ ڏينهن

١٠ ۽ ١٥ ٻيا مهمان مسافر به آيا. ٢٥-٣٠ مهمان، مسافر سنت سادو
هر روز سندن آستان تي ايندا ويندا هئا. ستگرو مهاراج جن
جو ڀنڊارو رات ڏينهن چالو هوندو هو. ڪو به غريب اناٿ
ايندو هو ته روٽي کائي ويندو هو. ڪنهن کي به ڪنهن قسم
جي روڪ ڪانه هوندي هئي.

هوڏانهن جيڪي ڇوڪرا مهاراج جن وٽ ويٺا هئا ۽
ٻنهنجي گهر ڪونه ويا هئا تن کي ڇوٽين ڏينهن مائٽ وٺڻ
آيا. ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳا ته هي ٻرڀوُ، هاڻي
اسان جي ڇوڪرن کي موڪل ڏيو ته ڪين گهر وٺي وڃون،
ڇو سندن مائرون روئن ٿيون. ستگرو مهاراج جن چيو ته اَبا،
اسان ته ڪنهن کي به ڪونه جهليو آهي ته نه وڃو. اسان ته
پاڻ ڪين چوندا آهيون ته گهر وڃي پنهنجو ڪم ڪار ڪريو
۽ مائٽن جي آگيا ۾ رهو ۽ وڏن کي ڪا به ورندي نه ڏيو؛
سو توهان پاڻ سيني کي وٺي وڃو. ڪجھ ڇوڪرا مائٽن کي چوڻ
لڳا ته اَلهيءَ رات اسان گهر اَچي توهان کي سڏ ڪيا،
در کڙڪايا پر توهان جواب ڏنو ته در ڪونه لاهينداسون.
جيڏانهن وڃو تيڏانهن وڃو، سو هاڻي اسان گهر ڪونه
هلنداسون. ڇوڪرن جو اهو جواب ٻڌي سيٺي پاڻ ٺهلرام
ڏانهن انهاري چوڻ لڳا ته توهان ڇوڪرن کي سمجهايو. تنهن
تي پاڻ ٺهلرام ڇوڪرن کي چوڻ لڳو ته اَبا توهان کي
مائٽ وٺڻ آيا آهن سو هاڻي توهان هنن سان گڏجي گهر
وڃو. ستسنگي ٿيا آهيو، ڪجھ ته وڏن جي آگيا مڃيو.

ڇوڪرن چيو ته جڏهن مائٽن اسان کي لوڏي ڪڍيو ته
پوءِ اسين گهر ڇو وڃون؟ جي توهان به اسان کي پاڻ وٽ
رهڻ نه ڏيو ۽ لوڏي ڪڍو ته ڀڳوان جو ملڪ گهڻو ئي پيو
آهي. جيڏانهن آيو تيڏانهن هليا وينداسون. باقي گهر ڪونه

وينداسين. ايترو ٻڌي ڀائي ٽهلرام ڇوڪرن جي ماڻن کي
چيو ته مون کي جيڪي ڇوڙو هو سو مون کين چيو باقي جيڪو
در پيهي آيو آهي، تنهن کي اسين لوڏي کين کڍ نداسون.
توهان هينئر ساڌن کي چئو ته هو کين سمجهائي.

ماڻت ستگرو مهاراج جن کي هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته
توهان ڇوڪرن کي چئو ته گهر هلن. ستگرو مهاراج جن ڇوڪرن
ڏانهن نهاري مشڪي چوڻ لڳا ته ڪئن آبا گهر ويندا؟
ماڻت ونڻ آيا آنئو، ڀلي گهر وڃو.

ڇوڪرا هٿ ٻڌي چوڻ لڳا ته هي ڀريئُو، اسين گهر
وڃڻ لاءِ تيار آهيون پر گهر وڃي هلي ماڻت اسان کي ماريندا
۽ گهٽ وڌ ڳالهائيندا ۽ ڪوٺين ۾ بند ڪندا، توهان وٽ
اچڻ جي به موڪل نه ڏيندا. تنهن ڪري اسان گهر ڪئن
وڃون؟ تنهن تي ڇوڪرن جي ماڻن چيو ته، مهاراج اسين
کين نه ماريندا سون، نه وري هيڏانهن اچڻ کان روڪيندا سون.
ايترو ٻڌي مهاراج جن ڇوڪرن کي چيو ته آبا، توهان ڪو به
خيال نه ڪريو، هاڻي ماڻت توهان کي ڪجهه به نه چوندا؛
توهان ڀلي ماڻن سان گڏجي گهر وڃو. پوءِ سڀئي ڇوڪرا
ماڻن سان گڏجي گهر ويا.

شام جو جيڪي ڇوڪرا ماڻن سان گڏجي گهر ويا هئا
اهي ۽ ٻيا ڪيترا ستسنگي گڏجي وڃي ڀائي ٺاڪر جي
باغ ۾ ڪٺا ٿيا.

ٻئي ڏينهن ستگرو مهاراج جن کين ڏسي مشڪي چوڻ
لڳا ته آبا، اڪي لڪي آيا آهيو؟ ڪيمچند چوڻ لڳو ته
سائين، برابر لڪي آيا آهيون. جنهن رات اسان
توهان وٽ اچي سمهيا هئاسون تنهن رات اسان سڀني تي
ڏاڍي مار پئي هئي. چار ڏينهن ماڻن ڪوٺين ۾ بند ڪري

رکيو هو. ستگرو مهاراج جن سيني پريمين ڏي نهاري مشڪي چوڻ لڳا ته اُبا، ڀڳتيءَ ۾ سر جو سانگو لاهڻو آهي. سڀ جنيون تڪليفون سهڻيون آهن. ڀڳوان پريکيا وٺندو آهي. جيڪي پريوءَ جا سچا پياسي آهن تن کي دک ۽ تڪليفون ايندڙيون ئي آهن. پوءِ مهاراج جن هي پڇن ناهي ستسنگين کي ٻڌايو.

## راڳ پيلو

ٽـل - ٻـرهـ جي ٻـاهـ ۾ ڪي - پـيـارا پڇن تـــا،
جـيءَ جـلائـي پنهنجو- رنـگ رچن تــا.

١- مـــرلـــي سـرپ سـن- سرنـدي سن ڏن،
ڏيـــاچ جـــتـــن پـــن- سيس ڏين تـــا.

٢- ڪـرنـگ ســـن نـاد- پـتـورلـي سگهند،
ديـکـم چـڪـور چـنـد- ألا چـڳـن تـــا.

٣- مـيـنـا رهـت جـل- سوُرا اتـرت ٻل،
ڏسـيـــو ٻـــادل- مـــور لـچـن تــا.

٤- مـچـهـ ۾ پـتـي پـتـنـگ- سـاڙن سـي انگ،
لـــريـتـم تـي لـسـنـگ- جـيـتري جلن تـــا.

٥- ٽيهُون لڄائون ٽوڙي - من جون واڳون موڙي،
جـيـئُ ٻـرهـم جوڙي - اُمـــر تـيـن تـــا.

اهو پڇن ارت سميت ٻڌائي دلداري ڏئي چوڻ لڳا ته اَبا، هي سڀ ڀڳوان جو ڪم آتو جو آد جڳاد کان وٺي پنهنجن پيارن سان ائين ڪندو آهي. اِهائي سندس ڪرپا آهي. تنهن ۾ توهان پنهنجي چت کي سدائين ڀڳتيءَ ۾ استت رکو، ڪنهن به ڳالهه ڪري دلگير نه ٿيو. سڀ ايشور چڱي ڪندو. اينرو پريمين کي سمجهائي پوءِ ستگرو مهاراج جن

ستسنگ شروع ڪيو. هفتو ڪن گذري ويو. مڪي ڄهامراءِ، بابي رچومل سان صلاح ڪري، ڏنڊ جي وصوليءَ جي باري ۾ ڪنڌڙءَ ۽ سالاري جي پنچائتن جو ميڙ سڏايو. مڪي صاحب پنچن کي ٻڌايو ته اڳيا ٥٠-٦٠ ماڻهن ڏنڊ ڪين ڏنو آهي. اوهين انهن کان پڇو ته ڏنڊ ڇو ڪين ڏنو اٿن. اُن موجب پوءِ فيصلو ڪيو وڃي. مڪي صاحب انهن پڪڙي ڪندڙن جا نالا پڙهي ٻڌايا.

آئي ٻه ڪي ڀريمي اُٿي چوڻ لڳا اسان ڇوڪرن کي گهٽو ئي ماريون تا ۽ ٻڌي تا وهاريون ته ٻه لڪي ڪري پڇيو تا وڃن ۽ ٻه چار ڏينهن گهرن ۾ ئي ڪين تا اچن ۽ ٻڌايو ته اسين ڇوڪرن کي ڇا ڪريون. جن ڏنڊ ڏنا هئا سي اُٿي چوڻ لڳا ته اسان وٽ وري پئسا وڌيڪ ٿيا هئا ڇا جو اسان ڏنڊ ڀري ڏنا. اسانجو ويچار آهي ته ڏنڊ زوريءَ وصول ڪيو وڃي نه ته آئينده اسين ٻه ڏنڊ نه ڏينداسون ته ڪين پنچائت ڀريداسون. جيڪڏهن زوريءَ ٻه ڏنڊ نه ڏين ته ڪين پنچائت مان لاٿو وڃي. سيٺ گوپالداس، ڀائي پاڳارو رام ۽ ڀائي ڇبلداس اُٿي چوڻ لڳا ته ڀائرو اسان جي صلاح آهي ته ڏنڊ بلڪل لاهي ڇڏجي ڇو جو ڇوڪرا ساڌ وٽ وڃڻ کان رهندا ئي ڪين. سنت پاڻ ته ڪنهن کي اچڻ لاءِ ڪونه ٿو چوي. هو ته پنهنجي موج ۾ ويٺو آهي. ٿنهن سواءِ سنتن سان ويڙ وجهڻ به نيڪ ناهي. ساڌن کي ڏک ڏيڻ سان پچاڙيءَ جو نتيجو تمام خراب نڪرندو، جنهن جو ڦل سڄي شهر کي ڀوڳڻو پوندو. اسان جي ڳالهه مڃيو ته اِها ڳالهه ڇڏي ڏيو.

ايترو ٻڌي ڪي وڏي آواز چوڻ لڳا ته اُهي ماڻهو سنت جو پاسو ٿا کڻن. شايد هنن تي به جادو ڪيو ويو آهي

۽ مت ئي مارجي وئي آتن. سندن صلاح بلڪل غلط آهي
اسان جيڪو فيصلو ڪيو آهي اُنهيءَ تي قائم رهنداسون
جيڪي ڏنڊ نتا ڏين تن کان زوريءَ وصول ڪيو وڃي
اُنهيءَ تي پنچائت ۾ گهڻو زڳوڙ ٿي پيو. هڪ ٻئي کي گهٽ
وڌ ڳالهائڻ لڳا. تنهن تي مکي صاحب اُٿي چيو تہ گوڙ
ڪرڻ ٺيڪ ناهي. توهان کي ڪوبہ فيصلو ڪرڻو آهي تہ
شانتيءَ سان ويهي ڪريو، هاڻي ٻڌايو تہ جيڪي ڏنڊ نتا
ڏين تن تي ڪهڙو قدم کڻجي.

آخر رٿ آئي تہ جيڪي ڏنڊ نہ ڏين تن کي پنچائت
مان لاٿو وڃي. اُن رٿ تي ووٽ ورتا ويا ۽ رٿ گهڻائيءَ
سان ٻهال ٿي. لاچار ٿي ڪن ڏنڊ ڏيڻ قبول ڪيو. جن
اِنڪار ڪيو تن کي پنچائت مان لاٿو ويو.

ڏنڊ کان اِنڪاري سڄڻ رات جو ستگرو مهاراج جن وٽ
آيا ۽ چوڻ لڳا تہ ڀڳوان جي دربار ۾ اُنڌير آهي، ڪوئي
نياءُ ناهي. ڦريو سو ڦريو. غريب جي ڪير ٻڌي ئي ڪونہ
ٿو. ستگرو مهاراج جن چيو تہ اُبا ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ ڀڳوان
جي دربار ۾ سدائين پرڪاش آهي. هو ڪنهن سان بہ اُنياءُ
ڪونہ ڪندو آهي، فيصلو تمام پورو ڪندو آهي. پر دير
ضرور پوندي آهي. باقي ڀڳوان ڪڏهن اُنيائي نہ ٿيندو.

پريمين ستگرو مهاراج جن کي پنچائت جي ڪارروائي ۽
فيصلي کان واقف ڪيو ۽ چيو تہ سائين، ڀڳوان جو اِهو اِنصاف
آهي يا بي اِنصافي؟

ستگرو مهاراج جن چيو تہ اُبا، اسين ڪئين چئون. ڀڳوان
جي گت ڀڳوان ڄاڻي. پر اسان کي پڪو ڀروسو آهي تہ
جيڪي ڀڳوان ڪري ٿو سو اسان جي ڀلي لاءِ ڪري ٿو.
اوهين اهو وشواس رکو.

صبح جو لکميچند ۽ شيوڪرام مهاراج جن کان موڪلائي ماڳ موٽڻ لاءِ هلڻ لڳا ته سرتي آنند ۽ گرمکداس روئي چوڻ لڳا ته اسين ڪو نه هلنداسون. ستگرو مهاراج جن چيو ته ڀل هي ڇوڪرا رهن، اسين ڪنهن هٿيڪي ماڻهو سان پوءِ کين موڪليندا سون. لکميچند ۽ شيوڪرام روانا ٿي ويا.

اُنهيءَ وقت سنت ٻڌ پوري ۽ ٻيا ٻٽي سنت ستگورو مهاراج جن وٽ اچي لٿا. ستگرو مهاراج جن وڏي پريم سان سنتن سان مليا. سنت ٻڌ پوريءَ مهاراج جن کي چيو ته سوامي، هي ڪهڙو رنگ رچايو اٿو، جو حيدرآباد تائين اهائي چرچا آهي ته ڪنڍڙءَ ۾ ٻڪچن، ساڌن سان وڏو گوڙ ڪيو آهي.

ستگرو مهاراج جن مشڪي چوڻ لڳا ته سنسار ئي گجگوڙ سان ڀٽيو آهي. گجگوڙ کان سواءِ ڪو ڪل ڪو نه ٿو اکري. آڪاس منڊل ۾ بادل گجگوڙ ڪري وسندا آهن پوءِ جيڪي ٻج پرٿويءَ ۾ پيل هوندا آهن سي گجگوڙ ڪري سلا ٿي ٻاهر نڪرندا آهن ۽ اهو گاهه گائيون کائينديون آهن. گاهه اُنهن جي پيٽ ۾ گجگوڙ ڪري کير ٿي پوندو آهي. ڏهڻ مهل اهو کير برتڻ ۾ گجگوڙ ڪري مٿي چڙهي ايندو آهي. انهيءَ کير کي چاڻي چلهه تي رکي هيٺان باهه ڏيندا آهن ته کير گجگوڙ ڪري مٿي اُپامندو آهي، پوءِ هيٺ لاهي رکبو آهي ٿڌو ٿيڻ بعد اُن ۾ سنباڻ وجهي ماٽيءَ ۾ رکبو آهي ته اُهو کير گجگوڙ ڪري ڏهي ٿي پوندو آهي. ماٽائون ماندا ٽي وجهي، ڏهيءَ کي ولوڙينديون آهن ته ڏهي گجگو ڪندي آهي ۽ مکڻ نکري پوندو آهي. مکڻ ديگڙي ۾ وجهي چلهه تي رکي هيٺان اُگني ڏيندا آهن ته مکڻ گجگوڙ ڪري رجي گيهه ٿي پوندو آهي. گيهه جو ڪو ڀري پيو آهي ته پيٽ ۾ گجگوڙ

ڪندو آهي ۽ شڪتي روُپي قل پيدا ٿي ڏوم ج...
ڪندو آهي • لئن سارو برهمانڊ بہ گجگوڙ مان بڻيو...
ايشور نراڪار آهي • گجگوڙ ڪري سرگڻ ساڪار ٿي...
آهي • ويدن جي شرتي چوي ٿي – "ايڪو هم بهوُ ش...
بيو چئن ستگرو ويدانت جي اشارت وچن جي گج...
ڪندو آهي تہ جگياسو جي انتهڪرڻ روُپي پرٿوي...
گجگوڙ ڪري ديوي سمپدا جو گڻن روُپي گاهہ پيدا ٿين...
آهي • گاهہ اندرين روُپي گانيون کائي گجگوڙ ڪري ڪمي...
روُپي کير ڏيندڙيون آهن • انهيءَ کميا روُپي کير ۾ ستگرو...
جو بخشيل نام روُپي سنباڻ وجهي جمائبو آهي تہ گجگوڙ...
ڪري يڪتي روُپي ڏهي جمي پوندي آهي • انهي يڪتي
روپي ڏهيءَ کي وشواس روُپي مٽڪي ۾ پرم روُپي
ماندائيءَ سان وويڪ روُپي ولوڙو ڏنو آهي تہ گجگوڙ
ڪري مکتي روُپي مکڻ اکري ايندو آهي • انهيءَ
مکتي روُپي مکڻ کي شرڌا روُپي ديگڙي ۾ وجهي آتم
چنتن روُپي چاهہ تي چاڙهي ويراڳ روُپي اگني ڏبي تہ
گجگوڙ ڪري خودي روُپي کٽو جدا ٿي نج آتم روُپي
برهم گيان جو گيهہ ٿي پوندو • انهيءَ گيهہ جو جگياسوُ يڪ...
...رڻيندو تہ من جي پيٽ ۾ گجگوڙ ڪري آتم شڪتي پيدا
...يندي جنهن مان جگياسو اندرين کي جيتي جيون مکت ٿي
...يهہ مڪتيءَ کي پراپت ڪري پاڻ کي امر بڻائيندو آهي •

...ستگرو مهاراج جن جا اشارت وچن بڌي سنمت پڌ پوري
...ن ٿيو ۽ چوڻ لڳو تہ هي ڀڳوان توهان تہ اڄ ويدانت جي
...ڻهين پرڪريا ٻڌائي آهي • اسان بہ گهڻن ئي سنتن
...ن جو سنگ ڪيو آهي پر انهن اوهان جو انڀوُ ڏسي
...ن پرسن ٿيو آهيان • توهان بالڪل سچ چيو آهي تہ

گهگوڙ مان ٿي ڦل نڪرندو آهي. ڪنڌؤ ۾ به ڀڳوان ٺئين گهگوڙ ڪئي آهي.

ستگرو مهاراج جن چيو تہ جئن اڳہ ۾ ڀڳوان جي گهگوڙ مان ڦل سٺو نڪتو آهي لئن هاڻي به توهان سنتن جي آسيس سان ڦل سٺو اڪرندو. سيئي سنت مهاراجن سان گڏجي دريا ه تي گهمڻ ويا.

سڄ لٿي گهڙي ڦري آچي ستگرو مهاراج جن سٽسنگ شروع ڪيو. پهرين ڪرشن داس ۽ ڀڳت چيتارام پنهنجي منڊليءَ سميت ڀڄن ڪيو. پوءِ سنت ٻڌ پوري تنبوري تي اُهڙو تہ نرتہ ويدانت جو ڀڄن چيو جو اُن مهل ساري سنگت کي سنسار جو ڀپ تہ ٿهيو پر ڪال جو ڀؤ به نہ رهيو. آخر ۾ ستگرو مهاراج جن اُهڙا تہ ويراڳہ جا ڀڄن ڳايا ۽ ارت ڪيو جو پريمين کي وئراڳہ لڳو. سٽسنگ سماپت ٿيڻ کان پوءِ مهاراجن کي هٿ جوڙي چوڻ لڳا تہ هي پرڀو اساڻجو چت هن جؤ ٿي سنسار کي نٿو چاهي. ڪرپا ڪري اسان کي ٿام جو رستو ڏئي سڀ بندن ٽوڙيو تہ آزاد ٿي گوبند جا گڻ ڳايون ۽ پرمانند پايون جنهن جي مهما اڄ توهان ورنن ڪئي آهي.

مهراجن پوءِ هيئيون ڀڄن ٺاهي پريمين کي ٻڌايو:-

راڳہ ڪنسو.

ٿل- آهي پريم جو پند اٽانگو، هيءَ ڏکيو لنگهڻ آلانگهو.

۱- جيڪو سختيون سؤ رسهائي، هاي ٿنيءَ ڌڏيءَ ۾ ڪاهي سڀ لاهي سر جو سانگو.

۲- سو پار پوي هن ترڙ کان، جو ڪين ڀڄي ڪنهن اَڙ کان ڳلي پائي گلا جو گانگهو.

۳- هي پريم نہ سستو جاڻج، ڪٽي ڪنڌ ڪلهن کان آڻج
هي ملهہ کان آهہ مهانگو.

۴- ڪهي ٽيڻون سونهن پائي، جو لوڪ لڄائون لاهي
هي سودو ناهي سهانگو.

پريمين کي پڄڻ ٻڌائي ڇيائون تہ آيا، توهان هاڻي پيلي ڏهر وڃو، وري صبح سوير اچجو. ايترو ٻڌي سيٺي پريمي چوڻ لڳا تہ هي پريو، اسان گهر ڇڏيو، هاڻي پريوءَ جو پڄڻ ڪري اباڻي گهر وسائينداسين؟ توهان جي چرڻن جي شيوا ڪري جنم سڦلو ڪنداسون. ايترو چئي جڏهن اکين ۾ پاڻي آنداڻون تڏهن ستگرو مهاراج جن چيو تہ چڱو آيا، هاڻي روئي ڪاڻي هتي ئي سمهي پئو.

صبح جو وڏي پوروڪ گور منتر ونئي جگياسوُ سوامي جن جا شش ٿيا. منجهند جو آرام ڪري سنت ستگرو مهاراج جن سان گيان چرچا ڪرڻ لڳا.

هي ڪندي ڪندي سنت ٻڌپوُري، ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳو تہ هي سوامي جي، هيءَ ڳالهہ تہ ٻڌايو تہ سنت مهاتمائون سنسار جا سک تياڳي رات ڏينهن ڀڳوان جو پڄڻ ڪن ۽ سندس نالو ڳائي، مها پرگهٽ ڪن ۽ ٻين کان سندس نالو ڇپائين پوءِ بہ ڀڳوان سنتن کي مائيلي ماءُ وانگر ڇو تو ستائي ۽ ڏک سوُر ڏئي؟

ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا تہ سائين سکہ آهي ئي ڏک ۾. جو سدائين تڏيءَ ڇايا ۾ وينو هوندو ۽ ڪڏهن گرمي ڏٺي ئي ڪانہ هوندائين تنهن کي تڏڪار جي آنند جو ڪهڙو اُپوُ ٿيندو؟ جڏهن گرمي ڏسندو تڏهن تڏڪاڙ مان آنند ايندس. تنهن سواءِ سنسار جا سک، دک روُپ آهن ۽ ڀڳوان جا دک بہ سکہ روُپ آهن، اُهيءَ ڪري مهاتمائون ڀڳوان

جي ڏاڍي موج لڳائيندا رهيا. ائين هفته کن گذري ويو
تنهن کان پوءِ اُچي شهر ۾ ڪالرا جي بيماري پيئي. پهرين
ڏينهن ٻه ٽي ڪيس ٿيا. ٻئي ڏينهن ٧-٨ ماڻهو مري ويا.
ٽئين ڏينهن ١٠-١٥ ماڻهو مري ويا. شهر جو اهو حال ڏسي
شام جو ڀڳت چيتارام ۽ ڪرشنداس ستگرو مهاراج جن کي
همت جوڙي چوڻ لڳا ته هي ٻريوُ هاڻي اسان کي هتي آئي
گهڻا ڏينهن ٿي ويا آهن، ڪرپا ڪري اڄ اسان کي موڪل
ڏيو ته ڳوٺ وڃون. مهاراج جن مُشڪي چوڻ لڳا ته اَبا،
ٻچو ٿا ڇا؟ ڊپ نه ڪريو. ٻئي ڏينهن ٿرسو، پوءِ وڃجو.
تنهن تي ڪرشنداس چيو ته سائين، اسان نه توهان جي چرڻن
۾ ويٺا آهيون، پوءِ ڇو ڊپ ڪنداسون. سچ ته ائين آهي
ته ستسنگي بيماري ڏسي گهٻرائجي ويا آهن ۽ زور رکيو
اَٿن ته ڪيئن به ڪري هلو. چون ٿا ته جي توهان نه هلندا
ته اسين وينداسين. سو هي ٻريو جي هي ويندا ته اسان جي
گهرن ۾ بيماريءَ جي خبر پئي ۽ وڏو گوڙ وجهندا. تنهنڪري
اسان کي به موڪل ڏيو ته سڀ گڏجي وڃون. ايترو ٻڌي
مهاراج جن چوڻ لڳا ته چڱو اَبا، ڀلي وڃو. اُلي توهان ڀڳت
لکميچند ۽ شيوڪرام کي ليا پيو ڏجو ته ڇوڪرن ۽ اسانجو
ڪو به خيال نه ڪن. ڪجهه ڏينهن هن پاسي نه اچن، جيستائين
شانتي ٿئي. پوءِ ڀڳت چيتارام ۽ ڪرشنداس پنهنجي منڊليءَ
سميت شاهه جي پٽ ڏاهن روانا ٿيا.

اُنهي ڏينهن سچ لٿي مهل آتمانند ستگرو مهاراج جن کي
چيو ته هيئنر ته ٻارو شهر ڀڳت ٿي ويو آهي جو سيئي ماڻهو
مالهائون هٿن ۾ کڻي، ڪنڌ هيٺ ڪري رام نام پيا جپين
۽ دک مان پيا چون ته ڀڳوان هاڻي ديا ڪر. پريمين جي اها
ڳالهه ٻڌي ستگرو مهاراج جن ستسنگ ۾ پڇڻ لڳا ته:

## پڇڻ ڪوهياري

راڳ- جب آءِ وبا اِن تن لاڳي - تب ڏيکا لوڪن وڙاڳي.

١- ساوڻ چيٽي پنکهه جب آوي - اَپني ڪولب پتنگ کهاوي،
ديکهه اَگن ڪو ڀر پاڳي.

٢- مانسروور بگلا جاوي - ديکهه هنس ڪو ڌيان لڳاوي،
مڇلي ۾ من هٺ راڳي.

٣- يوڳ وشئه ۾ من ڀرماوي - مايا مد ۾ گيان گنوائي،
هرڪو سمرت نهه جاڳي.

٤- موڙهه مرن سين ڊرم ڊرڊرتي - سنت اَمر پئي هري سمرتي،
کهي ٽيئون وي بڙ ڀاڳي.

اُنهيءَ رات ڀائي ويرسي مل، ڀائي هاسارام ۽ ڀائي واڌورام سيٺيءَ گڏجي اَچي ڀائي ٽهلرام کي چوڻ لڳا ته اَڄ ته ١٥-١٦ ماڻهو مري ويا آهن. اسين سڀ سياڻي شاهه جي پٽ وڃڻ لاءِ تيار ٿيا آهيون. ٻيا به ڪيترا شهر جا ماڻهو ٻيا لڏين. توهان جو ڪهڙو خيال آهي. ڀائي ٽهلرام ماتا ڪرشنا کي سڏ ڪري چوڻ لڳو ته ماتا، ڀائي ويرسي رام ۽ هاسارام جن سيٺيءَ سياڻي شاهه جي پٽ وڃن ٿا جو شهر ۾ بيماري زور ورني ويٺي آهي ۽ تمام گهڻا ماڻهو مرن ٿا، تنهن ڪري منهنجي به مرضي آهي ته پاڻ به سياڻي هنن سان گڏجي شاهه جي پٽ هلون. سو توهان جي ڪهڙي صلاح آهي. ماتا چوڻ لڳي ته اَبا، منهنجي به دل چوي ٿي ته سياڻي صبح جو هنن سان گڏجي هلون. وڏا چولدا آهن ته ٻاهه کان ٻاسو ڪرڻ گهرجي. پر ساڌ کان ته پڇو ته ڇا ٿو چوي. ڀائي ٽهلرام ستگرو مهاراج جن کي سڏ ڪري پڇڻ لڳو ته اَبا، شهر ۾ ته بيماري وڌندي ٿي وڃي. ڀائي

ويرسي مل ۽ هاسارام جن سيٺيءَ شاهه جي پٽ تا وچن ۔
منهنجي ۽ ماتا جي پڻ مرضي آهي ته پاڻ سڀ ٻه هنن سان
گڏجي هلئون ۔ سکه شانت ٿئي ته پوءِ وري جلد ئي موٽي
ايندا سون ۔

سنگرو مهاراج جن چيو ته توهان ڪوئي خيال نه ڪريو ۔
ڀڳوان مڙوئي اجتڪار ڪندو ۽ پائي ويرسي رام ۽ هاسارام
کي ٻه چيائون ته توهان ٻه نه وڃو، ٻه ٽي ڏينهن ڏسون ته ڇا
ٿو ٿئي ۔ اهو ٻڌي سيڪو وڃي آرامي ٿيو ۔

چوٿين ڏينهن شهر ۾ وڻهارو ڪن ماڻهو گذاري ويا ۔ شهر
جي اهڙي پيانڪ حالت ڏسي لنگرواسي گهبرائڻ لڳا ۔
هالن ۽ ٽنڊي آدم جا ڪيترا سرڪاري ڊاڪٽر ۽ ٻيگي صفائيءَ
لاءِ گهرايا ويا ۔ شهر ۾ سيني کي ڪالرا جون سيون هنيون
ويون ۔ شهر جي گهٽين ۽ بزار ۾ دوائون ڇنڪاريون ويون ۔
مطلب ته ڪالرا کي روڪڻ لاءِ هر پرڪار جي ڪوشش ورتي
وئي پر جڏهن پيا ڪوشش ڪن تڏهن بيماري وڌيڪ زور وٺندي
۽ سالاري جي شهر ۾ پکڙجي وئي ۔ ٻنهي شهرن جي اهڙي
حالت ڏسي بيماريءَ کي روڪڻ لاءِ ڊاڪٽر چڱيءَ طرح
جاچ ڪرڻ لڳا ۔ ڏٺائون ته ٻنهي شهرن ۾ صفائي خاطر خواهه
ٿي رهي هئي، پر بيماريءَ جي ڪارڻ جو پتو لڳائي نه
سگهيا ۔ ڊاڪٽر، مکي صاحب ۽ پنچن کان پڇڻ لڳا ته هيءَ
بيماري شهر ۾ ڇو پيئي آهي؟ ڊاڪٽري خيال کان ته هن
بيماريءَ جو ڪوبه ڪارڻ ڏسڻ ۾ نٿو اچي ۔ پنچن، سيٺ
گوپالداس، پائي پاڳارو رام، پائي چيلداس ۽ ڀڳت ٻصر رام
چوڻ لڳا ته سائين سچي ڳالهه پڇو ته هيءَ بيماري پنچن
پاڻ سڏ ڪري گهرائي آهي ۔

ڊاڪٽرن چيو ته اسان کي ٻه اهڙي ڪجهه خبر پيئي آهي ۔

تنهن ڪري هاڻي ٻه پنهنجو ڀلو چاهيو ته دير نه ڪريو ۽
جلد ئي سنتن کان معافي وٺي شهر جو ڪلياڻ ڪريو. ڊاڪٽرن
کان اهي اکر ٻڌي مکي صاحب ٻه چار ماڻهو موڪلي سالاري
۽ کنڊوءَ جي سيني پنچن کي سوچنا موڪلي ته اڄ شام جو ٤
بجي پنچائت جو ميڙ آڪاڙي ۾ ٿيندو جتي سڀ اچي حاضر ٿين.

شام جو ٤ بجي ٻنهي شهرن جا پنچ ۽ ڊاڪٽر آڪاڙي ۾
اچي گڏ ٿيا. اتي مکي جهامراءِ اٿي چوڻ لڳو ته ڀائرو ڪالرا
وڃي ٿي هر روز وڌندي. اڄ کنڊوءَ ۾ ٢٠-٢٥ ڪيس ۽
سالاري ۾ ٽي چار ڪيس ٿيا آهن. ڊاڪٽرن ٻه تمام گهڻي
ڪوشش ڪئي آهي پر ڏينهون ڏينهن بيماري زور وٺندي
پئي وڃي تنهن ڪري ڪا صلاح مصلحت ڪريو.

تنهن تي سيٺ گوپالداس اٿي چوڻ لڳو ته ڀائرو منهنجو
ويچار آهي ته ڳچيءَ ۾ ڪپڙو پائي هلي ستگرو مهاراج جن
جي شرڻ پئي معافي وٺون ته سڀ چمتڪار ٿي ويندي.
ڀائي ڇبلداس پڻ چيو ته منهنجي ٻه اِها راءِ آهي ته بيماري
سنتن کي رنجائڻ ڪري پيئي آهي تنهنڪري سيئي پنچ
هلو ته هلي سوامي جن کان معافي وٺون. سنت ديالو پرش
ٿيندا آهن، ضرور اسان کي معافي ڏيئي ڪلياڻ ڪندا. ٻيا ٻه
ڪي اٿي چوڻ لڳا ته هڪوار سنتن کي پنچائت مان لاهي
وري هلي معافي وٺون؟ تنهن کان ته مرڻ بهتر آهي. اسين
معافي ڪونه وٺنداسون.

اهو ٻڌي ڀائي رچڀومل چيو ته اسان سڀني مورکتا ڪري
سوامي جن کي پنچائت مان لاٿو آهي. هاڻي منهنجي ٻه صلاح
آهي ته هلي معافي وٺون. تنهن کانپوءِ ٻيا پنچ اٿي چوڻ
لڳا ته اسان ته توهان کي مدد ۾ چيو هو ته پنچائت مان نه لاهيو.
سنتن کي دک ڏيڻ سان وڏو نقصان ٿيندو. اسان گهڻيئي

دانهون ڪيون هيون پر ڪنهن به نه ٻڌو. پر هاڻي به ويٺي ڪالهي. جلدي هلي سوامي جن کان ڏوهه بخشايو ۽ معافي وٺو. پر جي اڃا به نه مڃيندا ته ياد ڪجو ته سارو شهر هڪ هفتي اندر ناس ٿي ويندو. اتي ساري پنچات ۾ اٿي منت شانتي ڇانئجي ويئي.

سيٺي ڪي چپ ڏسي مکي صاحب چيو، هي وقت چپ ڪري وهڻ جو ناهي. ويچار ڪري ڏسو ته هيڏڙي ڳوٺ مان جي روز ٢٠-٢٥ ماڻهو مرندا ته شهر جو ڪهڙو حال ٿيندو. تنهنڪري منهنجي به مرضي آهي ته سوامي جن کان هلي معافي وٺون. ڊاڪٽرن به اهو رايو ڏنو ته سواءِ ان ڳالهه جي بيماريءَ جو ٻيو ڪو به سبب ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي. ان ڪري جلد سنتن جي شرڻ هاڻي پئو. ان بعد پنچ چوڻ لڳا ته اسان سيٺي کي توهان جي راءِ قبول آهي. اتي مکي جهامراءِ وري به چيو ته جن ڀائرن کي اڃا به قبول نه هجي هٿ مٿي ڪن. صرف ٢٠-٢٥ هٿ مٿي ڪٿي چوڻ لڳا ته معافي وٺڻ نه گهرجي. مکي صاحب وري چيو ته ڀائرو ٢٠-٢٥ ڄڻا معافي وٺڻ جي برخلاف آهن، باقي سڀ پنچ فائدي ۾ آهن، تنهنڪري هاڻي هلو ته سوامي جن کان هلي معافي وٺجي ۽ ستسنگ ۾ سوامي جن کان پلئو به پائجي ته هي ڏرت ٽري وڃي. اهو فيصلو ڪري ميڙ سماپت ٿيو ۽ هرڪو پنهنجي پنهنجي گهر ويو.

شام جو هڪ ستسنگي اچي ستگرو مهاراج جن کي پنچات جي فيصلي جي ڳالهه ڪئي. ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته ابا ڀلي اچن، توهان وڏيڪ فراش وڇائي جل جو بندوبست ڪري ڇڏيو.

ستگرو مهاراج جن جا اهي وچن ٻڌي شيواڌارين فراش وڇائي پاڻي پيئارڻ ۽ جتين رکڻ جو بندوبست ڪري ڇڏيو. ستسنگ شروع ٿيو. ڀڳتياڻين گوال لال، سروانند ۽ گرمکداس

اُتي ڏڏن ۽ ڀڪتارن تي وڏي پريم سان ڀڄن ڪيو.
ايتري ۾ ڪنڌوُءَ ۽ سالاري جي ساري پنچات مصري ۽
پرساد جا ٿالهه کڻي ستسنگ ۾ اچي ويئي. پرساد مهاراج جن
جي اڳيان رکي پيرين پئي وهندا ويا. جڏهن گوال لال ڀڄن
ڪري بس ڪيو ته ستگرو مهاراج جن سيني پنچن ۽ مکي
صاحب جو آدرستڪار ڪيو. پوءِ مکي صاحب، ٻاٻو ريجهورام،
سيٺ گوپالداس، ڀائي ڇبلداس ۽ ٻيا اُتي ستگرو مهاراج جن
کي پيرين پيا ۽ اکين ۾ پاڻي آڻي هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته
هي پريوُ اسان کان وڏي ڀل ٿي آهي، هاڻي ڪرپا ڪري
اسان کي معافي ڏيو، توهان جي شرڻ ۾ آيا آهيون. اسان
جي رکيا ڪريو.

اهي ڏين وچن ٻڌي ستگرو مهاراج جن، مکي صاحب ۽
سيني پنچن کي دلداري ڏئي چوڻ لڳا ته اوهان ڪوئي
خيال نه ڪريو. ايشور چڱي ڪندو. صبح جو هرڪو سوا سير
اٽو آٽي گهه کنڊ وجهي جڳپال جڳديش جا روٽ پچائي
دروازي تي ڀي نياڻين، ٻارن ۽ فقيرن کي ۽ سيني جيوَن
کي ورهائي ڏجو ۽ پنچات طرفان ڍاڪو ڏيگيون ٽانهريءَ
جو ٺهرائي ساري شهر ۾ هندو مسلمانن سيني ۾ پريم سان
ورهائجو. اهو وچي ڀگيه ڪريو ته ايشور ڪندو ته سڀ
ڪلياڻ ٿي ويندو.

ستگرو مهاراج جن جا آسيس جا وچن ٻڌي سڀ پنچ
ستگرو جي جئه جئه ڪار ٻولائي خوش ٿيا. مکي صاحب
هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي پڳوُن توهان جئن آگيا ڪئي
آهي تئن ڪنداسون پر اسان جي اَرداس آهي ته پنهنجي
ڪمل چرنن جو جل ڏيو ته اسان پنهنجن گهرن ۾ ڇٽڪاريون
۽ جيڪي بيمار پيا آهن تن کي به پياريون. پيو ستسنگ

سماپتيءَ وقت هڪ جنڪار جو پلئه بہ پائجو. ايترو چئي مکي صاحب ۽ پنچ هٿ جوڙي، ستگرو مهاراج جن اڳيان ويهي رهيا. تنهن کان پوءِ ستگرو مهاراج جن هي پرارٿنا جو پڃن چيو:-

## پڃن سر ڪوهياري

ٽل- جڳت پتي جڳ پالڪ پرڀو- جيون ڪا دک دور ڪرو.

١- جيو جڳت ۾ پاپ ڪرت هئہ- جنم جنم ڪي پاپ هرو.

٢- سرو جيون ڪي سر پر سوامي- ڪروڻا ڪر نج هاٿ ڌرو.

٣- ديوي سمپت ڪي گڻ ساري- ڀڳون دي ڀنڊار ڀرو.

٤- ڪهي ٽيڏون هر ڪرپا ڌاري- جنم مرڻ ڪي دوک هرو.

پڃن ڳائي ارٿ سمجهائي پلئو پائائون. پوءِ نام جي ڌني لڳائي ستسنگ سماپت ڪيائون.

صبح جو سوير سيئي اُٿي جڳپال جڳديش جا منا روت ڀڃائي پنهنجي پنهنجي در تي ڀي ورهايا. پنچايت طرفان ٿانهريءَ جون ديگيون لهرائي ساري ڪنڌوءَ ۽ سالاري ۾ غريبن اُناٿن هندو مسلمانن کي ڪارايو.

شام جو ۴ بجہ مکي صاحب ۽ ٣-۴ پنچ ستگرو مهاراج جن وٽ آيا. پيرين پئي هٿ جوڙي اُرداس ڪرڻ لڳا ته هي پرڀو توهان جي آڳيا اُنوسار سڀ ڪاريہ ڪيو ويو. هاڻي والدا تي سڌو توهان صاحبن وٽ پيا اچون. هاڻي جيڪا آڳيا هجي ليڪن ڪريون. اڄ توهان جي آسيس سان شهر ۾ ڪجهہ شانتي آهي. فقط ٻہ چار ڪيس ٿيا آهن. باقي اڳين ٽيهن چاليهن بيمارن مان ١٠-١٢ تڪليف ۾ آهن. توهان جي ڪرپا سان اُنهن جي تڪليف بہ دور ٿي ويندي.

پنچن جو اهو عرض ٻڌي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته جن پريمين کان ڌن ورتا اُنهو تن کي موٽائي ڏيو ۽ سياڻي ٻئي ديگيون ڪنڌ جي سيري جون تيار ڪرائي ٻارن ۾ ورهايو.

توهان کو به خيال نه ڪريو. ڀڳوان سڀ چڱڪار ڪندو.

ستگرو مهاراج جن جي اِها آگيا ٻڌي مکي صاحب ۽ پنچ خوش ٿيا. ستگرو مهاراج جن جي جئه جئڪار مڃائي هٿ جوڙي اَرداس ڪرڻ لڳا ته هي ڀريو توهان جيڪا آگيا ڪئي آهي تنهن جو صبح سان پالن ڪنداسون. هاڻي اسان کي موڪل ڏيو ته وڃون ۽ گهر جو ڪم ڪار لاهي وري رات جو اچي ستسنگ ٻڌون. اهڙو چئي ستگرو مهاراج جن کي پيرين پئي سيئي پنهنجي پنهنجي گهر ويا. تنهن کان پوءِ ستگرو مهاراج جن ستسنگين ۽ سنتن سان گڏجي باغيچا گهمندا اچي درياهه جي ڪناري تي ويهي رهاڻ ڪرڻ لڳا. اُتي سنت ٻڌپوري ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته ڀڳوان، هي ته ايشور جي لئين گجگوڙ ٻڌي اٿئون جو هفتي کن ۾ شهر ۾ سؤ سوا سؤ کن ماڻهو مئا آهن ۽ وري هڪ ٻئي ڏينهن ۾ اوچتو چمتڪار ٿي ويئي آهي؛ سو هيترا ماڻهو ڪنهن ماريا ۽ ڪئن مئا. سنتن ماريا يا ڀڳوان؟ اهو پاپ ڪنهن تي پوندو؟

ستگرو مهاراج جن مشڪي چوڻ لڳا ته شنڪا ته عجيب وڌي اٿو. شهر ۾ دک آيو ۽ هيترا ماڻهو مئا سي سنتن ڪونه ماريا آهن ڇاڪاڻ ته سنت ڪنهن کي به سراپ ڪونه ڏيندا آهن ۽ نه وري ڪنهن کي پيڙيندا آهن؛ پاڻ کي ڏک ڏيئي ٻين کي سک ڏيندا آهن. اهو سنتن جو ڌرم آهي سنت سڀني جيون جا هتڪاري ٿيندا آهن.

ترور، سرور، سنت جن – چوٿا برسي ميهه،
پر- سوارٿ کي ڪارڻ – چارون ڌاري ديهه.

ارٿ – برڇ، ندي، بادل ۽ مهاتمائون آهي چار ئي پر- اُپڪار لاءِ سنسار ۾ پيدا ٿيندا آهن سو سنتن جو ڌرم ئي

ڪونهي جو ڪنهن کي مارين يا ڏک ڏين ۽ وري ڀڳوان ئي ڪنهن کي ڪونه تو ماري جو ڀڳوان جو ٻالو ٿي آهي ڏين ڏيال، ننگ پال، پتت پاون، ڪرپانڌان ڏين ترايا ۽ وشوپال سو ڪنهن پنهنجن ٻچن کي ماريندو.

پرڀو نهين ڪسي مارتا - پاپي نهين هتم رام،
آپي هي مرجات هئن - ڪر ڪر ڪوتي ڪام.

ارٿ - ڀڳوان ڪنهن کي ماري ڪونه تو. هي جيو پنهنجن ڪرمن ڪري ٿي سکه ڏک ڀيو ڀوڳي ۽ ڀيو جمي مري. سو هيترا آدمي جو شهر ۾ مري ويا آهن سي ٻه پنهنجن پاپن ڪري ڇو جو شپ ڪرمن ۽ ڀڳوان جي ڀڳتيءَ کان ڪنهن کي روڪڻ ٻه وڏو پاپ آهي. سوٿي پاپ ڪرڻ ڪري ٿي اهو ڏک آيو آهي. وري پراشچت ڪرڻ سان جلد سکه ٿي ويو. انهن ماڻهن جي مرڻ جو پاپ پنڊتن جي مٿان ٻيو. پنڊتن ستسنگ ۾ اچي پشچاتاپ ڪري هٿ جوڙي معافي وٺي اهو پاپ لاهي ڇڏيو.

ستگرو مهاراج جن جا اهي وچن ٻڌي سنت ٻڌ پوري ۽ سيٺي ستسنگي ڏاڍو خوش ٿيا. تنهن کان پوءِ ستگرو مهاراج جن ۽ سيٺي سنت گهمندا ڦرندا سڄ لٿي مهل اچي ستسنگ ۾ ويٺا.

صبح جو پنڊتن پنج ڏيگيون پرساد جون تيار ڪرائي، سنتن کي پرساد موڪلي ليائين، ٻارن ۽ غريبن ۾ ورهايو. تنهن کان پوءِ مکي صاحب پنچايت گڏ ڪئي ۽ جن ماڻهن کان ڏنڊ ورتو ويو هو تن کي واپس ڏنو پوءِ آتي چيائين ته پاڻ ڀڳوان اسان کي جلدي سمت ڏني جو سنت هلي سوامي جن کان معافي ورتيسون. سوامي جن ته اهڙا سنتوشي ۽ دياالو پرش آهن جو اسان جيڪي به ڪيو هو تنهن لاءِ ڪوبه

ڏورابو وغيره نه کوله ڏناؤن پر پاڻ اهڙي آسيس ڪيائون جو جلد ئي چمتڪار ٿي ويئي. هاڻي منهنجو وچار آهي نه پنهنجائي پيندارو ڪري سيني سنتن، براهمڻن ۽ ٻارن کي روٽي کارائجي، تنهن پر توهان جي ڪهڙي راءِ آهي. سيني پنهنجن چيو نه اسان کي اها ڳالهه پسند آهي. شام جو آئلداس، منگهن رام، واڌو رام، سيٺ گوپال داس، سيٺ رچهو رام، ڀڳت چينارام، مينارام ۽ چيلداس مکي صاحب سان گڏجي سوامي جن وٽ ويا ۽ ديالو سوامي جن رسوئي ڪرڻ سويڪار ڪئي. ٻئي ڏينهن سنتن مهاتمائن ۽ برهمڻن کي سوامي جن سان گڏ پوڄن ڪرايو ويو. رات جو ستسنگ پر مهاراج جن، سنگت جي ولئه لي سکه شانتيءَ جو پلؤ پاتو.

سلوڪ — پاؤ جي پائين — ستگور تنهنجي در ئي،
داتار در آئين جا — عرض اونائين.
مڙيئي تن جي من تن جا — ڏکڙا مٽائين،
آسون اُڪائين — آسون آس وندن جون.

تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن ست نام ساکي جي ڌني لڳائي ستسنگ سماپت ڪيو.

اهڙيءَ طرح ستگرو مهاراج جن هر روز نت نيم سان ستسنگ جي موج مچائيندا رهيا. شهر جي ماڻهن جو پريم ڀاو ستگرو مهاراج جن پر وڌندو ويو ۽ ڪيترائي نر ناريون ستگرو مهاراج جن کان گور منتر وٺي شش ٿيا. ستگرو مهاراج جن جو پريم ۽ وئراڳ جا پچن اهڙي نه مڌر آواز پر ڳائيندا هئا جو ساري سنگت ٻڌي خوش ٿيندي هئي.

ليڪ سنت ٻڌپوري پر موڪلائي پنهنجي آستان ڏانهن روانو ٿي ويو. پوءِ پر هڪ نه ٻئي ساڌ جو ديرو سوامي جن وٽ لڳو ئي رهندو هو. سنت ٻڌپوري ويو نه سالاري مان سنت گهمندو رام آيو.

## پاڱو پهريون - باب ٢

هن ڪان پوءِ پنهنجي ٻاغ جي سنڀال جو ڪم گوال لال کي ڏنو ويو ۽ مهاراج جن هڪ نه پنهنجي ڏينهن وچي سڌ سماءُ لهي ايندا هئا. سندن مُول ڪم هينئر تيو ستسنگ ڪرڻ ۽ آتم اپياس ۾ لڳل رهڻ تيڻ.

هڪ ڏينهن ستگرو مهاراج جن ٻنيءَ تي وچي ڏسن ته ڪيترا مسلمان ميڙ ڪيو ويٺا ڳائين. ستگرو مهاراج جن کي ڏسي رمضان نالي هڪ مسلمان اُٿي ستگرو مهاراج جن کي پيرين پئي هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي درويش سائين اڄ ڪو برهه جو ڪلام پڙهايو. گهڻا ڏينهن ٿي ويا آهن جو توهان جو ڪلام ڪو نه ٻڌو اٿئون.

ستگرو مهاراج جن کانئس پڇيو ته توهان هتي هيترا چڻا ڇو اچي ڪٺا ٿيا آهيو؟ رمضان چيو ته سائين حشر جو ڏينهن آهي تنهن ڪري هي سڀ اڄ اسانجي ڳوٺ ۾ عاشورا ملهائڻ پهچن ٿا. اهو ٻڌي ستگرو مهاراج جن ٻڪتارو وٺي اُتي ئي ڏاڍي ونراڳ ۽ پريم سان ڳائڻ لڳا.

### راڳ ڪنسو

ٿل- پٽين ڇو تو ڪلها مومن - ڪُٺي ڪيڏ نفس شيطاني.

١- اندر تنهنجي سدا ٻولي - سهي ڪر صاف سو ڇولي،
حقيقي ڳالهه لهه کولي - پڙهي تون شبد رُوحاني.

٢- مڃي مرشد پاڻ جهاتي - اندر ۾ پڙهه ذڪر ذاتي،
سدا ڪر پاڻ اسباتي - اهو تي وچن فُرقاني.

٣- نفس ڪافر اتي ڪارو - رُلايو جنهن جڳت سارو،
ٻڌي مڙدن تهين ماريو - پڙهي سو حرف حقاني.

٤- سڄڻ مومن ڪهي ڏهڻون - سبق طريقت سندو پڙهه تون،
حقيقت حق ٻولي هون - معرفت ماڻ مڙداني.

حال احوال پڇڻ لڳس.
ڀائي گوبند رام چيو ته سائين، مان ٺٽي ضلع جي عزمت ڳوٺ جو آهيان ۽ شڪارپور جي سيٺين جا ٻلن جا ٺيڪا سنڀاليندو آهيان. هاڻي هن پاسي هالن پراڻن پرسان نيڪو ڪنيون اٿن، انهيءَ ڪري مهنو ڪڻ تيو آهي ته هالين آيو آهيان. ٻئي ڏينهن تيا آهن ته ڏٺم ته بزار ۾ ڪن پريمين پڪتارن تي وٺي پچن ڳايا. مون انهن کان پڇيو ته اهي پچن کهڙي مهاتما جا ڳائي رهيا آهيو؟ هو ڪهڙي شهر ۾ رهندو آهي. هنن توهان جي ڳالهه ڪري ٻڌائي. منهنجي چت ۾ چيو ته سنتن جو درشن ڪريان. انهيءَ ڪري اڄ صبح جو اتان آيو آهيان. ستگرو مهاراج جن چيو ته ڏاڍو چڱو، ڀلي آيا.

رات جو ڀائي گوبند رام، ستگرو مهاراج جن جو ستسنگ ٻڌي مهاراج جن جي چرنن تي سر نوائي چوڻ لڳو ته هي پريڀو، هن داس تي ديا ڪريو. ستگرو مهاراج جن مٺڪي ڏاڍهنس نهاري چيو ته ابا توهان جي پوشاڪ، هلت چلت آفيسرن جهڙي آهي. ڪيترو سون پيو اٿو. پگهي ڪرڻ تمام ڪٺن ڪم آهي. توهان کان ڪين ٿي سگهندي. ابا هي هڪ ٻن ڏينهن جو ڪم ناهي. پريم لڳائڻ سؤلو آهي پر انت تائين نباهڻ تمام ڪٺن آهي. تنهن ڪري توهان انهيءَ ڳالهه کي ڇڏي ڏيو ۽ پيا موج ڪريو.

اهو ٻڌي ڀائي گوبند رام اٿي، سون ۽ ٻسؤ ڪوٽ لاهي پيٽيءَ ۾ وڌو ۽ قميص ۽ ڌوتي پائي هٿ جوڙي ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته سوامي جي هاڻي ڪرپا ڪري هن داس کي پنهنجن چرنن جو داس بڻايو.
ڀائي گوبند رام جو پورڻ پريم ۽ دڙ وشواس ڏسي

ستگرو مهاراج جن کيس ڇهه ته ڇگو آبا، شام جو درياهه تي گهمڻ هلندا هئا، آئي اوهان کي پڙائيندا هئا. شام جو ستگرو مهاراج جن گوبندرام کي گر منتر ڏنو. پوءِ سيٺي ساڌ سنت ۽ ستسنگي درياهه جي ڪناري تي گهمڻ لڳا. گهمندي گهمندي هڪ شيشم جي وڻ هيٺان اچي ويٺا. آئي پائي ڪيمارام، ستگرو مهاراج جن کي چيو ته سائين ڀڳتي جي سانگ نباهڻ لاءِ ڪهڙا مکيه ساڌن آهن سو ڪرپا ڪري ٻڌايو. تنهن تي ستگرو مهاراج جن چيو ته آبا اُنت ڀائين ڀڳتيءَ جي سانگ نباهڻ لاءِ هيٺيان پنج ساڌن آهن:-

١. گور ڀڳتي يعني ستگرن ۾ شردا ۽ اٽل وشواس رکي پرارٿنا ڪرڻ.

٢. سادگي يعني سادو کائڻ، سادو پهرڻ ۽ سادو هنڊائڻ. تنهن کان سواءِ اُج، بک، تڪڙي ڪوسي صبر سان سهڻ.

٣. ليابگ يعني سنسار جون سڀ اڇائون تياڳي، ڀڳوت جي مايا کان سدائين نرچندو رهڻ.

٤. اُپيدي، لتهو ويتا مهاتمائن جو سنگ.

٥. ايڪانت ۾ ويهي ستگورن جي ڏنل منتر جو اڀياس ڪرڻ ۽ اندرين کي جيتي من نرمل ڪرڻ.

انهن پنجن تي ساڌن سان ڀڳتيءَ جو سانگ نبهي ايندو. ايترو چئي سڀ لٿي آستان تي اچي سيٺي ستسنگ ڪيو.

ٻئي ڏينهن صبح جو ڀائي ڏوبندرام ستگرو مهاراج جن کي چيو ته ڪرپا ڪري آگيا ڪريو ته هي سامان ۽ ڪاغذ وغيره شڪارپور سيٺين کي ڏياري موڪليان ۽ بالڪل آزاد ٿي اوهان جي چرڻن ۾ رهي ڀڳوان جي ڀڳتي ڪريان. تنهن تي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته آبا آزادي ٻن پرڪارن جي آهي. ١. استول ليائي ٢. سوکيم ليائي.

اَستول تياڳ اهو آهي جو پنهنجو وهنوار ۽ گهر ٻار ڇڏي، گنگا ڪناري يا ڪنهن جهنگل يا پهاڙ تي ايڪانت استان ۾ ويهي ڀڄن ڪجي.

سوکيم تياڳ اهيءَ کي چئجي ته جو چت جو تياڳ ڪري گرهست ۾ رهي سمورو وهنوار شاسترن جي مريادا انوسار ڪندو رهجي. پنهنجي گهر کي هڪ ڌرمشالا سمجهجي ۽ ٻار ۽ ساري پروار کي مهمان ڄاڻجي. پنهنجو تن من ڌن پدارٿ، پرماتما ستگرو ديو جي امانت ڄاڻجي ۽ سڀالر شيواداري ٻڌي اُنکي سنڀاليندو رهي.

مَنُ ميرا گرچرن ۾ ديجي ڀيٽ چڙهاءِ،
ڪهي نيڻون نيهون لوڪ ۾ سهج مڪتي هوءِ جاءِ.

**ارٿ** - مَنُ معنيٰ مانپڻو ايمان- سريو، ذات ورڻ- ڪل آشرم، تن من آد جو ايمان. ميرا معنيٰ ممت- هي سڀ تن من پدارٿ منهنجا آهن اهي ٻئي ڳالهيون ستگورن جي چرنن ۾ ڇڏي سچي آزادي پائي، گوبند جي ڀڳتي ڪري، تنهي لوڪن ۾ جيون مڪت ٿي گذاري.

آئي هرک نه اُپجي- جائي شوک نه هوءِ،
ائسي رهڻي جو رهي- گرهه بن يوگي سوءِ.

**ارٿ**- پدارٿ اچي يا وڃي، جمي يا مري، گهاٽو واڌو سڀ ستگرو ڀڳوت جو ڄاڻي خوشي يا غم نه ڪري. اهڙو جگياسو بن ۾ رهي يا گرهست ۾ تڏهن به تياڳي آهي. تنهن ڪري توهان چت جو تياڳ ڪري سڀ جو وهنوار ڪندا رهو. ان قسم جو وهنوار پرمارٿ ۾ ڪڏهن به رڪاوٽ نٿو وجهي. تنهن ڪري توهان ڀلي وڃي سڀاڻي پنهنجي وهنوار کي لڳو.

ڀڳوان منهنجو چت هيٺئين سنساري وهنوار کان کڻو تي پيو آهي. دل اِنهن ٻنهي ڇوڙي نه سدائين توهان جي چرلن ۾ گوبند رام اکين ۾ پاڻي آڻي هٿ ٻڌي چوڻ لڳو نه هي

وينو ٻڌتي ڪربان وهنواري ڪٽڪي ۾ مون کان ڀڳتي ڪانه ٿي سگهندي.

ستگرو مهاراج جن تنهن تي چيو نه آيا، ڀڳتي ۽ ستسنگ ۾ هڪ ڪٽڪو آهي.

برهما ڪٽڪا، وشنوُ ڪٽڪا - ڪٽڪا شنڪر سوامي،
سارا جگ ڀي ڪٽڪا ديڪا - ورلا سنت آرامي.

برهما سنسار جي اُلپتيءَ جي ڪٽڪي ۾، وشڻو سنسار جي پالن جي ڪٽڪي ۾، شنڪر سرشٽيءَ جي سنگهار جي ڪٽڪي ۾ آهي. اهڙي طرح سارو سنسار ڪٽڪي سان ڀريل ٿي ڏسڻ ۾ اچي ٿو. فقط برهم گياني ٿي ڪٽڪي کان ڇٽل آهي. واسته ۾ ڪٽڪو دکدائي ڪونهي. هن جيئو ڪٽڪي ۾ ڪٽڪو پيدا ڪري وڏو آهي ۽ اهو ئي دکدائي آهي. مطلب ڀڳوت مايا رُوپي ڪٽڪو رچيو آهي، تنهن ۾ هي جيئو 'مان ۽ منهنجي' جو ڪٽڪو پيدا ڪري ڏاڍو دکي ٿو ٿئي. سو آيا توهان 'مان ۽ مالپڻي' جو ڪٽڪو هٽي ڇڏي آزاد ٿي وهنوار ڪريو.

ستگرو مهاراج جن جا وچن سڻي، ڀائي گوبند رام چيو، پريوُ جنن اوهان جي آگيا. ٻئي ڏينهن صبح جو ڀائي گوبند رام ستگرو مهاراج جن کي پيرين پئي موڪلائي روانو ٿي ويو.

هڪ ڏينهن ڀائي ٺهلرام ستگرو مهاراج جن کي چيو نه اج مان بنيءَ تان گهمي ٿو آچان تون تيسين دڪان جي سنڀال ڪج. بنيءَ تي اچي ڏسي نه ڪم سارو بگڙيو پيو آهي. هارين هارين کان پڇيائين نه اڄا گوال لال ڪوله آيو آهي ڇا؟ هارين

چيو ته سائين آيو آهي پر اندر ٻنيءَ ۾ ويٺو آهي. ڀائي
ٽهلرام اچي ڏٺو ته برابر اندر ڪنڌ هيٺ ڪيو ويٺو آهي.
ڪاوڙ مان سڏ ڪري چيائينس ته تون هتي ڪنڌ هيٺ ڪيو
ويٺو آهين، ٻني ڪنهن جي حوالي ڇڏي آئين؟ سارو ڪم
بگڙيو پيو آهي. آخر توهان ٻنهي ڀائرن جو ڪهڙو ويچار
آهي؟ جي تون به هي ڪم نه سنڀالين ته هلي ساڌ سان گڏجي
گهر رهه ته هڪ آسرو ٿئي. ائين سيني کي گهٽ وڌ ڳالهائي
موٽي دڪان تي آيو، ڏسي ته دڪان تي فقيرن جي لنبي
قطار لڳي پيئي آهي. ساڌ ويٺو دڪان لٽائي. اهو رنگ
ڏسي ستگرو مهاراج جن کي چيائين ته هي، ڇا پيو ڪرين؟
سارو دڪان ٿي لٽي ڇڏيو اٿيئي. فقير ڀائي ٽهلرام جو آواز
ٻڌي اٿي ويا. ستگرو مهاراج جن چپ ڪري ويهي رهيا.
ايتري ۾ ماتا ڪرشنا، ڀائي ٽهلرام جا واڪا ٻڌي دڪان
تي آئي. ٽهلرام کي چوڻ لڳي ته ابا ڇا آهي؟ ساڌ کي
ڇو ٿو ڳالهائين؟ ڀائي ٽهلرام ماتا کي چيو ته ماتا، هوڏانهن
ٻنيءَ تي ڏٺم ته گوال ڪنڌ هيٺ ڪيو ويٺو آهي؛ سڄو
ڪم ڦٽائي ڇڏيو اٿائين؛ ڪابه سنڀال ڪانه ٿو ڪري. هيڏانهن
ساڌ دڪان تي ڇڏي ويس ته سارو دڪان فقيرن کي ڏيئي
لٽائي ڇڏيائين. وري تون به واٽي بدر ڪٽين. هن سال باغن
۽ ٻنين مان گهڻو نقصان ٿيندو؛ دڪان جو به حال ڪونه ٿو
ڏسجي. وري جي توهان به هٿ سان ڦٽائيندا ته گهر جو
وهنوار ڪيئن هلندو؟ ايترو ٻڌي ماتا ڪرشنا چوڻ لڳي
ته تون ڪائي چنتا نه ڪر، ايشور مڙيوئي چڱي ڪندو.
ٽهلرام ڪٿي چپ ڪئي. تنهن کان پوءِ ماتا ڪرشنا وڃي
گهر جي شيوا ۾ لڳي ۽ ستگرو مهاراج جن وڃي سنتن جي
شيوا ۾ لڳا.

١١ بجه سيٺيءَ پوڄڻ کانپوءِ سمجهي ويا. ٻانهي ٽهلرام به ڏڪان تي سمجهي ويو. ستگرو مهاراج جن سيٺيءَ کي لنڊ به ڏسي آهستي آهستي دڪان ٻاهر اڪري رستو ورتي جهنگل ڏي سير ڪندا ٧ بجه شام جو وڃي شاهه جي پٽ ۾ پهتا. ستگرو مهاراج جن بزار ۾ پهتا ته ڀڳت لڪميچند ۽ ڀڳت شيوڪرام ستگرو مهاراج جن کي پري کان ڏٺو. خيال ڪرڻ لڳا ته ساڌ پيرين پنڌ، اگهاڙي پيرين، اگهاڙي مٿي الاجي ڪٿان پيا اچن. اڳيان وڌي وڃي مهاراج جن سان مليا ۽ خوش ٿي ڪين گهر وٺي آيا. گهر جا سيٺيءَ ٻاني ستگرو مهاراج جن جو درشن ڪري ڏاڍو خوش ٿيا ۽ خبرچار پڇڻ لڳا. ڀڳت لڪميچند پڇيو ته ڪٿان اچڻ ٿيو آهي؟

ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته اڄ روٽي کائي چيم ته ٻئي ڏينهن ٻاهران گهمي اچان، جو جهڙالو لڳو پيو هو. اهو ويچار ڪري شهر کان ٻاهر اچي خيال پيو ته شاهه جي پٽ تان گهمي اچان. پوءِ ته جهنگل جو سير ڪندو اچي اوهان وٽ لڪتو آهيان. ڀڳت لڪميچند ۽ ڀڳت شيوڪرام چوڻ لڳا ته ڏاڍو سٺو، ڀلي آيا. اتي ماڻا گياڻي ٻانهي ۽ ماڻا ايشوري ٻانهي خالصو وڃي ٻاڻ ۾ چوڻ لڳيون ته شايد ٽهلرام گهڻ وڌ ڳالهايو اٿس ته ڏهن آيو آهي ۽ اسان کان اڪائي آيو. تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن کي جل پان ڪرايائون. ايتري ۾ ڀڳت چتارام ۽ ڪرشنداس به اچي پهتا ۽ مهاراج جن کي پيرين پئي مليا.

رات جو ستسنگ ٿيو ۽ ڏاڍي خلق آئي. مهراج ليکراج به دل رباب ٽڻي آيو ۽ ستسنگ ۾ وڄايائين. ستگرو مهاراج جن به اهڙا وڻندڙ ڀڄن ڳايا جو ساري سنگت پريم ۾ اچي جهولڻ لڳي. جنهن وقت سازن جو آواز ۽ ستگرن جو آواز

پاڻ ۾ تي مليا تنهن مهل چئي ته ساوڻ جا بادل گجي رهيا هئا. پريمين جا هردا وئراڳ سان پرجي ويا.

رات جا ١٢ لڳي ويا تنهن ڪانپوءِ ستسنگ سماپت ٿيو. مهراج ليکراج ستگرو مهاراج جن کي ارداس ڪئي ته سائين سڀاڻي اوهين سڀئي ساڌ اسان وٽ ڀوڄن ڪريو ۽ ستسنگ به ڪريو. ستگرو مهاراج جن اها ارداس قبول ڪئي.

ٻئي ڏينهن ستسنگ مهراج ليکراج جي جاءِ تي ٿيو. ستسنگ ۾ ويدانت جي وارتا هلايائون. ستسنگ پوري ٿيڻ ڪانپوءِ شامداس، مهراج ليکراج جي پاران شنڪا وڌي ته توهان جو ستسنگ ۾ چيو ته هي جيوُ ڀڳوان جو سروپ سڪ روپ آهي پر پنهنجو پاڻ کي ڀلائي ڏکي ٿيو آهي سو پنهنجو پاڻ ڪيئن تو ڀلائي ۽ ڪيئن وري پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي سگهي تو ٿئي. ڪرپا ڪري اها ڳالهه اسان کي سمجهايو.

ستگرو مهاراج جن چيو ته هي جيوُ پنهنجي ڀرم ڪري ڀلي ٿيو آهي. انهي تي هڪ سندر درشٽانت ڏنائون: هڪ هاريءَ جوئر جو کيت پوکيو. جڏهن کيت پچي تيار ٿيو تڏهن مزورن کي وٺي اچي انهيءَ ۾ لاباري شروع ڪيائين. هڪ ڏينهن سڄ لٿي مهل مزورن کي چوڻ لڳو ته هي پاڻي انڌيرو ٿي ويو آهي، هاڻي ڪم بند ڪريو. کيت ۾ هڪ شينهن ڏينهن جو لڪي اچي وينو هو، تنهن جو انڌيري جو نالو ٻڌو ته سوچڻ لڳو ته اهو انڌيرو وري ڪهڙي بلا آهي. مان جهنگل جو راجا آهيان: پر انهيءَ بلا کان منش به ڊڄن ٿا. شينهن انهيءَ ويچار ۾ هو ته هاريءَ مزورن کي چيو ته ڪم جٽي آهي انهي ٿي ڇڏي ڏيو ۽ جلدي لڪري هلو، انڌيرو اچي ويو. هاري ۽ سڀئي مزور هليا ويا. شينهن ويچار ڪيو ته ماڻهو ٿا پڇي رهن ته مان به هتان پڇي

وڃان ۾ متان اهو اُڌيرو اچي مونکي پڪڙي. ايترو ويچار
ڪري آهستي آهستي هلڻ لڳو. ايتري ۾ هڪ ڌوٻي
جنهن جو ڳڏهه گم ٿي ويو هو سو ڳوليندي ڳوليندي اچي
اُتي اچي جوار جي کيت ۾ اڪتو. جتي شينهن بيٺو هو. اوندهه
۾ شينهن کي پنهنجو ڳڏهه سمجهي وڏي آواز سان چوڻ لڳو
ته هي بدمعاش کيت ۾ اچي لڪو آهين. پيهه ته هاڻي تنهنجي
خبر وٺان. ائين چئي جوش ۾ گهٽ وڌ ڳالهائيندو شينهن
ڏانهن وڌڻ لڳو. شينهن آواز ٻڌي ڏڪي ٻيهي رهيو ۽ دل
۾ چوڻ لڳو ته هاڻي پڪي ته ڪين سگهبو جو اُڌيرو اچي
ويو آهي، آواز وارو مونکي ضرور پڪڙيندو. ايتري ۾
ڌوٻي به اچي شير وٽ پهتو. هڪ ڪاوڙ جو جوش ٻيو
اوندهه، ڪاٿي خبر ته پيس ته شينهن آهي يا ڳڏهه. سو ته
ڪيائين هم نه ڪم، شينهن کي لٺيون زور سان وهائي
ڪڍيائين. پوءِ ڪن ۾ هٿ وجهي پنهنجي گهر وٺي آيس.
شينهن کي ڪاٺي سان ٻڌي ٻئي ڏک هڻي چوڻ لڳو ته
خبردار جي هتان ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي اٿيئي ته اُقت
مارڻ کان سواءِ نه ڇڏيندو سانءِ. ايترو چئي ڌوٻي روٽي
کائي وڃي آرامي ٿيو. هوڏانهن شينهن دل ۾ ويچار ڪيو
ته هي اُڌيرو جو مون کي پڪڙي وٺي آيو آهي سو مون
کي مارڻ کان سواءِ ڪين ڇڏيندو. اهيءَ چنتا ۾ ساري رات
گذري ويس. صبح جو ڌوٻي ۴ بجه اُٿي اوندهه ۾ ٽي
ڪپڙن جون هڙون ٻڌي شينهن جي پٺيءَ لي رکي نديءَ
ڏانهن روانو ٿيو. ندي شهر کان ميل کن پري هئي. شينهن
کي مارينده ڪٽيندو جڏهن نديءَ جي ويجهو آيو ته ڏٺائين
ته بيو هڪ ببر شير جهنگل ۾ بيٺو آهي، جنهن پري کان
پنهنجي ڀاءُ شير کي ڏسي وڏي آواز سان چيو ته هي منهنجا

پاڻ، هي ٽون ڇا ڪري رهيو آهين جو ڪپڙن جو بوجو پٺيءَ تي رکائي مار کائيندو پيو وڃين؟ اهو ٻڌي ڌوٻيءَ وارو شيخن جهنگل واري شير کي چوڻ لڳو ته آدا، مون کي اندريءَ پڪڙي رکيو آهي. ٽون به چپ ڪري پڇي وڃ، متان توکي به اچي پڪڙي. ببر شير اندريءَ جو نالو ٻڌي چوڻ لڳو ته هي مهامورک اندرو ڪٿان آيو؟ توکي هڪ آدمي ماريندو ڪٽيندو پيو وڃي. تنهنجي شيرپڻي کي ڌڪار آهي جو تون شيخن هوندي به بار پيو ٻوئين ۽ مار پيو کائين. تنهن تي ڌوٻيءَ وارو شيخن چوڻ لڳو ته آدا، مون کي ڪا يڪتي ٻڌاءِ ته مان هن اندريءَ جي چنبي مان ڇٽان. اندرو مون کي ڏاڍو ڏک ڏيئي رهيو آهي. اهيءَ تي ببر شير چيس ته پاڻ، هاڻي ٻڌ، جڏهن مان ڪريان ته تون به ڪج ته اندريءَ جي خبر پئجي ويندي. ايترو چئي پاڻ جو نڪاءُ ڪري وٺي گجڪار ڪيائين، ته ڌوٻي ڪپڙا ڇڏي وٺي ڀڳو. ڌوٻيءَ وارو شيخن به ڪپڙا پٽ تي ڪيرائي پڇي وڃي ببر شير سان گڏيو. پوءِ شير پاڻ ۾ ملي ڀريش تي جهنگل جو سير ڪرڻ لڳا. مطلب ته چمت روپي ڪڙمي ڏيهه روپي ڪيمت پوکي آهي، جنهن ۾ اندرين روپي مزور ڪم ڪن ٿا. جنهن مهل چمت چوي ٿو ته جلدي پنهنجي آتم- گهر ۾ وڃو جو ڪال روپي اندرو اچي رهيو آهي ته جيو روپي شير جو هن سرير ۾ وينو آهي سو ڪال جو نالو ٻڌي دل ۾ چوي ٿو ته اهو ڪال نه اچي مون کي پڪڙي. اُتي اڳيان روپي ڌوٻي جيوَ کي ڪڙي ممتا روپي گهر ۾ وجهي موهه روپي ڪلي سان ٻڌي ڇڏي ٿو.

جيوُ دل ۾ چوي ٿو ته مان هاڻي هتان ڇٽي ڪين

شايد ڪيس خبر ڪانہ پئي آهي نہ تہ هو ضرور رات ستسنگ ۾ اچي ها. ستگرو مهاراج جن ستسنگين سان ڏنڊي روپي ڀڳت جي لاءِ ليءِ اچي ساڻس مليا. روپي ڀڳت وڏي پريم سان ستگرو مهاراج جن ۾ پريمين ڪي وهاري چوڻ لڳو تہ هي پريو، منهنجا وڏا ڀاڳ جاڳيا آهن جو ڪرپا ڪري توهان پاڻ اچي درشن ڏنو آهي. ستسنگ ۾ سنتن جي مکاروند مان ائين پڌلدا آهيون تہ وئراڳي، لتڻو ڀيتا مهاتمائن جي درشن ڪرڻ سان ڪيترن جنمن جا پاپ ڌوپي وڃن ٿا. سندن وچن ڦلاس سان هردو ٺري پوي ٿو. تنهن ڪري هي پريو، توهان پڻي آيا. توهان جي هينئر ڪهڙي شيوا ڪريان. آگيا ڪريو.

ستگرو مهاراج جن مشڪي چوڻ لڳا تہ توهان پنهنجن هٿن سان چنبل تي اُنو پيمهي روٽي پچائي سنتن ۽ مسافرن کي کارائيندا آهيو سو اُهيءَ مان ڪا ٽڪري پيٽي هجي تہ کڻي اُچو تہ کائي پاڻي پيئون.

روپو ڀڳت ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ٽڪري ۽ سائي پاڄي کڻي اچي ستگرو مهاراج جن ۽ سادن جي اڳيان رکي ۽ جنّن ڪرشن ڀڳوان وِدر ڀڳت جي گهر وڃي ساڳ ۽ روٽي کائي خوش ٿيو هو تئن ستگرو مهاراج جن بہ روپي ڀڳت جي ٽڪري ڏاڍي پريم سان کاڌي ۽ پاڻي پي خوش ٿيا. تنهن کان پوءِ روپي ڀڳت جا پٽ، مڪائيءَ جا سنگ پچي پچائڻ لڳا ۽ روپو ڀڳت سگرو مهاراج جن کي هٿ جوڙي چوڻ لڳو تہ هي پريو، آتما نراڪار آهي جنهنجو ڪوبہ رلنگ روپ ۽ چهن ڪونہ آهي. شاستر چون ٿا اِندرين جي وشہ ڪانهي يعني اِندرين بہ ڏسي نٿيون سگهن ۽ پڌي بہ نٿيون سگهن سو اهو ڪئن ڏسڻ ۾ ايندو.

ايترو بڌي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته أبا جنهن شيءِ جو رنگ روپ ڪوئي سا به ڏسڻ ۾ ايندي آهي.

سلوڪ ـ جئسي ڦولن باغيچي ۾ ـ
بڙي سڳندي آتي هئہ،
روپ رنگ ڪڇ چهن نہ ٿانڪا ـ
من ڪو بهہ هرشاتي هئہ.

٢ـ جئسي پيڙا پيٽ أندر ڪي ـ
أؤر نہ ڪو پهچانت هئہ،
تئسي أر ۾ آتم ڪوهي ـ
نج آنڀؤ سين جانت هئہ.

مطلب تہ جئن باغيچي يا ڦلواڙيءَ ۾ وڃي گهمبو آهي تہ خوشبوءِ ايندي آهي اُنهيءَ خوشبوءِ جو ڪوبہ رنگ روپ ڪونهي ۾ ڪ جي دوارن پاسڻ ۾ ايندي آهي ۽ دل کي خوش ڪندي آهي. جئن پيٽ ۾ لماڻ ڏايو سوُر پوي تہ ڪوبہ ماڻهو يا ڊاڪٽر اُنهيءَ سوُر کي ڏسي ڪونہ ٿو سگهي ڇو جو اُنهيءَ جو ڪوبہ رنگ روپ ناهي ۽ جنهن کي پيٽ ۾ سوُر آهي سو بڌيءَ وسيلي اُن سوُر کي سمجهي ٻڌائي ٿو تہ مون کي هن جاءِ تي سوُر آهي. ۽ جيڪڏهن ڪوڪانئس پڇي تہ ٻائي ٻڌاءِ تہ سوُر ڪهڙو آهي تہ بيمار فقط اِئين چوندو تہ هن جاءِ تي سوُر آتم باقي ڪهڙو آهي سو جهڙي طرح ڳلن جي سگهندي ۽ پيٽ جي سوُر جو ڪوبہ رنگ روپ ڪونہ آهي تئن اِنڌي جا جڙ آهي سا ساکي چيتن جو پرڪاش پائي، آتما جو ساکيا ڪار ڪرائي ٿي. آتما کي هي باهريون اکيون نٿيون ڏسي سگهن ڇو جو اِندرين جي وشئہ ناهي ۽ بڌيءَ روپي اکين سان اُلکي ڏسي سگهبو.

دوها - آپنا مُک تب ديکين - تين وست جب هوءِ،
دڙپن نَمَن پرکاش بِن - ديک سکي نا کوءِ.

**ارٿ** - جئن ڪنهن کي پنهنجو منهن ڏسڻو هجي ته پنهنجين اکين جي پرڪاش ۽ آرسيءَ دواران ئي ڏسي سگهندو. پر اُنهن ٻنهي وستن مان جي ڪابه هڪ نه هوندي ته ڪڏهن به پنهنجو منهن ڏسي نه سگهندو.

اُتم ٻڌي کي نئَن هون - ديپڪ ستگور نام،
کهي ٽيئُون ست گرنت پر - ديکو آتم رام.

اُتم ٻڌي روُپي اکيون هجن، پوُرن ستگروءَ جي لڱن اُپاسنا جي شبد گيان جو پرڪاش هجي تنهن کان پوءِ ويدانت گرنٿ روپي آئيني ۾ آتم رام ڏسڻ ۾ ايندو. روپو ڀڳت ۽ ٻيا ڏاڍو خوش ٿيا. تنهن بعد ستگرو مهاراج جن ۽ ستسنگي مڪانيءَ جا سنگ ڪاٺي، روپي ڀڳت کي ساڻ ڪري جاءِ ٽي آيا.

شهر جا ماڻهو به ڏيري ستسنگ لاءِ اچڻ لڳا ته ڀائي کيمارام ۽ مهراج هوندلداس ڪنڊوءَ مان اچي ستگرو مهاراج جن کي پيرين پئي اچي وينا. مهاراج جن کين چيو ته اُيا، توهان ڪئن آيا آهيو. ٻنهي چيو هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته سائين ٽيون ڏينهن منجهند جو توهان ۱۲ بجي ڏاري ڪنهن کي به نه ٻڌائي اُٿين هليا آيا آهيو. پنهنجو سڀني اُهين سمجهيو ته توهان گهمڻ ويا هوندا ۽ سڀ لئي ستسنگ ۾ ايندا. پر جڏهن ستسنگ ۾ به اوهان نه آيا تڏهن ستسنگ کانپوءِ سڀئي ستسنگي توهان کي ڪنڊو ۽ سالاري جي باغيچن ۾ ڳولڻ ويا. وري صبح جو به توهان کي تمام گهڻو ڳوليوسون. ٻئي ڏينهن شام جو پت شاهه جو ماڻهو گڏيو تنهن ٻڌايو ته سوامي جن شاهه

آلان شام جو
جي پٽ ۾ آهن. اهو ٻڌي سيٺي کي ٻڌائي
٤ ٻجي پنڌ ٿي پنڌ لکتا آهيون. هاڻي ڪرپا ڪري ڳوٺ
هلو. ايترو ٻڌي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته آٻا، جل پان
ڪريو. هيئر ستسنگ جي مهل ٿي آهي. سڀ چڱي ٿيندي.
ستسنگ ۾ مکي لنورام اٿي عرض ڪيو ته هي پريو،
ڪريان ته ٻي اَدٻي ٿو. منهنجي هڪ شنڪا آهي جا ڪرپا
ڪري دور ڪريو. ستگرو مهاراج جن ٻڪتارو جهلي چيو
ته جيڪا شنڪا هجيو سا ٻلي ٻڌايو.
مکي تنورام چيو ته هي پريوُ، جنهن مهل سنتن جو واهي
تا ستسنگ ٻڌون ٿا تنهن مهل آنند ٿو اچي ۽ اهڙو وئراڳ ٿو
لڳي جو ڀانءِ ته گهر ٻار ڇڏي وڃي ڀڳونت جو ڀڄن ڪريون.
اَنين ٻه سمجهون ٿا ته هي سنسار ڪوُڙو آهي. آڪيلا آيا
آهيون ۽ آڪيلا ٿي ويندا سون. ڪير ٻه ڪنهن جو ڪونهي
پر جنهن مهل گهر ٿا وڃون تنهن مهل اهو آنند ۽ وئراڳ لهي
ٿو وڃي. جهڙي جا لهڙا ٿي ٿا وڃون. سو هي پريوُ، اهو
وئراڳ ۽ پريم ۽ آنند هميشه لاءِ ڪئن اسان کي پراپت ٿيندو.
ستگرو مهاراج جن چيو ته توهان کي ٿيبر وئراڳ ۽ پرلوڪ
سان ملائڻ وارو سچو پريم ڪونهي جو سنسار کان ڇڪي
ڀڳوان سان ملائي. اهڙو وئراڳ ۽ سچو پريم ڀرت کي هو.
مالما ڪيڪئي گرو وسشٽ آدي جڏهن چوڻ لڳس هن وقت
ٻي ڪا ٻه چنتا نه ڪري، سيئي ڳالهيون وساري راڄ ڪر
١٤ سال جلد اُڀ سڀئي وانگر گذري ويندا، رامچندر پاٺهي
اَچي توسان ملندو؛ تڏهن ڀرت هٿ جوڙي چوڻ لڳو.
دوها - آپن دارن دينتا ڪهون سين تر نايـ
ديکي بن رگهنات پد - جيءَ ڪي جرن نه جاي
توهان نه پنهنجي سک لاءِ مولڪي ڏاڍي سٺي صلاح ڏ

آهي پر منهنجي سک لاءِ فقط سري رام جو درشن آهي. انهي لوڪن جو ٻه ڪٽي مون کي راڄ ملي پر جيسين سري رام جي چرن ڪملن جو درشن نه ڪندس، تيسين منهنجي من کي شانتي پراپت نه ٿيندي. سو مان صبح جو سوير ضرور سري رام وٽ ويندس ۽ ڀرڻ سري رام جو درشن ڪري پوءِ روٽي کائيندس. اهڙي پرتگيا ڪري سري رام جي ملڻ لاءِ رواڻو ٿيو. انهيءَ کي سچو پريم چئبو آهي. اهڙي پريم ۽ ويراڳ کان سواءِ هيءُ جيوُ پيو ڇوڙدو نه ساري سنسار جي جهنجهٽ کي ڇڏي ڀڳوان جو ڀڄن ڪجي پر ڇڏي نه سگهندو ڇو جو ڪٽنب جي موهه روُپي رسي هن جيوَ جي گلي ۾ بلڪل مضبوط ٻڌل آهي. جئن ربڙ جي ڏوري ڇڪڻ سان ڊگهي ٿيندي آهي ۽ وري ڇڏڻ سان واپس اچي ملي ويندي آهي، تئن هي جيو موهه جي ڏوري ڇڪي ڀڳوان جي طرف، شبھ ڪرمن جي پاسي ۽ ستسنگ ۾ اچي ٿو پر جنهن وقت من ۾ سنسار جو سنڪلپ ڪري ٿو تنهن وقت وري ربڙ جي رسيءَ وانگر واپس اچي سنسار جي وهنوار ۾ لڳي ٿو. اهو سنسار جو موهه آتم گيان کان سواءِ ناس نه ٿيندو ۽ آتم گيان پورن ستگرو دوارا پراپت ٿيندو، آتم گيان پائي پوءِ بن ۾ رهي يا گهر ۾ رهي وهنوار ڪري تڏهن به اهو ويراڳ ۽ آنند ناس نه ٿيندو آهي. ايترو ٻڌي مکي تنورام ۽ ساري سنگت ڏاڍو خوش ٿي. تنهن کان پوءِ ستگرو مهاراج جن اُن وقت ٿي ستسنگ ڪري ستنام ساکيءَ جي ڌني لڳائي ستسنگ سماپت ڪيو ۽ ساري سنگت ياو پرساد وٺي گهر وئي.

مکي تنورام ۽ روُپي ڀڳت پوڄن ڪرڻ لاءِ سوامي جن کي اُداس ڪئي. سوامي جن، تنهن ڪري، ٻئي ڏينهن

مدڇهند جو مکي ٽنورام وٽ ستسنگ به ڪيو ۽ رسوئي بنا ڪاڌي ۽ ڪپس گر منتر ڏيئي، پنهنجي چرنن ۾ جاءِ ڏني. شام جو روهڙي ڀڳت وٽ ڀوڄن ڪيائون. اُهڙيءَ ريت ڀيا پريمي اچي رسوئيءَ لاءِ پرپرنا ڪندا هئا ته ستگرو مهاراج جن اُنهن کي به ڏينهن جو راضي ڪري، رات جو اچي ڀڳت لکميچند جي گهر ستسنگ ڪندا هئا.

اِئين چار ڏينهن گذري ويا. ڪنڌڪوٽ ۾ پريمي ۽ ستسنگي وڇوڙو سهي نه سگهيا. کيمارام ۽ مهراج هوللداس جي مهاراج جن کي وٺڻ آيا هئا، سي به اِتئي رهي پيا. آخر ڀائي منگهن رام، آسُو رام ۽ ويرسيرام چڙهي آيا ۽ اچي سوامي جن کي ٻاڌائي چوڻ لڳا ته اوهان کان سواءِ ماتا ۽ سارو ڪنڌڪوٽ اُباڻڪو آهي. ڪرپا ڪري اڄ ئي هلڻ جي ديا ڪريو.

مگر ڀڳوان جي قدرت اهڙي اچي ٻڌي جو پريمين جي سوالن ۽ ستسنگ جي آنند ۾ هنن کان به گهر موٽڻ جي ڳالهه وسري وئي ۽ هو به رهي پيا.

ماتا ڏٺو ته جيڪو تو وڃي سو وڃي تو ويهي رهي. آخر ماجرا ڪهڙي آهي؟ تڏهن ٽهلرام کي موڪليائين ته تون وڃي ڏس ته آهي ڇا ۽ ساڌ کي وڃي وٺي اچ. ٽهلرام، لالورام ۽ اوم پرڪاش کي ساڻ ڪري، ڀٽ ڏانهن ويو. اچي ڏسي ته سيئي اسڀنت تي اُتي وينا آهن. تڏهن ٽهلرام سوامي جن کي چيو ته ٻيا ڏير سيرو نه هلُون. پر، ڀڳت لکميچند ۽ ڀڳت شيوڪرام ۽ ٽنهن کان پوءِ ماتا گياني ٻائي ۽ ماتا ايشوري ٻائيءَ جي زور ڀرڻ تي، ٽهلرام اُها رات اُتي رهيو.

ستسنگين کي جڏهين خبر پيئي ته سوامي جن سڀاڻي صبوح

جو ويندا، تڏهين ٺهلرام کي منت ڪيائون ته سوامي جن
کي هفتو کن ڇڏي وڃو. ٺهلرام، سندن بيحد پريم جي وس ٿي،
مهاراج جن کي ٻه ڏينهن ڇڏي وڃڻ قبول ڪيو. صبوح جو
وڃڻ وقت ٺهلرام وري ٻه سيني کي عرض ڪيو ته وچن
جي پالنا ڪري، ساڌ کي ٻن ڏينهن کان پوءِ روانو ڪجو.
اُنهن ته ٿئي جو اسان کي وري پنڌ ڪرڻو پوي.

ٺوڙهن جي ڳوٺ ۾ اُنهيءَ ڏينهن سڌن جو ميلو هو.
ڀڳت شيوڪرام، مهاراج جن کي ٻڌايو ته ميلي ۾ ڪِرن جي
ٻل ڏاڍي ويندي آهي ۽ ڪين وينتي ڪيائين ته اوهين ٻه
هلو ۽ هلي ستسنگ ڪري اهو ڪوس بند ڪرايو. ستگرو
مهاراج جن وڃڻ قبول ڪيو ۽ سيني کي چيائون ته تيار ٿيو
ته هلون. ايتري ۾ ڀڳت چيتارام، ڪرشنداس ۽ ٻيا پريمي
ٻه پاڻهي آيا ۽ ٻين کي پڻ سڏ ڪري سڀئي گڏجي ٣٠-٣٥
ڄڻا منڊلي ڪري اُٿيا. جهنگل جو سفر ڪندي ڪندي
صبح جو ستگرو مهاراج جن سيني ستسنگين سميت سڌن جي
ميلي ۾ پهتا.

سنتن اڳ ۾ ئي وڃي ستسنگ ڪيو. ستگرو مهاراج جن
۽ ساري منڊلي ڀڳت پرسورام سان اچي ستسنگ ۾ ويٺا.
ڀڳت پرسورام ستگورو مهاراج جن کي چيو ته توهان به ٻئي
وچن ٻڌايو.

ستگرو مهاراج جن چيو ته پهرين توهان ڪجهه ٻڌايو جو
اسان پياس رکي آيا آهيون، پوءِ اسين به ٻڌائينداسون.

ڀڳت پرسورام چيو ته چڱو، توهان هميشه اشنان ڪري
جل پان ڪريو تيستائين پل ٻيا سنت پڇن ڪن. اسان ٢ ٻجه
کان ٣ ٻجه تائين ڪنداسون ۽ توهان جو وقت ٤ ٻجه کان ٥
ٻجه تائين رکون ٿا. ايترو چئي ڀڳت پرسورام پنهنجن

ته اُنهيءَ شنڪا جو لڙليءَ ستسنگ ۾ ٿي تيڻ گهرجي، اسين به
سڀ ٻڌون، تنهن کان پوءِ ٻلي پڇن ٿي. سنگت جي راءِ
ڏسي ڀڳت پرسورام چوڻ لڳو ته آد کان وٺي ديوين ديوتائن
تي ٻليون چڙهنديون آيون آهن. ديوتا سمرٿ آهن. تلسيداس
مهاراج به چيو آهي ته 'سمرٿ کو ناهين ڏوش'. تنهن
ڪري ديوتائن تي ڪو به پاپ نه لڳندو آهي. هتي اسان
وٽ به وڏن کان وٺي سدن تي ٻليون چڙهنديون آيون آهن
تنهن ڪري اِهو پاپ ڪنهن تي ڪونهي.

انهيءَ تي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته ديوتائون ٽن
پرڪارن جا آهن. ١. ساتوڪي ٢. راجسي ٣. تامسي. ماس
شراب تامسي ديوتائن جو کاڌو آهي ۽ اُهو ساتوڪي ديوتائن
تي چاڙهڻ پاپ آهي. شادين مرادين ۽ اُتسون تي درياهه
شاهه ۽ ٺاڪرن تي ٻيا سڀ ڀوڳ لڳائبا آهن پر ماس شراب
جو ڀوڳ ڪڏهن نه لڳائبو آهي ڇو جو اِئين ڪرڻ وڏو پاپ
آهي. ديوي سرڪار جا قاعدا ۽ قانون سڀني سان هڪجهڙا
لاڳو آهن، ڏان پاپ ۽ پنج ڪرم جو ڦل به ٽنهي لوڪن ۾
ديوتائن ۽ خواهه جيون کي هڪ سمان ڀوڳڻو آهي. پر هتي
ته ستپرش سد ستوگڻي هئا سو هنن تي ماس ۽ شراب
چاڙهڻ ڏوهه ڪونهي. سڀني شاسترن به ماس کائڻ جي منع
ڪئي آهي ۽ نيتي شاستر ته اِئين چوي ٿو:-

**ست ڪرتا، اُپديشتا، اُپڪاري انمنٽ،**
**گهاتڪ، سوادڪ ڪت يي اگهه سم پاڳي جنت.**

**ارٿ-** ست ڪرڻ وارو، صلاح ڏيڻ وارو، وٺي اچڻ
وارو، کهڻ وارو، رڌڻ وارو ۽ کائڻ وارو اُهن ڇهن ئي تي
هڪ جيترو پاپ پوي ٿو. هن منش جو ڏوهه آهي ته ٻنا
ڪنهن ڪارڻ جي ڪنهن به جيوَ کي ڏک نه ڏئي ۽ سڀني

جيون تي ديا ڪري ۔ ڀڳوان ۾ چيو آهي تہ 'جيو ديا تو
مم ديا' يعني جيڪو منهنجي جيون تي ديا ڪري ٿو سو
مون تي ديا ڪري ٿو ۔ سڀني منشن جو ڌرم آهي پڇ
ڪرڻ ۔ پر جي پڇ نہ ڪري سگهي تہ پاپ تہ نہ ڪري،
ڇو جو پاپ جو ڦل آهي دک، سو اوس هن جيو کي ڀوڳڻو
پوندو ۔ اَئين ستگرو مهاراج جن هي ڀڄن ٿاهي ڳائڻ لڳا ۔

## راڳ ڀيروي

ٽل- من پاپ ڪرم نهہ ڪرنا- هري ڪا نام سمرنا ۔

١- پاپ ڪرم ڪا ڦل دک هوگا- تاسين هردم ڊرنا،
پُنيہ ڪرم ڪا ڦل سک هوگا- يهہ نشچيہ اُسر ڌرنا ۔

٢- اَئسا ڪرم ڪرونا جانسين- ديکنا هووي پرنا،
ساڌ سنگت ڪي سيوا ڪرڪي- سرو دوک ڪو هرنا ۔

٣- تن ڌن ڪا ايمان تياڳسي- جيتي جگ ۾ مرنا،
نام هري ڪا هردم سمري- ڀوساگر سين ترنا ۔

٤- لين اڇا ڪو توڙي جلدي- جانو گر ڪي شرنا،
ڪهي ٽيئُون اي آلم گيانا- جيون مڪت وِچرنا ۔

اهو ڀڄن ستگرو مهاراج جن اهڙي تہ درد مان دوشنائن
۽ پرمائن سان سنگت کي ٻڌايو جو ڪيترن پريمين هٿ ڪٽي
ستگرو مهاراج جن کي چيو تہ هي پريڻ اڄ کان وٺي اسين
ماس ۽ شراب ڪين ورتائيندا سون ۔ اهو ٻڌي ستگرو مهاراج جن
چيو تہ ڏاڍو سٺو، انهيءَ لاءِ توهان کي ڌنيواد ۔ اسين خوش
ٿيا آهيون پر اڇا ہ ساري سنگت هٿ مٿي ڪٽي، اِها
پرتگيا ڪري تہ ڪٽي ۾ اِبڪرڻ جي ٻل ڪين چاڙهيندا سون ۔
ساري سنگت هٿ مٿي ڪري وڏي آواز سان پرتگيا
ڪري چوڻ لڳي تہ اڄ کان وٺي اسان ڪٽي ۾ ٻل نہ

چاڙهيندا سون ۽ ڪنهن به ڄڃ ڪي ڪوله ماريندا سون.

ستگرو مهاراج جن چيو ته سيني کي ڏيوالِ هجي، سڀ پاپ کان ڇٽا. اسين وڏي خوش ٿي ڏهن ٿيندا سون جڏهن ڀڳت صاحب پرسورام جن به ماس کائڻ ڇڏين. ائترو چئي ستگرو مهاراج جن ڀڳت پرسو رام ڏانهن نهاريو. ڀڳت پرسو رام به مهاراج جن ڏانهن نهاري چيو ته هي پرڻو، اڄ کان وٺي اسان به ماس ڇڏيون ٿا. آئينده سڌن لي دال ۽ ٿانهري ورهائينداسون؛ اهو ٻڌي ساري سنگت ڏرم جي جئه جئڪار بولائي ۽ تاڙيون وڄايون. اُن بعد ستگرو مهاراج جن ڀڄن ڪيو. ڏاڍي موج لڳي ۽ ٥ بجه ستنام ساکي جي ڏلي لڳائي ستسنگ سماپت ڪيائون. ساري سنگت چوڻ لڳي ته اڄ اسانجو سڌن جي ميلي لي اُچڻ سڦلو ٿيو. تنهن کان پوءِ ڀڳت پرسورام پلڙ پائي ميلو سماپت ڪيو. سنگت رومت وٺي روالي ٿي ۽ مهاراج جن به ڀڳت پرسورام کان موڪلائي گهمندا ڦرندا اچي شاهه جي پٽ تي پهتا.

رات جو ٺت نيم سان ستسنگ شروع ٿيو. الهيءَ رات خلق به تمام گهڻي آئي هئي. ١٢ بجه تائين ستسنگ چالو رهيو.

ٻئي ڏينهن صبح جو ڀائي صوبراج، رامون ڀڳت جو پٽ مهاراج جن ۽ سيني سادن کي رسوئي لاءِ پنهنجي گهر وٺي ويو ۽ ستگرو مهاراج جن کان نام جو اُپديش وٺي شش ٿيو. الي ڀڳت پرسورام جن پڻ آيل هئا. مهاراج جن ڀڳت پرسورام ۽ ٻين سان وينا ته ڀڳت رامون ستگرو مهاراج جن کي عرض ڪيو ته هاڻي ڀڄن شروع ڪريو. مهاراج جن ڀڳت پرسورام کي چيو ته اول اوهان هڪ ڀڄن ڳايو ته اسين به ٻڌون ٿا. ڀڳت پرسورام جن تنبورو کڻي پنهنجن ستسنگين سان ڀڄن ڳايو.

## راڳ راماڪلي

ٽل- سو يوگي گرو ميرا اوڌو- سو يوگي گر ميرا •
۱- نرور ايڪ پنڇي دو ٻتني- ايڪ گرو اِڪ چيلا ؛
چيلي سب ڇڳه چن چن کايا- گرو رهيا نه اَڪيلا •
۲- گگن منڊل ۾ اَرڌ مکه ڪوُها- تان ۾ اَميءَ ڪا واسا ؛
سگرا هووي پر پر پيوي- نگرا رهي نراسا •
۳- ترور ايڪ موُل بن ٺانڊيا- بن ڦوُلي ڦل لاگا ؛
شاخا پتر ڪڇ نهين وانڪي- اِشٽ ڪمل مکه گاجا •
۴- پنڇي ڪا کوج مين ڪا مارگ- ڪهت ڪبير وچارا ؛
موُرت ۾ اِڪ صورت ديکي- ستگر پڪه بلهارا •

اهو پڇن ڇٽي ڀڳت پرسورام مهاراج جن کي چيو ته هي ڀڳون هن پڇن جو ارٿ ڪري پوءِ توهان پڇن شروع ڪريو• ستگرو مهاراج جن مشڪي ڀڳت پرسورام کي چوڻ لڳا ته ڀڳون توهان ته ڇهولا يوگي آهيو ۽ سڀ ڪجهه ڄاڻو ٿا پر اسان کان پڇيا ٿا وئو• اسانجو جهڙو حال آهي تهڙو توهان کي ٻڌايون ٿا• ايترو چئي مهاراج جن ارٿ شروع ڪيو•

**ارٿ**- ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا ته اهو يوگي منهنجو گرو آهي جو هن پڇن جو ارٿ ڪري• هي سرير هڪ وڻ آهي جنهن ۾ هڪ گرو ساکي چيتن ۽ ٻيو چيلو اَڪيلو يعني اَسنگ نرليپ رهي ٿو• گگن منڊل يعني ڏسوين دوار ۾ هڪ اُلٽو کوهه آهي منهن هيٺ ۽ امرت روُپي جل ڀٽي هي ٿو• جنهن جڳياسوُ پورن ستگرو ڌارڻ ڪيو آهي سو اپياس ڪرڻ سان اهو امرت پئي ٿو ۽ جو نگرو آهي سو پي نٿو سگهي• ترور ايڪ يعني شبد روُپي هڪ وڻ آهي جو بنا ٻج جي براڊ آهي ان گگن منڊل ڪانسواءِ وويڪ آد ساڌن

رُوپي ڦل لڳل آهن. اُن ۾ پڻ ٻارُون ڪونه آهن. اهو شبد اُنهي ڪملن ۾ رات ڏينهن آواز ڪري رهيو آهي: جِنَن پکي آڪاس ۾ اُڏامي ٿو ته سندس پير جو رستو سوکيم ٿئي ٿو ۽ جِئَن مڇلي پاڻيءَ ۾ هلي ٿي ته سندس هلڻ جو رستو به سوکيم آهي، تِئَن ڪبير صاحب جن چون ٿا ته مون ويچار ڪري ڏٺو آهي ته آتم پد جو رستو به اهڙوئي سوکيم آهي. پر ستگرن جي ڪرپا سان هن ديهي رُوپي صورت ۾ اهو سوکيم رستو وٺي آتم صورت جو درشن ڪيم. جن اهڙي ست چت آنند سرُوپ جو درشن ڪرايو تن ستگرن تان مان ٻلهار وڃان.

ستگرو مهاراج جن جڏهن ارت ڪري بس ڪئي تڏهن ڀڳت پرسورام جن ڏاڍو پرسن ٿيا تنهن کان پوءِ ستگرو مهاراج جن ڪلاڪ کن ستسنگ ڪيو جنهن ۾ لوڪ مارڳ جي وارتا هلايائون. پوءِ ستگرو مهاراج جن ڀڳت پرسورام کان موڪلائي جاءِ تي آيا. رات جو ستسنگ ڪيائون. ڀڄاڙيءَ جي رات سمجهي خلق تمام گهڻي آئي هئي.

ٻئي ڏينهن صبوح جو ستگرو مهاراج جن، سروانند، گرمکداس، مهراج ليکراج، سيٺي پريمين سان گڏجي پنهنجي آستان ڪنڊوءَ ۾ آيا ۽ ماتا کي پيرين پئي مليا. ماتا کين چوڻ لڳي ته اُبا تون هتان چوزيءَ نڪري ٿو وڃين، اسان کي پنيان خيال ٿي ٿو پوي. چيت ڏاڍو اُداس ٿو رهي: اڳتي ڪيڏانهن نه ويندو ڪر ۽ گهر ۾ رهي پڇن ڪيرن ڪندو ڪر.

ماتا جا اهي وچن ٻڌي ستگرو مهاراج جن هي ڀڄن ٻاهي ٻڌايو.

## سر ڪلنگڙو

ٽل - متان جيڏيون جهليو مولڪي - ڏيو مون سواس ساڌن کي .

١- ٽيس جڳت کان هيڪل - دنيا کان دور ٿي مون دل ،
جلن جيرا پيا پل پل - سدا ساريان پريئن کي .

٢- سڏي ساڌو ڪرن ٽڪڙا - ڪاسائي ڄڻ کهي ٻڪرا ،
ڪِڍي اگيان جا ڪڪرا - ڏيئن تا ڏس ڏکويل کي .

٣- مائي مون سچ سنڌي سُرڪي - پيتم سا پريم سان ڀرڪي ،
رئجهايم رام کي مرڪي - خبر تنهن جي پيا ڪن کي .

٤- ڏٺم ستسنگ ۾ ويهي - ٽيئُون جت سنت ها سيئي ،
پريت تن سان پڪي پيئي - لڪايو ڄڻ ته لعلن کي .

ٻئي ڏينهن صبح جو ستگرو مهاراج جن اِشنان ڪري ويٺا ته ايتري ۾ رمضان اچي پيرين پئي ستگرو مهاراج جن اڳيان اچي ويٺو ۽ اکين ۾ پاڻي آڻڻ لڳو. مهاراج جن پڇڻ لڳس ته ڪهڙي آيا ڪر خبر. رمضان روئي چوڻ لڳو ته سائين توهان جي وٽي ڪانپوءِ ٻئي ڏينهن رکي منهنجو وڏو ڀاءُ ٻئي مائٽ وٺي آيو ۽ مون کي مار ڏيئي ٻڌي گهر وٺي ويا. اتي سڀ ملان مؤلوي گڏجي چوڻ لڳا ته توکي شرم ڪونه ٿو اچي جو پنهنجا مرشد ڇڏي وڃي هندوءَ جو مريد ٿيو آهين؟ هاڻي اسانجي اڳيان ڪلمون پڙهي قسم کڻ ته مون اهو مرشد ڇڏيو ۽ اڳتي اُنهيءَ در تي بلڪل ڪونه ويندس. تنهن تي مون هنن کي پنهنجو ڪلام ٻڌايو.

## راڳ تلنگ

ٽل - اسين مست گهمون تا ڇريا ڇريا - ديِن دنيا کان ڪريا ڪريا .

١- تن من جي اسان توڙي ڦاسي - امراپور جا ٿيا سي واسي ،
پڳتيءَ ۾ آهيون پريا پريا .

٢- ڪلمن قاضين کي خبر نہ ڪائي - اڇيو ڪن ٿا روز لڙائي،
قلمي ڪان آهيون ڦريا ڦريا.

٣- مسجد ڏاهيسون هيءَ ديهي - تنهن ۾ سجدو ڪريون ٿا ويهي،
الستو مکہ آهيون هريا هريا.

٤- رمضان رنگ لڳو ساڌن جو - پيتم پيالو دردوندن جو،
ٻاگہ منهنجا آهن وريا وريا.

سائين اهو راڳہ ڳائي بس ڪيم تہ ڏنڊا ڪٽي اچي مون کي ورتائون. مان چپ ڪري ڪنڌ هيٺ ڪري ويهي رهيس. خوب ماري ڪوٺيءَ ۾ پوري ڇڏيائون. مان تہ ايڪانت جي ڪوٺي ڏسي خوش ٿيس ۽ دل ۾ چيم تہ سائينءَ مون تي ڏاڍي ٻاجهہ ڪئي آهي جو ابياس لاءِ ايڪانت ڏني اٿائين. اهڙي طرح ٽي ڏينهن مون کي بند رکيائون. روٽي بہ مون کي اُتي ڏيئي ويندا هئا. ٽن ڏينهن ڪانپوءِ وري مولڪي چوڻ لڳا تہ هاڻي قسم کڻ تہ توکي ٻاهر ڪڍون. مون تنهن تي چيومان، خدا توهانجو ڀلو ڪندو. مولڪي مهنجو ڪن اچا ڇن ڪوٺيءَ ۾ بند رکو تہ مان عبادت ڪري ڏٺيءَ جو ديدار ڪريان. ايترو ٻڌي مولڪي ڪوٺيءَ مان ڪڍي خوب مارڻ لڳا. منهنجي ماءُ اچي مولڪي ڇڏايو ۽ هنن کي چيائين تہ هنکي نہ ماريو. هو ساڌن وٽ ڪو نہ ويندو. مان پاڻهي سمجهائينديسانس. تنهن ڪانپوءِ گسائين مينهن کي باغ ۾ ڇڏي، وڃي ايڪانت ۾ ويهي ابياس ڪندو هوس. ڪالهہ توهانجي اچڻ جي خبر پئي تڏهن اڄ سوير اٿي گائيون مينهون باغ ۾ ڇڏي سڌو توهان وٽ هليو آيو آهيان. سائين، هاڻي جيڪا خدمت چئو سا ڪريان. ستگرو مهاراج جن چيس تہ ٻابا، تون گهر وڃي ڪو ڪم ڪر نہ تہ ماءُ تہ مارينديءَ. تنهن تي رمضان چوڻ لڳو تہ سائين، مارون ڪائي هاڻي ڏايو

ٿي پيو آهيان. آخر ماري ڪٿي گهر کان ڪڏهن ڇڏيندا نه؟ ٻلي ڪڏهن ڇڏين. باقي مان گهر کولي ويندس. هتي جيڪا شيوا چئو سان ڪريان.

رمضان جو اهڙو اٽل ارادو ڏسي ستگرو مهاراج جن چيس نه ڀلا، چڱو وڃي ساڳي شيوا ڪر. ڳائين لاءِ ڪتر ڪر، ڇيڻن جي ٻهارو ۽ ڪانيون ڪري اچ. اها آگيا پائي رمضان وڃي ڪتر ڪرڻ لڳو.

ٻئي صبح جو سوير مائي رياست ستگرو مهاراج جن وٽ آئي ۽ اکين ۾ پاڻي آڻي چوڻ لڳي ته سائين، جنهن ڏينهن کان منهنجو پتار رضا ڪري ويو آهي تنهن ڏينهن کان وٺي منهنجو من دنيا کان تمام اُداس ٿي پيو آهي. ڪرپا ڪري مونکي نام جو رستو ٻڌايو ته مان ڀڄن ڪري جنم سڦلو ڪريان. تنهن تي ستگرو مهاراج جن چيس ته اڄڪلهه پنهنجن وڏن کان اهڙي آگيا وٺي اچ ته پوءِ توکي نام جو رستو ٻڌايون. اهو جواب ٻڌي مائي رياست چوڻ لڳي ته هي پريو، آگيا لاءِ مون ورلي ڪانهي پر جي وٺنديس ته ٻه ڪاله ڏيندا. تنهن تي ستگرو مهاراج جن چيو ته اڄڙي تون پرڀيم سان وڃي چوين جو ته عورت جو ڌرم آهي ته جي خاوند هجي ته اُن کان آگيا وٺجي، خاوند نه هجي ته وڏن کان آگيا وٺي پوءِ ڪنهن پورن مهاتما کان اُپديش وٺجي. اها مريادا آهي. ايترو ٻڌي مائي رياست چوڻ لڳي ته چڱو مان وڃي ٿي پڇي ڏسان.

شام جو پائي آلوارام ۽ ڄيڄن رام سالاري جا وڪيل ستگرو مهاراج جن وٽ آيا ۽ اچي وينتي ڪيائون ته سڀاڻي ستسنگ اسان وٽ ڪريو ۽ سڀني سنتن مهاتمائن سميت ڀوجن پاڻ ڪريو. ستگرو مهاراج جن سندن وينتي سويڪار ڪئي. پوءِ

پائي آلورام مهاراج جن کي ٻڌايو ته شهدادپور جا کي ٻاوا سالاري ۾ پنهنجن شيوڪن وٽ آيل آهن. اٽڪل ٨-١٠ گهر آهن. انهن کي چون ٿا ته ٽن سالن جو ٻڌيسان روپيه ٽيهه ڏيو. جيڪي شاهوڪار هئا تن پوري ڏنا. باقي ويچارا جيڪي غريب آهن سي کين چون ٿا ته روپيه پنج ونو جو اسين غريب آهيون ۽ وڌيڪ ڏيڻ جي طاقت ڪانهي. ايترين منٿن ڪندي به ٻاوا چون ٿا ته ڪٽان به آٽي ڏيو. نپر وڪڻي به ڏيو، نه ڏيندا ته اسين اوهانکي پٽيندا سون. شهر جي ٻن ٽن شاهوڪارن کي ماس مدرا کارائي پنهنجي پاسي ڪيو اٿن ۽ انهن کي چيو اٿن ته هنن کان پئسا اڳاڙي ڏيو. هنن ويچارن غريبن کي ڏاڍو تنگ ڪيو آهي، سو ڪرپا ڪري انهيءَ باري ۾ ٻه ٻه چار وچن چئو. ايترو چئي پائي آلورام ستگرو مهاراج جن کي چيو ته مان اوهان کي ٨ بجه وٺڻ ايندس. پوءِ روانو ٿيو.

ٿنهن ڪالهپوءِ ستگرو مهاراج جن گهمڻ ويا. موٽي پنهنجي آستان تي ڏسن ته ڀڳت آئل لال ۽ سنت گهنبورام جن ويٺا آهن. مهاراج جن وڏي آدرستڪار سان ساڻن مليا ۽ خوش ٿي چوڻ لڳا ته ڀڳون اڄ وڏي ڪرپا ڪئي آئو جو اڄي درشن ڏاو آئو. ڀڳت آئل لال جن چيو ته اڄ ڪنڊوءَ ۾ ڪنهن برسيءَ وٽ آيا هئاسون. اتي ٻڌوسون ته توهان شاهه جي پٽ کان موٽي آيا آهيو. سو ويچار ڪيوسين ته اڳوپوءِ سنتن جو سٿسنگ ٻڌندا وڃون. ستگرو مهاراج جن سنتن کي جل پان ڪرائي ستسنگ شروع ڪيو. ٻهراڻ ساڌن پڙهن چيو تنهن ڪالهپوءِ ڀڳت آئل لال ۽ سنت گهنبورام ۽ آخر ۾ ستگرو مهاراج جن ستسنگ ڪرڻ لڳا. سنتن جي مهما جو ورنن ڪيائون. ستسنگ ڪالهپوءِ سنتن کي رسوئي پاڻي ڪرائي لالٽين کڻي ستسنگين

کي ساڻ ڪري ڀڳت آتل لال کي اماڻي ويا. تورو بند ڪري جڏهن ٽرنل ڀهر وڃي پهتا تڏهن ڀڳت آتل لال جن کي چيائون ته سائين ڪڏهن آهن سو ڏيري ڏيري سڀائي هلجو.

اهڙي ۾ ٻئي ڏينهن تي ته اڄ ڪڏ ۾ ڪري پيس ۽ مري ويس ۽ ته ڪنهن ٻئي هن کي چيو ته چوماڻو ته ڏيري ڏيري هلو، هتي ڪڏهن اٿو. اُهين ٿي آهو ۽ وڃي ڪڏ ۾ پيو ته نٿين واڪو ڪري چيو ته اڄ اندا آهيو ڇا؟ اهڙو چئي اهو ٿيون ته هتي ٻنهي، جي مٿان وڃي پيو. تڏهن ٻهراڻون چوڻ لڳو ته سيٺ اندا آهيو ڇا جو اچي منهنجي مٿان ڪريا آهيو؟ ٻين چيو ته ادا ڇا ڪريون، اولڌ آهي. خبر ڪانه ٿي پوي. ڏانهون ٻڌي ستگرو مهاراج جن اڳتي وڌي لالٽين ڪڍي وڃي ڏسن ته ٻه چار ٻاوا ۽ ۴-۵ گرهستي آهن. ڪالڻن پڇيائون ته ڪٿي ڪريا؟ ٻاون چيو ته رات اونداهي آهي ٻتي ڪاله آهي لنهنڪري ڪڏ ۾ ڪري پياسين. ستگرو مهاراج جن ٻوء سنتن کي وٺي اڳتي هليا. رستي ۾ ڀڳت آتل لال سوامي جن کي ٻڌايو ته اهي ٻاوا هر روز شام جو پنهنجن غريب ججمانن کي ٻنديان جي پئسن لاءِ ستائي، موٽي وڃي ڪنٻوءِ ۾ لڪندا آهن. ڏسجي ٿو ته اڄ غريبن جي پٽ لڳي اٿن، جو ڏک ڪاڍا اٿن. مهاراج جن ٻڌي دل ۾ ڪٽي رکيو. سنتن کي پريم لگر ۾ ڇڏي پنهنجي آستان تي آيا.

صبح جو ٻائي ٽهلرام ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته ڪالهه سارو حساب ڪتاب ڪري ڏٺوسين ته ٻنين ۽ ٻاغن مان ٻه هزار روپيه گهاٽو پيو آهي ۽ ڏڪان مان به ڪو فائدو ڪونه نڪتو آهي. هاڻي پئسا ڪٿان، ڪنهن کان وٺون؟ توهان ي چنتا ٻه ڪو ڪم نتا ڪريو. مان اڪيلو ڇا ڪريان؟

آشا ترشنا روُپي ڪنڊ ۾ ڪري اُنهن پيا دانهون ڪن ته هن
سنسار ۾ ڪو ٻه ڀڳوان جي ڀڳتي ڏيکارڻ وارو ڪونهي. سڀ
اُنڌا آهن.

**درشٽانت** - هڪڙي ڏينهن ڀوُساگر جي سوُرداس
واٽئي ٻڌو ته لوڀ گانءِ جي ڌرمشالا ۾ رهڻ، کائڻ پيئڻ ۽
سمهڻ جو ڏاڍو عيش آرام آهي سو لٽ لوٽو هٿ ۾ کڻي
گانءِ جو رستو وٺي پنڌ ڪندي ڪيترن ڏينهن کان
پوءِ اچي لوڀ گانءِ جي ويجهو پيو. باقي ٿورو پنڌ پري هو
ته اُلي رستو ڇڏائي ويس ۽ جهنگل ۾ منجهي پيو ۽ سڏ ڪرڻ
لڳو ته آهي ڪو پرڀوءِ جو پيارو جو مون کي لوڀ گانءِ جي
ڌرمشالا وٺي هلي؟ اُنهيءَ وقت هڪڙو لوڀ گانءِ جو سورداس
ڀائي منوداس ٻه اُلي جهنگل ڪرڻ آيو هو تنهن جو اهو آواز
ٻڌو سو پڇڻ لڳو ته اُدا ڪير آهين؟ تنهن تي ڀوُساگر جو
واٽيو پڇڻ لڳس ته مان ڀوُساگر جو واٽيو آهيان. لوڀ گام
جي ڌرمشالا ويندس. هتي منجهي پيو آهيان. منوداس
واٽئي کان سندس نالو ۽ ذات پڇندو پڇندو سندس آواز
جي اوت تي پرسان وڃي ٻانهن کان پڪڙي پڇڻ لڳس ته
اُدا، جيڪي تو اڳي ۾ ٻڌايو سو پورو سمجهه ۾ ڪين آيو.
هاڻي ٻڌاءِ ته تون ڪٿي وينو آهين؟ ذات جو ڪير آهين؟
نالو ڇا اٿيئي؟ ڪيڏانهن ويندين؟ واٽيو پڇڻ لڳس ته اُدا،
ڀوُساگر جو وينل آهيان، ذات جو واٽيو آهيان، منهنجو نالو
سنسارام آهي. لوڀ گام جي ڌرمشالا ۾ ويندس. هاڻي
ڀلائي ڪري مون کي وٺي هل.

اهو ٻڌي ڀائي منوُداس چيس ته اُدا، پنهنجو نالو
وري ٻڌائيج. واٽئي چيو ته منهنجو نالو سنسارام آهي
ڀائي منوداس نالو ٻڌي دل ۾ ڏاڍو خوش ٿيو ته گراهڪ

تہ ڏاڍو سنو مليو آھي. اِنھن ويچار ڪري پاڻي منوُدا[س]
چيئس تہ اَدا توکي لوپ گام جي ترمشالا ۾ وٺي هلي ڇڏيندس
۾ مون کي ڏيندين ڇا؟ واڻئي چيس تہ ڀڳوان جي نا[لي]
مون کي وٺي هل. منوداس چيس تہ تہ اَدا مان ڀڳوان جي
نالي مان ڪونہ چاڙھان. ٥ روپيہ ڏين تہ وٺي هلانءِ. نہ
پُل هتي جهنگل جا جانور توکي ماري کائين. منوداس
اِهي ٻہ چار ڀيرا وچن ٻڌي واڻيو چوڻ لڳو تہ پاڻي مو[ن]
وٽ پنج روپيہ ڪونہ آهن باقي اڍائي روپيہ آئُم سي وٽ
۾ منوداس چوي تہ پنجن روپين کان هڪ پائي بہ گهٽ ن[ہ]
وٺندس. ٻڌاءِ آتيڻي قبول نہ تہ مان وڃان پنهنجو رستو.
واڻئي چيو تہ اَدا چڱو اڍائي روپيہ روڪ وٽ باقي اڍائي
روپين ۾ اوٺو تو ڏيانءِ. منوداس اڍائي روپيہ روڪ وٺي
چيلهہ سان سوگها ٻڌي ۽ اوٺو وٺي هڪ هٿ ۾ ڪنيون ۽
ٻئي هٿ سان واڻئي جي ٻانهن وٺي هلڻ لڳو. دل ۾ خيال
ڪندو پيو وڃي تہ ڏاڍو سنو ٿيو جو اڄ صبح جو اڍائي روپيہ
روڪ ڪمايم ۽ اوٺو بہ جهنگل پاڻيءَ لاءِ سنو مليم. ڀڳوان
کي پيو چوي تہ هي ٻريو، اَهڙا گراهڪ مون کي روز ڏياريندو
ڪجانءِ. اَهڙي طرح دل ۾ ڏاڍي خوشي ڪندو پيو وڃي.
خوشيءَ ۾ رستو ڀلجي ويس ۽ وڃي ٻئي رستي ۾ پيو. اهو
رستو سڌو هڪ کڏ ڏانهن ٿي ويو. کڏ ۾ پٿر نڪر، ڪنڊا
گند ڪچرو ڀريل هو. کڏ کي ويجهو آيا تہ منوداس واڻئي
کي چوڻ لڳو تہ وک وڌائيندو هل جو دير ٿي ٿئي. اِنھن
ڇٽي اچا تورو لڪڙي وک کڻي اڳتي وڌيا تہ اڳيان منوداس
پنيان واڻيو ٻنسارام ڌوُ وڃي هڪ ٻئي مٿان کڏ ۾ ڪريا.
ٻنهي کي اَهڙو تہ ڌڪ لڳو جو ٻئي منٽ تہ بيهوش ٿي
ويا. جڏهن سجاڳ ٿيا تہ ڏهن واڻيو، منوداس کي چوڻ لڳو

مليو آهي . انهن ويچار ڪري پاڻ منوُداس
ڪي لوڀ گام جي ڌرمشالا پروني هلي ڇڏيندس .
پنديس ڇا ؟ واڻئي چيس ته ڀڳوان جي نالي
هل . منوداس چيس ته ڏ ادا مان ڀڳوان جي
ته چاڙهان . ٥ روپيه ڏيڻ ته وني هلان ته ته
ڳالهه ڇا جانور توکي ماري کائين . منوداس ڇا
دڙ وچن ٻڌي واڻيو ڇوڙ لڳو ته پاڻ مون
پيه ڪونه آهن باقي اڍائي روپيه آٺ سي وٽ .
چوي ته پنجن روپين کان هڪ پائي به گهٽ نه
اء آئيڻي قبول نه ته مان وڃان پنهنجو رستو .
ادا چڱو اڍائي روپيه روڪ وٽ باقي اڍائي
تو ڏيان . منوداس اڍائي روپيه روڪ وني
سوڳها ٻڌي ۽ اونو وني هڪ هٿ ۾ ڪنيون ۽
ن واڻئي جي ٻانهن وني هلڻ لڳو . دل ۾ خيال
جي ته ڏاڍو سٺو ٿيو جو اڄ صبح جو اڍائي روپيه
ءِ اونو به جهنگل پاڻيءَ لاءِ سٺو مليم . ڀڳوان
ته هي پريو , اهڙا گراهڪ مون کي روز ڏياريندو
تري طرح دل ۾ ڏاڍي خوشي ڪندو پيو وڃي .
ستو پلڇي ويس ۽ وڃي ٻنهي رستي ۾ پيو . اهو
ڏانهن پيي ويو . ڪڏ ۾ پتر نڪري ڪندا
ئو . ڪڏ کي ويجهو آيا ته منوداس واڻئي
وڪ وڌائيندو هل جو دير ٿي ٿئي . انهن
ڪري وڪ ڪٽي اڳتي وڌيا ته اڳيان منوداس
سارام ڏوُ وڃي هڪ ٻئي مٿان ڪڏ ۾ ڪريا .
ته ڏک لڳو جو ٻئي منٽ ته بيهوش ٿي
ڳه ٿيا تڏهن واڻيو , منوداس کي ڇوڙ لڳو

آشا ترشنا روُپي ڪنڌ ۾ ڪري اُئين پيا دانهون ڪن ته هن سنسار ۾ ڪوبہ ڀڳوان جي ڀڳتي ڏيکارڻ وارو ڪونهي. سڀ اُنڌا آهن.

**درشٽانت** - هڪڙي ڏينهن ڀڳوساگر جي سوُرداس واٽئي ٻڌو ته لوپ گام جي ڌرمشالا ۾ رهڻ، کائڻ پيئڻ ۽ سمهڻ جو ڏاڍو عيش آرام آهي سو لٺ لوٺو هٿ ۾ کڻي گام جو رستو وٺي پنڌ ڪندي ڪيترن ڏينهن کان پوءِ اچي لوپ گام جي ويجهو پيو. باقي ٿورو پنڌ پري هو ته اُلي رستو ڇڏائي ويس ۽ جهنگل ۾ منجهي پيو ۽ سڏ ڪرڻ لڳو ته آهي ڪو ڀريوءَ جو پيارو جو مون کي لوپ گام جي ڌرمشالا وٺي هلي؟ اُنهيءَ وقت هڪڙو لوپ گام جو سورداس ڀائي مئوداس بہ اُلي جهنگل ڪرڻ آيو هو تنهن جو اِهو آواز ٻڌو سو چوڻ لڳو ته اُدا ڪير آهين؟ تنهن تي ڀڳوساگر جو واٽيو چوڻ لڳس ته مان ڀڳوساگر جو واٽيو آهيان. لوپ گام جي ڌرمشالا ويندس. هتي منجهي پيو آهيان. مئوداس واٽئي کان سندس نالو ۽ ذات پڇندو پڇندو سندس آواز جي اوت تي پرسان وڃي ٻانهن کان پڪڙي چوڻ لڳس ته اُدا، جيڪي تو اڳي ۾ ٻڌايو سو پورو سمجهه ۾ ڪين آيو. هاڻي ٻڌاءِ ته تون ڪٿي وڃو آهين؟ ذات جو ڪير آهين؟ نالو ڇا اٿيئي؟ ڪيڏانهن وڃڻ ٿو؟ واٽيو چوڻ لڳس ته اُدا، ڀڳوساگر جو ويٺل آهيان، ذات جو واٽيو آهيان، منهنجو نالو سنسارام آهي. لوپ گام جي ڌرمشالا ۾ ويندس. هاڻي ڀلائي ڪري مون کي وٺي هل.

اهو ٻڌي ڀائي مئوُداس چيس ته اُدا، پنهنجو نالو ته وري ٻڌائج. واٽئي چيو ته منهنجو نالو سنسارام آهي. ڀائي مئوداس نالو ٻڌي دل ۾ ڏاڍو خوش ٿيو ته گراهڪ

تہ ڏاڍو سنو مليو آھي. اِئين ويچار ڪري ڀائي منوُداس
چيس تہ اَدا توکي اوپي گام جي ڌرمشالا ۾ وٺي هلي ڇڏيندس.
پر مون کي ڏيندين ڇا؟ واڻئي چيس تہ ڀڳوان جي نالي
مون کي وٺي هل. منوداس چيس تہ ڏ، اَدا مان ڀڳوان جي
نالي مان ڪونہ ڄاڻان. ٥ روپيہ ڏين تہ وٺي هلانءِ نہ تہ
ڀل ھتي جهنگل جا جانور توکي ماري کائين. منوداس جا
اِهي لچاريندڙ وچن ٻڌي واڻيو چوڻ لڳو تہ ڀائي مون
وٽ پنج روپيہ ڪونہ آهن باقي اڍائي روپيہ اٿم سي وٺ.
پر منوداس چيو تہ پنجن روپين کان هڪ پائي بہ گهٽ نہ
وٺندس. ٻڌاءِ اٿيئي قبول نہ تہ مان وڃان پنهنجو رستو.
واڻئي چيو تہ اَدا ڇڱو اڍائي روپيہ روڪ وٺ باقي اڍائي
روپين ۾ اونو ٿو ڏيانءِ. منوداس اڍائي روپيہ روڪ وٺي
ڇيلهہ سان سوگها ٻڌي ۽ اونو وٺي هڪ هٿ ۾ ڪنيون ۽
ٻئي هٿ سان واڻئي جي ٻانهن وٺي هلڻ لڳو. دل ۾ خيال
ڪندو پيو وڃي تہ ڏاڍو سنو ٿيو جو اڄ صبح جو اڍائي روپيہ
روڪ ڪمايم ۽ اونو بہ جهنگل پاڻيءَ لاءِ سنو مليم. ڀڳوان
کي پيو چوي تہ هي ڀرپور، اهڙا گراهڪ مون کي روز ڏياريندو
ڪجانءِ. اهڙي طرح دل ۾ ڏاڍي خوشي ڪندو پيو وڃي.
خوشيءَ ۾ رستو ڀلجي ويس ۽ وڃي ٻئي رستي ۾ پيو. اهو
رستو سڌو هڪ کڏ ڏانهن پئي ويو. کڏ ۾ پٿر لڪڙ، ڪنڊا
گند ڪچرو پيو پيل هو. کڏ کي ويجهو آيا تہ منوداس واڻئي
کي چوڻ لڳو تہ وک وڌائيندو هل جو دير ٿي ٿئي. اِئين
چئي اڃا ٿورو ڪتري وک کڻي اڳتي وڌيا تہ اڳيان منوداس
پنيان واڻيو سنسارام ڌوُ وڃي هڪ ٻئي مٿان کڏ ۾ ڪريا.
ٻنهي کي اهڙو تہ ڌڪ لڳو جو ٻئي منٽ تہ بيهوش ٿي
ويا. جڏهن سجاڳ ٿيا تہ ڏٺهن واڻيو، منوداس کي چوڻ لڳو

ته تون به اَنڌو آهين ڇا؟ سچ ته ٻڌاءِ ته تون آخر آهين ڪير جو مون کي اچي کڏ ۾ ڪيرايو اٿيئي. منهنجا هڏ گڏ ڀڄي پيا آهن. ٻيءِ گوڏن مان رت پيو وهي. ڏاڍهن تو پاڻي منوداس چوي ته اَدا جي سچ ٿو پڇين ته مان ته برابر اَنڌو آهيان، پر توکان وڏيڪ مون کي ڌڪ لڳو آهي. ڏس ته ٻنهي ٽوٽين ۽ گوڏن مان رت پيو وهي. ٻيٽ به قسي پيو اٿم جو تون به اچي منهنجي مٿان ڪري پئين. واٽيو ايترو ٻڌي هاءِ هاءِ ڪري چوڻ لڳو ته پنج روپيه به ڏنم ۽ ڌڪ به کاڌم. هي ڀڳوان، هي شهر ئي ڪو اَنڌن جو آهي جو مون لاءِ به ڪٽي اَنڌو موڪليئه. ايترو چئي ڏيري ڏيري کڏ کان ٻاهر نڪري منوداس کي زور سان ٻانهن کان پڪڙي چوڻ لڳس ته کڏ ۾ ڪيرايئه سو ته ٺهيو پر هاڻي اڍائي روپيه ۽ لوٽو ته ڏي. منوداس لوٽو واپس ڏئي چيس ته روپيه اڍائي ته ڪونه ڏيندوسانءِ. هيترو جو پنڌ ڪري توکي ولي آيس سو ڪو ڦٽهين جو نوڪر هوس ڇا؟ واٽئي ٻئي هٿ وجهي منوداس کي قابو جهلي چيو ته چڱي مڙس جا پٽ پئسا واپس ڏي. منوداس به ڪٽي ٻئي هٿ وڌس. واٽيو منوداس کي ٽنگ کان وٺي هيٺ ڪيرائي مٿان چڙهي زور سان ٻئي مڪون هڻي چوڻ لڳس ته هاڻي روپيه ڏين ٿو يا نه؟ منوداس وٺي دانهون ڪرڻ لڳو. ٻريان ٻئي سڄڻ ٻريمي رستو وٺي پيا وڃن. دانهون ٻڌي ڊوڙي اچي ٻنهي کي ڇڏائي پڇڻ لڳا ته اَدا ڳالهه ۾ ڇو ٿا وڙهو؟ تنهن تي واٽئي روئي ساري ڳالهه ڪري ٻڌائي. منوداس به چيو ته برابر اڍائي روپيه، لوٽو ڏنو اٿس. لوٽو مون کيس واپس ڏنو آهي. باقي اڍائي روپيه منهنجي محنت جا آهن جو مان اَڌ پنڌ وٺي آيو آهيانس. پاڻهي اچي کڏ ۾ ڪريا سون ته هن جا

پيٽا ڏک مون کي لڳا آهن. هاڻي توهان ويچار ڪريو ته
پئسا ڪئن واپس ڏيندو سانس. ايترو ٻڌي سڄڻ پريمي،
واڻئي کي ڇوٽ لڳا ته هي پاڻي، تهيو هاڻي اڍائي روپيه
ڪڍي ڇڏينس ته واڻيو ڇوٽ لڳو ته مري ويندس ته به روپيه
ڪونه ڇڏيندو سانس. تنهن کان پوءِ وري منوداس کي ڇوٽ
لڳا ته لون ته ساڻ تو ڏسڻ ۾ اچين سو پئسن ۾ ڇو لوپ رکيو
آٿيئي، ڪڍي واپس ڏينس. آنهيءَ تي منوداس ڇوٽ لڳو
ته هيتري تڪليف ورتم سا مفت ۾؟ مان مري ويندس ته
هڪ پائي به ڪونه ڏيندو سانس. جتي ڪاهڻو هجيس آلي
ڪاهي. اهو ٻڌي واڻيو پريمين کي ڇوٽ لڳو ته ڀڳوان جي
ڏالي تي اسان ٻنهي کي ڪورٽ ۾ وٺي هلي ڇڏيو.
مان اهو فيصلو مئجسٽريٽ کان ڪرائيندس، جي ته وٺي
هلندا ته منوداس کي جيترو ڪونه ڇڏيندس. ايترو ٻڌي
اُنهن پريمين مان هڪڙو پرُاپڪاري ٻنهي سورداس کي
وٺي وڃي ڪورٽ ۾ مئجسٽريٽ اڳيان ٻهاريائين. مئجسٽريٽ
اُنهيءَ گرهستيءَ کان پڇيو ته هنن غريب سورداس کي ڪنهن
ماريو آهي؟ گرهستي پريميءَ چيو ته حضور هي ٻئي پاڻ ۾
وڙهي رهيا هئا ته مان وڃي آلي نڪتس. جي مان ڪين نه
ڇڏايان ها ته وڙهي هڪ ٻئي کي ماري وجهن ها. مون کي
لڪڙو ڪم آهي سو مان وڃان ٿو وڌيڪ جيڪي توهان کي پڇڻو
هجي سو پڻ هنن کان پڇو. مئجسٽريٽ ٻنهي کان بيان وٺي
خيال ڪري فيصلو ڏنو ته منوداس اڍائي روپيه واڻئيءَ کي
واپس ڏئي ۽ ٻنهي کي هفتو هفتو جيل ۾ رکيو وڃي. واڻئي
کي سزا اُنهيءَ ڪري ٿي ڏجي جو خبر به هيس ته لوپ ڳام
جا ماڻهو لوپي ۽ ٺوڳي ٿيندا آهن پوءِ به هي لوپ ڳام ۾ آيو.
فيصلو ٻڌي منوداس اکين ۾ پاڻي آڻي اڍائي روپيه ڇوڙي

ته تون به آنڌو آهين ڇا؟ سچ ٻڌاءِ ته تون آخر آهين ڪير
جو مون کي اچي کڏ ۾ ڪيرايو اٿيئي. منهنجا هٿ گڏ ٻڌجي
پيا آهن. ٻئي گوڏن مان رت پيو وهي. تڏهن تو ڀائي
منوداس چوي ته ادا جي سچ ٿو پڇين ته مان نه برابر آنڌو
آهيان، پر توکان وڌيڪ مون کي ڏک لڳو آهي. ڏس ته
ٻنهي ٽنگن ۽ گوڏن مان رت پيو وهي. پيٽ به ڦسي پيو
اٿم جو تون به اچي منهنجي مٿان ڪري پيئين. واڻيو ايترو
ٻڌي هاءِ، هاءِ ڪري چوڻ لڳو ته پنج روپيه به ڏنم ۽
ڏک به ڪاڏم. هي ڀڳوان، هي شهر ئي ڪو آنڌن جو آهي
جو مون لاءِ به ڪٽي آنڌو موڪليءِ. ايترو چئي ڏيري ڏيري
کڏ کان ٻاهر نڪري منوداس کي زور سان ٻانهن کان پڪڙي
چوڻ لڳس ته کڏ ۾ ڪيرايءِ سو ته ٺهيو پر هاڻي اڍائي روپيه ۽
لوٽو ته ڏي. منوداس لوٽو واپس ڏئي چيس ته روپيه اڍائي
ته ڪونه ڏيندوسانءِ. هيترو جو پنڌ ڪري توکي وٺي آيس
سو ڪو ٺٺين جو نوڪر هوس ڇا؟ واڻئي ٻئي هٿ وجهي
منوداس کي قابو جهلي چيو ته ڇڳي مڙس جا پٽ پئسا واپس
ڏي. منوداس به ڪٽي ٻئي هٿ وڌس. واڻيو منوداس کي
ٽنگ کان وٺي هيٺ ڪيرائي مٿان چڙهي زور سان ٻئي
مڪون هڻي چوڻ لڳس ته هاڻي روپيه ڏين ٿو يا نه؟
منوداس وٺي دانهون ڪرڻ لڳو. پريان ٻئي سڄڻ پريمي
رستو وٺي پئي ويا. دانهون ٻڌي ڊوڙي اچي ٻنهي کي
ڇڏائي پڇڻ لڳا ته ادا پاڻ ۾ ڇو ٿا وڙهو؟ تنهن تي واڻئي
روئي ساري ڳالهه ڪري ٻڌائي. منوداس به چيو ته برابر
اڍائي روپيه، لوٽو ڏنو اٿس. لوٽو مون کيس واپس ڏنو
آهي. باقي اڍائي روپيه منهنجي محنت جا آهن جو مان اڌ
پنڌ وٺي آيو آهيانس. پوءِ اچي کڏ ۾ ڪرياسون ته هن جا

پيٽا ڏک مون کي لڳا آهن. هاڻي توهان ويچار ڪريو ته
پئسا ڪٿان واپس ڏيندو ساءِس. ايترو ٻڌي سڄڻ پريمي،
واڻئي کي چوڻ لڳا ته هي پائي، تهيو هاڻي اڍائي روپيه
ڪٽي ڇڏينس ته واڻيو چوڻ لڳو ته مري ويندس ته به روپيه
ڪونه ڇڏيندو ساءِس. تنهن کان پوءِ وري منوداس کي چوڻ
لڳا ته تون ته ساڌ آن ڏسڻ ۾ اچين سو پئسن ۾ ڇو لوڀ رکيو
اٿيئي، ڪٽي واپس ڏينس. اُهي ءَ تي منوداس چوڻ لڳو
ته هيتري تڪليف ورتم سا مفت ۾؟ مان مري ويندس پر
هڪ پائي به ڪونه ڏيندو ساءِس. جتي ڪاهڻو هجيس اُتي
ڪاهي. اهو ٻڌي واڻيو پريمين کي چوڻ لڳو ته ڀڳوان جي
لالي تي اسان ٻنهي کي ڪورٽ ۾ وٺي هلڻي ڇڏيو.
مان اهو فيصلو مئجسٽريٽ کان ڪرائيندس، جي نه وٺي
هلندا ته منوداس کي جيئرو ڪونه ڇڏيندس. ايترو ٻڌي
اُنهن پريمين مان هڪڙو پراپڪاري ٻنهي سورداسن کي
وٺي وڃي ڪورٽ ۾ مئجسٽريٽ اڳيان ٻهاريائين. مئجسٽريٽ
اُهي ءَ گرهستيءَ کان پڇيو ته هن غريب سورداسن کي ڪنهن
ماريو آهي؟ گرهستي پريميءَ چيو ته حضور هي ٻئي پاڻ ۾
وڙهي رهيا هئا ته مان وڃي اُتي نڪتس. جي مان ڪين نه
ڇڏايان ها ته وڙهي هڪ ٻئي کي ماري وجهن ها. مون کي
لڳو ڪم آهي سو مان وڃان ٿو وڌيڪ جيڪي توهان کي پڇڻو
هجي سو پال هنن کان پڇو. مئجسٽريٽ ٻنهي کان بيان وٺي
خيال ڪري فيصلو ڏنو ته منوداس اڍائي روپيه واڻئيءَ کي
واپس ڏئي ۽ ٻنهي کي هفتو هفتو جيل ۾ رکيو وڃي. واڻئي
کي سزا اُهي ءَ ڪري ٿي ڏجي جو خبر به هيس ته لوڀي ڳام
ماڻهو لوڀي ۽ ٺوڳي ٿيندا آهن پوءِ به هي لوڀي ڳام ۾ آيو.
...ملو ٻڌي منوداس اکين ۾ پاڻي آڻي اڍائي روپيه ڇوڙي

پئي تو تنهن کي پيرين نه پوڻ گهرجي. اُنهيءَ گروءَ جي ماءُ
جو مان مٿو ڪوڙايان جنهن گرو دوارا منهنجو پرم ناس ٿئو
ٿئي اُهڙو گرو پاڻ نه چؤراسيءَ ۾ وڃي ٿو پر چيلن کي به
پاڻ سان چؤراسيءَ ۾ وٺي وڃي ٿو.

چوپائي ١- ڏن هر هئن پن شوڪ نه هر هئن،
سو گور گهور نرڪ ۾ پڙ هئن.

چوپائي ٢- ڪن بيک جگت ڏيک وڏا تلڪ چڙهائي،
اندر دئت باهر سنت ڏن بگ جيوُن لڳائي.

تاتپريه- جو باهران سنسار جي ڏيکاءَ لاءِ مالهائون پائي،
پيوُت لڳائي، جٽا رکائي، وڏا تلڪ ڏئي باهر سنت ڏسڻ
۾ اچي ٿو پر هن جي اندر ۾ پوڄه جي واسنا ۽ پاکنڊ آهي
سو جيئن بگهه پکي نديءَ تي اکيون بوٽي سماڌي لڳائي
ويهندو آهي ۽ جڏهن مڇي ڏسندو آهي تڏهن جهٽ هڻي
اُنکي پڪڙي باهر ڪڍي ويهي کائيندو آهي تهڙي طرح
پاکنڊي ساڌو اکيون بند ڪري سنسار کي ٺڳيندو وتي ٿو.

دنيا ديوُنديه، ڏسي مونب وڏا ديو منائي،
چڏي ساچ ڪٽي ڪاچ وڃن پاپ ڪمائي.

مطلب اگيانِي جيڪو هت مايا روپي ديوتا کي ڏسي وڃي
ديوتائن، سنتن، مهاتمائن کي ارداسون ڪن ٿا ته اسانکي
پت، ڌن آدي پدارٿ ڏيو. پگتي گڻ روُپي سچ کي
ڇڏي وڃن روُپي پدارٿن جو ڪچ ڪٽي وڃي اُنهيءَ مايا
سان پاپ ڪرم ڪن ٿا.

انهيءَ مايا سوين گهايا وڏا مير منجهائي،
پڙهيا پنڊت ڪئين وير ڪنن چير تنگائي.

تاتپريه- هن مايا اننت جيون کي گهائل ڪري ڇڏ

ڪٿيا ٿي آيو. گرو ۽ کي پنهنجي ڪٿيا ٿي ڏسي سنگيرت
وڏي آدر ستڪار سان گرو ۽ کي وهاري چوڻ لڳو ته پريو،
ڪا شيوا هجي ته آگيا ڪريو، گرو ۽ چيس ته آبا، تون هتي
جدا آشرم ٺاهي اچي ويٺو آهين سو اها ڳالهه سٺي ناهي.
هاڻي ب۔ تون هلي اسانجي آشرم ۾ رهه. هتي ٻيو ڪو
شيواداري ٿا ڇڏيون گرو ۽ جا اهي وچن ٻڌي سنگيرت
چوڻ لڳو ته سائين، توهان وٽ مايون تمام گهڻيون ٿيون اچن.
هتي مان زالن کي اچڻ اصل ڪين ڏيندو آهيان ۽ مون پرتگيا
ڪئي آهي ته ڪنهن به زال جو منهن نه ڏسندس. تنهن
ڪري توهان سان گڏ ڪو نه هلندس. شش جا اهي وچن
ٻڌي گرو واپس موٽي ويو. پنجن ڇهن مهينن ڪانپوءِ اهو گرو
ڏاڙهي مڇون ڪوڙائي وارن کي زالن وانگر ٻڌائي چوٽي
ڪري، بڪل لڳائي سينگار ڪري هڪ مها سندري ۽ جو
روپ ڌاري پنهنجي شش سنگيرت جي ڪٿيا جي ويجهو
جهنگل ۾ اچي ويهي رهيو. ساوڻ جي موسم هئي. برسات
ب پئجي رهي هئي. سڄ لٿي مهل سنگيرت جي ڪٿيا وٽ
اچي ويٺو ته سنگيرت چيس ته تون ڪير آهين؟ ڪٿان آئي
آهين؟ ڪيڏانهن وينديئن ۽ هتي ڇو ويٺي آهين؟ ايترو
ٻڌي سندس گرو زناني آواز ۾ چوڻ لڳو ته مان راج ڪنيا
آهيان. پنهنجي پتا سان گڏ هن جهنگ ۾ شڪار تي آئي
هيس. منهنجي پتا کي شينهن ماري کائي ويو ۽ مان ٻن ۾
منجهي توهان وٽ آئي آهيان. هاڻي ته رات ٿي وئي آهي
۽ برسات به ٿي پئي پوي، تنهن ڪري اڄوڪي رات پاڻ
وٽ رهڻ ڏيو. صبح جو مان پنهنجي راجڌانيءَ ڏانهن
هلي ويندس.

اهو ٻڌي سنگيرت چوڻ لڳو ته مان زالن کي پاڻ وٽ

اُڇڻ ڪو نہ ڏيندو آهيان ۽ منهن بہ ڪو نہ ڏسندو آهيان ۔
هاڻي تون آئي آهين تہ هي تالو وٺ ۽ هن ٻي ڪٽيا ۾
اندران تالو ڏيئي وڃي رهہ، مان ٻاهران تالو ڏئي ڇڏيندس ۔
سڄ اڀرڻ کان اڳ ڪير بہ چوي تہ تالو نہ کولج ۔ جي اهو
وچن ڏين تہ ڀلي رهہ نہ تہ هلي وڃ ۔

اهو ٻڌي راج ڪنيا چيو تہ چڱو مهاراج اهو منهنجو وچن آهي
تہ مان در ڪو نہ کوليندس ۔ تنهن کان پوءِ سندس گرو
راج ڪنيا جي ويس ۾ ڪٽيا ۾ اندران تالو ڏئي وڃي ويٺو ۔
سنگيرت پڻ ٻاهران تالو لڳائي پنهنجي ڪٽيا ۾ وڃي سمهيو ۔
اڌ رات کانپوءِ جاڳي ويچار ڪرڻ لڳو تہ مها سندري پاڻهي
مون وٽ آشرم ۾ آئي آهي ۔ آشرم ۾ ٻيو ڪو ماڻهو بہ ڪونهي ۔
چونہ هن مها سندريءَ سان ملجي ۔ اهو ڪوڙو ويچار ڪري
ڪٽيا کان ٻاهر نڪري راج ڪماريءَ جي ڪٽيا جو تالو کولي
چوڻ لڳس تہ راجڪماري در کول ۔ راجڪماريءَ چيس تہ
مون کي مهاتما جي چيو آهي تہ صبح کان اڳ ڪنهن کي بہ
در نہ کولج ۔ تنهن تي سنگيرت چوڻ لڳو تہ سندري، اهو
مهاتما مان ئي تہ آهيان ۔ جلد ڪر در کول، منهنجو اندر
ضروري ڪم آهي ۔ اهو ٻڌي راج ڪنيا چوڻ لڳس تہ مهاراج
مان در اُصل ڪو نہ کوليندس ۔ اوهان سنت پنهنجي وچن
تي قائم رهو ۔ اهو ٻڌي سنگيرت ويچار ڪيو تہ هن مها سندريءَ
سان ضرور ملڻ گهرجي ۔ پر دروازو لوهہ جو ۽ ڀتيون پٿر
جون آهن سو ڪيئن ملجي ۔ اهو ويچار ڪري پنهنجي ڪٽيا
۾ اچي وڏو چمٽو ۽ ڪوڏر کڻي راج ڪنيا جي ڪٽيا جي
ڇت تي ڏاڪڻ رکي ڇت تي پهچي ڪوڏر سان ڇت کولي
چمٽي سان چار پنج سرون ڪڍي ٽڪو ڪري آهستي آهستي
اول ٽنگون کي هيٺ لاهڻ لڳو تہ راج ڪماري چوڻ لڳيس

نه مهاتما، هي ڇا ٿا ڪريو؟ سنگيرت پاڻ کي ٽڪڙو ڪٽي هيٺ ڇڏيو ته سندس سڀ ٻن ٽِڪرن جي وچ ۾ ڦاسي پئي. پئي همت ٽيڪرن ۾ وڃهي مٿي نڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو پر نڪي مٿي پئي لڪري سگهيو نڪي هيٺ پيو لهي سگهي. اهڙي طرح لٽڪندو رهيو. تنهن تي راج ڪنيا جي روپ ۾ گروءَ چيس ته ٻچا، ڪهڙو حال آهي؟ ڪائي تڪليف ته ڪانه آهي؟

آئي سنگيرت پنهنجي گروءَ جو آواز سڃاڻي چوڻ لڳو ته هي راجڪماري اهو آواز ته منهنجي گروءَ جو آهي سو سچ ٻڌاءِ ته تون ڪير آهين؟ ايترو ٻڌي سندس گروءَ چيو ته هي پاپي ليچ مان تنهنجو گرو آهيان. منهنجي آگيا جو ترادر ڪري زالن کان پري اچي هٽي وينو آهين. جيءَ تي ته مان زالن جو منهن به نه ڏسندس مان ورڪت آهيان. سو هي پاکنڊي اڄ اهو تنهنجو ورڪتپڻو ڪيڏانهن ويو؟ اهڙي ورڪتپڻي کان تون لٽڪي مرين ته چڱو. هاڻي مان ٽالو کولي پنهنجي آشرم ڏانهن ٿو وڃان. گروءَ جا اهي وچن ٻڌي سنگيرت اکين ۾ پاڻي آڻي چيو ته هي پرڀو، هاڻي مان مران ٿو، ڪرپا ڪري معافي ڏيئي بچايو. مان اوهان کي وچن ٿو ڏيان ته هن ڪاپيءَ مان توهان جي چرنن ۾ ويهي پنهنجو جنم سڦلو ڪندس. ايترو چئي زار زار روئڻ لڳو. شش جا ورلاپ ٻڌي گرو ٽالو کولي ٻاهر نڪتو ۽ چت تي چڙهي چت مان ودينڪ سرون کولي ٽيڪرن کي اتورو موڙي شش کي ٻانهن کان جهلي ٻاهر ڪڍيائين. تنهن کان پوءِ سنگيرت روئي گروءَ جي چرنن تي ڪري چوڻ لڳو ته هي پرڀو، توهان جي مايا ڏاڍي پربل آهي، ڪرپا ڪري منهنجي رکيا ڪريو. مهاتما سنگيرت کي آشرم ۾ وٺي اچي ڳالهين ۽

ٻاسڻ جي صفائي ڪرڻ جي شيوا ۾ لڳايو. اڄهو اُهڙي طرح
هن مايا سنگيرت کي اٽڪايو.

ڪهي ٽيئون تڳا ٽوڙي سرت شبد ملائي،
سچا سنت ڪلاونت وچن جنم مٽائي.

سنسار جي موهه ۽ آشا جا بندن ٽوڙي ڪو مهاتما، آتم
گياني وٺراڳي پنهنجي ورتي لام سان جوڙي چؤراسيءَ جي
چڪر کان ڇٽي ٿو.

اهو يعني پرماڻن ۽ ارٿ سان سنگت کي بڌائي ستسنگ
سماپت ڪيائون.

هڪ ڏينهن ستگرو مهاراج جن ۴ بجه صبح جو ڪرمنڊل
۽ اُنگوڇو کڻي حيدرآباد جو رستو وٺي گهمندا مڇهند
جو مٽياريءَ جي شهر ۾ اچي پهتا. شهر جي ٻاهران هڪ
سندر باغيچو هو. هڪ اُلب جي وڻ هيٺان ٿورو آرام ڪري
۳ بجه وري پنڌ پيا ۽ رات جو ۸ بجه اچي حيدرآباد پهتا.
شاهي بزار وٺي گهمندا ٿي ويا ته ڏٺائون ته هڪ ٽڪاڻي
۾ ستسنگ پئي ٿيو. ۲۰-۲۵ ماڻهو ويٺا هئا. سنت صندل
لي ويني ستسنگ ڪيو. ستگرو مهاراج جن به سنت کي
نمسڪار ڪري ستسنگ ۾ ويهي رهيا. ڪلاڪ کن کانپوءِ
جڏهن ستسنگ سماپت ٿيو ۽ سڀئي ماڻهو پرساد وٺي گهر
ويا ته سنت آتمارام ستگرو مهاراج جن کان پڇيو ته توهان
ڪٿي ويٺا آهيو، هتي ڪٿي آيا آهيو؟ هتي رهندا آهيو
ڇا؟ روٽي ڪائيندا؟ ستگرو مهاراج جن سنت کي ٻڌايو ته مان
ڪنڊوءَ جو ويٺل آهيان ٿي ڏينهن هتي گهمڻ آيو آهيان.
تنهن تي سنت مهاراج جن کي چيو ته پليءَ آيا، روٽي کائي
هتي وراندي ۾ سمهي پئو. ستگرو مهاراج جن روٽي کائي
وراندي ۾ سمهي پيا. صبح جو ۴ بجه اُٿي ڏندڻ اشنان

ڪري آسڻ هڏي نام جي ڌيان ۾ ويٺا. سنت آتمارام ٻه ٥ ٻجي اُٿي ستسنگ ڪرڻ لڳو. شهر جا پريمي به آيا هئا. ستگرو مهاراج جن به وڃي ستسنگ ۾ ويٺا. ستسنگ سماپت ٿيڻ ڪانپوء سوامي جن شهر گهمڻ لڪتا. گهمندي گهمندي بزار ۾ ڏسن ته هڪ دڪان تي تمام سهڻا تنبوُرا رکيا آهن. دڪان واري کان پڇيائون ته تنبوُري جي قيمت گهڻي آهي؛ دڪاندار جواب ڏنو ته ڏهه روپيه. ستگرو مهاراج جن کي تنبوُري وٺڻ لي ڏاڍي دل هئي پر دل ۾ ويچار ڪرڻ لڳا ته پئسا ڪٿان اچن؟ اهو ويچار ڪري اڳتي هليا مارڪيٽ وٽ اچي بيهي رهيا ۽ جتي هڪ سيٺ جي جڳهه ٺهي رهي هئي ۽ مزورن سان بيٺي ڳالهايائين. مهاراج جن کي ڏسي پڇيائين ته مزوري ڪندين؟ ستگرو مهاراج جن پڇيو روز ڪيتري مزوري ڏيندا؟ سيٺ چيو ته هڪ روپيه روزاني مزوري آهي. جي روز لي نه ته سرن جو سٿو ٻولي ڏيان ۽ اهو اندر ڪٽي ڏي. سرن جو سٿو ڏيکاري سيٺ پڇيو ته گهڻو وٺندين؟ ستگرو مهاراج جن سٿو ڏسي چيو ته سيٺ ڪم ته گهڻو آهي پر توهان کان ڏهه روپيه وٺندس. سيٺ چيو ته پنج روپيه وٺو. آخر سيٺ ستن روپين ۾ سٿو ٻولي ڏنو.

ستگرو مهاراج جن يڪدم ڪم کي لڳي ويا ۽ ١١ ٻجي تائين ڪم ڪري اشنان ڪري ٽڪاڻي مان روٽي کائي، ٿورو آرام ڪري وري ٣ ٻجي اچي ڪم کي لڳا. ٧ ٻجي تائين ڪم ڪري ٽڪاڻي ۾ اچي ستسنگ ۾ ويٺا. اهڙي طرح ٻن ڏينهن ۾ اهو ڪم ختم ڪري سيٺ کان ٧ روپيه وٺي ويچار ڪرڻ لڳا ته اجا ٽي روپيه کٽن ٿا ته ايتري ۾ سيٺ ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته سياڻي کان وٺي

اچي روز مزوريءَ تي ڪم ڪر. هڪ روپيو روز به ڏيندس ۽ روٽي به کارائيندو سانءِ. تون ڪم جو چڱو آهين. ستگرو مهاراج جن چيو ته چڱو، سڀاڻي صبح جو اچي ڪم تي چڙهندس. سيٺ سان پڪ ڪري نلڪي تان هٿ منهن ڌوئي ٽڪاڻي ۾ اچي ستسنگ ۾ ويٺا. ستسنگ سماپت ٿيڻ کانپوءِ ستگرو مهاراج جن روٽي کائي آرام ڪرڻ لڳا ته ٻائو آتمارام چوڻ لڳو ته آبا، توهان کي ٻئي ڏينهن ته ٿي ويا، ڳوٺ ڪڏهن ويندا؟ تنهن تي ستگرو مهاراج جن مشڪي چوڻ لڳا ته مان اڃا سڄو شهر ڪونه گهميو آهيان، اڃا ٻچار ڏينهن رهندس. جي رهڻ ڏيو ته مهرباني نه ته ٻئي ڪنهن هنڌ وڃي رهندس. ٻائي چيو ته ٻچار ڏينهن ڇڏ، تا سو ڀلي رهو، پر صبح جو سوير پاڻي ڀري، ٽڪاڻي جي ٻهاري ڏئي پوءِ ڀلي شهر گهمڻ وڃجو. ستگرو مهاراج جن چيو ته چڱو. ايترو چئي وڃي آرامي ٿيا.

صبح جو ٣ بجي اُٿي پاڻي ڀري، ٻهاري پائي، ڏلڻ پاڻي اشنان ڪري آسڻ ٻڌي اڀياس ۾ ويهي رهيا. صبح جو ستسنگ ٻڌي ڪڙاهه پرساد وٺي ٧ بجي ٽڪاڻي مان نڪري شهر مان گهمندا ٨ بجي سيٺ جي جڳهه تي پيا مزور هڪ ٺاري ڪٽي اچن ته مهاراج جن اُنهيءَ وچ ۾ به ٺاريون پيا ڪٽي اچن. سيٺ ستگرو مهاراج جن جو ڪم ڏسي ڏاڍ خوش ٿيا.

سيٺ روٽي کائڻ لاءِ گهر ويندو هو ته پٺيان مزور ڇڏي ويهي ٻيڙيون ۽ سلفيون ڇڪيندا هئا. ستگرو مهاراج ڪين چوندا هئا ته ڀائي صاحب، هاڻي اُٿي ڪم ڪر مزور چوندا هئا ته ڀائي، سيٺ ته آهي ڪونه ڪڏهن تا آرام ڪريون. توهان به ڏسو پيا ته سيٺ ڪنهن کي

منت ۾ آرام نٿو ڏئي. ستگرو مهاراج جن مزورن کي چوندا هئا ته پائي سيٽ برابر ڏسي کوئه تو پر ڏسڻ وارو پگوان نه وينو ڏسي. تنهن کري هميشه سچائيءَ سان ڪم ڪرڻ گهرجي، ايترو ٻڌي سيٺيءَ وڃي ڪم کي لڳندا هئا. اهڙي طرح مهاراج جن ٻي ڏينهن ڪم ڪري سج لٿي مهل سيٺ کي چوڻ لڳا ته سياٽي ڪان وٺي مون کي ضروري ڪم آهي سو کوئه اڇي سگهندس. هنن ٻن تاريخن جا پئسا ڏيو. سيٺ چيو ته آبا، اسان مهنو ڪن توکي کوئه ڇڏيندا سون. سياٽي ڪان وٺي سوا روپيه ڏيندا سون. جيسين جڳهه نهي تيار ٿئي تيسين ڪم ڪر. ستگرو مهاراج جن چيو ته مون کي پيو ڪم ڪرڻو آهي تنهن ڪري مان کوئه ايندس. ستگرو مهاراج جن جو اهو جواب ٻڌي سيٺ کين ٻي روپيه مزوريءَ جا ڏنا ۽ چيائين ته ڪم لاهي وري ۾ اسان وٽ اچجو. تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن هٿ منهن ڌوئي بزار مان تنبورو وٺي ٽڪاڻي ۾ اچي ستسنگ ۾ وينا. ڏنائون ته هڪ نئون مهاتما يڪتاري ۽ ڪرتالن تي وينو ڳائي ۽ ٻائو آتمارام وينو ٻاجو وڄائي ستگرو مهاراج جن نمسڪار ڪري اچي ڏوڪڙيءَ جي پاسي ۾ وينا. سنت ڳائي بس ڪئي ته ٻائو آتمارام مهاراج جن جي هٿ ۾ تنبورو ڏسي چوڻ لڳو ته اڄ نئون تنبورو وٺي آيا آهيو، توهان به ڳائيندا آهيو ڇا؟ مهاراج جن چيو ته ٿورو گهڻو ڀڄن ڪبو آهي. ٻائي آتمارام چيو ته ڏاڍو چڱو، اوهان به هڪ ڀڄن ٻڌايو. مهاراج جن تنبوري تي پريم ۽ وئراڳ مان هڪ ڀڄن ڳائڻ لڳا. جڏهن ڀڄن ڳائي بس ڪيائون تڏهن ساري سنگت ٻائي آتمارام کي چوڻ لڳي ته هن ساڌ کي چئو ته هڪ ٻه ڀڄن پيو ٻه ٻڌائي. ٻائو مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته ڏاڍو سٺو ڀڄن ٻڌايو اٿو، هڪ ٻه پيو ٻه ٻڌايو. ستگرو مهاراج جن هڪ پيو ٻه ڀڄن ڳائو.

## راڳ آسا

ٿل- گرو مانگون خزانا ڀڄن دا - هي لنگ ٻاءِ نندر دا •

١- آش ولڊي گر تو در آئي - سؤرن مون لہ سيج وڇائي ،
دارون ڏي ڪو درد دا •

٢- ستگور تو در ڪريان نيزاري - منهنجي من جي ميت مونجهاري ،
کول اَندر دا پڙدا •

٣- پائي پلڙمان پل پل پڪاريان - هر هر تو تان تن من واريان ،
هات گهماءِ مهر دا •

٤- کهي ڏيهُون ڪر جوڙ اَرداسا - ڪرپا ڪري گور پرڪاشا ،
سيتل ڪر مون هردا •

پوءِ هڪ ٻيو ڀڄن ڳائي ارٿ بہ ڪري ٻڌايائون- ساري سنگت پريم ۾ مست ٿي جهولڻ لڳي• رات جو ٩ اَچي لڳا• ستسنگ ڪاپوءِ ڀائي آتمارام مهاراج جن کي چيو تہ ڀڳت صاحب اسان کي تہ خبر ئي ڪا نہ هئي تہ توهان بہ ڪو ڀڄن ڳائيندا آهيو• توهان جو ستسنگ ٻڌي ڏاڍو آنند آيو آهي• سياڻي بہ هن سنت ڪاپوءِ اوهان ڪيرتن ڪجو• سياڻي کان ڀاڻي پرڻ ۾ ٻهاري پائڻ جي شيوا ٻئي کي ڏيون• ستگرو مهاراج جن چيو تہ توهان وٽ ٻتي ڏينهن ڏاڍي آنند سان رهيو آهيان ۽ شهر بہ گهمي ڏٺو اٿم• سياڻي پنهنجي ڳوٺ وڃڻ جو ارادو اٿم• اهو ٻڌي ڀائي آتمارام هٿ جوڙي سوامي جن کي ٻچار ڏينهن وڌيڪ رهڻ لاءِ وينتي ڪئي• سوامي جن سندن پريم ڏسي رهڻ قبول ڪيو• هوڏانهن ڪنڊيءَ ۾ سوامي جن جي ڏاڍي سار ٿي• هڪ ٻئي کان پڇڻ لڳا پر خبر تہ ڪنهن کي بہ ڪا نہ هئي• نيٺ سنتوش ڪري

هرڪو ويهي رهيو ته پاڻهي مهر ڪري اچي درشن ڏيندا.

هوڏانهن ستگرو مهاراج جن صبح جو گدو بندر جو رستو وٺي اچي گدو بندر پهتا. گدو بندر گهمي، درياهه ۾ اشنان ڪري ڪناري تي آسڻ هڻي، سماڌي لڳائي ورتي ۽ ڪي پيهنجي شڌ سروپ ۾ استت ڪيائون. ۱۱ بجه سماڌي ۽ مان آئيا ۽ هڪ پريمي اچي ڪالهه خبرچار پڇڻ لڳو. ستگرو مهاراج جن ٻڌايس ته مان ڪنڌڪوٽ مان حيدرآباد ۾ گهمڻ آيو آهيان. توهان ٻڌايو ته ڪٿي رهندا آهيو. پريمي ۽ چيو ته مان هتي گدو بندر ۾ رهندو آهيان ۽ دڪان جو ڪم ڪندو آهيان. هر روز سنت هرداس رام جي ستسنگ ۾ شام جو ۴ بجه ويندو آهيان. سنت هرداس رام وڏي ڪمائي ۽ وارو آهي. اهو ستگرو مهاراج جن چيس ته مون کي اُنهي ۽ سنت جو آستان ڏيکاريو ته سنت جو درشن ڪري پوءِ حيدرآباد وڃان. پريمي مهاراج جن کي سنت هرداس رام جي آستان تي وٺي آيو.

ستگرو مهاراج جن سنت کي نمسڪار ڪري ويهي رهيا. سنت جي پڇڻ تي ڪين ٻڌايائون ته ڪنڌڪوٽ جو وڻل آهيان. حيدرآباد گهمڻ آيو آهيان. سهج سڀاءَ هن پريمي ۽ سان درياهه تي ملڻ ٿيو. اوهان جو نالو ٻڌي چيم ته درشن ڪري اچان. سنت هرداس رام ڪين چيو ته ڀلي آيا. رسوئي ڪري، آرام ڪريو، شام جو ۴ بجه ستسنگ ٿيندو. اوهين ٻه چار ڏينهن هتي ئي رهي پئو. مهاراج جن چيس ته رهي ڪو نه سگهندس، باقي ستسنگ ٻڌي پوءِ موٽي حيدرآباد ويندس.

رسوئي کائي، منجهند جو آرام ڪري ۳ بجه ڀڳت هرداس رام وٽ وڃي پرنام ۽ نمرتا سان پڇڻ لڳا ته سائين، هي سنسار ست آهي يا اَست.

## ستگرو ٽيئون رام مهاراج

سنت هرداس رام چوڻ لڳو ته آبا، ڪٿن ڇڄي ته
سنسار ست آهي يا اَست. جي ڇڄون ٿا ته ست آهي تـ
ڪوبه پدارٿ ست ڏسڻ ۾ اڻو اچي، جي ڇڄون ٿا ته اَست
ته هي سڀ پدارٿ. شهر بازاريون، نديون، پهاڙ، باغ باغيچا
پرتڪش ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اهي سڀ اسان کان اڳ به ڏسي
ويا، اسين به ڏسون پيا ۽ اسان کان پوءِ به ڏسندا. انهيءَ
ڪري سنسار اَست به ڪونهي. سنسار نالو آهي نام روپ
جو، سو نام روپ نه مٿيا آهن. آتما ۾ سنسار آهي ئي ڪونه.

اهي وچن ٻڌي مهاراج جن چوڻ لڳا ته سائين چئو ٿا ته
سنسار ست به ڪونهي، اَست به ڪونهي لـڌهن باقي ڇا
ڪري سمجهون. ڀڳت هرداس رام جن چوڻ لڳا ته آبا هي
سنسار ڪلپت آهي يعني ڏسڻ ۾ اچي پر هجي نه. مرگهه
ترشنا جو جل، نوڙيءَ ۾ نانگ، سپيءَ ۾ چاندي، سپني
جا پدارٿ ۽ آڪاس ۾ نيلتا اهي سڀ آهن ڪوله پر ڏسڻ
۾ اچن ٿا. ٺهڙي طرح هي سنسار ڏسڻ ۾ اَچي ٿو پر آهي
ڪونه. انهيءَ تي وري ستگرو مهاراج جن چيو ته سائين جي
چئو ٿا ته آهي ڪوله نه مٿيا يعني اَست ٿيو. سنت هرداس رام
چيو ته جٿن لوڙيءَ ۾ نانگ ڀيستائين ڏسڻ ۾ اچيٿو جيستائين
نوڙيءَ جو پُورو پُورو گيان نه ٿيو آهي. جنهن وقت لوڙيءَ
جو گيان ٿيو تنهن وقت اهو نانگ ئي نه رهيو. اڪو ٻاهران
آيو هو لڪو ٻاهر ويو. پر لوڙيءَ جو رُوپ ٿي ويو. ٺهڙي
طرح هي سنسار ڀيستائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو جيستائين آتم گيان
نه ٿيو آهي. آتما جي گيان ٿيڻ بعد هي سنسار آتما جو روپ
ٿي وڃي ٿو. توهان جي شنڪا ٻڌي مان ڏاڍو خوش
ٿيو آهيان.

شام جو توهان به ستسنگ ۾ چار وچن اسان کي ٻڌائ

جو اوهين بہ ستسنگي آهيو. تنهن کان پوءِ اُڌ ڪلاڪ کن ڏرهاهه تي گهمي مهاراج جن اچي ستسنگ ۾ ويٺا. آرتوار جي ڪري حيدرآباد مان بہ گهڻي خلق آئي هئي. ستسنگين پڇڻ ڪري جڏهن بس ڪئي تڏهن سنت هرداس رام مهاراج جن کي چيو تہ هاڻي توهان بہ ڪجهہ ٻڌايو. ستگرو مهاراج جن يڪتارو کڻي ستسنگ ڪرڻ لڳا. وڏائت جي پرڪريا هلائي پڇڻ ڇوڙ لڳا.

ڪستوري سي مرگهہ ڪي مانهين –
بن کنڊ کوجت سُونگت تانهين، هوءِ رهيا حيرانا.

جئن هرڻ جي ناڀيءَ ۾ ڪستوري رهندي آهي پر هرڻ انهيءَ سڳنڌ کي ٻن ۾ گاهہ، ٻوٽن ۽ وڻن جي پنن ۾ ڳوليندو آهي ۽ حيران ٿي چوندو آهي تہ اهو سڳنڌ وارو گاهہ ڪٿي آهي جو مان کائي آنند وٺان، تئن هن جيو جي اندر آتما سک روپ رهي ٿو پر هي جيو سنسار روپي ٻن ۾ وشئن ڀوڳن روپي پدارٿن ۾ انهيءَ سک کي ڳولي ٿو ۽ ڳوليندي ڳوليندي ٿڪجي پوي ٿو پر ڪين اهو سک پراپت نٿو ٿئي.

ساکي – جئسي مرگها مارو ٿل ڪو–
نير ديک هر شانا هئہ،
دوڙ دوڙ ڪي وياڪل هوتا–
ايک بوند نهين پاتا هئہ.

جئن هرڻ رڃ کي پاڻي سمجهي خوشيءَ مان ڊوڙندو آهي تہ پاڻي پي پياس مٽايان پر ڊوڙي ڊوڙي هران ٿڪجي ويندا اُتس پاڻي ڪونہ ملندو اُتس ڇو جو سورج جي ڪرڻن ڪري رڃ ۾ هنڪي پاڻي ڏسڻ ۾ اچي ٿو. پر واستوءَ ۾ پاڻيءَ جي هڪ بوند بہ ڪانہ آهي. تهڙي طرح هي اگياني جيو

سنت هرداس رام چوڻ لڳو ته ٻيا ، ڪئن چئجي ته سنسار ست آهي يا اَست. جي چئون ٿا ته ست آهي ته ڪوبه پدارٿ ست ڏسڻ ۾ اچي ، جي چئون ٿا ته اَست ته هي سڀ پدارٿ - شهر بازارون ، نديون ، پهاڙ ، باغ باغيچا پرتڪش ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اهي سڀ اسان ڪان اڳ به ڏسي ويا ، اسين به ڏسون پيا ۽ اسان ڪان پوءِ به ڏسندا. انهيءَ ڪري سنسار اَست به ڪونهي. سنسار ناٿو آهي نام روپ جو ، سو نام روپ ته مٿيا آهن. آتما ۾ سنسار آهي ئي ڪونه.

اهي وچن ٻڌي مهاراج جن چوڻ لڳا ته سائين چئو ٿا ته سنسار ست به ڪونهي ، اَست به ڪونهي لڌهن باقي ڇا ڪري سمجهون. ڀڳت هرداس رام جن چوڻ لڳا ته ٻيا هي سنسار ڪلپت آهي يعني ڏسڻ ۾ اچي پر هجي نه. مرگهه ترشنا جو جل ، نوڙيءَ ۾ نانگ ، سپيءَ ۾ چانديءَ ، سپني جا پدارٿ ۽ آڪاس ۾ نيلتا اهي سڀ آهن ڪونه پر ڏسڻ ۾ اچن ٿا. تهڙي طرح هي سنسار ڏسڻ ۾ اچي ٿو پر آهي ڪونه. انهيءَ ئي وري ستگرو مهاراج جن چيو ته سائين جي چئو ٿا ته آهي ڪونه ته مٿيا يعني اَست ٿيو. سنت هرداس رام چيو ته جئن نوڙيءَ ۾ نانگ ٿيستائين ڏسڻ ۾ اچيٿو جيستائين نوڙيءَ جو پورو پورو گيان نه ٿيو آهي. جنهن وقت نوڙيءَ جو گيان ٿيو تنهن وقت اهو نانگ ئي نه رهيو. اڪو ٻاهران آيو هو نڪو ٻاهر ويو. پر نوڙيءَ جو روپ ئي ويو. تهڙي طرح هي سنسار ٿيستائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو جيستائين آتم گيان نه ٿيو آهي. آتما جي گيان ٿيڻ بعد هي سنسار آتما جو روپ ٿي وڃي ٿو. ٿوهان جي شنڪا ٻڌي مان ڏاڍو خوش ٿيو آهيان.

شاه جو لوهارو ته ستسنگ ... [illegible]

جو اوهين بہ ستسنگي آهيو. تنهن کان پوءِ اُڌ ڪلاڪ کن ڏرياهہ تي گهمي مهاراج جن اچي ستسنگ ۾ ويٺا. آرتوار جي ڪري حيدرآباد مان بہ گهڻي خلق آئي هئي. ستسنگين پڇن ڪري جڏهن بس ڪئي تڏهن سنت هرداس رام مهاراج جن کي چيو تہ هاڻي توهان بہ ڪجهہ ٻڌايو. ستگرو مهاراج جن يڪتارو کڻي ستسنگ ڪرڻ لڳا. وهدايت جي پرڪريا هلائي پڇن چوڻ لڳا.

کستوري سي مرگهہ کي مانهين –
بن کنڊ کوجت سونگت تانهين، هوءِ رهيا حيرانا.

جهڙي هرڻ جي ناڀيءَ ۾ ڪستوري رهندي آهي پر هرڻ انهيءَ سڳنڌ کي ٻن ۾ ڳاهہ، ٻوٽن ۽ وڻن جي پنن ۾ ڳوليندو آهي ۽ حيران ٿي چوندو آهي تہ اهو سڳنڌ وارو گاهہ ڪٿي آهي جو مان کائي آنند وٺان، تڏهن هن جيو جي اندر آتما سک روپ رهي ٿو پر هي جيو سنسار روپي ٻن ۾ وشين ڀوڳن روپي پدارٿن ۾ انهيءَ سک کي ڳولي ٿو ۽ ڳوليندي ڳوليندي ٿڪجي پوي ٿو پر ڪين اهو سک پراپت نٿو ٿئي.

ساک – جئسي مرگها مارو ٿل ڪو–
نير ديک هرشاتا هئہ،
دوڙ دوڙ کي وياڪل هوتا –
ايک بوند نهين پاتا هئہ.

جهڙي هرڻ رڃ کي پاڻي سمجهي خوشيءَ مان ڊوڙندو آهي تہ پاڻي پي پياس مٽايان پر ڊوڙي ڊوڙي پران نڪري ويندا اُنس پاڻي ڪونہ ملندو اُنس چو جو سورج جي ڪرڻن ڪري رڃ ۾ هنڪي پاڻي ڏسڻ ۾ اچي ٿو. پر واسطوءَ ۾ پاڻيءَ جي هڪ بوند بہ ڪانہ آهي. تهڙي طرح هي اگياني جيو

هرڻ والکي سنسار جي پدارٿن روُپي رڄ ۾ پاڻي روُپي سک سمجهي ڏينهن رات ڊوڙي ٿو ۽ اَنت تائين اُهن پدارٿن مان رتي ماتر به سک جي پراپتي نٿي ٿئيس؛ ڇو جو اُهن پدارٿن ۾ سک آهي ئي ڪونه. جنهن سک کي هي جيوُ چاهي ٿو، سو سک هن جي اندر موجود آهي. پر جڏهن پوُرن ستگرو رستو نه ڏيکاري تيسين ڪيترا به ڪٽي اُپاءَ ڪري پر تڏهن به آتم سک جي پراپتي ڪانه ٿيندس. انهيءَ وشئه تي ستگرو مهاراج جن پڇن ڪري بس ڪيو ته ستسنگ ڪاڀوءِ سنگت سنت هرداس رام کي چوڻ لڳي ته هي ساڌ ڏاڍو گياني [illegible] ٿو ڏسجي. توهان وٽ ڪڏهن آيو آهي. هن کي هفتو ٻه ٻارڻ وقت رهائجو ته اسين به حيدرآباد مان روز ستسنگ [illegible] ايندا سون. سنت هرداس رام ستگرو مهاراج جن کي هفتو [illegible] ستسنگ ڪرڻ لاءِ چيو.

[illegible] ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته سائين، توهان [illegible] ڏاڍو خوش ٿيو آهيان. پر هن وقت [illegible] ۾ لڳل آهيان، اُتي پريمين کي [illegible] آهي. انهن ڪري هاڻي حيدرآباد [illegible] اچي اوهان جو درشن ڪندس. [illegible] کان موڪلائي حيدرآباد ياتي [illegible] جل پان ڪري تنبوُرو ڪٽي [illegible] اتترا ته آيا هئا جو ٽڪاڻو [illegible] لڳا. ستگرو مهاراج جن [illegible] لڳاءِ هي پڇن ڇپائون.

## راڳ ڪنڀات

تل - ڪري سنگر رکني شردا - سچو سودو وڻڻ گهرجي ،
ڏيئي لڱ ۾ سندي ڏکڙا - وڪارن کان هٽڻ گهرجي .

١- شبد صابڻ کڻي سدگر ۾ - بڌي ڪپڙو ڌوئي گنگ ۾ ،
رڱي تنهنکي پره رنگ ۾ - گڻن جو چِٽ چٽڻ گهرجي .

٢- لڌي لعل پري مٽڪي - پلي ڪڙميءَ جيئن سنڪي ،
وڃاءِ نا سواس لمڻن پٺڪي - سمي هڻ ۾ ڪٿڻ گهرجي .

٣- آتي شپ ڪرم جو ڦل سک - ملي ڪَم ڪرم جو ڦل دک ،
آهي ويدن سندو هي رخ - سياڻن کي مٿڻ گهرجي .

٤- ڪهي ڏيڻون سمجهه پياري - وٺج وٿ نام جو ساري ،
خنجر گر گيان جو ڌاري - پٽن جڳ جو ڪٽڻ گهرجي .

اهو پڄڻ پڄائي بس ڪيائون ته ساري سنگت چوڻ لڳي ته سائين ڪلاڪ کن اڃا به وڌيڪ ستسنگ ڪريو. تنهن تي ڀائي آتمارام چيو ته پروگرام ١٠ بجي تائين هو. هاڻي ١١ اچي لڳا آهن. سو هاڻي ستسنگ سماپت ٿا ڪريون. وري سڀاڻي وڌيڪ پڌجو ۽ پڄڻ کي به ولي اچجو. سڀاڻي لائوڊ اسپيڪر به لڳائيندا سون.

صبح جو آسادي وار پڌي ڀائي آتمارام کي چيائون ته اسان پڌو آهي ته ڀائي ڪوڙورام جي باغيچي ۾ سنت رهندا آهن سو مان سنتن جو درشن ڪري ٿو اچان. روٽيءَ جو خيال نه ڪجو. ايترو چئي شهر کان ٻاهر نڪري قليليءَ جو ڪنارو وٺي گهمندا ڀائي صوبراج جي باغيچي ۾ آيا جتي سنت مهاتمائون رهندا هئا. اتي سنتن جو درشن ڪري پوءِ ڀائي ڪوڙورام جي باغيچي ۾ اچي سنتن جو درشن ڪيائون. اتي ٽيهه چاليهه سنت رهيل هئا. سڀني سنتن جو درشن

ڪري هڪ مهاتما وٽ اچي ويٺا. ڀائي ڪوڙو رام سيٺي سنتن وٽان ٽيندو ان مهاتما جي ڪٽيا وٽ آيو جتي ستگرو مهاراج جن به ويٺا هئا. ستگرو مهاراج جن کي ڏسي چيائين ته اوهين ڪٿي ويٺا آهيو.

ستگرو مهاراج جن چيو ته ڪنڊ ڪوٽ ۾ ويٺا آهيون. هتي حيدرآباد ۾ گهمڻ سانگي آيا آهيون ۽ ڀائي آلمارام جي ٽڪاڻي ۾ لٿل آهيون. ٻڌو سين ته ڀائي ڪوڙو رام جي باغ ۾ ڪيترا سنت مهاتمائون رهندا آهن ۽ ڀائي ڪوڙو رام به ڏاڍو پراُپڪاري سنت - شيوي آهي سو چيوسين ته سنتن جو درشن ڪري اچون ۽ ڀائي ڪوڙو رام جو به ديدار ڪري اچون. اهو خيال ڪري ڀائي صويراج جي باغيچي مان گهمندا هتي آيا آهيون. ڀائي ڪوڙو رام توهان آهيو ڇا؟ ڀائي ڪوڙو رام مشڪي چيو ته هن داس کي ڪوڙو رام چوندا آهن. ڀائي ڪوڙو رام پڇيو ته ڀائي آلمارام جي ٽڪاڻي ۾ توهان ستسنگ ڪندا آهيو ڇا؟ ٻڌو اٿم ته اُتي هڪ وڏڙي ساڌو آيل آهي ۽ ستسنگ ڪندو آهي. ستگرو مهاراج جن چيو ته برابر اسان ڀائي آلمارام جي ٽڪاڻي ۾ ستسنگ ڪندا آهيون. باقي ٻه راتيون رهي پوءِ ڪوٽ ويندا سون. توهان به اڄ ستسنگ ۾ اچجو ايترو ٻڌي ڀائي ڪوڙو رام چيو ته اڄ ضرور اچبو. توهان هاڻي هتي ئي سنتن سان گڏ رسوئي پاڻي ڪري آرام ڪجو. شام جو هڪ منڊليشور مهاتما ستسنگ ڪندو آهي. اُنجو ستسنگ ٻڌي پوءِ ڀلي شهر ۾ وڃجو. اُن بعد ڀائي ڪوڙو رام مهاراج جن کي وٺي ڏيکاريو، ڪوٺاريءَ جي جاءِ، گئوشالا گهمائي جنهن ڪٽيا ۾ پاڻ رهندو هو تنهن ڪٽيا ۾ رکيل ڪٽ تي وهاري چوڻ لڳو ته هي ٻڌايو، موڪيه جا ڪهڙا ساڌن آهن؟

ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته موکيه چا گهٽيئي ساڌن آهن پر مکيه چار آهن.

١. سنتن جي شيوا ٢. ستسنگ ٣. وئراڳ ٤. آتم گيان.

ڀائي ڪونورام هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته سائين اهي چار ئي ساڌن ڪيئن پراپت ٿيندا. ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته جڳياسوءَ پهرين نرمان ٿي شبه ڪرم ڪري. پيو سندس پوربه ڪليل هجي تنهن کان پوءِ ستسنگ ۽ سنت شيوا پراپت ٿيندي. سنتن جي شيوا ۽ ستسنگ ڪرڻ وئراڳ اُٿپن ٿيندو. وئراڳ کانپوءِ ستگروءَ جي کوج ڪندو. ستگرو ڪرڻ کانپوءِ آتما جو گيان پراپت ٿيندو. آتم گيان بعد موکيه حاصل ٿيندو. اهو ٻڌي ڀائي ڪونورام ڏاڍو خوش ٿيو. اُتي رسوئيءَ جي گهنٽي لڳي. ٻنهي ڀوڄن ڪري آرام ڪيو. شام جو ستگرو مهاراج جن اُتي باغ ۾ اچي ستسنگ ۾ ويٺا. مهاتما آتم پراڻ جي ڪٿا ڪري سماپت ڪئي. ستگرو مهاراج جن ڀائي ڪونورام کان موڪلائڻ لڳا ته ڀائي ڪونورام چيو ته سائين، هتي ئي ايڪانت ۾ رهي ڇيڪڏهن ڀڄن ڪريو ته ڪتيا ڏيان ٿو. مهاراج جن چيو ته هينئر وڃان ٿو. اُن جل هوندو ته ڪنهن وقت اچي رهبو. ڀائي ڪونورام کان موڪلائي شام جو ٧ بجه ڀائي آتمارام جي ٽڪاڻي ۾ اچي ڏسن ته سارو ٽڪاڻو پريمين سان ڀريو پيو آهي. مائڪروفون ۽ ساز صندل ئي رکيا آهن. ڀائو آتمارام مهاراج جن کي ڏسي چوڻ لڳو ته جلدي ڪريو جو اڄ ٦ بجه کان وٺي اچي ستسنگي ويٺا آهن.

اول ڀائي آتمارام ڪلاڪ ڪن ستسنگ ڪيو پوءِ ستگرو مهاراج جن ستسنگ ڪيو ۽ ڌرم جو پرسنگ هليو. چيائون ته هن سنسار اندر پياري ۾ پياري وستو ڌرم آهي. ڌرم جي خاطر ڪيترن رشين منين مهاتمائن سيس قربان ڪري ڌرم جي پالنا ڪئي آهي.

شوي ڌڌيچ هرچند نريشا ـ
سهي ڌرم هت کوٺا کليشا ،
رنت ديو ٻل پوپ سجانا ـ
ڌرم ڌريو سهه سنڪٽ نانا ،
ڌرم نه دوسر ستيه سمانا ـ آگم نگم پران بکانا ؛

مطلب ته راجا شوي، ڌڌيچ رشي، راجا هرشچندر، راجا رنت ديو، راجا ٻلي آد انت دک کشٽ سهارڻ کيا پر پنهنجي ڌرم کان نه هٽيا. گرو تيغ بهادر، گرو گوبند سنگهه سندن پٽ آدي پنهنجا سر ڌرم مٿان قربان کيا. ويد شاستر سڀئي پراڻ اٿين ٿا چون ته ڌرم جي سمان ٻي کا اهڙي وستو ڪانهي. سڀکو پنهنجي پنهنجي ڌرم ۾ رهي سچ جو وهنوار ڪري. ڌرم جا ڏهه انگ آهن. اينرو چئي ستگرو مهاراج جن هي ڀڄن ڳايو.

## راڳ پهاڙي

ٿل- ڌرم سناتن سار- دل ڌر اپني ڌرم سين.

۱- اڙو ڌرم سين چيت هٽاڪي- اپني ڌرم سين دل ڪولاڪي،
گيتا گيان ويچار- رهئي اپني شرم سين.

۲- ڌرم جسي ۾ تن هه ڌارا- ڌرم اسي ڪو ڌرلي پيارا،
ڌرم هيت سر ڌار- موه نه ڪر اپني ڀرم سين.

۳- پشو پنڇي ڪي سهسر ذاتي- اپني اپني بولت ٻاڻي،
آلم شڪتي سنيار- مڪت پاءِ اپني مرم سين.

۴- ڪهي ٽيئون تن لوڪن مانهين- ڌرم سناتن سم ڪو ناهين،
پرم پدارٿ چار- پايو اپني ڪرم سين.

ستنام ساکيءَ جي ڌلي لڳائي ستسنگ سماپت ڪيائون.
صبح جو لوٽو انگوڇو کڻي قلمياڻيءَ جي رشي گهاٽ تي

اشنان ڪري، سنتن ۽ مهاتمائن ۽ مندرن جو درشن ڪري
رات جو ستسنگ ڪيائون. ٻئي ڏينهن صبح جو ٻائي آلمارا
ڪان موڪلائي لنبو رو ڪلهي تي کڻي پيرين پنڌ روانا ٿيا.
١١ بجي ٽنيارن جي شهر جي ٻاهران جنهن باغيچي ۾ ايندي
وقت آرام ڪيو هئائون تنهن ۾ سائيٽي انب جي وڻ هيٺان
اچي ويٺا. ٽنيارن جي شهر جو ٺڪر صوبراج جو ستسنگي
ويدانتي، سنت - شيوي هو سو باغيچي ۾ اچي نڪتو ۽
ستگرو مهاراج جن کي ڏسي چوڻ لڳو ته توهان ڪٿي جا
ويٺل آهيو ۽ ڪيڏانهن ويندا؟ ستگرو مهاراج جن چيو ته
ڪنڊوء جو ويٺل آهيان. حيدرآباد گهمڻ ويو هوس. هاڻي
موٽي ڪنڊوء تو وڃان.

ٺڪر صوبراج مهاراج جن کي چيو ته ڪرپا ڪري اسان
جي اڱڻ تي هلو. روٽي ٻاڻي کائي آرام ڪريو. شام
جو ڪي چار وچن اسان کي ٻڌائي سڀاڻي ڀلي وڃجو.
ستگرو مهاراج جن چيو ته توهين اسان کي سڃاڻو ٿا ڇا؟ جو
چئو ٿا ته ستسنگ ڪرايو. تنهن تي ٺڪر صوبراج چوڻ لڳو
ته ڀالو ته توهان جو اڳ ۾ ٻڌو آهيون. تنهن سواءِ

**پرگٽ ڪر پاتال ۾ - پرگهٽ هوت آڪاس،**
**رجب تينون لوڪ ۾ - ڇپي نه هرڪا داس.**

ڀلي ڪو پرڀوء جو پيچرو، جهنگلن ۾، پهاڙن جي غفائن
۾ اُتوا پاتال ۾ ڪري ٻر رجب چوي ٿو ته اهو پرڀوء جو
پيارو پرگٽ لڪي ڪين سگهندو. جئن عطر جي دڪان وارو
عطر جي شيشيءَ کي ڪيترو به ڪپڙ ۾ بند ڪري رکي ته
به سندس دڪان تي عطر جي خوشبوءِ ضرور ايندي، تئن
توهان جي درشن سان توهان مان وئراڳ ۽ پرڀوء جي ڀڳتيءَ
جي سڳند اچي ٿي. ٺڪر جو پريم ڏسي سواميءَ جن سندس

اچڻ لڳي آيا. اڪر وڏي سڪ ۽ پريم سان سندن آدرستڪار
ڪيو ۽ شهر ۾ سُوچنا ڏياري ته شام جو ستسنگ ٿيندو. شام
ٿيندي ئي ڪيترا ستسنگي اچڻ لڳا. متيارن جو ڀڳت
ڀلو رام به پنهنجي منڊليءَ سان آيو. ستگرو مهاراج جن وڻرائڻ
ئي ستسنگ ڪيو. ستسنگ سماپت ٿيڻ بعد اڪر صوبراج
آئي ساري سنگت کي چوڻ لڳو ته اڄ پنهنجي شهر جا ڀاڳ
آهن جو هيڏو وڏو ئي سنت پرش پڌاريو آهي. مهاتمائن جو
درشن ۽ ستسنگ ايشور جي ڪرپا کانسواءِ ڪين ملندو آهي.

سُت دارا اور لڪشمي پاپي ڪو ڀي هوءِ -
سنت سماگم هر- ڪٿا تلسي درلڀ دوءِ.

مطلب ته پٽ، استري، پدارٿ پاپين کي به ملن ٿا پر
گوسائين تلسيداس چوي ٿو ته نشڪامي، نرمالي، لتو وشين
سنتن جو درشن ۽ ستسنگ پرڀو جي ٻين ڪان سواءِ ڪين
ٿو ملي. ساري سنگت جي ٻارن هن داس جي سنتن کي
آرداس آهي ته ڀي ئي ڏينهن هتي رهي امرت روپي وچن
جي ورکا ڪري اسان جي تتل هردن کي سيتل ڪن.
انهن تي مهاراج جن چوڻ لڳا ته گوت ڇڏئي گهڻا ڏينهن
ٿي ويا آهن، انهن ڪري جلد موٽڻ جو وچار آهي پر توهان
سڀني جو پريم ڏسي هڪ رات ٻي به ٽڪنداسون. وڏي ڪ
اترسي ڪين سگهنداسون. سنگت خوش ٿي جئه جئڪار
ٻولائڻ لڳي.

ٻي ڏينهن شام جو اڪر صوبراج، ڀڳت ڀلورام ۽ شهر
جا ٩-١٠ ستسنگي آيا مهاراج کي نمسڪار ڪري اچي
ويٺا. اڪر صوبراج هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هڪ شنڪا
آهي. هي جيڪو اڄ به ئي موکه روپ آهي، پوءِ مکتيءَ
جي پراپتي الهه جپ تپ سادن جو ڪري؟

ستگرو مهاراج جن جيو ته برابر هي جيؤ اَبناسي موکيه روپ آهي پر پرم ڪري جو منجهس جيؤ پڻو پيو آهي انهيءَ کي مٽائڻو آهي ·

جيو ڪو سؤ روپ اَت آنند ڪهت ويد ـ
تانکي سک پراپت ڪو اسمپ بکاني ،
آگي جو اَپراپت وستؤ تانکي پراپت سنبوت ـ
نت هي پراپت کي تو پراپت ڪم جانيئي ،
اُئسي شنڪا لين آن ڪيجي نه وشواس هان ـ
گور کي پرساد ٿي ڪُترک پلي پانيئي ،
ڪر ڪو ڪنگن ڪوئيو اُسو پرم پيو جنهن ـ
گيان ٿي ملت اهه پراپت پراپتي جانيئي ·

**ارت** ـ جيؤ جو ست چت آنند سروپ آهي تنهن جي سک لاءِ ساڌن ءَ گرو ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور آهي · جاڪاڻ ته ڪا وستؤ پاڻ وٽ نه هجي ته پوءِ انهيءَ جي پراپتي لاءِ ڪوشش ڪجي · پر جا وستو سدائين پنهنجي گهر ۾ موجود آهي تنهنجي پراپتيءَ لاءِ چو يتن ڪجي · تنهن لي ستگرو فرمائين ٿا ته اهڙي شنڪا آئي پگوان جي ملڻ جو وشواس ناس نه ڪجي · ستگورن جي ڪرپا سان جيڪا شنڪا هجي سا دور ڪجي ·

**درشٽانت** ـ هڪ راجڪمار کي اڌ لک جي ملهه وارو هيرن جو ڪنگڻ ٻانهن ۾ پيل هو · پنهنجي ڪمري ۾ اَندران دروازو بند ڪري سمهي پيو · ننڊ ۾ پاسو ورائيندي ڪنگڻ ٻانهن ۾ مٿي چڙهي ويس · صبح جو جاڳي ڏسي ته ٻانهن ۾ ڪنگڻ ڪونهي · پهريدارن کي چوڻ لڳو ته منهنجو ڪنگڻ الائي ڪير ٻانهن مان لاهي ويو آهي سو جلد پيدا ڪريو ·

پهريدارن ڏاڍي جاچ ڪئي پر ڪنگڻ جو پتو نه پيو. تنهن
تي راجڪمار پنهنجي پتا سان ڪنگڻ جي گم ٿيڻ جي ڳالهه
ڪئي. راجا پنهنجي وزير کي گهرائي چيو ته ڪنگڻ جي ڳولا
ڪريو. وڏو وزير جو تمام عقلمند سياڻو پرش هو تنهن راجڪمار
کان پڇيو ته ڪٿي ڪيرايو ته ڪونه آئيئي؟ ڪٿي لاهي نه
ڪونه رکيو آئيئي؟ تنهن تي راجڪمار چوڻ لڳو ته مان
ڪمري ۾ دروازو اندران بند ڪري سيجا تي سمهيس ته
ان مهل به ٻانهن ۾ پيل هو. پوءِ مون کي ننڊ اچي وئي.
صبح جو اٿي ڏسان ته ڪنگڻ ٻانهن ۾ ڪونهي. خبر ڪانهي
ته ڪٿي گم ٿي ويو.

منتري ٿورو ويچار ڪري راجڪمار کي ويجهو سڏيو.
اڪيلي سان سندس ساڄي ٻانهن کي هٿ ڦيرايائين. ڏٺائين
ته ڪنگڻ سندس ٻانهن ۾ ئي پيو آهي. سو راجڪمار کي
چيائين ته جي توکي ڪنگڻ لهي ڏيان ته ڇا ڏيندين؟
راجڪمار چيو ته ساري عمر توهان جو ٿورو نه وساريندس.
وزير سندس قميص مٿي ڪئي ۽ ڏيکاريائينس ته ڪنگڻ سندس
ڏوري ۾ ئي پيو آهي. چيائينس ته پنهنجي هٿ سان ڪنگڻ
هيٺ لاهي ساڳي جاءِ تي پهار. راجڪمار ڪنگڻ ڏسي
ڏاڍو خوش ٿيو.

سدانت - هي جڳياسو اسٿول ديهه روپي ڪمري ۾
موهه روپي رات جو اگيان روپي سيجا تي، ممتا روپي
غاليچو وڇائي، اگيان روپي ننڊ ۾ سمهيو پيو آهي. جڏهن
ويچار روپي نهاري ٿو ۽ ڏسي ٿو تڏهن چوي ٿو ته مان آتما
جي سک کي ڀلايان ۽ ٻاهر سک لاءِ جڏهن ڀٽڪي ڪري ٿو ۽
ستگور وٽ وڃي ٿو تڏهن ستگرو جڳياسوءَ جا دل وکيب
آورڻ جا سڀ پڙدا هٽائي ست چت آنند سک سروپ

آتم ديو جو درشن ڪرائي ٿو جو اڳ ۾ ئي سندس سروپ
هو. مطلب ته موکيه کي موکيه ڪرڻو آهي. يعني پراپتيءَ جي
پراپتي ڪرڻي آهي تنهن لاءِ ستگروءَ جي ضرورت آهي ۽
ستگرو دوارا وڃارڻ ۽ وويڪ آد ساڌن ڪرڻا آهن. ساڌن
کان سواءِ ڪڏهن به آتم سک جي پراپتي ڪانه ٿيندي.

ستگرو مهاراج ڄڻ جا وچن ٻڌي نکر صاحب جي شنڪا
مٽجي وئي. تنهن کان پوءِ رات جو ويدانت جي وشيه تي
ستسنگ ڪيائون. صبح جو متياريءَ مان روانا ٿيا. ڏهين
بجه ٽاري سيڪات پهتا ۽ اڌ ڪلاڪ کن هڪ باغيچي ۾ آرام
ڪري کوهه تان پاڻي پي ١٢ بجه ٽاري مهڙن ۾ ڀائي ٻوليگر
جي آستان تي اچي پهتا. ٻوليگر، ستگرو مهاراج ڄڻ کي
ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ آدرستڪار سان وهاري چوڻ لڳو
ته سائين، اڄ وڏي ڪرپا ڪئي اٿو جو اچي درشن ڪرايو
اٿو. ساري ڳوٺ ۾ مهاراج ڄڻ جي اچڻ جي خبر پئجي
وئي. ڀڳت موج رام، ڀڳت لکي رام، ڀڳت شنڪر ۽ ٻيا
ڪيترا پريمي ستگرو مهاراج ڄڻ سان ملڻ آيا. رات جو
ستسنگ ڪيائون.

ٻئي ڏينهن شام جو جهنگل ۽ درياهه تان گهمي مهاراج ڄڻ
٨ بجه ستسنگ شروع ڪيو ته اينري ۾ ڪنڌوءَ مان گوال لال،
سروانند، آتمانند، ڀائي کيمارام، مهراج هولدداس،
اوم پرڪاش، ڀائي منگهن رام، ڀائي پرمانند ۽ ٻيا ستسنگي
ڏنڊا ۽ يڪتارا کڻي ڀڄن ڪندا ستسنگ ۾ مهاراج ڄڻ کي
پيرين پئي اچي ويٺا. ستگرو مهاراج ڄڻ اشاري سان سندن
ستڪار ڪري وهڻ لاءِ چيو. گوال لال، سروانند ۽ گرمکداس
مهاراج ڄڻ جي ٻنيان ڳائڻ لڳا. پريم اپديش جي وارتا
هلي. جڏهن موج ۾ آيا تڏهن چوڻ لڳا ته پريوءَ جي پريم

ڏي، سڀ خوش پرسن آهيو نه؟ توهان کي اسان جو
ڪنهن ٻڌايو؟

گوال لال هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته جنهن ڏينهن کان توهان
پرڀات جو ڪنڊوءَ مان هليا ويا تنهن ڏينهن کان وٺي ماتا ۽
سيٺي ستسنگي پريمي ڏاڍو اداس ٿي پيا آهن. ٻه ڀيان
ٻئي ڏينهن ته توهان کي ڏاڍو ڳوليوسين تنهن کان پوءِ آئي
وئي کان پئي پڇا ڪئيسين پر پتو ڪو نه لڳو. اڄ شام جو
مهڙن جو هڪ ڀائي پنهنجي دڪان تي آيو آهي، کان خبر
پيئي ته اوهان مهڙن ۾ آهيو. سو پاڻ ۾ صلاح ڪري ڀائو
ٽهلرام کان موڪلائي اچي اوهان جو درشن ڪيو اٿئون.

ستگرو مهاراج جن کين حيدرآباد جو سمورو احوال ٻڌايو.
سيٺي سوامي جن کي وينتي ڪئي ته سڀاڻي ڪنڊوءَ هلو.
ستگرو مهاراج جن کين چيو ته سڀاڻي هتي آرام ڪريو ۽ شهر
گهمي ڏسو. ٻئي ڏينهن سوير اڪري هلنداسون. پوءِ سيٺئي
وڃي آرامي ٿيا.

ٻئي ڏينهن شام جو ٻائي ٻوليگر ۽ ڪن ستسنگين کي
ساڻ ڪري گهمندا ڦرندا اچي ڪيمبرن جي ڳوٺ ۾ ڀڳت
ڏيون رام جي ٽلهي تي اڪتا، جتي ڀڳت چيتن رام سندن
آدرستڪار ڪيو. حال احوال ڏيندي ڀڳت چيتن رام،
مهاراج جن کي ٻڌايو ته ڀڳت ڏيون رام جو ميلو لڳائيندا آهن.
چنڊ، چوڏس ۽ ترونءَ تي ستسنگ ٿيندو آهي ۽ هر روز
ٻه ٻار ۾ ساڌ رس رهاڻ ٿيندي آهي. ڀڳت چيتن رام جي
عرض ڪرڻ تي سوامي جن گوال لال ۽ ٻين کان ٻه ٻچن چوايا.
موڪلائڻ وقت ڀڳت چيتن رام کي آهيءَ رات ستسنگ ۽
اچڻ جي نينڊ ڏئي موٽي آيا. رستي ۾ ڀڳت مورج را،
ستگرو مهاراج جن کي ٻڌايو ته هتي ساڌن جي ٽلهي تي ١٥-١٠

ٻڪرا هر مهني ٻل چاڙهيندا آهن. توهان جيڪر ڪجهه ماس
بابت اُپديش ڪريو ها ته ڏاڍو چڱو ٿئي ها. اها ڳالهه مون
ساڌن جي ٽوپ ڪري توهان سان آئي ڪانه ڪئي. ستگرو
مهاراج جن چيو ته اُبا، تو ڏاڍي ڀل ڪئي جو آئي اسان سان
ڳالهه ڪانه ڪئي. هاڻي اڄ رات جو ماس جي ٻاري ۾ ضرور
ستسنگ ۾ چرچا ڪبي. اِئين گهمندا ڦرندا سڄ لٿي مهل
آچي پهچي آستان تي پهتا ته ڀائي لالورام آچي ٻڌائين ته
سيڪات ڪيمرن جي ڳوٺ جا اٽڪل ٤٠-٥٠ ماڻهو ٽڪاڻي ۾
آچي ويٺا آهن. سو ڪرپا ڪري هلو.
ستسنگ شروع ٿيو. اُپديش ۾ چيائون ته منش جو ڌرم
آهي يگيه ڪري، تپ ڪري، دان ڪري، ورت رکي
نيم انوسار سنڌيا گايتري پاٺ ڪري، تيرٿن جو رٽن ڪري
۽ ستسنگ ڪندو رهي. ڀلي ڀلائي ۾ پاپ ڪرم نه ڪري،
پاپين، ڪڪرمين جو سنگ نه ڪري، ڇو جو سنگ جو وڏو
اثر ٿئي ٿو. جهڙو سنگ تهڙو رنگ.

ساوڪ - جئسي جس سنگت ڪري - تئسا تس ڦل ليهن،
ڪداي سيپ ڀجنگ مک - ايڪ بوند گڻ ٽين.

مطلب ته جنهن منش کي جهڙي سنگت ملندي تهڙو ٿي
هنجو سڀاءُ ٿي ويندو. جئن سواتي نکيتر جي برسات جي
بوند ڪيوڙي ۾ پوي ته ڪافور پيدا ٿئي، اهائي بوند
سپ جي وات ۾ پوي ته موتي ٿي پوي، پر جي اهائي
بوند نانگ جي وات ۾ پوي ته زهر ٿي پوي ٿي. جئن
ڪو ماڻهو شرابيءَ جو سنگ ڪندو ته شرابي ٿي پوندو،
جوئاريءَ جو سنگ ڪندو ته جوئاري ٿي پوندو، چور جو
سنگ ڪندو ته چور ٿي پوندو، ماس کائيندڙ جو سنگ
ڪندو ته ماس آهاري ٿي پوندو. تنهن ڪري من- مکن

جو سنگ تياڳي گور-مکن، ستپرشن، ڌرماتمائن جو سنگ
ڪرڻ گهرجي.

**سريشٽ جنون ڪا سنگ ڪر- ڪريئي تاس پيار،**
**پاوينگي پد پرم ڪو- نا تو سرڳن دوار،**
**نيچ نرن ڪو سنگ ڪر- ڀوگ دُک اَپار،**
**نسچئه جاوي نرڪ ۾- يا تو يم ڪي دوار.**

ستپرشن جو ستسنگ ڪندو ته آتم گيان پائي جنم مرڻ جي ڦيري کان ڇٽي ويندو. پڇتي آد شڀ ڪرم ڪري اوس سرڳ لوڪ جا ڀوڳ ڀوڳيندو. تنهن ڪري هن منش جو ڪرتويه آهي ته شڀ ڪرمن جو ابياس ڪري، سچ سان پريت رکي، سچ جو وهنوار ڪري، شڌ آهار ڪري شراب، ماس مڇي نه ورتائي، ڇو جو شراب، ماس، مڇي کائڻ هن منش جو ڌرم ناهي. اُن جي کائڻ سان هردو ملين ٿئي ٿو. ملين هردي انيڪ پاپ ڪري هيءُ جيوُ نرڪ ۾ وڃي ٿو.

**سلوڪ- ماس مڇلي کات هئه- سُرا پان سي هيت،**
**تي نر نرڪي جات هئه- مات پتا سميت.**

مطلب ته جنهن جو شراب، ماس ۽ مڇيءَ سان ڏاڍو پريم آهي، اهو ماتا پتا سميت نرڪ ۾ وڃي دک ڀوڳي ٿو. ماتا پتا ساڻس ائين ڪري نرڪ ۾ وڃن ٿا جو ننڍي هوندي کان وٺي اُنهن کي ماس لئي هيرائين ٿا. تنهن ڪري ماتا پتا جو ڌرم آهي ته پنهنجي اولاد جي هر ڪار سان رکيا ڪن ۽ منجهن سٺا سنسڪار وجهن. پاڻ به سدائين ستوگڻي رهي اولاد کي پالين. ڇو جو رجي گڻ مان تمو گڻ پيدا ٿيندو آهي ۽ تمي گڻ مان ڪروڌ ۽ ڪروڌ ڪري سڀيئي پاپ لاس ٿي وڃن ٿا. شراب، ماس تامسي کاڌو آهي، جو بلڪل نه

ڪاڻڻ گهرجي. ايترو وڏي پاپي شڪر ستسنگ ۾ اچي هٿ
جوڙي مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته سائين، جي ماس مڇي
کائڻ پاپ آهي ته ماڻهو ديوتائن لاءِ ٻڪرن جون ٻليون ڇو
ٿا چاڙهين ۽ ساڌ ڇو ٿا کائين.

ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته جيڪي منش ناسونت
پدارٿن جي پراپتي لاءِ آستانن لاءِ ٻڪرن جون ٻليون ٿا
چاڙهين سي وڏو پاپ ٿا ڪن. ڇو جو جيئن دان پن ڪري
پاپ لاهجن اُهي پاپ ڪرم ڪجي اهڙا ڪيترا نه اسمجهه ۽
مورکتا آهي. اسان ڏٺو آهي ته هتي ۾ ساڌن جي ٽلهي
لاءِ ماڻهو ٻڪرن جون ٻليون چاڙهيندا آهن. سو اُهي نه
چاڙهڻ کپن.

چند– جوئي پوجنيه يوگيه هووي–
تس نرادر ڪري هٺن،
تي نر سوک ڪبهي نهين پاوت–
آنت دکي هو مري هٺن.

مطلب ته ديو ديوين، مهاتمائن جا آستان ستڪار ڪرڻ
يوگيه آهن. اُنهن جي ايمان ڪرڻ سان منش دکي ٿي نرڪ
ڀوڳي ٿو. اُنهيءَ ڪري سنتن، ديوتائن جي آستان تي
وڃي ڪوبه اهڙو پاپ ڪرڻ نه گهرجي. جيڪي ساڌ،
براهمڻ، ڀاوا شراب، ماس، مڇي وغيره کائين ٿا تن کي ٻه
پاپ لڳي ٿو. جي ڀڳتي، دان، پن پراپت ڪري اُهي
پاپ لاهي ڇڏيندا ته اُنهن کي ڏسي جيڪي گرهستي کائين
ٿا تنجي پاپ جو حصو اُنهن ساڌن برهمڻن جي مٿان پوندو
۽ اهو پاپ ساڌ، براهمڻ پراشچت ڪري لاهي نه سگهندو.
اُنهيءَ ڪري شري ڪرشڻ گيتا ۾ اُرجن کي چيو آهي ته–

गीता अ-४- श्लोक २१

यद्यदाचरति श्रेष्ठस्तत्तदेवेतरो जनः ।
स यत्प्रमाणं कुरुते, लोकस्तदनु वर्तते ॥

مطلب ته هي ارجن، پوڄنيڪ، لوڪيڪ، سريشٽ پرش جهڙو جهڙو وهنوار ڪن ٿا ته ٻيا منش به اهڙو اهڙو ڪرم ڪرڻ لڳن ٿا.

न मे पार्थास्ति कर्तव्यं, त्रिपुलोकेषु किंचन ।
नानवाप्तमवाप्तव्यं, वर्त एव च कर्मणि ॥ "२२"

مطلب ته هي پارٿ ارجن، مون کي ٽنهي لوڪن ۾ ڪنهن به ڪرم ڪرڻ جو ضرور ڪونهي ۽ نڪي ڪنهن پراپت وستو جي اپراپتي آهي، تڏهن به مان ڪرم ڪندو رهان ٿو.

उत्सीदेयुरिमे लोका, न कुर्या कर्म चेदहम् ।
संकरस्य च कर्ता स्या मुपहन्यामिमाः प्रजा॥ "२४"

مطلب ته هي ارجن جيڪڏهن مان ڪرم نه ڪريان ته مون کي ڏسي ڪو به جيو ڪرم نه ڪندو. سڀ جيو ڀرشٽ ٿي ويندا ۽ انهن جو پاپ مون کي لڳندو.

جنهن ماتا کي ٻچو پيٽ ۾ آهي يا کير پيئي رهيو آهي، ته ماتا انهي ٻچي جي تندرستيءَ لاءِ ڪري ڪندي آهي. جي ڪري نه ڪندي ته ٻچو روڳي ۽ بيمار ٿي دکي ٿيندو، پوءِ انهيءَ ٻار جي دک ۾ ماتا به دکي ٿئي ٿي. تنهن ڪري سريشٽ پرش يعني ساڌن، ٻاون، براهمڻن کي مڇي ماس کائڻ، جوئا کرڻ، شراب پيئڻ آدي ڪو به اهڙو ڪرم نه ڪرڻ گهرجي. سيني جيون کي پنهنجي اڌار لاءِ سدائين ست ڪرم ڪرڻ گهرجي. انهيءَ ڪري ساري سنگت همت مٿي ڪٽي ٻهرين اها پرتگيا ڪري ته اڄ کان وٺي ڪٿي به،

ڪاڻڻ گهرجي. اهڙو بدي پاڻي شنڪر ستسنگ ۾ آئي هٿ
جوڙي مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته سائين، جي ماس مڇي
ڪاڻڻ پاپ آهي ته ماڻهو ديوتائن لي ٻڪرن جون ٻليون ڇو
تا چاڙهين ۽ ساڌ چوتا ڪائين.
ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته جيڪي منش تاسونت
پدارٿن جي پراپتي لاءِ آستان لي ٻڪرن جون ٻليون تا
چاڙهين سي وڏو پاپ تا ڪن. ڇوجو جتي دان پنج ڪري
پاپ لاهڻ الي پاپ ڪرم ڪجي اها ڪيتري نه اسمجهه ۽
موڙهتا آهي. اسان ٻڌو آهي ته هتي ۾ ساڌن جي ٽلهي
تي ماڻهو ٻڪرن جون ٻليون چاڙهيندا آهن. سو اهي نه
چاڙهڻ کپن.

چند- جوئي پوجنيه پوگيه هووي-
تس نرادر ڪري هڻن،
تي نر سوک ڪبهي نهين پاوت-
آنت دکي هو مري هڻن.

مطلب ته ديو ديوين، مهاتمائن جا آستان ستڪار ڪرڻ
يوگيه آهن. اُهن جي ايمان ڪرڻ سان منش دکي ٿي ل
پوئي ٿو. اُدهيءَ ڪري سنتن، ديوتائن جي آستان تي
وڃي ڪوبه اهڙو پاپ ڪرڻ نه گهرجي. جيڪي ساڌ
براهمڻ، ٻاوا شراب، ماس، مڇي ورتائين تا تن کي
پاپ لڳي ٿو. جي پڄتي، دان، پنج پراپت ڪري آهي
پاپ الهي جڏهندا ته اُهن کي ڏسي جيڪي گرهستي ڪائي
تا تنجي پاپ جو حصو اُهن ساڌن برهمڻن جي متان پولا
۽ اهو پاپ ساڌ، براهمڻ پراشچت ڪري الهي نه سگهندا
اڻيءَ ڪري شري ڪرشڻ ڳيتا ۾ اَرجن کي چيو آهي

गीता अ-४- श्लोक २१

यद्यदाचरति श्रेष्ठस्तत्तदेवेतरो जनः ।
स यत्प्रमाणं कुरुते, लोकस्तदनु वर्तते ॥

مطلب ته هي ارجن، پوڄنيه، ٻڍڙيون، سريشٽ پرش جهڙو جهڙو وهنوار ڪن ٿا ته ٻيا منش به اهڙو اهڙو ڪرم ڪرڻ لڳن ٿا.

न मे पार्थास्ति कर्तव्यं, त्रिषुलोकेषु किंचन ।
नानवाप्तमवाप्तव्यं, वर्त एव च कर्मणि ॥ "२२"

مطلب ته هي پارٿ ارجن، مون کي ٽنهي لوڪن ۾ ڪنهن به ڪرم ڪرڻ جو ضرور ڪونهي ۽ نڪي ڪنهن پراپت وستو جي اپراپتي آهي، تڏهن به مان ڪرم ڪندو رهان ٿو.

उत्सीदेयुरिमे लोका, न कुर्यां कर्म चेदहम् ।
संकरस्य च कर्ता स्या मुपहन्यामिमाः प्रजा॥ "२४"

مطلب ته هي ارجن جيڪڏهن مان ڪرم نه ڪريان ته مون کي ڏسي ڪوبه جيو ڪرم نه ڪندو. سڀ جيو پرشٽ ٿي ويندا ۽ انهيءَ جو پاپ مونکي لڳندو.

جيئن ماتا کي ٻچو پيٽ ۾ آهي يا ڪير پيئي رهيو آهي، ته ماتا انهي ٻچي جي تندرستيءَ لاءِ ڪري ڪندي آهي. جي ڪري نه ڪندي ته ٻچو روڳي ۽ بيمار ٿي دکي ٿيندو، پوءِ انهيءَ ٻار جي دک ۾ ماتا به دکي ٿئي ٿي. تنهن ڪري سريشٽ پرش يعني ساڌن، ٻاون، براهمڻن کي مڇي ماس کائڻ، جوئا ڪرڻ، شراب پيئڻ آدي ڪوبه اهڙو ڪرم نه ڪرڻ گهرجي. سيني جيون کي پنهنجي اڌار لاءِ سدائين ست ڪرم ڪرڻ گهرجي. انهيءَ ڪري ساري سنگت هٿ مٿي کڻي ٻهرين اها پرتگيا ڪري ته اڄ کان وٺي ڪٿي به،

ڪنهن جيڪ جي ٻل نه چاڙهيندا سون. ستگرو مهاراج جن جا وچن ٻڌي ساري سنگت هٿ مٿي کڻي اِها پرتگيا ڪري ڏوهه جي ڄڻ ڄڻڪار ٻولائي. ڪنهن ڪالهوءَ وري ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته پنهنجي مڙس چولي جي اُتار لاءِ ۽ پرلوڪ جي سڌار لاءِ هٿ مٿي ڪري هيءَ پرتگيا ڪريو ته اڄ کان وٺي شراب، ماس مڇي ڪونه ورتائيندا سون. سڀئي ڪيترن ماڻهن هٿ مٿي کڻي اِها پرتگيا ڪئي. ستگرو مهاراج جن چيو ته جن اڄ هتي ستسنگ ۾ ماس کائڻ ڇڏيو آهي تن تان اڳيون پاپ ماس کائڻ جو معاف ٿيندو. اسين توهان کي ڏاڍيوار ٿا ڏيون. ان کان پوءِ ستسنگ سماپت ٿيو.

صبح جو ستگرو مهاراج جن ڀائي ٻوليگر ۽ ٻين پريمين کان موڪلائڻ لڳا ته ڀائي سورج رام ۽ ڀائي شنڪرداس ۽ ڀاري لال چوڻ لڳا ته هي پريو اسان کي ساڻ وٺي هلو ته ڪجهه وقت توهان جي چرڻن ۾ رهي شيوا ڪريون، ستگرو مهاراج جن چيو ته ڀلي هلو. ايترو چئي ساري منڊلي سميت پنڊ روانا ٿيا. درياهه جو ڪنارو ڏيئي جهنگلن جا سفر ڪندا ٨ بجه صبح جو ڪنڌوءَ اچي پهتا.

ستگرو مهاراج جن مالا کي ڀيرين پئي ڀائي ٺهلرام ۽ سنت آلورام سان ملي اچي وينا ته شهر جا ڪيترا ستسنگي ۽ پريمي به اچي ويا.

ٻئي ڏينهن صبح جو مائي رياست پرساد ۽ پوڄا جي سگهڙي کڻي ستگرو مهاراج جن کي ڀيرين پئي اکين ۾ پاڻي ڀري چيو ته هي پريو، هاڻي گهڻا ڏينهن ٿي ويا آهن، [illegible] ڪري نام جو دان ڏيو، جو چت تمام اداس ٿي پيو [illegible] پاڻن کان مون ڏپ جي ڪري ڪونه پڇيو آهي

جي هو سندن جي برخلاف آهن. باقي شامن مل جيڪو توهان
وقت ايندو آهي تنهن ۽ ماتا کان آگيا وٺي آئي آهيان.
ستگرو مهاراج جن چيو ته پتري، سونا زيور ۽ ريشمي
ڪپڙا ڪين پائيندين، چاڪاڻ ته آهي وڌوا استريءَ کي
پائڻ ڌرم نه آهي. سرير جو ڪوبه سينگار نه ڪرڻ گهرجي.
اڇو ڪپڙو پائي سدائين سادگيءَ ۾ رهجي. مڇي ماس نه
کائجي. سادو ڀوڄن اُنين پهر هڪ ويلو کائڻ گهرجي. من ۾
ويراڳ ڌاري رات ڏينهن ڀرڀوءَ جو ڀڄن ڪري پنهنجو
جنم سڦلو ڪرڻ گهرجي. مائي رياست هٿ جوڙي چوڻ لڳي
ته ڀرڀوءُ، جئن چئو ٿا تئن ئي اڄ کان وٺي ڪنديس. ستگرو
مهاراج جن کان گور منتر وٺي پنهنجي گهر ويئي.

مائي رياست گهر پهچي ڳهڻا ۽ ريشمي ڪپڙا لاهي سادا
اڇا ڪپڙا پائي ايڪانت واري ڪوٺيءَ ۾ ويهي نام جو
ابياس ڪرڻ لڳي. اها خبر سندس گهر جي سيٺي مٺن مائٽن
کي پئجي ويئي. رات جو ڪيس سڏ ڪري پڇڻ لڳس
ڳهڻا لاهي سفيد ڪپڙا ڇو پاتا اٿيئي؟ هن چيو ته سينگار
آهي پتي ديو لاءِ. اڄ ۾ موٽڪي ڌرم جي ڪا خبر ڪانه
هئي، اڄ ستگرو ڪرڻ ڪاڻپوءِ خبر پيم ته سينگار وڌوا جو
ڌرم ناهي. تنهن تي پڇيائونس ته ڪهڙو ستگرو ڪيو اٿيئي.
مائيءَ جواب ڏنو ته ستگرو ٽيئون رام مهاراج جن کان اُپديش
وٺي ستگرو ڪيو اٿم.

اهو ٻڌندي ئي سندس پاءُ موٽيرام کيس ٻئي ڌڪ هڻي
چوڻ لڳو ته موڙڪ تو اسان جي ڪل کي ٻوڙي ڇڏيو. اڄ
کان وٺي سادن جي ستسنگ ۾ نه وڃ ۽ نه وري ڪنهن
کي ٻڌائج ته گرومون گرو ڪيو آهي. اها رات مائي ڪاڏي
ٻنا وچي سمهي پئي.

صبح جو مائيءَ جا پائر ڪپهه جي مشين تي ويا. مائي رات پنهنجي ماءُ کي چيو ته ماتا، مون کي موڪل ڏي ته ستگرو مهاراج جن جو درشن ڪري اچان. ماڻس چيس ته ڏيءَ توکي رات به پائرن ماريو آهي ۽ جهلي ويا آتيئي ته نه وڃ، پوءِ وري ڪٿي تي وڃين. رات چيو ته جلدي درشن ڪري اجهو تي موٽان. اتي وڃي ستگرو مهاراج جن وٽ اچي پيرين پئي باسڻ ڀهاري ڪرڻ لڳي. ڪلاڪ کن شيوا ڪري پنهنجي گهر آئي ۽ هر روز اهڙي شيوا ڪري ايندي هئي.

پئي ڏينهن ستگرو مهاراج جن سنتن سان گيان چرچا ڪرڻ لڳا ته سنت آلورام چوڻ لڳا ته هي پڳون، من کي وس ڪرڻ ۽ شانتي پراپت ڪرڻ جا ڪهڙا مکيه ساڌن آهن. ستگرو مهاراج جن چيو ته من جي استٿتي ۽ شانتيءَ لاءِ وئراڳ ۽ ابياس ٻه مکيه ساڌن آهن. برهم نيشٽي ۽ برهم سروتري پورن ستگرو دوارا يوگ جي اٺن انگن سميت ترڳڻ اپاسنا ڪجي ۽ تيبر وئراڳ ڌاران ڪجي يعني سنسار جي سڀني يوڳن کان چت سدائين اپرام هجي.

سلوڪ- برهم لوڪ ليئُون يوڳه جيون-
ڇهي سيٺن ڪو تيا ڳه،
ويد ارٿ گياتا مني- ڪهت تاهه وئراڳه.

مطلب- مرت لوڪ کان وٺي برهم لوڪ تائين جيڪي ٻه سڪ ۽ يوڳه آهن تن سڀني جو تياڳ انهيءَ کي رشي مني، سنت وئراڳ چون ٿا. سو ابياس ۽ وئراڳ اهي ٻئي ساڌن من کي جيتڻ ۽ شانتي پراپت ڪرڻ لاءِ آهن. ٽيون ساڌن آهي:-

مرنا آپنا ياد ڪرنا ـ يـي پلائو نـا ڪپي ،
جان من ۾ مرني ڪا دن ـ نڪٽ آيا هئہ اَپـي .

مطلب تہ جنهن کي سدائين موت ياد آهي سو جلدي پنهنجي
من کي استمت ڪري پرم پد کي پائيندو. اهڙي طرح لت
ليم سان جيڪي ستسنگ ڪندا رهيا تن جي ورتي دن بدن
پگهرتي ۽ وئراڳہ ۾ وڌندي رهندي.

هفتہ کان پوءِ هڪ ماڻهو مائي ريات جي پاڻ موليرام
کي اچي چيو تہ توهان جي پيڻ روز ساڌن وٽ وڃي
ٻهاري پائيندي آهي ۽ باسڻ مليندي آهي ۽ ٻي شيوا
ٽهل ڪندي آهي. توهان تہ سنتن کي ڪين مڃيندا
آهيو پوءِ پيڻ کي ڪئن تا موڪل ڏيو؟ موليرام اهو ٻڌي
چپ ٿي ويو. دل ۾ گهڻو ڏک ٿيس. سڌو گهر اچي ماءُ
کان اچي پڇيائين تہ ريات ڪيڏانهن وئي آهي؟ ماڻس چيس
تہ اَبا، ڪنهن پاڙي واريءَ وٽ وئي هوندي. ايتري ۾
مائي ريات بہ ستگرو مهاراج جن جو درشن ڪري گهر آئي
تہ پاڻس چيس تہ سچ ٻڌاءِ، ڪيڏانهن وئي هئينءَ؟ ريات
چيو تہ اَما کان موڪلائي مهاراج جن جو درشن ڪرڻ وئي
هيس. اهو ٻڌي اَماڻ پئي ڏڪ هڻي چوڻ لڳس تہ توکي
شرم ڪو نهي. تنهن ڏينهن هيترو سمجهايو سونءَ تہ ساڌن وٽ
نہ وڃ. پر تون روزانو اوڏانهن وڃي ٻهاريون پئي ڏين ۽
باسڻ پئي ملين. سڄي شهر ۾ بدنام ڪيو اٿيئي. تو اسانجي
ڪل کي لڄايو آهي. تو اسانجو ڪنڌ پڃي ڇڏيو آهي.
بزار ۾ تا وڃون تہ ماڻهو ميڙي تا هڻن. ماءُ کان پڇڻ لڳو
تہ تو هن کي ساڌن وٽ وڃڻ جي موڪل ڏني آهي ڇا؟
ماڻس چيس تہ اَبا، هن جي دل اداس ٿي پئي آهي. ماڻهن
کي ڇا ڪندا سون. پل وڃي سنتن جو درشن ڪري. تون
ماڻهن جي چوڻ کي نہ لڳہ. سنتن جي پاسي کان روڪڻ پاپ

آهي. ٻيو ڪو رستو نه ڏسي موليرام وڃي شهر جي ٻاون
کي چيو ته ڀر ۾ آدرم تي رهيو آهي. ساڌ توهان جو چيلو
ٿي توهان جي چيلن کي ڦاسائي انهن کان پاو پرساد وٺي
پنهنجا چيلا پيو ڪري. اها خبر توهان کي آهي يا نه؟

باوا چوڻ لڳا ته اَدا خبر نه سڀ آئيون. اساڄي باوڻ،
براهمڻ مان نه مهراج هولدلداس وڃي ساڌ جو چيلو ٻڻجي
پيو ٻهاريون ڏي. دل ۾ نه گهڻو خيال آئيون پر ڇا ڪريون؟
باوڻ وٽان تي موليرام اچي براهمڻ کي چيو ته توهان براهمڻ
تي ڪري پنهنجي ڪرم ڪان ڪري پيا آهيو جو توهان جو
چوڪرو هولدل سنتن جا جُوتا باسڻ پيو ملي ۽ واٽين جون
جتيون پيو کٽي ۽ ٻهاريون پيو ڏي. ڪٿي توهان براهمڻ ۽
ڪٿي توهانجو ڪرم! توهان کي ڪير پُڇيندو؟ اسان اڄ
ٿي مکي صاحب سان صلاح ڪري شهر لاءِ پيا براهمڻ تنا
گهرايون. اُنهيءَ براهمڻ کيس چيو ته ڪرپا ڪري توهان پيا
براهمڻ نه گهرايو اسان کي پاڻ اُنهيءَ ڳالهه جو گهڻو ڏک آهي.
رات ڏينهن اُنهيءَ ويچار ۾ آهيون ته ڪو رستو ملي ته ساڌوءَ
لي قدم کڻون. توهان خيال نه ڪريو. اسان اُنهيءَ ڳالهه جو
بندوبست ڪنداسون. اِترو ٻڌي موليرام مکي صاحب وٽ
ويو جتي اڳ ۾ ئي ان ڇڻ پنڇن مهاراج جن خلاف مکيءَ
کي وڏي داٿهون ڏيون. موليرام به اَچي وڃي مکيءَ کي
چوڻ لڳو ته هيءَ شهر ۾ چڱي ڳالهه نه ڪاله ٿي جو اساڄا
پوڄنيه براهمڻ سنت جي گهر وڃي باسڻ ملين ۽ ٻهاريون پائين
۽ اساڄي شهر جون زالون وڃي جند پيئن ۽ ٻهاريون ڏين.
اها ڳالهه مکي صاحب توهان کي وڻي ٿي؟ ساڌ شهر ۾ پائيمال
مچائي ڏنو آهي، وڃي تو چيلا ۽ چيليون ڪندو. يا نه ڪو
باو ڪريو ته سڄو شهر ڦٽي ويندو.

مکيءَ صاحب موتيرام کي چيو ته پنهنجي من کي نه تپايو، ڪوئي خيال نه ڪريو. اُنهيءَ ڳالهه جو بندوبست ڪنداسون. موتيرام پوءِ پنهنجي منشين تي هليو ويو.

ٻن ٽن ڏينهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن درياهه تي اشنان ڪرڻ تي ويا ته هڪ ٻڍي مائي مهاراج جن کي هٿ جوڙي چوڻ لڳي ته هي سوامي، ڀڳوان جي نالي هن ڀنگياڻيءَ کي چئو ته ڪتي جو ڦونگڙو جو رات منهنجي در تي مري ويو آهي سو ڪڍي وڃي ٻاهر ڇڏي اچي. مان هڪ غريب ٻڍي زال آهيان. جنب پيهين گذر ڪندي آهيان، تنهن هوندي به ٻه آنا ڏيڻا ڪيا ٿيمانس. ڦونگڙي کي ڍوڙي به ٻڌي اُتس پر چوي ٿي ته چار آنا ڏي ته پوءِ ڪڍان. مهاراج جن ڀنگياڻيءَ کي چيو ته بابا، مائي تمام غريب آهي تون ڪالهس ٻه آنا وٺي هڪڙو ڪم ڪر.

ڀنگياڻيءَ چيو ته مان چئن آنن کان گهٽ ڪين وٺنديس. ڀنگياڻيءَ جو نمرتائيءَ جو جواب ٻڌي مهاراج جن پاڻ مڙل ڦونگڙي کي گهلي ڪلهن ۾ اُڇلي درياهه تان اشنان ڪري هڪ پپل جي وڻ هيٺان آسڻ ٻڌي پنهنجي ورتيءَ کي آتم سروپ ۾ استٿت ڪيائون.

ٻئي ڏينهن ڀنگياڻي سو ٻهارو گهٽيءَ ۾ ڇڏي سيٺين، ٻاون ٻانيڻن کي وڃي چيو ته اڄ ظلم ٿي ويو جو ساڌ مڙل ڪتو گهلي اسان ڀنگين جو ڪم ڪيو آهي ۽ اسانجي روزيءَ تي لت ڏني آهي. اِئين ٿيندو ته اسان بکه مري ويندا سون.

ڀنگياڻيءَ جي ڳالهه ٻڌي ٻاوا ٻانيڻ، سيٺيون ۽ موتيرام ٻيا پاڻ ۾ ملي خوش ٿي چوڻ لڳا ساڌ تي وڏي قدم کڻڻ جو هي ڏاڍو سٺو موقع مليو آهي. جي هي وجهه هٿان وڃايوسون ته پوءِ هٿ هڻڻا پوندا. ڪاٺي مکيءَ کي ساري ڳالهه ٻڌائجي.

صلاح ڪري پنگياڻيءَ کي چيائون ته تون ڪو به خيال نه ڪر، اسان پاڻهي انهيءَ ڳالهه جو بندوبست ڪريون ٿا. تون هينئر اسان سان گڏجي مکيءَ وٽ هل. تنهن کانپوءِ سڀ گڏجي پنگياڻيءَ کي وٺي مکيءَ وٽ ويا. ڪيس ساري حقيقت ٻڌائي چوڻ لڳا ته مکي صاحب جي اعتبار نه اچي ته هن پنگياڻيءَ کان پڇي پڪ ڪريو. مکي صاحب پڇيس ته چپ ٿي ويو پوءِ پنگياڻيءَ کي چيائين ته تون وڃي پنهنجو ڪم ڪر. ٿهلٽي کي سڏ ڪري چيائين ته وڃي ڀائي ويرسي رام، ڀائي ٿهلرام ۽ ڀائي هاسارام کي سڏ ڪري اچ. ٿهليو وڃي سڀني کي سڏ ڪري آيو. سڀئي اچي مکيءَ ۽ ٻين سان رام رام ڪري ويٺا. مکي صاحب ٻڌايو ته اڄ صبح جو ڀڳت مڱل ڪٿو گهلي ڪڏ ۾ ڦٿو ڪري آيو آهي. اها ڳالهه سڀني کاهي. جيڪڏهن توهان پنگين جا ڪم ڪندا ته پوءِ اوهانجي در جو پاڻي ڪير پيئندو؟

ڀائي ٿهلرام چوڻ لڳو ته مکي صاحب، اسان کي ته انهيءَ ڳالهه بابت ڪائي خبر ڪانهي. ڀڳت صبح جو سوير درياهه تي اشنان ڪرڻ ويو آهي، اچي ته اسان پڇنداسونس. جي سچ پچ ائين هوندو ته اسين سمجهائينداسونس.

تنهن تي سيٺ ٻوليرام ۽ ٻيا مکيءَ کي چوڻ لڳا ته ڀائي ٿهلرام جا ڀڳت کي سمجهائيندو؟ اڄ رات جوئي پنچائت ڪٺي ڪري فيصلو ڪرايو. مکيءَ ٿهلٽي کي آگيا ڪئي ته وڃي ٻنهي شهرن- ڪندو ۽ سالاري ۾ سوچنا ڏيئي اچ ته اڄ شام جو پنچائت ڪٺي ٿيندي. ڀائي ٿهلرام کي ٻڌ چيائين ته توهان ڀڳت صاحب کي پنچائت ۾ وٺي اچجو. تنهن کان پوءِ سڀئي پنهنجي پنهنجي گهر ويا.

هوڏانهن ستگرو مهاراج جن درياهه تان اشنان ڪري گهر

موٽي آيا ته ڀائي ٽهلرام سخت ڪاوڙ ۾ چوڻ لڳو ته تو اڄ
صبح جو ڇا ڪيو آهي جو مٺل ڪتو ڪٿي وڃي ڪڏ ۾ ڇڏيو
اٿيئي. ڀڳين جا وٽين تو ڪم ڪندو. سڄي شهر ۾ گوڙ تي
ويو آهي. مکيءَ مولکي ۽ ڀائي ويرسي رام ۽ ڀائي هاسارام
کي گهرائي چيو ته اڄ شام جو پنچائت ڪني ٿا ڪريون.
توهان ڀڳت کي پاڻ سان وٺي اچجو.

ستگرو مهاراج جن مشڪڻ لڳا. تنهن تي ڀائي ٽهلرام
ڪيس چيو ته تون ته ڪلهين تو پر اسان کي ته اڄ روئي ۾ ڪانه
وٺندي. ايتري ۾ گهر جا سيئي ڪٺيبي ۽ ماتا ڪرشنا
اچي ڀائي ٽهلرام کان پڇڻ لڳا ته ڇا ٿيو آهي؟ ڀائي ٽهلرام
چيو ته توهان کي ڇا ٻڌايان. هاڻي ڀڳت اسان کي هٿئي وهڻ
ڪين ڏيندو. اڄ تمام خراب ڳالهه ڪئي اٿس. مٺل ڪتو
گهاٽي ڪڏ ۾ اڇلايو اٿس. انهيءَ ڪري ساري شهر ۾ شور
مچي ويو آهي. مان تو ڀڳت کان پڇان ته وٺو ڪلهي. اهو
ٻڌي ماتا، مهاراج جن کان پڇڻ لڳي ته اٻا سچي ڳالهه ڪر.
لائين ڪيو اٿيئي ڇا؟

مهاراج جن مشڪي چوڻ لڳا ته ماتا، ڳالهه برابر سچي
آهي. اڄ صبح جو جڏهن گهران نڪري درياهه تي ٿي ويس
ته ٻاهر هڪڙي ٻڍي مائي هٿ جوڙي مولکي چيو ته ڀڳوان
جو نالو آتيئي هن ڀڳياڻي کي سمجهايو ته هي مٺل پولڪڙ
منهنجي در تان ڪٺي. نوڙي ۾ پونڪڙي کي ٻڌي اُتم
۾ آنه ۾ ڏيانس ٿي پر پاڻ ۴ آنه ٿي گهري. سو مان غريب
۴ آنه ڪٿان آڻي ڏيانس. تنهنڪري توهان چئوس. سو مائي
مون کيس گهٽي قدر چيو پر ڀڳياڻي ڀڳوان جي نالي کي
ڪين سڃاتو ۽ چوڻ لڳي ته چئن آنن کان گهٽ اصل
وٺنديس. تڏهن مون دل ۾ ويچار ڪيو ته هن مورک کي

ستگرو ٽيئون رام مهاراج

... ڀڳوان جي نالي جي مهما جي خبر ڪانهي پر مون کي
... رام جي نالي جو قدر آهي. تنهن ڪري غريب مائيءَ
جو خيال ڪري ڀڳوان جي نالي کي ڏسي مٽل پونگڙي
کي لوڙيءَ کان وٺي ٻاهر ڪڍ ۽ ڇڏي آيس.
ڀائي ٺهلرام مهاراج جن کي چيو ته هاڻي ابداءَ ته پنچن
کي ڇا هلي چئون؟ تون ساڻ هلندين يا نه؟
مهاراج جن چيو ته توهان پنچن کي چئو ته ڪو ڪتو ماري
پاپ ته ڪونه ڪيو آهي؟ مائيءَ کي غريب ڏسي دل ۾ ديا
آئي تنهن ڪري انئين ڪيم، سو ان ۾ ڪهڙو دوش آهي.
پر جي پنچ اهيءَ ڳالهه ڪري ڏنڊ رکن ته ڪونه ڀريندا سون.
منهنجي هلڻ جو ضرور ڪونهي. پر جي توهان ناراض ٿيو
ته مان توهان سان گڏجي هلان. تنهن تي ڀائي ٺهلرام،
ويرسيرام ۽ هاسارام چوڻ لڳا ته جيڪا توهان ڳالهه ڪئي
آهي سا نيڪ آهي. پر توهان اسان سان گڏجي هلجو.
مهاراج جن چيو ته چڱو مان هلندس.
شام جو پنچايت ڪٺي ٿي. مهاراج جن ڀائي ٺهلرام سان
گڏجي پنچايت ۾ ويا.
مکي صاحب پنچن کي چيو ته اڄ صبح جو ٻه چار شهر
جا سيٺيون، ٻاوا ٻاهڻ ۽ هڪ ڀنگياڻي مون وٽ آيا ۽ چيائون
ته ڀڳت صاحب هڪ مٽل ڪتو ڪهليو آهي. انهيءَ ڪري
اسان ڀڳت صاحب کي هتي اچڻ جي تڪليف ڏني آهي. توهان
کي جيڪي ڪڇڻو ان باري ۾ پڇڻو هجي سو ڀڳت صاحب
کان پڇو.
هڪ برهمڻ اٿي چوڻ لڳو ته ڀڳت جيڪو ڪم ڪيو ...
آهي سو ڀنگين ۽ شودرن جو آهي. کتري وانش ۽ برهمڻ ...
اهو ڪم ناهي. تنهن ڪري ڀڳت پنهنجي ڌرم کي ڀرش ...

ڪيو آهي ۽ ٻين کي بہ ڪرم ڌرم کان وڃائي ڀرشٽ ڪندو
انهيءَ ڪري ڀڳت تي ڏنڊ رکجي ۽ کيس پنچائت مان
لاهي ڇڏجي.

هڪ ڀائي انهيءَ رت جي پنيرائي ڪئي. انهيءَ تي ڀائي چيلداس چيو تہ سنت ديالو ٿيندا آهن. ڀڳت صاحب بہ هڪ غريب مائيءَ تي ديا آڻي جي ڀونگڙي کي ٻاهر ڇڏي آيو تہ ڪوئي دوش ڪونهي. پاپ ٿيندو آهي مارڻ ۾. ڀڳت صاحب ڪتو ماريو تہ ڪونهي. تنهن ڪري منهنجو تہ ويچار آهي تہ انهيءَ ڳالهہ کي ڇڏي ڏيو.

تنهن کانپوءِ ڀڳت ڏيارام اُتي چوڻ لڳو تہ ڀائرو، ڀائي چيلداس جيڪي چيو آهي سو سورهن آنہ صحيح آهي. هڪ غريب مائي ڀنگياڻيءَ کي ٻلڙو ڀائي، ڀڳوان جو نالو وجهي چيو تہ مون کان ٻہ آنہ وٺ، چار آنہ ڪتان ڏيان پر ڀنگياڻي نہ مڃيس. تنهن کان پوءِ ڀڳت صاحب جن کي ڀڳوان جو نالو وڌائين تہ تڏهن ڀنگياڻيءَ کي چيو تہ ٻہ آنہ وٺي ڀونگڙو ڪڍي وڃي. پر تنهن ڀنگياڻيءَ ساڻ جو بہ چيو ڪين مڃيو ۽ ڇڏي هلي وئي. تنهن تي ٻڍي روئڻ لڳي. جي ڀڳت صاحب مائيءَ تي ديا آڻي اهو ڪم ڪيو تہ ڪو پاپ ڪونهي. وڏن وڏن رشين منين ۽ مهاتمائن پرماتما جي نالي تي سر ڏنا آهن. جي سچ پڇو تہ سمورو ڏوهہ ڀنگياڻيءَ جو آهي. تنهن ڪري ڀنگياڻيءَ تي ڏنڊ وجهو، يا کيس ڪڍي ڇڏيو هريجن شهر لاءِ گهرايو. تنهن تي سيٺ موتيرام چوڻ لڳو تہ ڀائي چيلداس ۽ ڀڳت ڏيارام ڀڳت جي خوشامد ڪئي آهي. هنن ٻنهي کي ڌرم جي ڪهڙي خبر تہ ڀڳت پڄ ڪيو آهي يا پاپ. اها خبر تہ پنڊتن ۽ برهمڻن کي آهي.
تنهن ڪري برهمڻن جي ڳالهہ رکي فيصلو ڪريو.

اُني پاڻي پرمانند ۽ ٻاٻو ريجهورام اُني چوڻ لڳا ته پاڻ ڪنڊوءَ جي پرسان ڪيترا مسلمانن جا ننڍا ڳوٺ آهن، جتي ٻئي گهر هندن جا آهن. ڪٿي ٽارن تي هندو رهن ٿا، ٻا ٻه پاٽي دڪان واڻين جا آهن. ٻس چئن ميلن تي باغيچا آهن ۽ هندو ٽارن تي رهندا آهن. اُنهن جي گهرن، دڪانن يا اوطاقن يا باغيچن ۾ ڪا ٻلي مري وڃي ته اُهي هندو واڻيا پنگي ڪٿان گهرائيندا؟ ضرور پاڻ ٻليءَ کي ٻاهر ڦٽي ڪري اشنان ڪري ايندا هوندا، پر اُنهن تي ته ڪو پاپ ڪين لڳندو آهي. اڪثر ڪري جتي پنگي ڪونه آهن اُتي ته اُهڙا ڪم گهٽيئي پيا ٿين. پر تنهن هوندي به ٻاوا ٻاليڻ شاستر مان پرماڻ ڏيئي اسان کي ثابت ڪري ڏيکارين ته اُهيءَ ۾ ڪهڙو پاپ آهي ته پوءِ ويچار ڪجي. تنهن تي مهراج گرداري رام چوڻ لڳو ته پنڊتو، جا ڳالهه پڌري پئي آهي تنهن کي شاستر جي پرماڻ جي ڪهڙي ضرورت؟ هيءَ ڳالهه ته ٻار به سمجهندا ته هي ڪم پنگين جو آهي. وڌيڪ اسين ڇا چئون. جي اُهيءَ ڳالهه جو پورو فيصلو نه ڪندا ته اڄ کان وٺي اسان مان ڪو به توهان کي پاٽ پوڄا جو ڪرم ڪونه ڪرائيندو ۽ نڪي اسين اوهان جي گهر جو پاڻي پيئنداسون.

پنڊتن جي اِها واد وواد ٻڌي مکي صاحب مهاراج جن کي چيو ته جيڪي ڪجهه ٻاون ٻاليڻن ۽ پنڊتن ڳالهايو آهي سو توهان ٻڌو آهي. هاڻي توهان کي ڇا چوڻو آهي؟

ستگرو مهاراج جن چيو ته مونکي ته وڌيڪ ڪجهه چوڻو ڪونهي، پر هڪ ڳالهه اوهان سڀني کان پڇان ٿو ته دکي جيون تي دَيا ڪرڻ پاپ آهي يا پن. سڀني چيو ته پن. ستگرو مهاراج جن چيو ته مون هن مائيءَ جي سخت حالت

ڏسي اهو ڪم ڪيو، اُنهيءَ ۾ ڪوئي دوش ناهي. باقي توهان چئو ٿا تہ پنگين جو ڪم آهي سو توهان جئن سمجهو تئن سمجهو. مون کي هن باري ۾ جيڪي چوڻو هوندو سو اڄ سانجهيءَ جو ستسنگ ۾ چوندس،“ ڀلي اچي ٻڌجو. ايترو چئي مهاراج جن بس ڪئي تہ ساري پنچات بہ ڪنڌ هيٺ ڪري چپ ٿي وئي. پنجن منٽن کانپوءِ مکي صاحب چوڻ لڳو تہ توهان سڀ شانت ٿي ويا آهيو، سو هاڻي ميڙ سماپت ٿا ڪريون. گهر وڃي ويچار ڪجو. پرينهن رات ٨ بجي پنچات ڪٺي ٿيندي. پوءِ اچي پنهنجا پنهنجا رايا ڏجو. پنچات برخواست ٿي ۽ هرڪو پنهنجي پنهنجي جاءِ ٿي ويو. رات جو نيم موجب ستسنگ ٿيو جنهن ۾ مهاراج جن هيٺيون ڀڄن ڳايو.

## راڳ ڪوهياري

تل- پنهنجي شاه جي شڪارڻ آهيان مان-
پيو سنسو شوڪ نہ پايان مان.

١- بيحد ٻڄڙي آءٌ پنگياڻي- در ڏٺيءَ جي وڻان وڪاڻي،
جهاڙو روز لڳايان مان..

٢- لوڪ سڄو پيل ڪري خواري- نام جو نالو سمجهيم پاري،
نام سان نيهہ نڀايان مان.

٣- نيچ نماڻي اصل اَياڻي- آهيان صاحب ڪي نہ سيباڻي،
پريتن ڪي پرچايان مان.

٤- کهي ٽيڻون ستگور سمجهايو- هر رنگ ۾ هڪ لال لکايو،
سڀ جي سيوا ڪمايان مان.

اهو ڀڄن ارت سميت ڳائي بس ڪيائون تہ ساري سنگت جي اکين مان پاڻي وهڻ لڳو.

ستسنگ سماپت ٿيڻ کان پوءِ گهر جا پاڻي ۽ ستسنگي

ستگرو مهاراج جن کان پڇڻ لڳا ته هاڻي ڇا ٿيندو؟ ستگرو
مهاراج جن چوڻ لڳا ته ڪائي چنتا نه ڪريو. هن سرشٽيءَ
جي آد کان وٺي ڀڳوان نوان نوان رنگ ڏيکاريندو آيو آهي.
سو توهان ساکي ٿي ويهي ڀڳوان جو تماشو ڏسو. اسان ته
ڀڳوان جا کيل ڏسي ڏاڍو خوش ٿيندا آهيون. تنهن تي ماتا
ڪرشنا چوڻ لڳي ته: ابا توهان ته خوش ٿا ٿيو پر اسان ته
ڏڇيو وڃون. الائي پنهنجي هتان لڏائي نه ڇڏين. اهو ٻڌي
ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته ماتا! ڀڳوان نه شل ڪنهن کي
لڏائي، باقي ماڻهو ڇا ڪري سگهندا؟ اتي رمضان فقير جو
وڏو ڀاءُ اچي ستگرو مهاراج جن کي هٿ جوڙي چوڻ لڳو
ته سائين، اسان کي ڀاءُ رمضان جي موڪل ڏيو ته گهر وٺي
وڃولس، جو ماڻس سخت بيمار آهي؛ چوي ٿي رمضان جو
منهن ڏسان. ستگرو مهاراج جن چيو ته ابا، ڀلي وٺي وڃوس.
اسانجي ڪائي روڪ ڪانهي. رمضان ستگرو مهاراج جن
کان موڪلائي ڀاءُ سان گڏجي گهر ويو.

صبح جو ستگرو مهاراج جن ساڌن مهاتمائن سان گڏجي
درياهه تي ويا. ڪناري تي گهمندي ڀائي گوبند رام چوڻ
لڳو ته اڄ ته درياهه ڏاڍي موج ۾ تيز رفتار سان پيو وهي.
تنهن تي ستگرو مهاراج جن فرمايو ته ابا، هن درياهه کي
پنهنجي آدي گهر سمنڊ ڇڏي گهڻا ڏينهن ٿي ويا آهن.
سمنڊ ۾ هڙوانل اگنيءَ جي پرڀاو سان سمنڊ جو پاڻي ٻاڦ
ٿي مٿي چڙهي بادل بڻجي هماليه جي مٿان وسي برف ٿي
اچي ڄمي ڏينهن رهي ٿو. تنهن ڪانپوءِ سورج جي تپت
ڪري ڳرهن پاڻيءَ جي صورت وٺي ٿو تڏهن پنهنجي
آدي گهر کي ياد ڪري تيز رفتار سان ڊوڙي پنهنجي گهر
کي ڳوليندو پيو وڃي. ڏاڍي اڪير اٿس ته جئن جلد وڃي

پنهنجي گهر پهچان.

**سدانند** - ست چت آنند آتما پنهنجي اَبناسي پار برهم گهر ۾ هو. پڙوالل اَگنيءَ روُپي ڦُوٽي جي ڪري مايا روُپي بادلن دوارانِ جيو روُپي برف تي سنسار روُپي هماليه تي ڪجهه ڏينهن اچي رهي تو. جڏهن ست وچار روُپي سورج اُڀري تو تڏهن گيان وئراڳ روُپي گرميءَ ڪري جيو پٽو مٽائي آتما تي پرماتما روُپي مهاساگر سان ملڻ لاءِ پياس رکي رات ڏينهن يتن ڪري ڳوليندو رهي تو. جيسين برهم روُپي سمنڊ سان نه ملندو تيسين هن جيو آتما کي ڪٿي به آرام ڪونه ايندو. ستگرو مهاراج جن جا اهي پيارا وچن ٻڌي ڀڳت شيوڪرام، سنت آلورام، گوبندرام ۽ سڀيئي ستسنگي ڏاڍو خوش ٿيا. مهاراج جن سڀني ستسنگين سان گهمندا ڦرندا جاءِ تي آيا ۽ اچي ستسنگ ڪيائون.

رات جو سالاري ۽ ڪندوءَ جي ساري پنچات ڪني ٿي. اتي سيٺ گوپالداس چيو ته پائرو، سنتن جا خيال سنسار کان نرالا ٿيندا آهن. الائي سنت اهو ڪم ڪهڙي خيال کان ڪيو. تنهن ڪري منهنجو وچار آهي ته اهيءَ ڳالهه کي ڇڏي ڇڏيو.

تنهن ڪاپوءِ ٻاٻي ريجهورام چيو ته منهنجي به اهائي مرضي آهي ته سنتن کي نه ستائجي. اها ڳالهه اتي ڇڏي ڏجي. مهراج گرڌاري رام چوڻ لڳو ته پورو پورو نياءُ ڪريو. باقي پاسخاطري ڪري جي ڳالهه کي گس مس ڪري ڇڏيندا ته اسان توهان سان ڪوبه واهنوار ڪونه رکنداسون. هڪڙي ٻائي به اتي چيو ته برهمڻ ديوتا سچ تو چوي. سيٺ گوپالداس ۽ ٻاٻي ريجهورام جن چيو ته سنتن جا خيال نرالا ٿيندا آهن ۽ هنن کي گهاٽي واڌي، مان اَپمان جي

ڪانئي خبر نه پوندي آهي. پر هي سنت ته چيلا چيليون پيو
ڪري ۽ ماڻهن کي ڌرم جا اُپديش پيو ڏئي. رياءُ ڇڏي
ڌرم جو خيال رکي پورو نياءُ ڪريو.

تنهن کان پوءِ سيٺ موتيرام اُٿي چوڻ لڳو ته ياترو،
توهان ويچار ته ڪري ڏسو ته جي سنت، برهمڻ، باوا،
ٻانڀڻ ۽ ڀڳت پنهنجن جو ڪم ڪرڻ لڳندا ته سنسار جو چرخو
ڪيئن هلندو؟ اهو ڌرم آهي يا اَڌرم؟ توهان سڀ ساڌ ڪان
ٻڌو ٿا چا؟ پنهنجي ٻڌيا آهيو ته پورو پورو آچار ڪريو، نه
ته پنهنجات ڪني ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور پيو آهي؟

ياٽي ڦتومل چيو ته موتيرام سچ ٿو چوي. جي ٻڌو ٿا
ترهتي ڪني ڏيڻ جو ڪهڙو ضرور؟ جنهن کي جيئن وڻي تئين
وڃي ڪري. چا جون پنهنجاتون جا جا آچار. پر جي پنهنجات
قائم رکڻي اُٿو ته پورو پورو نياءُ ڪريو.

سيٺ چيلداس ۽ ٻاگورورام چوڻ لڳا ته ياترو ايرڪا ۽
شدت نه ڪرڻ گهرجي. جيڪي چون ٿا ته سنت لي ڏنڊ
رکي پنهنجات مان لاهي ڇڏجي سي ٻڌائي ڪين سگهيا آهن
ته سنتن ڀاپ ڪهڙو ڪيو آهي. هينئر ٻه اهي ٻڌائين ته پوءِ
اسين ٻه اُن لي ويچار ڪريون. پر هرويرو جي هو پنهنجي
ضد تان هيٺ لٿا لهن ته اچي والگر وونن جي گهٽائيءَ سان
هي فيصلو ڪريو.

مکي صاحب اُنهيءَ رت لي سيٺين جو رايو گهريو. سيٺ
پيرومل، موتيرام ۽ مهراج گرداري رام اُٿي چوڻ لڳا ته
مکي صاحب توهان ٻه هن ڌر جو ٿا پاسو کڻو. ڪي فيصلا
وونن جي ذريع ڪيا آهن پر ڪي فيصلا اهڙا ٿيندا آهن
جن ۾ وونن وٺڻ جي ڪائي ضرورت ڪانه ٿيندي آهي ۽
وڏن جي راءِ تي فيصلا ٿيندا آهن. اُنهيءَ لي ٻي ساري

پنچات چوڻ لڳي ته فيصلا وڏن ماڻهن جي چوڻ تي ٿيندا ته پوءِ اسان غريبن جي وهڻ جو ڪو ضرور ئي ڪونه آهي. اِئين چئي ڪاوڙجي اُٿيا ۽ اِئين پنچات ۾ گوڙ ٿي پيو. تنهن تي مکي صاحب چوڻ لڳو ته ڀائرو، شانتي ڪري هيءَ ڳالهه ٻڌو. هي فيصلو سيٺي جي صلاح سان ڪرڻو آهي. پر هاڻي گوڙ ٿي پيو آهي تنهن ڪري مان هاڻي پنچات جو ميڙ برخواست ٿو ڪريان. اهڙي طرح هر روز پنچات گڏ ٿي ٿي پر ڪوبه فيصلو ڪونه ڪري ٿي سگهيا. ، ڏڦيون ٿي پيون. هوڏانهن ستگرو مهاراج جن هر روز دريا هه تي اِشنان ڪري، پپل جي وڻ جي هيٺان ويهي نام جو ڀڄن ڪندا هئا. ڪنهن مهل ۱۱ بجه گهر ايندا هئا ته ڪنهن مهل سڄي لتي اُچي ستسنگ ڪندا هئا. اهڙي طرح پريم ۽ ويراڳ جي مستيءَ ۾ مست ٿيندا ويا. جيئن ساوڻ جا بادل مستيءَ ۾ اُچي گجندا آهن تئن مهاراج جن رات جو ستسنگ ۾ موج ۾ اچي ڀڄن اُپديش جي گجڪار ڪندا هئا.

هفتي کن کان پوءِ هڪ رات پنچات ۾ سيٺ موليرام چوڻ لڳو ته ڀائرو، وڏي اَفسوس جي ڳالهه آهي جو اٽڪل ۱۰-۱۲ ڏينهن پنچات ڪندي ٿي ويا آهن پر اجا ڪوبه فيصلو ڪري ڪين سگهيا آهيون. جيستائين توهان ساڌن جو طرف نه ڇڏيندا تيستائين فيصلو ٿيڻو ئي ناهي. توهانجي نيت آهي ته هن ڳالهه کي اينگهائي لڙ مٽي ڪري ڇڏيون. اُنهيءَ مان ثابت آهي ته اوهان کي ڪوبه فيصلو ڪرڻو ناهي. نه ته هيءَ ڳالهه بلڪل پڌري پيئي آهي ته ڀڳت ڀڳين جو ڪم ڪري پنهنجو ڌرم بگاڙيو آهي. تنهن ڪري سوا ايڪونجاهه روپيه ڏنڊ ۽ ايائي مڻ ککڙن جا گانين کي کارائي، معافي وٺي. اِئين نه ڪري ته پوءِ پنچات مان لاهي ڇڏجيس ۽

ڪو به سنڌس در جو پاڻي نه پيئي.

تنهن ڪالهوءِ ڀائو ناڪرگر آئي چوڻ لڳو ته ڀڻيچو، سيٺ موليرام جيڪا ڳالهه ڪئي آهي سا بلڪل ٺيڪ آهي. ڀڳت تي نه فقط ڏلب رکيو وڃي پر سنڌس مٿو به ڪوڙايو وڃي جئن آئينده اهڙا ڪم نه ڪري. توهان ڏٺو ته. هميشه بيماري ڪاله اچي پوندي. اڄ اهو پڪو فيصلو ڪري اٿو. ڀڳت باسري رام همت مٿي ڪٽي چوڻ لڳو ته ڀائرو، گوسامي ناڪرگر ۽ موليرام چون ٿا ته ڀڳت صاحب تي ڏلب وجهو، ڏٺو ته ۽ روز روز ڪا بيماري ڪاله پوندي. سو اهڙي طرح اوهان ڀڳت صاحب کي لڏائڻ جي ڪوشش ٿا ڪريو. پر پنهنجي جهڳي جي ٻي ڪا خبر اٿو. جنهن ڏينهن کان وٺي توهان هي گوڙ شروع ڪيو آهي تنهن ڏينهن کان وٺي درياهه شاهه سڌو ڪنڌوءَ ڏي رخ رکي تمام زور شور سان ڀائيندو پيو اچي. شهر کان باقي ٻه اڍائي فرلانگ پري آهي. درياهه شاهه جو جهڙو رخ آهي تنهن مان ائين ٿو سمجهڻ ۾ اچي ته باقي ٻن ٽن ڏينهن جي دير آهي. هاڻي اهو گوڙ ڇڏي صلاح ڪريو ته ڪٿي ٻار ٻچا هلي وهاريون ۽ ڪئن شهر جو بچاءُ ڪريون. سيٺي کي چئو ته ٽپڙ ٻڌن.

اها ڳالهه ٻڌي سڀ حيران ٿي ويا. اٿري ۾ ڀڳت ٻصر رام چوڻ لڳو ته ڀائرو، جيڪا ڳالهه ڀڳت باسري رام ڪئي آهي سا بلڪل سچي آهي. مان پاڻ ڪالهه درياهه شاهه ڏسي آيو آهيان. هاڻي اجايو هن فساد ۾ وقت نه وڃايو. پنهنجي شهر جي ڪا ٻُڌڻ ڪريو. تنهن ڪري سڀني جي ڳالهه ڇڏي هاڻي شهر کي بچائڻ جو اپاءُ ڪريو. ٻصر ڀڳت جا اهي اکر ٻڌي مکي صاحب چوڻ لڳو ته ڀڻيچو، اها خبر مولکي به آهي ته درياهه شاهه تمام زور سان ٿو ڀائيندو اچي. پر اسان هن

ڪٿ ڦٽ جي ڪري ڪوبہ خيال ڪونہ ڪيو آهي. هاڻي ڀڳت جي معاملي جو هڪڙو فيصلو ڪريو تہ ڀوءِ صبح جو گڏجي درياهہ تي هلي ڏسون تہ ڇا آهي. ڀڳت جيئارام چوڻ لڳو تہ پنڇن جي گهٽائيءَ جي راءِ اها تي ڏسجي تہ ساڌن تي ٻڌ لہ وجهجي ۽ نہ ڪين رلهائجي پر جي ڪن ٿورن ماڻهن جي راءِ تي فيصلو ڪرڻو آڌو تہ ڀوءِ سڀني پنڇن کي گڏ ڪرڻ جو ڪوبہ ضرور ڪونهي. اسان اڄ ڪان ڀوءِ اُنهيءَ باري ۾ پنچائت ۾ ڪونہ ايندا سون.

مکي صاحب اُٿي چوڻ لڳو تہ هينئر ميڙ برخواست ٿا ڪريون. وري سياڻي شام جو پنچائت ڪٺي ٿيندي. صبح جو سوير هتي اچجو تہ درياهہ شاهہ تي هلنداسون.

صبح جو ٨ بجہ ڌاري سڀئي پنچ مکيءَ سان گڏجي درياهہ تي اچي ڏسن تہ مار! درياهہ اهڙي زور سان پاڻي رهيو آهي جو ڪنڌوءَ جو شهر ٿوري وقت ۾ درياهہ ڪٽي ويندو. اُتي سيٺ گوپالداس، سيٺ مولبرام کي چوڻ لڳو تہ سيٺ، ڪٿن ٿا پاڻيون؟ هاڻي مشيبون ڪيڏانهن ڪٽي ويندا؟ توهان تہ ڀڳت صاحب کي لڏائڻ جي ٿا ڪريو پر هاڻي تہ اول اوهان کي پاڻ لڏڻو پوندو. درياهہ کي ڦهرڻ اوهان نظر ۾ آهيو. مولبرام چوڻ لڳو تہ ڪهڙي پرواهہ آهي؛ لڏيندا سون پر ڀڳت تي ڏلہ ضرور وجهنداسون.

مکي صاحب کين چيو تہ اهي چرچا ڇڏي ڏيو. وڏا ماڻهو ٿيا آهيو تہ هينئر شهر جي بچائڻ جو بار توهانجي مٿان آهي، سو وچي اُپاءُ سوچيو تہ ڇا ڪرڻ گهرجي. سيٺ گوپالداس چوڻ لڳو تہ چرچا ڪونہ ٿا ڪريون پر اسان کي اهو پڪو نشچو آهي تہ شهر باقي ٻچي ڏهاڙا آهي. سڀني کي سنائڻ جو نتيجو اڄهو اهو آڌو، جيڪو سڀ ڏسي رهيا آهيو.

پاڻي آئلداس چيو ته اڄ رات درياهه شاهه جو ڀاڙاڻو ڪيڏي
اچي پلئو پايون ته ڪا چمڪار ٿئي. تنهن کان پوءِ ٻئي پنج
چوڻ لڳا ته پائرو، پاڻ کي هٿي آئي اڌ ڪلاڪ مس ٿيو
آهي ته ڏسو ته درياهه ڪيترو نه پاڻي آيو آهي. جي اهڙي
تيز رفتار سان آيو ته سياڻي شهر ۾ پهچي ويندو. اهو ڏسي
مکي صاحب بابي ريجهو رام کي چيو ته هاڻي هلي ڀاڙاڻي
جو بندوبست ڪريو. ٻنهي شهرن ۾ هوڪو ڏيارايون ته
شام جو ٥ بجي سڀ ڀاڙاڻي سان گڏجي درياهه ڏي هلن.
پنچات سياڻي شام جو ٥ بجي تائين رکون.

ساري شهر ۾ درياهه شاهه جي پاڻي جو هراس پهچي ويو.
شام جو ٻنهي شهرن جا ڪيترا ماڻهو ڀاڙاڻي سان گڏجي چيچون
هٽندا نچندا درياهه شاهه ۾ ڀاڙاڻو پروان ڪري پلئو پائي
موٽي پنهنجي گهر آيا.

ان ڏينهن ستسنگ ۾ پريمي مهاراج جن کي چوڻ لڳا ته
هي پريو، توهان ته هر روز درياهه ڏي وڃو پيا. ٻڌايو ته
شهر جو ڪهڙو حال ٿيندو. اسان ته ڏسي گهٻرائجي ويا
آهيون. سمجهون ٿا ته شهر باقي ڪي ڏينهن مهمان
آهي. هاڻي ڇا ڪريون. ٽپڙ ٽاڙي ٻار ٻچا ڪٺي ٻئي
هنڌ چڙهي اچون، يا شانت ڪري ويهي رهون. جئن آکيا
ڪريو، تئن ڪريون.

ستگرو مهاراج جن فرمايو ته ڀڳوان مڙيوئي چڱي ڪندو
توهان گهٻرايو نه، شانت ڪري ويٺا رهو. پريمين کي دلدار
ڏيئي ستسنگ شروع ڪيائون. چيائون ته ڀڳوان جي
اپرمپار آهي جنهنجو ڪوئي انت ڪونهي. پنهنجا کيل
بڻائي وري پاڻ ڏسي ڪٿي خوش ٿيو ٿئي ڪٿي رو
ٿيو، ڪٿي بادل ٿي برسي، ڪٿي هوا ٿي وڻن کي جهول

ڪٿي اَگنيءَ تي شهر جلائي، ڪٿي درياهه تي مستيءَ ۾ اچي پيو پائي. اهي سڀ سندس ليلائون آهن. پاڻ سيني کي ساکي ٿي ڏسڻو آهي. ستسنگ سماپت ٿيو، ساري سنگت ڀاو پرساد وٺي پنهنجي گهر ويئي.

تنهن کانپوءِ ڀڳت شيوڪرام ۽ ڀائي ٿهلرام سيني کي چيو ته جڏهن اسان ڏسي آيا آهيون ته درياهه هندو ڪوٽ ضرور ڪندو، ۽ ڪي پائيندو. پوءِ سائين ٿپڙ کڻڻ ۾ تڪليف ٿيندي. انهيءَ ڪري صبح جو سامان بڌو ته شام جو هتان لڪري شاه جي پٽ هلجي. ڀائي ٿهلرام چيو ته اها ڏايي سٺي صلاح آهي، ٿپڙ بڌڻ گهرجن. ڀائي ويرسيرام چيو ته اسان به اڄ ۾ ئي اهو خيال ڪري رهيا آهيون. شهر جا ڪي ماڻهو ٿپڙ پيا بڌن، اسين به صبح جو ٿپڙ بڌ ندا سون. سڀ سامان اماڻي تا ڇڏيون، باقي ڪاڻ ڀيڻ لاءِ باسڻ برتڻ رکون تا ۽ جڏهن پوءِ لڪرڻ ۾ تڪليف نه ٿئي. اهو ٻڌي ستگرو مهاراج جن مشڪي چوڻ لڳا ته ايترو گهبرايو نه. هيءَ ايلا ڏسڻ گهرجي. پنهنجو گهر ته تمام پڪاڙيءَ ۾ پريوءِ جي ۽ پيو سڄو شهر آهي پوءِ به جي هرو ڀرو ۾ آهي. پهرين ته ڏنيسون ته توهان کي بڌائيندا سون. درياهه شاهه جي اها مرضي رهي، خيال نه ڪريو. ستگرو مهاراج جن حال شانت ڪري ويهي رهيا. ڀائي ٿهلرام ۽ ٻيا چوڻ لڳا ته چڱو ڀلي جا اهي وچن ٻڌي ڏسون ته ڇا ٿو ٿئي. تنهن کان پوءِ هڪ اڌ ڏينهن لنگهي آرامي ٿيا ته برسات به زور سان پوڻ شروع ٿي. لڳاتار برسات وسندي رهي.

بن ٽن ڏينهن کانپوءِ وري هڪ ڏينهن پنچايت ۾ مکي صاحب آئي چيو ته ڀائرو اڄ منجهند جو اسانکي هڪ پريمي اچي ٻڌايو ته درياهه بلڪل زور شور سان پائيندو پيو اچي

مان اڄ صبح جو ڏسي آيو آهيان ته درياه شاه شهر جي حدن
تي پهچي چڪو آهي. ڏسو ته برسات به ڏينهون ڏينهن
زور سان پئجي رهي آهي. تنهن ڪري اڄ ئي شام جو
پنچائت ڪٺي ڪري ڪا صلاح ڪريو ته ڇا ڪرڻ گهرجي.
مکي صاحب ٽهلئي کي آگيا ڪئي. ٽهليو پنهي شهرن ۾
پڌائي آيو ۽ شام جو ۴ بجي پنچائت گڏ ٿي.

مکي صاحب چوڻ لڳو ته ڀائرو، هڪ پاسي اندر ديوتا
ڪوپ ڪري آيو آهي جو هفتي کان لڳاتار برسات پئي
پوي. هر روز شهر ۾ ڪيئون جايون ڀيون ڪرن ۽ ڪيترو
چوپايو مال به مري رهيو آهي. ٻئي پاسي درياه شاه جي به
ڪِمهري تي رهي آهي. هاڻي اهڙي صلاح ڪيو جنهن ۾
شهر جو بچاءُ ٿئي.

سيٺ چيلداس چوڻ لڳو ته ڀڳت صاحب جي شرن وڃو
ته جئه جئڪار ٿي وڃي. ٻيو ڪو به بچڻ جو رستو ڪونهي.
جي اڃا به نه ڇڏيندا ته دکي ٿيندا. تنهن تي ڀائي ڀاڳارو رام،
ڀائي ڪيول رام، ٽيڪومل، بصرو رام چوڻ لڳا ته اسان سندن
ڪيتري شڪتي ۽ گهٽيئي ليلائون ڏٺيون آهن. هن زبان
کي طاقت ڪانهي جو اسين ورڻن ڪري سگهون. توهان
سڀيئي پنڊيان آهيو، ايترو ته ويچار ڪريو ته آنه ته مائيءَ
ڏنا تي باقي به آنه سٽگرو مهاراج جن وقت ڪو نه هئا جو
پنگياڻيءَ کي ڏين ها؟ جاڻي واڻي پنهنجي نندا ڪرائي
آڏن ته جڳن ڪين ڪو به سچاڻي نه سگهي. سو جي پنهنجي
شهر ۽ ٻچن جو ڀلو چاهيو ته هلي شرن پئي ڪانئن معافي وٺي
جئڪار ڪرايو. رڳو سٽگورو مهاراج جن جي درياه شاه تي
هلڻ جي دير آهي. وڌيڪ توهانجي مرضي.

ڀڳت ڏيارام ۽ سيٺ گوپالداس به پنڊن کي ڪالڙا جي

بيماري ۽ ستگرو مهاراج جن جي ڏيا ۽ ڪلا جي يادگيري
ڏياري ڇيو ته وري به وڻالتن ٿي ڪم ٿيندو تنهن ڪري
هلي سندن شرن وٺجي. مگر مهراج گرڌاري رام، ڀائي
ڪلياڻ داس، ڪرمون مل ۽ ڀائي ستراه داس ڇوڙ لڳا ته
سنتن کان معافي وٺي شرن پئون؟ تنهن کان ته ٻڏي وڃي
مرڻ چڱو آهي. اسان جو اهو ويچار آهي ته هالن، ڏانهن ڪو
ماڻهو موڪلي اتان ويهه پنجويهه بيل گاڏيون گهرائي ٻار ۽
سامان سڙو روانا ڪريون.

اهو ٻڌي ڀائي آنند داس ۽ بابو رڇوورام آتي ڇيو ته
هنن سيٺين جو مغز جاء ڪونهي، جو چون ٿا ته ٻار ٻچا ۽
سامان هالن روانا ڪريو. ٻهرين ٻاهر ته نڪري ڏسو ته برسات
پرلئه ڪال ڪري ڇڏيو آهي. بزارين ۽ گهٽين ۾ ڪيڏو
پاڻي پيو وهي ۽ ڪٿي پيون نديون وهن. ڪٿ ڪري جانو
ته ههڙي برسات ۾ نڪري ڪونه سگهبو. درياه شاه به
ڪن ڪلاڪن ۾ شهر ۾ ڪاهي ايندو. تنهن ڪري سڄا ڳـ
ٿيو. سنتن جي شرن وٺڻ کان سواء ٻيو ڪو حيلو ڪونهي.
اهي ڳالهيون پئي ٿيون ته مکيء جي باغ جو ڪمدار ڊوڙندو
ڊوڙندو پهچندو پئي، اچي مکيء کي ڇوڙ لڳو ته سائين
درياه شاه وڏيري جي باغ جو اڌ پاڻي ويو آهي، هينئر
پنهنجي باغ کي پاڻي رهيو آهي. هڪ اوڏو ٻڙ جو وڻ
۽ ٻئي ٻيا وڻ به ڪيرايا اٿس. درياه شاه اهڙي ڏهڪوڙ
سان اڇلون ڏيئي رهيو آهي جو پارء ته اڄ رات جو ٿي
مولرام جون مشينون ۽ سڄو شهر پاڻي ويندو. مکي صاحب
۽ سيٺين پنهنجي ڪمدار جي ڳالهه ٻڌي گهبرائجي ويا. تنهن
کانپوء مکي صاحب ڇيو ته جيڪي سنتن جي برخلاف هجن
سي همت ڪئي ڪن. صرف سيٺ مولرام ۽ ڀائيڻن ڀاون همت

مٿي کنيان. ڏنڊ وغيره جي رٿ ڪري پئي ۽ بحال ٿيو ته
سنت جي شرن ونڃي.

مکي صاحب ٺهلٿي کي چيو ته سنت وٽ وڃي اَرداس
ڪر ته پنهنجي اچن ٿا. اوهين ڪرپا ڪري جاءِ تي هججو.
پنيان ساري پنهنجاس پرشاد کڻي ستگرو مهاراج جن وٽ ويئي.

ستگرو مهاراج جن سيٺي کي وڏي آدر ستڪار سان ويهاري
پڇيو ته ڪهڙي برسات ۾ ڪئن آيا آهيو؟ تنهن تي مکي،
سيٺ موتيرام ۽ سيٺ آئلداس، پيرومل، گوپالداس، چيلداس،
بابو رڃهورام آئي هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته سائين خبرون
ڪهڙيون آهن. ايشور جي مايا اهڙي پربل آهي جو ڪرشن
ڀڳوان ڪيترا ڏهه ماتا کي پنهنجو چترڀج سروپ ڏيکاريو
۽ ٽيٽي لوڪ واس ۾ ڏيکاريا ته به ماتا ڀڳوان جي مايا ۾
ڦاسجي ويئي. ڀڳوان کي سڃاڻي نه سگهي ۽ چوڻ لڳي ته
ڪرشن منهنجو پٽ آهي. ٺهڙي طرح هي پرڀو، توهانجي
مايا به اهڙي ته پربل آهي جو اسان کي هر گهڙيءَ ڦلائي
ٿي ڇڏي. اڳ ۾ به توهان پنهنجي شڪتيءَ سان ساري شهر
جي رکيا ڪئي هئي. پر اسان اگيان جي ڪري ڦاسجي توهان
کي سڃاڻي نه سگهياسون ۽ وري ڀيا توهان سان جهڳڙا
ڪريون. هاڻي اسان سڀيئي توهانجي شرن ۾ آيا آهيون.
اسان کي معافي ڏيو. اسان تي اهڙي ڪرپا ڪريو جو آئينده
اوهانجي مايا ڦلائي نه سگهجي ۽ اسانجي شردا، پريم ۽ وشواس
وڌندو رهي. جئن ڪرشن ڀڳوان دواپر يگ ۾ گوورڌن
پربت کڻي پنهنجي برجواسين جي رکيا ڪئي هئي تئن توهان
به اُتي شهر کي تباهيءَ کان بچايو جو هڪ پاسي درياه شاه
شهر کي پائي رهيو آهي ٻئي پاسي اِندر ديوتا ڪوپ ڪري
آيو آهي. ڪيترن ڏينهن کان لڳاتار برسات وسي رهي آهي

۽ ٻچلي اهڙا نه ڪڙڪات ڪري پئي ڳجي جو ٻڌڻ نه ٿا ٻرلئه آچڻ واري آهي. وڏيڪ لوهان جاٽي جاٽڻهار آهيو. اسان جي اوگڻن ۽ ڏوهن کي نه ڏسي پنهنجو ٻرڊ جاٽي لڄ رکو.

برهمڻ جي پرارٿنا پڌي ستگرو مهاراج جن چيو ته ڀڳوان جا عجيب رنگ آهن. ڀڳوان جي گت ڪوبه جاٽي نٿو سگهي نه ڇو اِئين ڪيو اٿس. پر پنهنجو ڌرم آهي پرارٿنا ۽ پرشارٿ ڪرڻ.

سلوڪ- پرشارٿ ٻن پرارٿنا- دونو ساڌن سار،
ڪهي ٽيئون جن کي ڪيئي-
هووي جڳ جڳڪار.

پرشارٿ ۽ پرارٿنا چئن ويدن، ڇهن شاسترن ۽ سڀني گرنٿن جو سار يعني تت آهي، جن جي ڪرڻ سان ٿنهي لوڪن ۾ جڳ جڳڪار ٿي وڃي ٿي. تنهن ڪري هينئر هتي ايشور کي پرارٿنا ڪريون ٿا نه سڀاڻي صبح جو هلي درياه شاه تي يگيه ڪجو، جنهن ۾ هون ۽ ڀنڊارو ڪجو. جنهن سڀئي برهمڻ، سادُ، فقير غريب مسڪين ۽ اناٿ کائي خوش ٿين. ستسنگ ڪري پلئو پائي سڀ گڏجي درياه شاه کي پرارٿنا ڪنداسون. مهراج گرڌاري رام کي هون لاءِ چئي ڇڏجو. ٻيئي شين ۾ سوچنا ڏيئي ڇڏجو ته مائي ٻائي درياه تي اچي يگيه ۾ ڀاڱو وٺن. ايو ڪوبه دير نه ڪريو.

صبح جو درياه شاه جي ڪناري تي شاميانو هڻائي يگيه هون جي سامگري ڪني ڪجو جئن ۸ بجه صبح جو هون شروع ٿي وڃي. ستگرو مهاراج جن جي آگيا پڌي سڀئي پنهنجي جاءِ تي وڃي تياري ڪرڻ لڳا.

پرڀات جو ستگرو مهاراج جن اٿي ٻاهر نڪري ڏسن ته

برسات بند آهي ۽ آسمان به صاف لڳو پيو آهي.

مکي صاحب صبح جو اُٿي يگيه هون جي تياري ڪرائي. ٻه چار پنڇ ساڻ وٺي ستگرو مهاراج جن وٽ آيو ۽ پيرين پئي چوڻ لڳو ته سائين يگيه لاءِ سڀ بندوبست ڪري آيا آهيون. هاڻي ڪرپا ڪري توهان هلو. اهو ٻڌو مهاراج جن سڀني سنتن مهاتمائن ۽ مهمانن کي ساڻ وٺي، مکي پنڇن سان گڏ جي درياه شاه تي آيا ۽ هون شروع ڪرايائون. تمام گهڻي خلق اچي وڃي هئي. ستسنگ شروع ڪرايائون. ٻهرين کنڌوءَ جي ڀڳتن ملي ستسنگ ڪيو. ٻوءِ شاه جي ڀت مان ڀڳت چيتارام، ڪرشن داس، مهراج ليکراج، ڀڳت روڙو ۽ ٻيا ڪيترا پريمي اوچتو اچي نڪتا.

ستگرو مهاراج جن ڀڳت چيتارام کي چيو ته ڏاڍو چڱو ٿيو جو موقع تي آيا آهيو. هاڻي توهان پنهنجي منڊليءَ سميت ڪلاڪ کن ستسنگ ڪريو. آگيا پائي ڀڳت چيتارام، ڪرشن داس ۽ مهراج ليکراج ستسنگ ڪرڻ لڳا. ڀڳت چيتارام پيار ڀريا جو ڀڄن ڳائي چوڻ لڳو ته اسان اُتي گهڻن ڏينهن کان پئي ٻڌو ته پنڇن وزي مهاراج جن سان جهڳڙو شروع ڪيو آهي. اها به خبر ملي ته درياه شاه کنڌوءَ شهر کي پائيندو پيو اچي. ٻڌهن رات سڀني پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته هلي ستگرو مهاراج جن جو درشن ڪري اچون. هتي شهر ۾ اچڻ شرط ٻڌوسون ته سڀئي پنڇ مهاراج جن کي وٺي درياه تي يگيه ٿا ڪرائين. سو هتي هيءَ موج ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا آهيون. مهاراج جن سرو شڪتيوان آهن، درياه شاه کي ٻري اُماڻي ڇڏيندا، ايترو جو وري کنڌوءَ جي شهر ۾ ڪين ايندو. ايترو چئي ٻئي ڀڄن ڳائي بس ڪيائون. تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن ڪتارو ڪٺي ستسنگ ڪرڻ

لڳا. مهراج ليکراج رباب وڄايو، واحد بخش ۽ آسو سوناري دلا ۽ مهراج هوندلداس باجو، ڀائي جينارام طبلا وڄايا. ستگرو مهاراج جن ڀڄن جي مستيءَ ۾ اچي ٻهي ٻانهن مٿي کڻي مڌر سر سان هي ڀڄن آلاپيو. ساري برهمانڊ ۾ هي مڌر آواز ڇانئجي ويو.

## ڀڄن ڀيروي

ٿل- سچن جو ڏولهه دوياه شاه آهي-
راڄا رانول راؤ ظاهر پير زمين تي سو مالڪ بيپرواهه.

١- ٻار برهم مان جل ٿيو پيدا-
ڪنهن مان ٿي ڌرتي، ڌرتيءَ مان ٿيا گل ڦل ميوا،
باغ بڻيا بستي، باغ گهمي گلزار ڏٺوسين- عجب چڙهي مستي،
چوراسي لک جوڻين سو سانول ڏي ٿو شاه.

٢- دوياه شاه جي درجا آهن- چار ئي ورڻ پوڄاري-
ديوي ديوا ڪن ٿا شيوا،
شردا سان صد واري-
دنيا جي سڀ ديس جا ٿا پوڄن نر ۽ ناري،
ٻاري جوتيون، گل ڦل چاڙهن- چت ۾ ڌاري چاهه.

٣- سوين هزارين اچن سوالي- سڀ جا ڪارج ڪري-
پلئو پريم سان پائين جيڪي تن جي جهول ڀري،
آس وندن جي آس پڄائي- دکڙا درد هري-
ٻڏلن جا ٿو بيڙا تاري- هيڻن جو همراهه.

٤- نرمل نام تنهنجو جيڪي چاهه رکي چوندا-
جنم جنم جهولي لال اڏيرو،
لات اچا نه توندا- ڏولهه جي ڪرپا سان سيٺي پار وڃي پوندا،
ڪهي ٽيئون سو ڪامل آهي- بي واهن جي واهه.

جڏهن ڪرشن ڀڳوان جمنا جي ڪناري تي بيهي مرلي وڄائيندو هو، برجواسي، پسون، پکي، جڙ چيتن سڀ پنهنجي سڌ ٻڌ ڀلائي، مرليءَ تي مست ٿي ويندا هئا، تئين ٿي ساري سنگت ستگرو مهاراج جن جي پيچن روپي مرلي ٻڌي گهر ٻار، سارو سنسار ڀلجي، موج ۾ اچي، جتي سو لٽي اٿين ته مست ٿي ويو جڏهن مورتون پت تي اسٿت هونديون آهن. ڪنهن کي به وقت جي خبر ڪانه پيئي جو مٿان اچي شام جا ۴ لڳا. مکي پريم مل آهستي اٿي گوال لال کي ڏيري ڏيري چوڻ لڳو ته شام ٿي ويئي آهي، پوڄن تيار رکيو آهي. لنڊن، وڏن، ٻارن کي بک به لڳي آهي. سو توهان مهاراج جن کي اشارو ڪريو. گوال لال موقع ڏسي ستگرو مهاراج جن کي چيو ته سائين مکي صاحب جن چون ٿا ته تمام دير ٿي وئي آهي ۽ ٻارن کي بک لڳي آهي. اينرو ٻڌي ستگرو مهاراج جن چيو ... برابر دير ٿي وئي آهي. اسان کي ته پيچن جي ... ي خبر ڪانه پيئي ... توهان به ڪونه ... ها

آهي ۽ گهڻو ڪري هفتي ڪن ۾ ساڳي جاءِ تي وڃي وهندو.
اهي اوتاري پرش جون شڪتيون آهن. اهي مهاتما پرش
ڪي وڏ ڀاڳي ورلي پرش ڏسي شرڌا سان شيوا ڪري
پنهنجو اڌار ڪري مڪتي ڦل پائين ٿا. گهڻا نه اگياني
اويڪي جيو جيڪري، اوتاري رشين منين مهاتمائن مان ڪو به
لاڀ پراپت نه ڪري سگهندا آهن. اُلٽو انهن کي گاريون
ڏيندا آهن ۽ گلائون ڪندا آهن ۽ اَنيڪ دک ڪشٽ ڏيندا
آهن ۽ پوءِ انهن مهاپرش جي اَنترڌان ٿي وڃڻ کان پوءِ،
اهي موڙهه اگياني منش پشچاتاپ ڪري روئي پٽ ڪي
نندينداآهن.

سلوڪ - پاڙي ويچ هڪيم - تا مون مور نه پڇيا،
تنهان پوءِ پيام - موري سر اکين پر.

ارٿ - پنهنجي پاڙي ۾ وڏا ڊاڪٽر هئا ۽ مان تمام
روڳي بيمار هيس پر مان انهن ڊاڪٽرن کي نه ڏسي سگهيس،
جو منهنجي اکين ۾ گرميءَ سبب ڦلا پئجي ويا هئا ۽ مون
ڪو به علاج نه ڪرايو پر جڏهن اهي ڊاڪٽر مون وٽان لڏي
ويا تڏهن موٽڪي انهن ڊاڪٽرن جو قدر پيو ۽ تڏهن مان
روئڻ لڳس.

سدانت - هي اگياني جيو چوي ٿو ته جيسين اوتاري
رشي مني، سنت مهاتمائون منهنجي پر ۾ مون وٽ هئا ۽
مان تاپن ڪليشن ۾ ترشنا جي روڳ ۾ روڳي ٿيو پيو هوس
ليسين منهنجو چت دکي ٿي چنتائن ۾ ڀٽڪي رهيو هو ۽
رات ڏينهن مون کي آرام ڪونه هو. پر مان پنهنجي اُناٽم
اُيمان جي ڪري اُنڌو ٿي ڏسي نه سگهيس. پنهنجي من
جي روڳ مٽائڻ لاءِ آتم گيان جي دوا انهن کان ڪين ورتم.
جڏهن اهي سنت پرش اُنترڌان ٿي پنهنجي اُبناسي وطن

ڏانهن ويا، تنهن ڪانپوءِ مون کي پتو پيو. اڄ مان انهن کي ياد ڪري روئي رهيو آهيان. اهڙي طرح اهي منش پوءِ پڇتائي اوتارن، رشين منين مهاتمائن جي سماڌين ۽ مندرن جي پوڄا ڪري ڦل پائيندا اهڙو ڇٽي

تنهن ڪانپوءِ ستگرو مهاراج جن ستسنگ ڪرڻ لڳا. پريو جي مايا جي پربل شڪتي جي وارتا هلائي جگياسن کي اپديش ڪرڻ لڳا.

## راڳ جوڳ

راهه- پربل هئه يهه هرڪي مايا - جسني سڀ جڳ جيو پلايا.

۱- ڪيتي شبد سپرش پر ڀاندي - ڪيتي روپ رس پرساڌي،
ڪيتي گند ڪي بيچ گلايا.

۲- ڪيتي ڪام ڪروڌ پرجاري - ڪيتي لوڀ موهه پرماري،
ڪيتي لوهه ڪي سدڌ بهايا.

۳- ڪيتي يوگي پنڊت گياني - ڪيتي تپسي تياڳي ڌياني،
ڪيتي منور خاڪ پلايا.

۴- ڪهي ڏيهه ان سب ڪولڙتا - ڪوئي ان سي ورلاڇوڙتا،
جس ني گور ڪرپا چرن ڌيايا.

اهو پڇن ارٿ سميت ڳائي ستسنگ سماپت ڪيائون. ساري سنگت ڀاو پرساد وٺي گهر وئي. اهڙي طرح مهاراج جن نت نيم سان هر روز ستسنگ جي موج لڳائيندا هئا - ٻنهي شهرن جي ڪيترن مائين، ڀائن جو پريم شرڌا وشواس وڌندو ويو. جيڪي ڀاوا ڀانيڻ ۽ شهر جا ماڻهو برخلاف هئا سي به اننيه پريمي ٿي پيا.

# پاڃون پهريون - باب ٣

ستگرو مهاراج جن رات ڏينهن ماڻهن جي ڀيڙ ڏسي هڪ
ڏينهن پرڀات جو ٤ بجي اڳوڻو اوڻو ڪٽي گهران نڪتا ۽
درياهه ۾ اشنان ڪري ويهي وچار ڪيائون ته ڪجهه وقت
ڪٿي ايڪانت جو آنند وٺجي . اهو پڪو سنڪلپ ڪري
درياهه جو ڪنارو ڏيئي هلندا ويا . ٻه ٽي ميل پنڌ ڪيائون .
درياهه جي ڪناري تي هڪ سندر ايڪانت جي جڳهه ڏسي
اچي چوطرف نهارڻ لڳا . ٽن طرفن کان سهڻا اٻين ، چمن ،
ٻيرن ، ليارن ، ميون جا وڻ ، گلن ڦلن سان ڀريل نظر آيا ،
چوٿين طرف کان درياهه شاهه پنهنجي گمڀيرتا ۽ شانتيءَ سان
وهي رهيو هو . ڏکڻ کان ٿڌي ۽ سڳنڌ واري هير ڏيري
ڏيري لڳي رهي هئي . اهو سندر رمڻيڪ نظارو ڏسي ،
جتي شيشم جا ٻه ٽي وڻ پاڻ ۾ مليل هئا ، اتي ڪاٺيون ،
ڪک پن گڏ ڪري هڪ جهوپڙي ٺاهيائون . انهيءَ جهوپڙيءَ
۾ واريءَ جو ٻه سوا ٻه فوٽ ٿلهو ٺاهي ، ٿلهي تي ويهي
پنهنجي آتم سروپ جو چنتن ڪرڻ لڳا . اهو سارو ڏينهن
ورت رکيائون ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو درياهه شاهه ۾ اشنان
ڪري وڻن جا ڦل ڦول کائي ، درياهه تان پاڻي پي جهوپڙيءَ
۾ اچي پدم آسڻ ٻڌي سماڌي لڳائي چت جي ورتي
پنهنجي آتم سروپ ۾ استٿت ڪيائون . اهڙي طرح نرونڪلپ
سماڌيءَ ۾ استٿت رهيا . شام جو ڏيري ڏيري سماڌي کولي
اٿي جهوپڙيءَ کان ٻاهر نڪري درياهه جو ڪنارو وٺي
گهمڻ لڳا . هڪ پاسي درياهه ، ٻئي پاسي کان مهاسندر

جهنگل جي ٻهاري ڏسي ڪلاڪ ڪن لائين سٿر ڪري موني
اچي ڪٿيا ۽ واهي نام جو پڄن ڪرڻ لڳا. روز صبح ج
اشنان ڪري، ڦل ڪائي پاڻي پي ڪنهن مهل پڄن ناهي
ڏيري ڏيري پيا ڳائيندا هئا ته ڪنهن مهل سماڌي لڳائيند
هئا. شام جو ڪلاڪ ڪن درياهه جو ڪناري وٽي جهنگل جو
سٿر ڪندا هئا. انهيءَ وقت ستگرو مهاراج جن وڏراڳ جي
مستيءَ ۾ مست هوندا هئا جو رات جو گدڙ بگهڙ، خوفناڪ
جانور آواز ڪندا هئا؛ ڪنهن مهل ته مهاراج جن جي ڪٿيا
ٻاهران اچي ڪيليندا هئا پر ستگرو مهاراج جن سدائين وڏراڳ
۾ لريئه رهندا هئا.

## ڪوت

يوڳن ۾ روڳ پئه - سڪون وشي ڪئه پئه
ڏن منڌ ۾ پئه پوپ - چور ڪي رهت هئه
داس ۾ سوامي پئه - جئه ۾ رپو پئه
پئه ڪل ليچ - ناري ڪو مهت هئه
مان ۾ هان پئه - گڻون ۾ گلان پئه
ڪايا ۾ ڪرانت پئه - پيه سروگت هئه
لريئه ويراڳ اڪ - ڏرو لروس وويڪ
گايو مئن انيڪ - اب تاڪي ميري مت هئه.

**ارٿ** - دنيا جي وشين يوڳن ۾ سرير جي روڳن تيڻ جو
ڀپ آهي. واهوڳ جي دک جو ڀپ آهي. نوڪر کي سيٺ
جو ڀپ آهي. جيت ۾ هار ۽ دشمن جو ڀؤ آهي. وڏي ڪل
کي نيچ استريءَ جو ڀپ آهي ته متان ڪل کي داغ لڳائي
ڇڏي. مان ۾ اپمان جو ڀپ آهي. گڻوان کي مورک جو
ڀپ آهي. سرير کي مؤت ۽ بيماريءَ جو ڀپ آهي. اهڙي
ريت ساري سنسار جي پدارٿن ۾ ڀپ سمايل آهي پر هڪ

وڏائي ۽ وڏيڪ ٿي نروئي آهي. ستگرو مهاراج جن اهڙي طرح نروئي رهڻ لڳا. ستگرو مهاراج جن جي ورتي وڏائيءَ ۾ آتم ڌيان ڪرڻ سان آتم روپ ٿي ويئي هئي. پيانڪ جانور ڏسي دل ۾ چوندا هئا ته هنن ۾ ته منهنجو آتمارام آهي. ڪنهن مهل ته جانور رالد ڪري هليا ويندا هئا، ته ڪنهن مهل اڳيان چپ ڪري ويهي رهندا هئا. ستگرو مهاراج جن ته پنهنجي موج مستيءَ ۾ هوندا هئا. ڏينهان ڏينهن ستگرو مهاراج جن جي ورتي آتم پد ۾ استٿت ٿيندي ويئي. اهڙي پرڪار ستگرو مهاراج جن پنهن جو وقت آنند ۾ گذارڻ لڳا.

هوڏانهن جنهن ڏينهن مهاراج جن پرڀات جو گهر مان نڪتا، سو سارو ڏينهن ماتا ڪرشنا ڪين ڏٺو پر هو رات جو به ڪين آيا. ٻئي ڏينهن صبح جو سوير ڀائي ٽهلرام ۽ ڪي ستسنگي سندن ڳولا ۾ نڪتا. باغ گهميا، ٻيلا گهميا، رستا ٿريا، نهرون ٿريا، درياه شاه ويا؛ پنج ڏينهن لڳاتار ڳولها ڳولها ڪيائون پر پتو ڪونه پيو.

ماتا ۽ سڀئي ستسنگي ڏاڍو اُداس ٿي پيا. گهر جو وهنوار ۽ ڪاڻ پيڻ به ڍلجي ويو، ننڊ ڦٽي پيئي. رات ڏينهن اکيون ڪٽي پيا نهاريون ته ڪڏهن ٿا مهاراج جن درشن ڏين. سڀ وياڪل گذارڻ لڳا. هوڏانهن ستگرو مهاراج جن ڪتيا ۾ ڀوڳ تپ ڪري رهيا هئا. هڪ ڏينهن پرڀات جو ۴ بجي اُٿي ڏندڻ اِشنان ڪري ڪتيا ۾ پدم آسڻ ٻڌي من کي سؤڪيم ڪري سماڌيءَ ۾ استٿت ٿيڻ لڳا. اڃا پوري سماڌي ڪانه لڳي هئي ته گهگهٽن جو مڌر آواز ٻڌائون. دل ۾ ويچار ڪيائون ته گهگهٽن جو مهاسندر مڌر آواز هن وقت بن ۾ ڪٿان آيو. سندن سماڌي کلي پيئي. اکيون کولي آواز

جي طرف نهاريئن ته هڪ مهاسندر اپڇرا اچي رهي آهي ۽
جنهنجي سوڀيا ساري بن کي اهڙو ته پرڪاشت ڪري رهي
آهي جو ڄڻ پورڻماسيءَ جو چنڊ ڪڙي رهيو آهي. اهو نظارو
ڏسي دل ۾ خيال ڪرڻ لڳا ته هن وقت هن جهنگل ۾ هيءَ
مهاسندر استري ڪير آهي ۽ ڪٿان اچي رهي آهي ۽ ڇو
آئي آهي؟ انهيءَ ويچار ۾ هئا ته اها مهاسندري ڪتيا اڳيان
بيهي ڏانهن نهاري مشڪڻ لڳي. مهاراج ڄڻ ان استريءَ
ڏانهن نهاري وري ڪنڌ هيٺ ڪري من کي سمجهايو ته
شايد هيءَ مايا آهي جا انيڪ رنگ روپ ڌاري رشين،
منين، مهاتمائن کي ڀلائڻ ايندي آهي. هيءَ ضرور مايا آهي.
اهو دل ۾ پڪو نشچو ڪري ڪنڌ مٿي ڪئي انهيءَ مهاسندريءَ
ڏانهن نهاري مشڪڻ لڳا ته اها سندري مهاراج ڄڻ ڏانهن
نهاري مشڪي چوڻ لڳي ته ڪلو ڇو ٿا؟ مونکي سڃاڻو اٿو ڇا؟

تنهن تي مهاراج ڄڻ چيو ته توکي چڱيءَ طرح سڃاڻون ٿا.
تون مهاموهڻي مايا آهين. پر سچ ٻڌاءِ ته تون شيءِ ڪرڻ
آهين يا ڪيئن ڪرڻ؟ هتي ڇو آئي آهين. توکي ڪنهن
موڪليو آهي يا پاڻهي آئي آهين؟ ڪولي ٻڌاءِ، نه ته توکي
اڄ ڏنڊ ڏيندا سون.

مايا گهبرائجي ڪنبي چوڻ لڳي ته هي پريڀو مان ڪيئن
ڪرڻ مايا آهيان. اندر ديوتا مونکي موڪليو آهي ته
سنت جي پريکيا وٺي اچ ته ڇا ڄي لاءِ تو اهڙي ڪٺن تپسيا
ڪري؟ سو مان اندر جي آگيا پائي آئي آهيان. پيو جيڪي
پڇڻو هجيو سو جلد پڇو، مان توهانجي ڀڳتيءَ، وئراڳ، تپسيا
جي شڪتي اڳيان بيهي نٿي سگهان. تنهن تي مهاراج ڄڻ مايا
کان هي سوال پڇيا:-

چند ـ ڪهہ مايا ڪيپ ڪرمي ڪئَسي ـ
پـاپـڙ نـام ڪهايا هئَہ،
ڪهان ڪهان تم بـچر رهي هو ـ
ڪـؤن مڪان بنايا هئَہ،
ڪـؤن گـرو پـن پتي تمهارا ـ
ڪـؤن پتر تو جايا هئَہ،
ڪهتا ٽيئُون ڪس جـڳہ مانهين ـ
جنم آپ نـي پايا هئَہ.

ستگرو مهاراج جن مايا کان پڇيو تہ هي مايا، تو پاڻ کي ڪيئن ڪرمي پاپڻ، ڏائڻ ڏوتي ٻالا ڇورڪايا آهن. تنهي لوڪن ۾ ڪهڙي يگ ۾ تون جائي آهين ۽ ڪهڙي ڪهڙي ملڪ جو سئر ڪندي آهين. ڪهڙو تنهنجو گهر آهي جنهن ۾ تون رهين ٿي. تنهنجو گرو ڪير آهي ۽ پتي ڪير آهي. توکي پٽ ڪهڙا ۽ ڪيترا آهن.

مايا جواب ڏنو:

چند ـ ترينا يگ پر جنم همارا ـ تين لوڪ پر مايا هئَن،
دواپـر يـگ ۾ ڦير دوائـي ـ
جهندا دويت جهلايا هئَن.
سات ديپ بچرت هون مئَن ـ
ممتـا محـل بنايـا هئَن،
گرو همارا ڪلي ڪـال پـن ـ
پتي ديـو مـن پايا هئَن،
پـانچ پتـر بلـوان همـاري ـ
جن سب ڪو پتڪايا هئَن،

كامديو ست سور بير نـي ـ
مچندر كـو مچلايـا هئن .
نارد من كو موهت كركي ـ
اندر آد الجهايا هئن ،
كـروڌ پتر دُرواشـا جهڙسي ـ
بهنـي منـي تپايـا هئي .
ائسي آگ لـگائي اُس نـي ـ
خـون اگيانن كايـا هئن ،
لـوپ پتـر دُريـوڌن آد ـ
كورو نـاس كرايا هئن .
بـڙي بـڙي پوجاري پنڊت ـ
لـوپ بهت لٽكايا هئن ،
موهه پتـر مهاڀارت مـانهين ـ
ارجـن آد رئـايـا هئن .
گياني ڌيانـي ويـر وگياني ـ
ڦـندي ماهه ڦسايـا هئن ،
مها پتر اهنكار پاـي نـي ـ
راوڻ سبس كنايـا هئن .
تپسي تياگي بهت ويراگي ـ
اس نـي آن گرايا هئن ،
اس كارڻ مئن اسي جگت مين ـ
پاپـن نـام ڌرايـا هئن .
ست جگه پر هئن ستيه كا واسا ـ
پانو وهان نهين پايا هئن ،

مايا بولي سنو سوامن -
تم کو ساچ بتايا هئن -
کهي ٽيئون مايا کا کهنا -
يهه مئن صاف سنايا هئن .

ڀاوارٿ - مايا ستگرو مهاراج جن کي هٿ جوڙي چوڻ لڳي، تہ هي پربو اڄ توهان مون کان اهڙا سوال پڇيا آهن جي اڄ تائين ڪنهن بہ ڪونہ پڇيا آهن . مان توهان کي پنهنجي ساري حقيقت ٻڌايان ٿي . ترينا يڪ پرڪرتي مان يعني ستي، رجي ۽ تمي مان، مان ۽ منهنجي پيٽ ٻئي گڏجي جاڙيون پيدا ٿيون آهيون . ايشور اسان جو پتا آهي . مها شڪتي اسان جي ماتا آهي . پار برهم اسانجو ڏاڏو آهي . برهما اسانجو برهمڻ آهي، جنهن منهنجي پيٽ جو نالو شيو ڪري ۽ منهنجو نالو ڪيو ڪري رکيو . ٽنهي لوڪن، يعني ديولوڪ، مرت لوڪ ۽ پاتال لوڪ ۾ ترلمو وجهي ڇڏيو اٿئون . دواپر يگ ۾ ويرياڻ وڌائي ڀيائي ۽ جو جهڳڙو ڪري مهاڀارت جي لڙائي ڪراير . ستن ڏيهن ۾ اون ڪنڊن ۾ منهنجو واسو آهي يعني گهمندي آهيان ۽ ممتا روپي منهنجو محلات آهي .

چند - جو ڪجهہ دک آ لاگت هئن -
سو ممتا ڪرهي هوتي هئن
ممتا ڪرهي اسي جگت پر -
جيو اگياني روتي هئن .

مطلب تہ هن سنسار ۾ ممتا جي ڪري ئي سڀئي جيو دک پائي اننت جنمن تائين رُئندا رهن ٿا . تہ اکري ممتا يعني بہ مما ۽ تيون لتو . معني، مان منهنجو ۽ تنهنجو روئارير . گرو منهنجو ڪلجگ آهي ۽ پتي ديو منهنجو ملين من

آهي، جنهن مان موٽڪي پنج پٽ، ڪام، ڪروڌ، لوڀ
موهه ۽ اهنڪار پيدا ٿيا آهن. اهي منهنجا پنجئي پٽ مهابلو
سورويرا ۽ آگياڪاري آهن، جن ساري سنسار جي جيون کي
ت ربدز ڪري ڇڏيو آهي. ڪامديو منهنجو پٽ اهڙو ته سورو
آهي، جو مڇندر جهڙي جتيءَ کي به موهت ڪري ڇڏيائين
هڪ ڏينهن، مڇندر جتي گهمندي گهمندي هڪ راڄڌاني
۾ نڪتو، جتي صرف راڻيون، راڄڪماريون راڄ ڪنديون
هيون. اتي وڃي اهڙو ته ستسنگ ڪيائين ۽ رڌيون سڌيون
ڪراماتون ڏيکاريائين جو ڪيتريون راڄڪماريون مٿس موهت
ٿي پيون ۽ پاڻ به راڄڪمارين تي موهت ٿي شادي ڪري
راڄائي ڀوڳي ڀوڳي، راڄ ڪرڻ لڳو.

اهڙي طرح نارد کي به موهي ڇڏيو هئائين، جو هڪ
ڏينهن نارد مني ويٺا يڪتارو هٿن ۾ کڻي آئراڪنڊ جو سئر
ڪندي ڪندي اچي سُميرو جي ڪندرا رمڻيڪ بن ۾ پهتو،
جتي ندي وهي رهي هئي. نديءَ جي ڪناري تي تمال
۽ گندار جا وڻ پنهنجي گلن جي خوشبوءِ سان ساري بن کي
سگندت ڪري رهيا هئا. ڪبر پپهيا، چڪور، ڪوئل،
مئنا، مور آد پنهنجون مٺيون ٻوليون ٻولي رهيا هئا.
اهڙي سندر رمڻيڪ جڳهه ڏسي نارد مني ويهي تپ ڪرڻ
لڳو. اهڙي ته ڪٺن تپسيا ڪيائين جو اندر ديوتا جو آسڻ
لڏڻ لڳو. اندر انترمک ٿي ڏٺو ته: نارد مني ڪٺن تپ
ڪري رهيو آهي، تنهن ڪري منهنجو آسڻ لڏيو آهي. اهو
ويچار ڪري هڪ مها سندر اپسرا کي آگيا ڪيائين ته نارد مني
جيڪو نديءَ جي ڪناري تي سميرو جي ڪندرا ۾ گهور تپ
ڪري رهيو آهي. تنهن جو وڃي تپ ڀنگ ڪري اچ. اپسرا
سورهن سينگار ڪري، نارد منيءَ وٽ اچي طرحين طرحين

جا ناچ ڳانا ڪري، نارد منيءَ کي رنجهائڻ لڳي. نارد منيءَ
اکيون کولي اپسرا ڏي نهاري، وري پنهنجي سماڌي ۾
استٿ ٿي ويو. اپسرا وري به انيڪ رنجهائڻ جا کيل ڪيا،
پر نارد اکيون نه کوليون. آخر اپسرا موٽي اندرلوڪ ۾ واپس
آئي. تنهن کانپوءِ، نارد منيءَ اُٿي چوطرف نهاري دل ۾ چوڻ
لڳو ته منهنجو تپ پورو ٿيو، جو هيڙي اپسرا به مونکي موهي
نه سگهي. اهو ويچار ڪري ڪرتال، يڪتارو ۽ ويڻا کڻي
سڌو پنهنجي پتا برهما وٽ آيو ۽ پنهنجي کيل تپ ۽ اپسرا
جي ڳالهه ڪري ٻڌايائين، برهما پنهنجي پتر نارد جي ڳالهه
ٻڌي چوڻ لڳو ته پٽ، اها ڳالهه ڪنهن ٻئي سان نه ڪجانءِ.
ايترو ٻڌي نارد پتا کي پيري پئي روانو ٿيو.

گهمندي گهمندي ڪيلاش پربت تي اچي شنڪر ڀڳوان
کي نمسڪار ڪري، پنهنجي تپ ۽ اپسرا جي ساري ڳالهه
ڪري ٻڌايائين. مهاديو به چيس ته هي منيشور، تون ڀڳوان
جو پيارو سرومڻي ڀڳت آهين سو توکي اندر جي اپسرا ڇا
ڀلائي سگهندي؟ تنهن هوندي به اها ڳالهه وشنو ڀڳوان سان
نه ڪج. نارد منيءَ سڌو وئڪنٺ پريءَ ۾ ويو ۽ وشنو ڀڳوان کي
نمسڪار ڪري پنهنجي کيل تپ اپسرا، برهما ۽ مهاديو
جي ساري ڳالهه ڪري ٻڌايائين. وشنو ڀڳوان دل ۾ سوچيو
ته نارد منهنجو پيارن ۾ پيارو ڀڳت آهي هن جي دل ۾ اهمپٽي
جو انگور پيدا ٿيو آهي. سو انهيءَ جو ڪجهه اپاءُ سوچڻ
گهرجي، جئن هنجي ڀڳتي سدائين قائم رهي. اهو ويچار
ڪري، وئڪنٺ ناٿ نارد کي چوڻ لڳو ته هي پتر، توکي
آفرين هجي جو تون منهنجي مايا کي جيتي آيو آهين. هاڻي
تنهنجو نالو مايا جيت مني رکون ٿا. نارد منيءَ خوشيءَ ۾ اچي
بينا وڄائي، ڇنڊو ڇنڊو ڀڳوان کي نمسڪار ڪري روانو ٿيو.

تنهن ڪاپوءِ وشنو ڀڳوان، جنهن رستي کان نارد مني وڃي
رهيو هو، انهيءَ رستي تي هڪ مهاسندر سري نگر بڻايو،
جنهن ۾ راجا سيل نڌي پنهنجي مهاسندر ڪنيا، وشو موهنيءَ جو
سويمبر رچي رهيو هو. گهڻائي راجائون، راجڪمار، ديوديوتائون
رشي مني آيل هئا؛ نارد مني به اچي انهيءَ نگر ۾ پهتو.
ٻڌايائين ته راجا پنهنجي ڪنيا جو سويمبر ڪري رهيو
آهي، جنهن لاءِ ڪيترا راجائون، ديوتائون، رشي مني آيل
آهن. نارد سڌو راج سڀا ۾ آيو. راجا نارد مني کي ڏسي
نمسڪار ڪري وڏي آدرستڪار سان سوني سنگهاسن تي
وهاري، هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي پڀو مان پنهنجي
ڪنيا جو سويمبر ڪري رهيو آهيان ڪرپا ڪري محلات
۾ پيرا گهمائي، گهر پويتر ڪري، منهنجي پتريءَ جون ريکائون
ڏسي ٻڌايو ته سندس ڪهڙو ڀاڳ آهي. ايترو چئي راجا وڏي
ستڪار سان نارد کي وٺي، سڄو محلات گهمائي، پنهنجي
هيرن جواهرن جڙيل سيجا تي وهاري پنهنجي ڪنيا کي گهرائي
سندس هٿ ڏيکاريو. نارد راجڪماريءَ جي هٿ جون ريکائون
ڏسي، سندس مهاسندر تجسيوي روپ ڏسي، دل ۾ ويچارڻ
لڳو ته هيءَ راجڪماري جنهن کي پنهنجو پتي بڻائيندي سو
ترلوڪيءَ جو ناٿ ٿيندو. هن جي سوڀيا اهڙي ٿي ڏسجي
جو سيتا، لڇمي ۽ پاربتيءَ جي به جاءِ نه آهي. وري ته
راجڪماريءَ ڏانهن نهاري اهڙو ته موهت ٿي پيو جو گيان
ڌيان جپ تپ سڀ ڀلجي ويس ۽ دل ۾ خيال ڪرڻ لڳو ته
وشنو ڀڳوان وٽ وڃي وينتي ڪري، اهڙو ته سندر مها
تجسيوي روپ وٺي اچي سويمبر تي وڃان جو جئن راجڪنيا
منهنجي سونهن تي موهت ٿي، مونکي جئه مالا پائي.

اهو سنڪلپ ڪري راجا کي چوڻ لڳو ته هي راجن،

هن ڪنيا جو ڀاڳ تمام سٺو آهي. هنکي راڄ رشي مٿي سرومڻي مايا پتي ور ملندو. ايترو چئي نارد ٻاهر نڪري ٽڪڙو ٽڪڙو پنڌ ڪري پنهنجي منٿن ۾ ونڪنٺ پريءَ ۾ وڃي وشنو ڀڳوان کي نمسڪار ڪري ويهي رهيو. ترلوڪي ناٿ نارد کي گهٻرايل ڏسي، چوڻ لڳو تہ هي ڀڳت، ڪيئن جلدي موٽي آيو آهين؟ خبر تہ ٻڌاءِ تہ سنسار ۾ سڀ سک شانتي آهي ۽ ڪنهن ڀڳت تي ڪا ڀيڙ تہ ڪانہ اچي پئي آهي؟ تون ايترو اداس ڇو؟ نارد مني چوڻ لڳو تہ هي پريو، اننت جنمن ۾ توهان جي چرنن جو داس ٿي رهيو آهيان ۽ ڀڳتي ڪئي اٿم، پر ڪڏهن بہ ڪو پدارٿ ڪونہ گهريو اٿم. اڄ ڪنهن پدارٿ جي گهرڻ جي اڇا ٿي آهي. وچن ڏيو تہ گهران.

ڀڳوان مشڪي چوڻ لڳو تہ هي مهامني، جيڪا بہ شيءِ ٽنهي لوڪن ۾ اسانجي وس ۾ هوندي سا تنهنجي ڀلي لاءِ توکي ڏينداسون. اسان تہ سدائين پنهنجي ڀڳت جو ڀلو چاهيندا آهيون ۽ پاڻ وڃي انهن جون گهرجون پوريون ڪندا آهيون تون تہ پاڻ اسان کان گهري ٿو وٺين، سو اسان ڪيئن نہ ڏينداسون؟

نارد همٿ جوڙي چوڻ لڳو تہ هي پريو، توهان برابر سچ ٿا چئو. پر جنهن ۾ منهنجو ڀلو ٿئي ۽ سدائين مان سکي رهان سو اهڙو مونکي وچن ڏيو تہ پوءِ مان توهان کان گهران.

تنهن تي وشنو ڀڳوان چوڻ لڳس تہ جيڪو پدارٿ تنهنجي ڀلي لاءِ ۽ سکدائي هوندو، سو اوس توکي ڏينداسون. اهو اسانجو وچن آهي.

نارد مني خوش ٿي همٿ جوڙي چوڻ لڳو تہ هي ڀڳوان منهنجو اڄ اهڙو تہ سندر روپ ڪريو جو ٽنهي لوڪن ۾ ڪنهن بہ منش يا ديوتا جو نہ هجي ۽ جنهن جي ملڻ ڪري منهنجو ڪلياڻ ٿئي. اڄ هن داس تي اهڙي ڪرپا ڪريو. ونڪنٺ ناٿ

مشڪي چوڻ لڳو ته هي منهنجا پيارا ڀڳت تو جيڪي اڄ مولڪان گهريو آهي سو ڪنهن ڀڳ ۾ ٻئي ڪنهن مولڪان ڪونه گهريو آهي. چڱو ائين ٿيندو.

نارد مني خوشيءَ ۾ ڀڳوان کي نمسڪار ڪري جلدي موٽي اچي اُنهيءَ راڄ لڳويءَ ۾ سوئمبر ۾ اچي ويٺو. اچڻ سان ئي نارد جو منهن سڀڪو لنگور جهڙو ٿي پيو. هڪ سنو آسڻ ڏسي انهيءَ تي پدم آسڻ ٻڌي ناٽ باٽ سان سڌو ٿي ويهي، ساريءَ سڀا ڏي نهاري دل ۾ چوڻ لڳو ته ڀڳوان منهنجو سروپ اهڙو ته سندر ٻڻائي بدلائي ڇڏيو آهي، جو سڀا ۾ ڪير به مونکي نٿو سڃاڻي سگهي. سڀئي مون ڏانهن پيا نهارين. اهو ويچار ڪري خوشيءَ ۾ ائين ته ٽڙي پيو جئن بسنت رت ۾ گلاب جو گل. ايتري ۾ راڄڪماري ڄئه مالا هٿ ۾ کڻي سوئمبر سڀا ۾ آئي. اُنجي اهڙو ته پرڪاش ٿيو جو ڄاڻ ته چوڏهين جو چندرما ڪڙيو آهي. راڄ ڪنيا ڄئه مالا هٿ ۾ کڻي گهمندي، راڄائون ڏسندي ڏسندي نارد جي ويجهو اچي پهتي. نارد خوش ٿي راڄ ڪنيا ڏانهن نهاري مشڪڻ لڳو. راڄ ڪماري ڪنڌ هيٺ ڪري هلي ويئي. وري ٻئي ڦيري ۾ به نارد جي اڳيان ڪنڌ هيٺ ڪري ڪلندي اڳتي هلي ويئي. نارد خوش ٿي راڄ ڪنيا ڏانهن نهارڻ لڳو. وري ٽئين ڦيري راڄ ڪنيا جڏهن نارد وٽان ڪنڌ هيٺ ڪري لنگهي وڃي وشنو ڀڳوان کي ڄئه مالا پهرائي، تڏهن نارد اهو رنگ ڏسي منهن لنڊڙو ڪري، هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳو. پاسي ۾ مهاديو جاڳڻ نارد جي اها حالت ڏسي کلي چوڻ لڳس ته تون ايترو اداس ڇو آهين، پنهنجو منهن وڃي آرسيءَ ۾ ته ڏس. نارد ٽپ ڏيئي پٽ ۾ لنگيل وڏيءَ آرسيءَ ۾ وڃي نهاريو. پنهنجي شڪل باندر جهڙي

ڪروپ ڏسي دل ۾ تمام دکي ٿيو. ٻاهر نڪري جهنگل ۾ اچي
رڙڻ لڳو. ڪجهه وقت ڪانپوءِ وئڪنٺ پوريءَ جو رستو ونئي
هلڻ لڳو. واٽ تي چوندو پيو وڃي ته ڀڳوان مون سان ڌوهه
ڪري منهنجي بي عزتي ڪرائي آهي، سو اهو حساب ضرور
وڃي وٺندومانس.

هوڏانهن وشنو ڀڳوان ويچار ڪيو ته نارد مني تمام ڪروڌ
۾ ڀرجي پيو اچي. متان هتي اچي گوڙ ڪري، تنهنڪري
رستي ۾ ملجيس ته چڱو. اهو ويچار ڪري وشنو ڀڳوان ٻه ٽڪڙو
ٽڪڙو اچي نارد سان رستي ۾ ملي چوڻ لڳو نارد، خوش
پرسن آهين؟ نارد مني ڪروڌ ۾ اکيون لعل ڪري چوڻ لڳو
ته هي ڀڳوان، تو مون کي ٻاندر جو روپ ڏيئي بي عزتو
ڪيو آهي ۽ استريءَ خاطر جهنگل ۾ رلايو آهي. مان اهو
توهان کي سراپ ٿو ڏيان ته توهان به استريءَ لاءِ مون وانگر
جهنگل ۾ رلندا ۽ جنهن ٻاندر جو روپ ڏيئي مونکي بي عزتو
ڪرايو اٿو، سيئي ٻاندر توهان جي مدد ڪندا. توهان جي
به اهڙي بي عزتي ٿيندي. ايترو چئي، نارد وئڪنٺ
پوريءَ جو رستو ڇڏي، انتراڪنڊ ڏانهن روانو ٿيو. وشنو ڀڳوان
موٽي اچي وئڪنٺ پوريءَ ۾ پنهنجي آسڻ تي براجمان ٿيو.
هوڏانهن نارد ڪيلاش ۾ وڃي، شنڪر ڀڳوان کي نمسڪار
ڪري روئي چوڻ لڳو ته ڀڳوان منهنجي بي عزتي ڪرائي
مونسان جٺ ڪئي آهي. ايترو چئي روئي ڀڳوان جي مايا
چت نگريءَ ۽ سراپ جي ساري حقيقت ڪري ٻڌايائين.
نارد جي ڳالهه ٻڌي مهاديو چوڻ لڳو ته تو وڏي غلطي ڪئي
آهي جو ڀڳوان کي سراپ ڏيئي مهاپاپ ڪيو اٿيئي. هي
ٻڌ پتر، تنهنجي مت ڪيئن ماري؟ ڀڳوان ته سڀ پنهنجي
[illegible] وڃي تنهنجو ڀلو ڪيو آهي، نه ته تون مايا جي جا

۾ ڦاسي، پنهنجي الست جنمن ۾ ڪيل ڀڳتي، ڀوڳ ۽ تپ ناس ڪرين ها، پوءِ چوراسيءَ ۾ ڀٽڪي دکي ٿين ها، هاڻي جلدي ڀڳوان جي شرڻ پئي معافي وٺ، نه ته تنهنجي ڀڳتي ناس ٿي ويندي جو تو ڀڳوان کي سراپ ڏنو آهي.

نارد منيءَ مهاڏيو کي نمسڪار ڪري جلدي وئڪنٺ پوري ۾ آيو، وشنو ڀڳوان کي ڏنڊوت پرنام ڪري، روئي هٿ جوڙي چرڻ لڳو ته هي پڙيو، مون کان وڏو پاپ ٿي ويو آهي، جو توهان کي ڪروڌ ۾ اچي سراپ ڏنو اٿم. هاڻي مونکي معافي ڏيو. ايترو چئي جڏهن تمام گهڻو رُئڻ لڳو، تڏهن وشنو ڀڳوان مشڪي چوڻ لڳو ته هي نارد تو اسان کي اچي ٻڌايو ته مان تپ ڪري مايا کي جيتي آيو آهيان، تڏهن اسان ويچار ڪيو ته ڀڳت کي ايمان پيدا ٿيو آهي. سو ايمان اسان کان جدا ڪري ڪيل ڀڳتي ناس ڪندس. تنهنڪري اهڙي ڪا ليلا ڪجي جنهن ۾ اسانجي ڀڳت جو ايمان لهي وڃي ۽ سدائين اسان جي ڀڳتي ڪندو رهي. اهو ويچار ڪري، اسان اهو سارو کيل تنهنجي ايمان ٽوڙڻ لاءِ رچيو هو. تو ۾ اهو وچن گهريو هو ته جنهن ۾ منهنجو ڀلو ٿئي سو مونکي روپ ڏيو. اُنهيءَ ڪري اسانکي تنهنجي ڀلي لاءِ لاچار توکي اهڙو روپ ڏيڻو پيو، نه ته تون مايا جي موهه ۾ ڦاسي ايڪ دک پائين ها. تو اسان کي جيڪو سراپ ڏنو آهي، سو اسان انگيڪار ڪيو آهي، ڇو جو اسان کي ڀلي دک اچي پر اسان جي ڀڳت کي تل دک نه اچي. هاڻي تون سدائين اسان جي مايا جو ڀڄن ڪندو رهه ۽ وڃي ڀڳتي ڪر.

ايترو ٻڌي نارد منيءَ ڀڳوان کي نمسڪار ڪري روانو ٿيو.

مايا ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳي ته هي پڙيو منهنجي ڪامديو پٽ اهڙيءَ طرح نارد کي به موهي ڇڏيو ۽ اندر

کي به ڀلائي ڇڏيو. اندر به هڪ ڏينهن گوتم رشي جي استريءَ
اهليا ٻائيءَ جو روپ ڏسي موهت ٿي پيو، اهڙيءَ طرح
اندر آد ڪيترن وڏن ويرن کي ڀلائي ڇڏيائين.

منهنجو ٻيو پٽ ڪروڌ، دروواشا رشي آد انيت جيون
کي ڪروڌ جي آگ ۾ جلائي ڇڏيو. اگيائي جيون جو خون
پيئندو آهي.

منهنجي ٽئين پٽ لوڀ ديوتن، ڪورون آد راجائن
جي ٻُڌي ڀرشٽ ڪري منجهن وير ڀاءُ وجهي لڙائي ڪرائي
کين ناس ڪيائين. وڏن وڏن مندرن جي پوجارين، چئني
ويدن جي ڄاڻڻ وارن پنڊتن ۽ ٻين ڪيترن کي لالچ ۾
لٽڪايو اٿس.

جيئن ته :- هڪ لوڀي ڪنجوس لکاپتي سيٺ کي مايا
ڇڏي ويئي. سو هڪ ڏينهن ڏهن ٻارهن ميلن جي مفاصلي
تي هڪ وڏي شهر ۾ مهاديو جي مندر ۾ اچي متو ٽيڪي
سکا ڪيائين ته هي ڀڳوان، مان هڪ جهنگل جو ٺيڪو ٿو
کڻان، انمان جيڪو نفعو ٿيندو، تنهنجو ڏهون حصو اچي توهان
تي ڀيٽا چاڙهيندس. اِها سکا ڪري وڃي ٺيڪو کنيائين.
سارو جهنگل ڪٽائي، ڪجهه ڪوئلا، ڪجهه ڪاٺيون ڪري
وڪيائين. ڇهن مهينن بعد ٺيڪو پورو ٿيس. حساب ڪيائين
ته پنج هزار نفعو لڳس. ويچار ڪيائين ته پنج سو روپيه
ٿي ڀڳوان جي مندر ۾ وڃي ڀيٽا چاڙهي ٿو اچان. اهو ويچار
ڪري پنج سو روپيه روڪڙا چانديءَ جا ڪٽي چيلهه سان قابو
ٻڌي روانو ٿيو. واٽ تي خيال ڪيائين ته اڍائي سو ڀيٽا به
گهڻي ٿيندي. باقي اڍائي سو ٻئي ڪنهن ڪم ۾ اچي ويندا.
اِهو ويچار ڪري، پيسا ڇوڙي، اڍائي سو روپيه جدا ڪري
چيلهه سان ٻڌائين. باقي ميل کن شهر کان اوري هوندو وري

دل ۾ چوڻ لڳو تہ ايائي سو بہ تمام گهٽا ٿيندا. آهي بہ پوڄاري
کٽي ويندو. مهاديو کي تہ ڪائي اڇا ڪانهي. هوُ تہ پاڻ سيني کي
ڏيڻ وارو داتار آهي. اهو ويچار ڪري پوٽا چار سو جدا پٽي
سوا سو جدا ڇيلهہ سان قابو ٻڌي شهر ۾ شنڪر ڀڳوان جي
مندر ۾ اچي پهتو. متو ٽيڪي ڏسي تہ ڪيترا ماڻهو ناريل
پيا رکن. پوڄاريءَ کان پڇيائين تہ هي ماڻهو ناريل ڇو ٿا رکن؟
پوڄاريءَ چيس تہ ڀائي جنهن جون ڀڳوان اڇائون پوريون
ڪيون آهن، سي پريمي ناريل پيٽا پيا چاڙهين.

سيٺ دل ۾ چوڻ لڳو تہ مون جهڙو بيوقوف مها مورک
ساري سنسار ۾ ٻيو ڪو ڪونہ هوندو، جو پنج سو روپيہ پيٽا
لاءِ گهران ڪٽي نڪتو آهيان. اچا بہ ڳالهہ وئي ڪانہ آهي
مان بہ بزار مان ناريلن وٺي اچي ڀڳوان کي پيٽا چاڙهي سگها
پوري تو ڪريان. بزار ۾ ناريلن جي دڪان تي اچي ناريل
جو اگهہ پڇڻ لڳو. دڪان واري چيس تہ ٻہ آنہ هڪ ناريل
ملندءِ. پڌي سيٺ چوڻ لڳو تہ ڀائي هيءُ تہ ناريلن جو ملڪ
آهي سو هڪ آني ناريل ڏي. دڪان واري چيس تہ هڪ
آني شهر کان ٻاهر باغ ۾ ملندءِ.

سيٺ سڌو باغ ڏانهن ويو. باغائيءَ کان ناريلن جو اگهہ
پڇيائين. باغائيءَ چيس تہ هڪ آني هڪ ناريل. سيٺ چيس
تہ ٽڪي ڏي. باغائيءَ چيس تہ ٽڪي کپئي تہ وڻ تي چڙهي
وڃي پٽ. سيٺ چار پئسا بن ناريلن جا باغائيءَ کي ڏيئي
وڃي باغ ۾ وڏا وڏا ناريل ڳولڻ لڳو. ناريل هئا تمام گهٽا،
سو پسند ئي ڪونہ اچيس. پيو وڏا وڏا ڄاچي. باغ جي وچ ۾
هڪ وڏو کوهہ هو. جنهنجي مٿان هڪ ناريل جو وڻ لميو
بيٺو هو. اُن ۾ ٻہ وڏا ناريل ڏسي پسند ڪيائين. دل ۾ چوڻ
لڳو تہ جيڪو هينيون ناريل آهي سو ڀڳوان ڀولاناٿ کي پيٽا

کي به پلائي ڇڏيو. اندر به هڪ ڏينهن گوتم رشي جي استريءَ
اهليا بائيءَ جو روپ ڏسي موهت ٿي پيو، اهڙيءَ طرح
اندر آد ڪيترن وڏن ويرن کي پلائي ڇڏيائين.

منهنجو ٻيو پٽ ڪروڌ، دُرواسا رشي آد انيڪ جيون
کي ڪروڌ جي آگ ۾ جلائي ڇڏيو. اگيائي جيون جو خون
پيئندو آهي.

منهنجي ٽئين پٽ لوڀ دريوڌن، ڪورون آد راجائن
جي ٻُڌي ڀرشٽ ڪري منجهن وير ڀاءُ وجهي لڙائي ڪرائي
ڪين ناس ڪيائين. وڏن وڏن مندرن جي پوجارين ۽ چئني
ويدن جي جاڻ وارن پنڊتن ۽ ٻين ڪيترن کي لالچ ۾
لٽڪايو اٿس.

جئن ته:- هڪ لوڀي ڪنجوس لکاپتي سيٺ کي مايا
ڇڏي ويئي. سو هڪ ڏينهن ڏهن ٻارهن ميلن جي مفاصلي
تي هڪ وڏي شهر ۾ مهاديو جي مندر ۾ اچي ٿو ٽيڪي
سُکا ڪيائين ته هي ڀڳوان، مان هڪ جهنگل جو ٺيڪو ٿو
ڪٺان، انهان جيڪو نفعو ٿيندو، تنهنجو ڏهون حصو اچي توهان
تي پيتا چاڙهيندس. اها سکا ڪري وڃي ٺيڪو کنيائين.
سارو جهنگل ڪٽائي، ڪجهه ڪوئلا، ڪجهه ڪاٺيون ڪري
وڪيائين. ڇهن مهنن بعد ٺيڪو پورو ٿيس. حساب ڪيائين
ته پنج هزار نفعو نڪتس. ويچار ڪيائين ته پنج سو روپيه
اي ڀڳوان جي مندر ۾ وڃي پيتا چاڙهي ٿو اچان. اهو ويچار
ڪري پنج سو روپيه روڪڙا چانديءَ جا ڪٽي چيلهه سان ٻڌو
ٻڌي روانو ٿيو. واٽ تي خيال ڪيائين ته اڍائي سو پيتا به
ڏيٺي ٿيندي. باقي اڍائي سو ٻيا ڪنهن ڪم ۾ اچي ويندا.
اهو ويچار ڪري، پيسا ڇوڙي، اڍائي سو روپيه جدا ڪري
چيلهه سان ٻڌائين. باقي ميل ڪن شهر کان اوري هوله وري

دل ۾ چوڻ لڳو تہ ايڏائي سو بہ تمام گهڻا ڏيندا. آهي بہ پوڄاري
ڪٽي ويندو. مهاديو کي تہ ڪائي اڃا ڪانهي. هوُ تہ پاڻ سيٺي کي
ڏيڻ وارو داتار آهي. اهو ويچار ڪري پوڻا چار سو جدا ڀڏي
سوا سو جدا ڇيلهہ سان ڦابو ٻڌي شهر ۾ شنڪر ڀڳوان جي
مندر ۾ اچي پهتو. مٿو ٽيڪي ڏسي تہ ڪيترا ماڻهو ناريل
پيا رکن. پوڄاريءَ کان پڇيائين تہ هي ماڻهو ناريل ڇو ٿا رکن؟
پوڄاريءَ چيس تہ ڀائي جنهن جون ڀڳوان اڃائون پوريون
ڪيون آهن، سي پريمي ناريل ڀيٽا پيا چاڙهين.

سيٺ دل ۾ چوڻ لڳو تہ مون جهڙو بيوقوف مها مورک
ساري سنسار ۾ ٻيو ڪو ڪونہ هوندو، جو پنج سو روپيہ ڀيٽا
لاءِ گهران ڪٽي اڪتو آهيان. اڃا بہ ڳالهہ وئي ڪانہ آهي
مان بہ بزار مان ناريل وٺي اچي ڀڳوان کي ڀيٽا چاڙهي سگهان
پوڄا تو ڪريان. بزار ۾ ناريلن جي دڪان تي اچي ناريل
جو اگهہ پڇڻ لڳو. دڪان واري چيس تہ ٻي آنہ هڪ ناريل
ملندو. پوءِ سيٺ چوڻ لڳو تہ ڀائي هيءُ تہ ناريلن جو ملڪ
آهي سو هڪ آني ناريل ڏي. دڪان واري چيس تہ هڪ
آني شهر کان ٻاهر باغ ۾ ملندو.

سيٺ سڌو باغ ڏانهن ويو. باغائيءَ کان ناريلن جو اگهہ
پڇيائين. باغائيءَ چيس تہ هڪ آني هڪ ناريل. سيٺ چيس
تہ ٽڪي ڏي. باغائيءَ چيس تہ ٽڪي کپي تہ وڻ تي چڙهي
وڃي پٽ. سيٺ چار پئسا ٻن ناريلن جا باغائيءَ کي ڏيئي
وڃي باغ ۾ وڏا وڏا ناريل ڳولڻ لڳو. ناريل هئا تمام گهڻا،
سو پسند ئي ڪونہ اچيس. ٻيو وڏا وڏا چاچي. باغ جي وچ ۾
هڪ وڏو کوهہ هو. جنهن جي مٿان هڪ ناريل جو وڻ لميو
بيٺو هو. اُن ۾ ٻہ وڏا ناريل ڏسي پسند ڪيائين. دل ۾ چوڻ
لڳو تہ جيڪو هينيون ناريل آهي سو ڀڳوان ڀولاناٿ کي ڀيٽا

چاڙھيندس ۽ جيڪو مٿيون آھي سو گھر پرساد ڪري ڪٽي ويندس. اھو ويچار ڪري پوڇڻي ڪلھي تان لاھي ڇپاھي کي قابو ٻڌي ناريل جي وڻ تي چڙھي ھيٺيون ناريل ڇني ھيٺ ڦٽو ڪيائين. پيو ناريل ڪڇھ مٿي ھو جنھن تائين ھٿ پھچي نہ سگھيس. ڪڙيون مٿي ڪٽي ٻٽي ھٿ ناريل ۾ مظبوطي سان ٻڌي اھڙي تہ ڇڪ ڏنائين جو پير کسڪي ويس. ڪوھ جي مٿان لٽڪڻ لڳو ۽ باغائيءَ کي سڏ ڪرڻ لڳو. اتھيءَ وقت ھڪ پنڊت باغيچي ۾ گھمڻ آيو ھو. سيٺ جون دانھون ٻڌي ڪوھ تي اچي پڇڻ لڳس تہ ڀائي خبر ڪر تہ ھتي ڪيئن لٽڪيو آھين. سيٺ چيس تہ ناريل پٽيندي پير کسڪي ويو، سو ھاڻي ھتان لاھہ تہ توکي ھڪ سو روپيہ ڏيندس.

پنڊت خيال ڪرڻ لڳو تہ مھينو راتين جو ڪٿا ڪريان تہ ٻہ سو روپيہ مشڪل پيئا ملن. تنھن ڪري ھن سيٺ کي لاھي ھڪ سو روپيہ ڇو نہ ڪمايان. باغائيءَ جو اٽ جنھن تي ناريل ڍونڻ لاءِ پلڻ ٻہ پيو ھو، گاھہ کائي رھيو ھو ان کي کاھي اکين تي ڪپڙو رکي کوھہ جي ڀرسان ٻيھاري اٽ تي چڙھيو. سيٺ جي ٽنگن ۾ ٻئي ھٿ مظبوط وجھي ڇوڙڻ لڳو تہ جڏھن ڇوانءِ لڏھن ھٿ ڇڏجانءِ پر حال بلڪل قابو جھلجانءِ. اينري ۾ ھوا جي زور تي اٺ جي اکين تان ڪپڙو اڏامي ويو. اٺ کوھہ ڏسي ونئي ڀڳو تہ پنڊت ٻہ سيٺ جي ٽنگن کي جھلي لٽڪڻ لڳو. سيٺ ڇوڻ لڳو پنڊت، تو تہ پاڻ مون کي تڪليف ۾ وجھي ڇڏيو. مونکي ڇڏي ڏي. پنڊت چيس تہ ڀڳوان جي نالي قابو جھل تہ مان ٻئي ڪنھن کي مدد لاءِ سڏي وٺان. جو جو مان بہ تنھنجي آسري آھيان. ٻنھي جون دانھون ٻڌي پوڄاري کوھہ تي اچي ڏسي تہ سيٺ ۽ پنڊت لٽڪي رھيا آھن. اھو رنگ ڏسي پوڄاري

سيٺ کي چوڻ لڳو تہ توکي کھڙيءَ ڪٿي ڪنيو جو اتي چڙھيو آھين. توکي ساري باغ ۾ ٻئي ڪنھن بہ وڻ ۾ ھيٺ ناريل پسند ڪين آيا، جو ھتي اچي لٽڪيين. وري پنڊت کان پڇڻ لڳو تہ پنڊت، تون تہ رات جو روز مندر ۾ ڪٿا ڪندو آھين، توکي کھڙي مؤت ڪنيو جو سيٺ سان گڏ لٽڪڻ لڳين؟

پنڊت چوڻ لڳو تہ پائي مونکي سيٺ چيو تہ ھتان مونکي لاھہ تہ توکي ھڪ سو روپيہ ڏيندس. سو لوڀ وس ٿي لٽڪي رھيو آھيان. پر ھاڻي ڪرپا ڪري مونکي بچايو تہ مان توھان کي ھڪ سو روپيہ ڏيندس. سيٺ بہ چيو تہ مان بہ توھانکي ٻہ سؤ روپيہ ڏيندس. پوڄاريءَ خيال ڪيو تہ مان ڪا ڪوشش ڪريان جو ٽي سو روپيہ ٿا ملن. پر ڪجھہ وڏائي ڏيڻ تہ پاڻ چڱو. اھو ويچار ڪري ٻنھي کي چوڻ لڳو تہ ھي ياٺرو سرجي سٽ لڳائڻي آھي، ڪجھہ رقم وڏائي ڏيو تہ پوءِ مان توھان جي بچائڻ جي ڪا ڪوشش ڪريان. تنھن تي پنڊت چوڻ لڳو تہ چڱو مان توکي ٻہ سو ڏيندس ۽ سيٺ چيس تہ مان توکي ٽي سو ڏيندس، پر جلدي ڪر جو منھنجون ٻانھون ٿڪجي پيون آھن ۽ وڌيڪ جھلي نٿو سگھان.

ايتري ۾ شھر جو ھڪ ڇوڪرو باغ ۾ گھوڙي تي ناريل وٺڻ آيو. پوڄاريءَ کيس چيو تہ ڇوڪرا ڏھن منٽن لاءِ مونکي گھوڙو ڏي تہ ھنن ٻنھي کي لاھي وٺان، توکي ڏھہ روپيہ ڏيندس. ڇوڪري چيس تہ پھرين مونکي ڏھہ روپيہ ڏي. پوڄاريءَ ڇوڪري کي ڏھہ روپيہ ڪڍي ڏنا، پوءِ گھوڙي جي اکين تي انگوڇو رکي کوھہ جي پرسان بيھاري گھوڙي تي بيھي پنڊت جي ٽنگن ۾ ٻئي ھٿ وڌائين. ڇوتہ گھوڙي جي ھڪ اک تان انگوڇو ڪجھہ پاسيرو ٿي ويو. گھوڙو کوھہ ڏسي ڇرڪ ڀري اٿي ڀڳو. پوڄاري بہ پنڊت

جي ٽنگن ۾ هٿ وجهي لٽڪڻ لڳو. مٿي سيٺ وٺي دانهون
ڪرڻ لڳو، پنڊت ۽ پوڄاريءَ کي چوڻ لڳو ته هاڻي مان
ڪٿو جهلي سگهان. توهان پلائي ڪري مون کي ڇڏي ڏيو.
پنڊت ۽ پوڄاري سيٺ کي چوڻ لڳا ته پڳوان جي ناليءَ پنج
منٽ ڪن قابو جهلي بيهه. ايترو چئي دانهون ڪرڻ لڳا.
باغائي دانهون ٻڌي ڪوهه تي اچي ڏسي ته مار عجيب رنگ
لڳو پيو آهي. ٽيئي هڪ ٻئي کي وٺي لٽڪي رهيا آهن.
باغائي پوڄاريءَ کي چوڻ لڳو ته توهان ڪيئن لٽڪيئن؟ پوڄاريءَ
چيو ته ٻه سو پنڊت ۽ ٽي سو سيٺ تي ڏيڻا ڪيا، سو انهيءَ
مايا جي لوڀ ۾ لٽڪي رهيو آهيان، هاڻي سر تو وڃي، ديا
ڪري مونکي بچاءِ. باغائي پوڄاري کي چوڻ لڳو ته هي
مها مورک ويچار ته ڪر جيڪڏهن سيٺ وٽ ٽي سو روپيه
هجن ها ته هڪ ٽڪي لاءِ ڇو لٽڪي ها ۽ پنڊت وٽ پئسا
هجن ها ته هن موت جي جاءِ ۾ ڦاسي ڇو لٽڪي ها؟ پنڊت
ته لوڀ جي ڪري لٽڪيو، پر سيٺ ته تمام ڪُوڙو آهي ۽
وٽس پائي به ڪانه آهي.

باغائيءَ جا اکر ٻڌي سيٺ ڪاوڙجي چوڻ لڳو ته باغائيءَ
جا پٽ، ڏس هيءَ پنج سو روپيه ڇيلهه سان ٻڌا پيا اٿم نه؟
ايترو چئي، جئن ئي ناريل کي ڇڏي ڏنائين تئن سيئي وڃي
کوهه ۾ ڪريا ۽ ٻڏي مري ويا.

چند - زياده لوڀ نه ڪيجيئي - زياده لوڀ ماٻين،
ايڪ ٽڪي کي ڪارڻ، لٽڪ موئي نريٽن.

ستگرو مهاراج جن کي مايا چيو ته سائين، اهڙيءَ طرح ٻين
ڪيترن کي به لوڀ ۾ لٽڪائي مارڀو.

وري منهنجي پت موهه سنسار ۾ اهڙو ته موهه جو جار
وڇائي، ماڻهن کي ڦاسايو آهي، جئن مهاتو وڃين کي. ارجن

جهڙي وڏ ر کي هٿيار ڦٽا ڪرائي ڇڏيائين. منهنجو پڪو
پڪ آتم ايمان آهي. جنهن راوڻ هرناڪس آدي سڀني
جيون کي مان پٽي جي روڳي ٻه، روڳ ڪري ڇڏيو آهي.
ڪيترا ڀسوڙي، ٺياڳي وڏراڳي جيڪي آتم پد کي اچي پهتا
هئا، تن کي انت کيل ڪري ڦاسائي مها نرڪ ۾ اڇڙو نه
زور سان اڇليو اٿس جو انت جنمن ۾ به نه نڪري سگهن.
رات ڏينهن روئي موٽڪي پيا پٽيندا آهن. انهيءَ ڪري
هن سنسار ۾ منهنجو نالو پاپڻ پيو آهي.

پر جتي سنتن جي من ۾ ست چت آنند پرپورن پار برهم
پرماتما جو واسو آهي، اتي مان ڪونه وينديس آهيان. جي
اندر مهاراج زور ڪري موڪليندو آهي ته پوءِ لاچار وينديس
آهيان. جي انهن سنتن موٽڪي سڃاڻي ورتو ته اتي منهنجو
چل ول ڪونه هلي سگهندو آهي ۽ مان انهن ستپرشن کي
نمسڪار ڪري هلي وينديس آهيان. توهان ته موٽڪي اڃڻ
سان سڃاڻي ورتو. تنهنڪري مون توهان کي پنهنجي سچي
وارتا ٻڌائي آهي. ايترو چئي مايا ستگرو مهاراج جن کي
ڏنڊوت پرنام ڪري وڃڻ لڳي ته ستگرو مهاراج جن مايا
کي چوڻ لڳا ته ڀلي وڃ پر اندر مهاراج کي اسانجو هڪ نياپو
ڏج ته توهان ڪو به خيال ڪين ڪريو. توهان جي آسڻ ۽
سرڳ لوڪ جي اسان کي اِڇا ڪانهي. اسين اڳئي امر لوڪ
ڏانهن وڃڻ وارا آهيون، جنهن ست چت آنند گهن ابناسي
گهر مان آيا آهيون، تنهن ابناسي گهر ڏانهن موٽي وينداسون.
ستگرو مهاراج جن ايترو چئي بس ڪئي ته مايا وري به
ستگرو مهاراج جن کي نمسڪار ڪري تورو اڳئي وڃي
انترڌيان ٿي ويئي.

تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن آسڻ ٻڌي نروڪلپ سماڌيءَ

۾ اسٿت ٿي ويا. ڌيري ڌيري سماڌي کولي درياهه شاهه
تان اشنان ڪري ٿورا ڦل کائي پاڻي پي ڪٽيا ۾ ويهي،
ڪڏهين سماڌي لڳائيندا هئا ته ڪڏهن ڌيري ڌيري
مڌر سر سان ويهي ڳائيندا هئا. هر روز پنهنجي من روپي
بالڪ کي رجهائي، پنهنجي آتم سروپ ۾ لڳائي، اسٿت
ڪندا هئا.

مهني ڪن ڪانپوءِ پريوءِ جي اهڙي اچي قدرت بڻي جو
هڪ ڏينهن ڪنڌوءِ ۾ ڀائي ڇبلداس جون مينهون چور ڪاهي
ويا. سو ڀائي مينگهراج ڀائي ڇبلداس جو پٽ پيري ۽ صوبيدار
ساڻ وٺي چورن جا پيرا کڻندي، اچي جهنگل ۾ نڪتا.
ڏسن ته هڪ وڏيءَ ڪڏ ۾ مينهون ڪلن سان ٻڌيون بيٺيون
آهن. مينهون ڇوڙي خوش ٿي درياهه شاهه جو ڪنارو وٺي
پنهنجي ڳوٺ ڏانهن موٽيا. پر ڪندي قدرت سان آئي
اچي نڪتا جتي ستگرو مهاراج جن جي ڪٽيا ٺهيل هئي.
ڀائي مينگهراج پري کان ستگرو مهاراج جن کي ڪٽيا ۾ ڏسي
حيران ٿي ويو. ٻيهي وري چتائي ڏٺائين. دل ۾ چوڻ
لڳو ته آهن ته ستگرو. اهو خيال ڪري ڪٽيا ۾ ويو.
ڏنڊوت پرنام ڪري اکين ۾ پاڻي آڻي چوڻ لڳو ته هي
ترلوڪي ناٿ اڄ اننت جنمن جو ڀاڳ جاڳيو آهي، جو اوچتو
توهان جو هن جهنگل ۾ درياهه جي ڪناري تي درشن ٿيو
آهي. هي پريو، توهان کي ڀائي ٺهلرام ۽ اسان سڀني ڳولهيو
آهي ۽ اڃا به پيا ڳولهين. ماتا ڪرشنا کي توهان جو ڏاڍو
خيال ٿي پيو آهي. سڀئي تمام اداس ٿي پيا آهن. ڪن
پريمين ته ورت رکيو آهي ته ستگرو مهاراج جن جو درشن
ڪري پوءِ روٽي کائيندا سون. سو هي پريو، ڪرپا ڪري
اسان سان گڏجي هلو. سڀني داسن کي درشن ڏيئي دک

دور ڪيو. ائين چئي مينگهراج پريم ۾ روئڻ لڳو. ستگرو مهاراج جن چيو ته ٻابا، اسان هن لوڪ کوا هه پرلوڪ ۾ اوهان سان سنگ آهيون. پر توهان خبر ٻڌايو ته توهان ڪٿان آيا؟ ڀائي مينگهراج ساري حقيقت ٻڌائي چيو ته پڳوَن، اوهان جو درشن ڪري خوش ٿيو آهيان. جئن مور بادلن کي، چڪور چندرمان کي، پتنگ جوت کي، ڀنور گلن کي، مڇلي جل کي ۽ ڪنگال ڌن کي پائي خوش ٿيندو آهي، تئن مان به اڄ تمام خوش ٿيو آهيان. هاڻي ڪرپا ڪري جلدي هلو ته هلون. انهيءَ تي ستگرو مهاراج جن فرمايو ته ٻابا، هاڻي توهان وڃو. اسان ڪجهه وقت هتي رهندا سون؛ ڀائي مينگهراج چيو ته جيڪڏهن توهان نه هلندا ته مان به هتي توهان جي چرنن ۾ ويٺو هوندس. ستگرو مهاراج جن مشڪي مينگهراج کي چيو ته چڱو، توهان به درياهه جي ڪناري تي وڃي ڀڄن ڪريو. مهاتمائون چون ٿا ته هي مانش چولو ڀڳوان جي ڀڄن لاءِ مليو آهي.

چند - تـن چيتن هيت پيو -
پـو پوگـن هيت نـه ديو ديو،
اس هيت جنم تم پوگه تجو -
تـن مانـش ۾ نج برهم پڄو.

مطلب ته هيءَ مانش ديهي پنهنجي آتم سروپ کي سڃاڻڻ لاءِ ملي آهي ۽ نه سنسار جي ڀوڳن ڀوڳڻ لاءِ. انهيءَ ڪري توهان سنسار جي پدارٿن جا ڀوڳ تياڳي هن منش چولي ۾ پنهنجي آتم جي درشن ڪرڻ لاءِ ڀڳوان جو ڀڄن ڪريو. ڀائي مينگهراج هاريل کي چيو ته توهان مينهون ڪاهي گهر وڃو ۽ بابا کي چئجو ته منهنجو ڪو به خيال نه ڪري مان ستگرو مهاراج جن سان گڏجي ايندس. هاري مينهون ڪاهي ڪنڌ وءِ

روانا ٿيا. تنهن کانپوءِ ڀائي مينگهو سٽگرو مهاراج جن کان موڪلائي درياهه جي ڪناري تي ويهي ڀڄن ڪرڻ لڳو.

سٽگرو مهاراج جن به ڀڄن ٿاهي ڏيري ڏيري مٺڙ سر سان ڳائڻ لڳا. رات جو ٨ بجي اُٿي ڀائي مينگهي کي ڪٽيا ۾ سڏي چيائون ته اُبا هاڻي توهان به ڪٽيا ۾ اندر ويهي ڀڄن ڪريو، ڇو جو رات جو ڀيانڪ جانور اچي رانديون ڪندا آهن. پر توهان ڪو به ڊپ نه ڪجو. ڀائي مينگهراج ڪٽيا ۾ هڪ ڪنڊ ۾ ويهي ڀڄن ڪرڻ لڳو. سٽگرو مهاراج جن پدم آسڻ هڻي سماڌي لڳائي، پنهنجي ورتيءَ کي آتم پد ۾ استٿت ڪيو. پرڀات جو ڀائي مينگهراج کي اُٿاري پڇڻ لڳا ته ابا رات ڊپ ته ڪو نه ٿيو هوءِ؟ ڀائي مينگهراج چيو ته ڀريو، ١٠-١١ بجي خوفناڪ آواز ٻڌڻ ۾ آيا. تنهن تي منهنجو ڌيان اُٿي پيو ۽ ٻاهر ڏٺم ته ٻگهڙ وغيره پاڻ ۾ رانديون پيا ڪن. ٿورو ڊپ ٿيم. وري توهان ڏي نهاريم ته سارو ڊپ لهي ويو. تنهن کانپوءِ سمهي رهيس.

هوڏانهن هاري مينهون کاهي وڃي ڪنڊوءَ پهتا. ڀائي چيلداس کي چيائون ته واڌايون هجنوَ مينهون کاهي باغ ۾ چڙهي آيا آهيون. توهان به اسان کي واڌايون ڏيو جو سوامي جن جو درشن ڪري آيا آهيون. اهو ٻڌي ڀائي چيلداس خوش ٿي چيو ته ڏاڍو چڱو ٿيو. پر مينگهو ڪٿي آهي؟ هارين ساري حقيقت ڀائي چيلداس کي ڪري ٻڌائي ۽ چيو ته مينگهراج اُتي سٽگرو مهاراج جن وٽ ويهي رهيو، چيو اٿس ته منهنجو ڪو به خيال نه ڪريو، مان پاڻهي سٽگرو مهاراج جن سان گڏجي ايندس. هاري پوءِ پنهنجي جاءِ تي ويا. ڀائي چيلداس سٽگرو مهاراج جن جي استان تي ويو. ڏٺائين ته سٽسنگ سماپت ٿي ويو هو، باقي سٽسنگي اچا

ويٺا هئا. آتي ڀائي ڇبلداس، ڀائي ٽهلرام، ماتا ڪر
۽ سڀني ستسنگين کي ساري ڳالهه ٻڌائي ۽ چيو تہ ستگ
مهاراج جن هڪ ڪکن جي جهوپڙي ناهي، اهڙي تہ گه
جهنگل ۾ لڪي ويٺا آهن جتي ڪو بہ ماڻهو وڃي نہ سگهي
مينگهي جي بہ الاجي ڪٿن وڃي مٿن نظر پيئي. هاڻي
صلاح ڪريو تہ هلي ستگرو مهاراج جن کي وٺي اچون. ڀائي
ڇبلداس جي ڳالهه ٻڌي سڀئي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ صلاح
ڪيائون تہ سڀاڻي صبوح جو ستگرو مهاراج جن کي وٺي اچون،
ڀائي ڇبلداس کي چيائون تہ هڪ هاري وٺي اچجو، جيڪو
هلي ستگرو مهاراج جن جي ڪٽيا ڏيکاري. ساري شهر ۾ خبر
پئجي ويئي. جگياسن ۽ اننت پريمين کي ساري رات
خوشيءَ وچان، ننڊ ڪين آئي. انهن ائين محسوس ڪيائون
تہ جڻ رات وڏي پيئي آهي. چون تہ ڪڏهين ٿو صبوح
ٿئي جو وڃي ستگرو مهاراج جن جو درشن ڪري اکين کي
پويتر ڪريون ۽ پنهنجي تتل دل کي ٺاريون. اهڙيءَ طرح
ساري رات ستگرو مهاراج جن کي ياد ڪندي ڪندي،
سڪ ۾ سندن رات گذري ويئي.

صبوح جو سوير، ڪيترا پريمي ستسنگي اچي ستگرو
مهاراج جن جي استان تي ڪٺا ٿيا. ماتا ڪرشنا اکين ۾ جل
آڻي چوڻ لڳي تہ مونکي ضرور وٺي هلو، متان توهان سان
نہ اچي. سڀئي ماتا کي ساڻ ڪري درياهہ جو ڪنارو
ڏيئي ستگر جي سڪ جا ڀڄن ڳائيندا ۽ رام نام جي ڌني
لڳائيندا، پنڌ ڪندا هليا. ستگرو مهاراج جن جي ڪٽيا
باقي اڌ ميل کن پري هئي تہ ڇبلداس جو هاري بيهي
اشارو ڪري چوڻ لڳو تہ پريان جيڪي شيشم جا وڻ ٿا
ڏسو، انهن جي هيٺان فقير صاحب جن جهوپڙيءَ ۾ ويٺا

آهن. سيئي پريان امسڪار ڪري، تڪڙو هلڻ لڳا.
ستگرو مهاراج جن جي جئڪار بولائيندا اچي ڪٽيا تي پهتا.
ستگرو مهاراج جن جهوپڙيءَ کان ٻاهر نڪتا ته سيئي پريمي
ستگرو مهاراج جن کي پيري پئي وهندا ويا. ستگرو مهاراج جن
ماتا ڪرشنا کي پيري پئي اچي ويئا. ماتا ڪرشنا اکين ۾ جل
آڻي چوڻ لڳي ته پت، ڪٿي اچي هن بن ۾ ويٺو آهين!
هتي ڇا کائيندو هوندين! شرير کي ڪشٽ ڏيئي ڪيترو دُٻل
ڪيو اٿئي! هلي پنهنجي گهر ۾ پريوءَ جو ڀڄن ڪر. ماتا جا
اِهي پريم ڀريا وچن ٻڌي ستگرو مهاراج جن هيءُ ڀڄن ڳاهي
ماتا کي ٻڌايو.

## سر ڪنسو ڀڄن

تل- متان ماتا جهلين مونکي - پريو لئه مان پڪاريان ٿو.

١- ملڻ لئه مون گرو ڍونڍيو - مليو ستگر چڱو چونڊيو،
جنهين مستان من مونڊيو - برهه جي باهه ٻاريان ٿو.

٢- اچي سڌ تي ڪري سوري - ٻري دل ۾ درد ڪوري،
رکي دل ٻرين سان پوري - لڪيئي جو ليک ٻاريان ٿو.

٣- برهه جي باهه گهر ٻاري - گلا تڏهين سهان ساري،
اُتم تن ۾ طلب تاري - اکين سان آب هاريان ٿو.

٤- کهي ٽيئون تگا ٽوڙي - بنڌن سنسار جو ڇوڙي،
وشئه کان ٻاڻ کي موڙي - گرن سان گڏ گذاريان ٿو.

جڏهن ستگرو مهاراج جن ڳائي رهيا هئا تڏهن ماتا ۽ سيئي
پريمين جي اکين مان جل جون ڌارائون پريم ۾ وهي رهيون
هيون. تنهن کانپوءِ ماتا چوڻ لڳي، چڱو آبا، جتي وڻيئي
اُتي ڀڄتي ڪر، ۽ هاڻي گهر هل. ستسنگين به ستگرو مهاراج جن
کي هلڻ لاءِ گهڻو زور ڀريو.

ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته هاڻي توهان وڃو، اسان
پوءِ پاڻيهي ايندا سون. ستسنگي چوڻ لڳا ته هي پريو هلو
ته گڏجي هلون، نه ته اسان به گهر ڪونه وينداسون. جتي
توهين، اتي اسين. هتي به درياهه شاهه ۽ ٻن جي ٻهاري لڳي
پيئي آهي. جي چئو ته اسان به هتي ڪتياڻون ناهي، پوڄن
ڪريون. ستگرو مهاراج جن فرمايو ته ڀلا، ڏاڍو سٺو. درياهه
تان اشنان ڪري، ڦل ڪائي پوءِ ويهي پوڄن ڪريو. اهو ٻڌي
سيئي پريمي درياهه تان اشنان ڪري اچي ويٺا. ستگرو
مهاراج جن آلماللد، اوم پرڪاش ۽ پاڻي منگهراج ڪي آگيا
ڪئي ته وڻن مان ڦل ڇني اچو.

آگيا پاڻي، وڃي ڦل ڇني جهوليون ڀري، آڻي ستگرو
مهاراج جن جي اڳيان رکياڻون. مهاراج جن آگيا ڪئي ته ساري
سنگت کي وراهي ڏيو. ڦل ڪائي خوش ٿي چوڻ لڳا ته هي
پريو، ههڙا مٺا سڳنڌ وارا ڦل اسان جنم ڀر ۾ ڪونه کاڌا آهن.
تنهنتي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته، ابا جيڪي جهنگلن ۾
ويهي ڀڳوان جو پوڄن ڪندا، انهن پيارن جي لاءِ ڀڳوان ٻن ۾
خاص ڦل پيدا ٿو ڪري ته هو ڪائي نس ڦرلي پوڄن ڪن. سو
توهان به ڦل ڪائي ويهي ڀڳوان جو پوڄن ڪريو.

سيئي ڦل ڪائي جدا جدا وڻن جي هيٺان ويهي پوڄن ڪرڻ
لڳا. ستگرو مهاراج جن وڃي ڪٽيا ۾ ويٺا. شام جو ٥ بجه
ڪٽيا کان ٻاهر نڪري، ستگرو مهاراج جن درياهه تان پاڻي پي
اچي ڪٽيا جي اڳيان هڪ ٿاريءَ جي وڻ هيٺ ويٺا. ايتري
۾ پريمي به ستگرو مهاراج جن کي پيرين پئي ويهندا ويا. تمام
وڏي سڀا لڳي ويئي. اتي گوال لعل جن ستگرو مهاراج جن
کي هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته هي پريو، توهان جي مايا پربل
آهي. سيئي جيون کي موهي پنهنجي وس ۾ ڪيو اٿو. انهيءَ

مايا ڪان ھيءَ جيءُ ڪئن ڇٽي سگھندو؟

ستگرو مھاراج جن مشڪي ڇورڻ لڳا ته آيا، مايا ڇا کي ٿو چئجي؟

نام روپ سڀ مٿيا مايا - نا ڪب اسٿر ھوئي ھٿ؛
پيدا گھٽنا عادت اسڪي - چلتي ھٿ ڪب روئي ھٿ،
اننت اَد پت کيل ڪري پن- ھستي ھٿ ڪب روتي ھٿ،
کھي ٽيئون يہ موھني مايا - پاربرھم ڪي جوتي ھٿ.

ڀھرين اِنھيءَ مايا کي جنن جو لٽن سڃاڻي، پوءِ جيئڻ جو رستو ڳولھجي، جيڪي توھان اکين سان ڏسو ٿا، سو سڀ مايا آھي. اھڙي ته ھن مايا ۾ شڪتي آھي، جو ايشور جي آسري رھي، پيدا ٿي، خود ايشور کي ئي ڍڪي ڇڏيو اٿس. جنن پاڻي مان وليون ۽ جارو پيدا ٿي پاڻيءَ کي ئي ڍڪي ڇڏيندو آھي، تئن ھيءَ موھني مايا ٽنھي لوڪن کي موھي، پنھنجي چنبي ۾ آڻي، دٻائي، پنھنجي پيرن ھيٺان ڪيو آھي ۽ ڪنھنکي به ڇڏي نٿي. جن ست پرشن ھن مايا مان جند ڇڏائي آھي، تن مان ڪن پڇي، ڪن ھمت جوڙي ۽ ڪن اڙائي ڪري جند ڇڏائي آھي.

ڀھرين ڪن وڏراڳي جگياسين پنھنجا گھر ٻار، سنسار جا وھنوار ۽ پدارت ڇڏي جھنگل ۾ وڃي پھاڙن جي ڪندرائن ۾ ڀڳوان جو ڀڄن ڪري جند ڇڏائي.

ٻين جگياسين ڀڳوان، ديو ديوتائن ۽ ستگرن کي پرارٿنا ڪري، پاڻ کي نربل ۽ داس ٻڌائي، ڀڄن ڪري جند ڇڏائي. ٽئين وڏراڳي جگياسين پنج گيان اِندريون، ڪن، اکيون، نڪ، جڀ، چمڙي ۽ پنج ڪرم اِندريون، مک، ھٿ، پير، اُپستٿ اِندري ۽ گديا ۽ يارھون من، اِنھن يارھن ئي اِندرين کي شبد، سپرش، روپ، رس، گند روُپي وشين کان روڪي،

لڙائي ڪري من کي جيتي، نرڀئي ٿي، سنسار جي وهنوار ۾ رهي، ڀڄن ڪري چند چڙهائي. اِلي گرمکداس هٿ جوڙي پڇيو ته هي ٻريو، ٻارهن اندرين کي ڪيئن جيتي سگهبو؟

ستگرو مهاراج جن فرمايو ته ابا، وويڪ، ونراڳ ۽ ستگرن جو آڌار وٺي.

ڀهرين ست اَست جو وچار ڪري، آتما کي ست چت آنند ڄاڻي، ٻيو ساري سنسار کي ناسونت، جڙ ۽ دک روپ ڄاڻي، ڀئنجي کي اپرام ڪري، ونراڳ ڌاري. ٻيون، ستگرن ۾ وشواس، پريم ۽ اٽل شرڌا رکي ابياس ڪري. جيتي اٽڪ تڏهين اُٿي ستگرن کان پرارٿنا ڪري آسيس گهري.

اِهي وچن ٻڌي آتمانند چيو ته جيڪي سنسار کان ڀڄي، وڃي جهنگل ۽ پهاڙن جي ڪندرائن ۾ لڪا آهن ۽ اُتي ڀڄن ڪن ٿا، سي مايا کان ڪيئن بچيا آهن. ستگرو مهاراج جن فرمايو ته هي ٻئي سنسار جي وهنوار جي ڪٽڪي کان ڇٽي، ايڪانت ۾ وڃي سکي ٿيا آهن. سنسار جو وهنوار به هڪ وڏو ڪٽڪو آهي. جيترو پتر ڌن ۽ ڪٽنب پرِوار گهڻو، اوترو ڪٽڪو، اَشانتي وڌي ٿي. اُنهن هو مايا جي ڪٽڪي کان ڇٽي، چند چڙهائين ٿا.

اوم پرڪاش هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي ترلوڪي ناٿ موڻ کي به شنڪا آهي. مايا کان ڪيئن ٿا چند چڙهائين؟ ستگرو مهاراج جن چيو ته هي پتر جيڪي پرم ونراڳي جگياسو آهن، سي سنسار ۾ ايمان ايمان ڇڏي، لنڊڙا ٿي رهن ٿا. ڪو گاريون ڏين ته ڇا، جي ڪو گلائون ڪري ته به ڪنهن کي ڪجهه ڪين چون. سدائين سنساري وشين ڀوڳن کان ڀڄندا رهندا آهن ۽ هردم اهو خيال رکندا آهن ته متان ڪنهن مايا جي پدارٿ ۾ ڦاسي نه پئون. سدائين اهو ٻڌ ڪري ڀڳوان جو ڀڄن ڪري، مايا کان ڇڙهي ويندا آهن. اِلهيءَ ڪري جگياسن کي سدائين هن مايا جو خيال رکڻ گهرجي ڇوجو هيءَ

مايا اننت استول ۽ سوکشم روپ ڌاري، اچي جگياسن جي پگتي مارگ ۾ وگهن وجهي ٿي. تنهن ڪري، سدائين جگياسن کي هوشيار رهڻ گهرجي.

**د، شڪايت** ـ هڪڙي مهاتما جا ٻه شش وئراڳ آنند ۽ وويڪانند، هڪڙي ڏينهن ستگروءَ کان موڪلائي، تيرٿ ڪرڻ ويا. پنڌ ڪندي هڪ راجائي شهر پاهران اڌ ميل ڪن تي هڪ سندر نهر تي اچي پهتا. اتي اشنان ڪري هڪ بڙ جي وڻ هيٺان آسڻ وڇائي، پاٺ پوڄا ڪيائون. تنهن کانپوءِ وويڪانند وئراڳ آنند کي چوڻ لڳو ته ڀائي، تون شهر مان مڌوڪري ڪري اچ ته کائون. وئراڳ آنند شهر ۾ ويو. پٺيان مايا هڪ مها سندر اپسرا جو روپ ڌاري، وويڪانند وٽ آئي ۽ کيس ريجهائڻ لڳي. وويڪانند اپسرا ڏي نهاري، ڪنڌ هيٺ ڪري روئڻ لڳو. مايا ريجهائڻ لاءِ گهڻيئي اُپاءَ ڪيون، ول ڇل ڪيا، پر وويڪانند ڪنڌ مٿي ڪونه ڪيو ۽ روئندو ئي رهيو. ٿوري دير بعد، وئراڳ آنند شهر مان مڌوڪري ڪري موٽيو. پري کان وئراڳ آنند کي ڏسي مايا انترڌيان ٿي ويئي. وئراڳ آنند وويڪانند کي روئندو ڏسي کانئس پڇڻ لڳو ته ڀائي، ڇو ٿو روئين؟ ڪنهن ماريو اٿيئي ڇا؟ شرير ۾ ڪا تڪليف اٿيئي ڇا؟ وويڪانند وڌيڪ روئڻ لڳو. وئراڳ آنند پريم سان پڇڻ لڳس ته توکي ڪنهن ڏکايو آهي ڇا؟ وري به، تون ڇا جي لاءِ ٿو ايترو روئين؟ وويڪانند روئي، سڏڪا ڀري، چوڻ لڳس ته اڌا، مونکي ڪنهن به ڪونه ماريو آهي. تون شهر ڏانهن وئين ته پنجن منٽن بعد، مايا، هڪ مها سندر اپسرا جو روپ ڌاري، مونکي موهڻ آئي. مان کيس ڏسي ڪنڌ هيٺ ڪري روئڻ لڳس. پوءِ جي خبر ڪانهي. هينئر

جڏهن تو اچي پريم سان پڇيو، تڏهن مون سمجهيو ته هاڻي
مايا هلي ويئي آهي. مونکي ڪنهن به ڏکايو ڪونهي.
وڌراڳ آنند اِهو ٻڌي، ويهي روئڻ لڳو. تنهن تي ووڪانند
حيران ٿي پريم سان پڇڻ لڳس ته ڀائي، تون وري ڇو ٿو
روئين؟ توکي ڪنهن شهر ۾ يا واٽ تي ڏکايو ته ڪونهي؟
پر جئن پيو ووڪانند پڇيس، تئن پيو وڌراڳ آنند وڌيڪ
روئي. آخر گهڻي پڇڻ بعد وڌراڳ آنند ٿڌا ساهه کڻي،
چوڻ لڳو ته ڀائي، توکي ته روئڻ جي اٽڪل اچي ويئي
جو روئي مايا کان جند ڇڏايئه. پر جي مونکي مايا چلڻ اچي
ته مونکي ته اهڙي اٽڪل ايندي ڪانه. تنهن ڪري ٿو
روئان. ايترو ٻڌي، ووڪانند چوڻ لڳس ته تون ته مون
کان وڌيڪ سياڻو ۽ عقلمند آهين، جو اڳا تو وٽ مايا آئي
ٿي ڪانهي، ته اڳ ۾ ئي وئين روئڻ شروع ڪيو اٿئي.
سو توکي ڏنيواد هجي. تنهنجو ته مايا منهن ئي ڪونه
ڏسندي. اِهو درشتانت ٻڌائي، مايا سان جيڪو اُتر پرشن
ٻن ۾ ٿيو هون، سو ساري سنگت کي ٻڌايائون ۽ چيائون
ته هميشه مايا کان سجاڳ رهجو. ستگرو مهاراج جن پوءِ پريمين
کي چيو ته هاڻي درياهه ۽ جهنگل جو سفر ڪري، پوءِ اچي
آسڻ ٻڌي نام جو ابياس ڪجو. شيواداريئن کي چيائون ته
ڪانيون گڏ ڪري اچو ۽ پنجن ستن جاين تي ڏونڊيون ٻاري
ڇڏيو، ڇو جو هڪ ته ٿڌ کان بچاءُ ٿيندو ۽ پيو جتي اگني
ٻرندي آهي، اتي ڪو به جهنگلي جانور نه اچي سگهندو
آهي. تنهن ڪانپوءِ، ساري سنگت ۽ ستگرو مهاراج جن
جهنگل جو سفر ڪري، سڀ لٿي موٽي پنهنجي جاءِ تي آيا.
سڀئي پريمي ٻاهيون ٻاري، ڀڄن ڪرڻ وينا. ستگرو مهاراج جن
به ڪٽيا ۾ پدم آسڻ لڳائي، نروڪلپ سمادي لڳائي.
صبح جو ۴ بجه سمادي کولي، ڪٽيا کان ٻاهر نڪري ڏسن

سمهيا ته ڪي پڇن ڪي وينا ۽ ٻرن ٻيٺون ٻاهيون ته
پريمين سڀني ڪري، اشنان ڪان درياهه ۽ پاڻي ڏنڊ ڏنڊ پيا آهن. ڏنڊ پاڻي ۽
اشنان ۾ پاڻي ڏنڊ ڏنڊ هاڻي ته توهان چياٿون ته توهان، آتاري کي
ستگرو مهاراج جن ايترو چئي، ڪريو پڇن وڃي پوءِ ۽ ڪريو
ٻه ڪرشنا مالا ۽ سنگت رهيا. ويهي پرسان جي باهه آلي
ڪرشنا مالا اتي مان خوشيءَ وينا. اچي پرسان سندن
اَڪيلو کي ٿهل آيا، ته لڳي چوڻ کي جن مهاراج ستگرو
سو آنهن اچن، پيا روز ٻه مهمان ۽ ساڌ آهيون، آيا چڏي
ڪري جي ٽڏ رات ساري ٻه هتي ڪندو؟ ڪير شيوا جي
ويچار اسانجو ڪري، تنهن آهن. ڪين سمهيا پريمي ڪيترا
ته لڳي چوڻ ٻه سنگت ساري هل. گهر هاڻي تون ته آهي
ڪان مائٽن ڪيترا مان اسان پر آهي، ڏاڍو ته آنند هتي
سيئي ته هلندا نه ڳوٺ توهان جي آهن آيا ڪونه موڪلائي
جي اسان ڪري، تنهن اينداء هتي لاءِ درشن جي توهان
هلو. گهر هينئر ڪري ڪرپا ته آهي اُداس نماڻي

ويندا سون ته هينئر ته ڪيو ويچار ۾ دل جن مهاراج ستگرو
جي گهر وڃڻ هاڻي ڪري، تنهن پوندو. ٽي گهوڙو گهڻو هتي ته
پاڻي اشنان اوهان آيا، چڱو ته چياٿون ڪري ويچار اِهو
ڪٺو، ڪري پرساد لاءِ گهر ڪجهه ۽ کائو ڦل آچي ڪري
ته هلون.

خوش ڏاڍو سنگت ساري ۽ ڪرشنا مالا ، بڌي اِهو
ٿهلرام پائي وڃي ته موڪلياٿون ڪندڙ پرڪاش اوم ني.
لاءِ انهيءَ اچون، ٿا وٺي کي جن مهاراج ستگرو ته بداء کي
ڪندڙ پرڪاش اوم اچن. هليا ته هتي لاءِ درشن پريمي پيا متان ته
ستسنگي پريمي سڀئي بڌي، خبر بڌائي. خبر کي سڀني وڃي ٻه
ڪناري جي درياهه ، ڪٺي هار جا گلن ، ٺاهي جلوس شاهي

ئي آيا. ٻرڀان ستگرو مهاراج جن ۽ ساريءَ سنگت کي ايند
ڏسي تمام خوش ٿيا. اڳتي وڏي ستگرو مهاراج جن کي
هٿ جوڙي، پيرين پئي مليا ۽ ستگرو مهاراج جن جي ج
جئه ڪار مناياڻون. [ جئين ايوڌيا واسي سري رامچندر ڀڳوا
کي ٻن مان واپس ايندو ڏسي خوش ٿي ٻئنب ٻاجا، دهل
شرناڻون، وڄائي ڀڳوان کي گلن جا هار پائي جئه جئه ڪا
ٻولائي وڏي ڌام ڌوم سان ايوڌيا پوريءَ ۾ وٺي اچي
سنگاسن تي ويهاري آرتي ڪري سڀ اتي خوش ٿيا هئا
تئين کنڊوءَ واسي به گلن جا هار پائي، دهل شرناڻون وڄائي،
گيت ڳائيندا، رام نام جي ڌني لڳائيندا، جئه جئه ڪار ٻولائيندا
ستگرو مهاراج جن کي وڏي پريم ۽ اُتساهه سان وٺي آيا.
پوءِ سيٺي ستسنگي پيرين پئي، هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته
هي پريو، توهان اسانکي ڇڏي پنهنجيءَ موج ۾ ڪيترا
ڏينهن هليا ٿا وڃو. پنيان پنهنجي ٻچن جي ڪا
ياد گيري به ڪندا آهيو ته ڪهڙي حال ۾ هوندا؟ ستگرو
مهاراج جن ڪين چيو ته ٻچا، ساريءَ سرشٽيءَ جا جيو ٽن پرڪارن
سان پلجي وڏا ٿيندا آهن.

(۱) هڪڙا گود ۾- جئين منش، گائين، مينهن، آد پسن
جا ٻچا ماتا جي گود ۾ پلجي وڏا ٿيندا آهن.

(۲) ٻيا نظر سان- جئين مڇون، ڪميون، ڪچئون آد،
پنهنجي ٻچن کي درشن ڪرائي، هليا ويندا آهن. پوءِ آهي
درشن ڪري وڏا ٿيندا آهن.

(۳) سارٺي- جئين سارس ڪونج، پکي، آدي، پنهنجن
ٻچن کي پهاڙن تي ڇڏي، تمام پري هليون وينديون آهن
۽ اُتي پنهنجن ٻچن کي ياد ڪنديون آهن. اُنهن جا ٻچا
به ماتا کي ياد ڪندا آهن. ان نموني، پنيان ئي وڏا
ٿيندا آهن.

**سڌانت** ـ لئن هن سنسار ۾ ستگرو جگياسين کي ٽن پرڪارن سان پاليندا آهن.

(١) ستگرن جي گود ۾ ـ يعني گرو ۽ اُنهيءَ شهر ۾ نه جگياسو ۽ اُنهيءَ شهر ۾ رهن. ڪڏهن ڪو دک يا شنڪا پوڻ نه اچي ستگرن کان پڇندا آهن. ستگرو اُنهن کي گڻ گيان ڏيئي، سنسا مٽائي، آسيس سان دک دور ڪندا آهن.

(٢) ٻنواري ـ يعني ستگرو سڀلاني ٿيندا آهن. ٻارهين مهيني، ٻن سال وچي جگياسين کي درشن ڏيندا آهن. پوءِ جگياسو پنهنجا دک، سنسا، ڀرم، شنڪائون گروءَ کي ٻڌائيندا آهن ۽ ستگرو اُنهن کي گڻ گيان ڏيئي سڀ سنسا ڀرم مٽائي، هر پرڪار رکيا ڪري، آشيرواد ڏيئي، هليا ويندا آهن.

(٣) ساڻي ـ يعني چٺي ٿي. جگياسوءَ کي ڪو به دک، سنسو، ڀرم يا ڪائي شنڪا هوندي آهي، ته ستگرن کي چٺيءَ رستي لکي موڪليندا آهن. ستگرو وري اُنهن کي چٺيءَ رستي گڻ گيان ڏيئي، آشيرواد ڪري، گهر ويٺي سنسا، ڀرم، دک، شنڪائون نورت ڪري، هر پرڪار رکيا ڪندا آهن. سو توهان ڪو به خيال ڪين ڪريو. توهان نه سدائين اسان جي گود ۾ ويٺا آهيو.

ستگرو مهاراج جن جا اِهي وچن ٻڌي، سڀ پريمي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ ڪين پيرين پئي، پنهنجي پنهنجي گهر ويا. ايتري ۾ سرو آنند جن مٺي ۽ پيرڻ اُگهاڙا، شاهه جي پٽ مان اچي نڪتا ۽ ستگرو مهاراج جن کي ڏنڊوت پرنام ڪري اٿيان لڳي ويٺا، ستگرو مهاراج جن ڏانهن نهاري اکين ۾ پاڻي آندائون. ستگرو مهاراج جن وڏي پيار مان ڪالهه پڇيو ته اَبا، بلڪل خوش ويٺا آهيو؟ مٺي ۽ پيرڻ اُگهاڙا

هيئنئر ڪٿان پيا اچو؟ تنهن تي سرو آنند جن هٿ جوڙي چوڻ لڳا ته هي پريو، ڪالهه ڪنڌوءَ جو پاڻي ٺاڪورام شاهه جي پٽ ۾ آيو هو. اسانکي راڄ جو بزار ۾ گڏيو. تنهن کان توهان جو پڇيوسون. هن ڳالهه ڪئي ته ستگورو مهاراج جن درياهه جي ڪناري تي جهنگل ۾ وڃي ويٺا هئا. چوٿون ڏينهن ڪنڌوءَ جا ڪيترا پريمي وڃي رات ٽڪي، ڪالهه وڏي ڏاڍ ڏوهه سان ڪنڌوءَ ولي آيا آهن. اسان ڏاڍو خوش ٿياسون. اڄ صبح جو سويل پيا موڪلائي، اچي توهان جو درشن ڪري ڏاڍو خوش ٿياسون. ستگورو مهاراج جن چيو چڱو آيا، ڀلي آيا. سڀني سان ملي اشنان ڪري، روٽي کائي، آرام ڪيو. تنهن کانپوءِ، سرو آنند ۽ گرمکداس اشنان ڪري، پرشاد ۽ پوڄا جي سامگري کڻي، ستگورو مهاراج جن اڳيان رکي ۽ هٿ جوڙي، اَرداس ڪرڻ لڳا ته هي پريو، اسان کي هاڻي نام جو اُپديش ڪريو، پنهنجي چرڻن جو داس بڻايو، ته سدائين توهان جي چرڻ ڪملن جي شيوا ڪندا رهون. ستگورو مهاراج جن مشڪي چيو، جيڪا توهان جي مرضي. سرو آنند ۽ گرمکداس، ستگورو مهاراج جن جي چرڻن جي پوڄا ڪري، گرمنتر وٺي شش بڻيا. رات جو ستسنگ ٿيو. اهڙيءَ طرح ڪجهه ڏينهن گذريا.

## پاڳو ڀريون - باب ۴

هڪ ڏينهن ۱۱ ٻجي صبح جو، سنت ٻڌ پوري ننڍي ٻاڳي مان ستگرو مهاراج جن وٽ آيو. ستگرو مهاراج جن اُتي پريم مان ڳالهيون، وڏي آدر سان کين وهاري خوش ٿي خبرون چارون پڇڻ لڳا. سنت ٻڌ پوريءَ جن چيو ته، هي پريو توهان جي ڪرپا سان سڀ آنند منگل آهي مان توهان کي ننڍي ٻاڳي وٽي هلڻ لاءِ سوال وجهڻ آيو آهيان. ڪرپا ڪري هلي، پيرا پائي، هن داس جي ڪٽيا پوتر ڪريو. مان هاڻي ٻڍڙو ٿي ويو آهيان. شرير جي پڇاڙي اچي ٿي آهي، خبر نه آهي ته ڪيترو وقت پرالبڌ آهي. تنهن ڪري ويچار ڪيم ته، ستن کي وٺي، جيڪري پنهنجو ٻارهو ڪري ڇڏيان. سو ڪرپا ڪري هلي پنهنجي همٿ سان ڪارج ڪريو. لاڙ جو سفر ته ضرور ڪريو، جو لاڙ جا ماڻهو شراب، مڇي، ماس ڏاڍو ورتائين ٿا. پنهنجي ڪرم ڌرم ڪان پلجي ويا آهن ۽ پڻ ڌرمن ۾ ڪاهي پيا آهن. سو اُنهن کي هلي پنهنجي ست ڪرم، ڌرم جي رستي تي لڳايو. هاڻي هلڻ جو جيڪو پروگرام ٺاهيو، سو مان پنهنجيءَ سنگت کي لکي ڇڏيان.

ستگرو مهاراج جن چيو ته چڱو، ٻن چئن ڏينهن ۾ توهان سان هلنداسون. توهان پلي احوال ڏيئي ڇڏيو. سنت ٻڌ پوري ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سارو احوال پنهنجيءَ سنگت کي لکي موڪليائين.

شام جو سنت ٻڌ پوري ۽ ستگرو مهاراج جن سفر لئي ويا. ٻاغن ۽ درياهه جو سفر ڪري، سج لٿي اچي ستسنگ شروع

ڪياڻون. ڀورين سنت ڌيروڄيءَ ڏنبوري تي سنتن جي مهما ۽ ويدانت جي اُپديش جي وارتا هلائي چيائين تہ سنت، مهاتماڻون سنسار جي جيون جي سڌار لاءِ جگياسين کي آتم گيان ڏيئي، ڪيئن موکيہ ڪرڻ لاءِ اوتار ڌاري اچن ٿا. اڄ سوامي جن وڏي ڪرپا ڪئي آهي جو اسانجي ڳوٺ ٽنڊي باگي هاڻ لاءِ اوداس قبول ڪئي اٿن. سنت سدائين ديالو ٿيندا آهن. اڄ داس تي وڏي ڪرپا ڪئي اٿن.

آنت ڪرپال نهہ دروهہ چت، سهن شيلتا سار
سم دم آد اَڪام مت، مردل سرو اپڪار

سنت وڏي ڪرپا ڪندا آهن. هيءَ جيوُ پنهنجي اڀياسي گهر کان وڇڙي جنم مرڻ جي چڪر ۾ اچي دکي ٿيو آهي. تنهن کي ست آتم جو گيان ڏيئي، جيوُ پٽو مٽائي، پنهنجي آدي اُڀياسي گهر ۾ وري پهچائي، جنم مرڻ جي دک کان ڇڏائين ٿا. جن جي چت ۾ ڪوبہ دوهہ ڪونہ آهي، تن کي سنساري جيوَ ڪيترا بہ دک ڏين تڏهن بہ انهن مان پيوريءَ ۽ ماکيءَ جي مک سمان سارگٽي سنتوش ۾ رهن ٿا. جن پنهنجي من کي وس ڪري ۽ اندرين کي پنهنجي وس ۾ آڻي، وئراڳ ڌارڻ ڪيو آهي، سي پنهنجو اُڌار ڪري، نشڪامي ٿي، مٺو ٻولي، سچ جو اُپديش ڪري، انت جيون جو ڪلياڻ ڪن ٿا. سنت ڌيروري ايترو چئي بس ڪئي. تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن ڏيکاري تي ستسنگ ڪرڻ لڳا. ويدانت جي وارتا هلائي چيائون تہ هيءَ جيو آد ۾ خوشيءَ سان سنسار جي باغيچي جو لطفيءَ ويچار کان سئر ڪرڻ آيو تہ ٿورو وقت سئر ڪري، وري موٽي پنهنجي اُڀياسي گهر ۾ ويندس پر هن سنسار روپي سندر باغيچي ۾ انيڪ پرڪارن جا رنگا رنگي گل ڦل ۽ سندر چٽ ڏسي، مٺا ميوا کائي، پنهنجو

اباڻو وطن وساري موج مستيءَ ۾ مست ٿي، پنهنجو
اصلوڪو سروپ ۽ ذات ڀلائي ويٺو آهي. جيئن ته هڪڙو
راجا ڪڏهن ڪڏهن شراب پيئندو هو. هڪ ڏينهن رات
جو شراب پيئندي پيئندي، سڄي بوتل پي ويو. مٿان
وري مٺائڻ کاڌائين. سو اهڙو ته اچي نشو ٿيس جو محلات
کان ٻاهر نڪري بزار ۾ وڃي پوليس پهريدارن کي
چيائين ته مونکي ڪهڙي ڊيوٽي ڏني؟ اٿو ته مان به وڃي
پهرو ڏيان. اهو ٻڌي سڀ پهريدار گهبرائجي ويا ۽ ويچار
ڪرڻ لڳا ته شايد راجا اڄ گهڻو شراب پيتو آهي. راجا کي
چوڻ لڳا ته جيئن توهان جي مرضي هجي اُئين ٿيندو. راجا
هڪڙو وڏو رستو ڏسي اُتي ئي پهرو ڏيڻ لڳو. پڇين ٽئي
پرڀات جو ڀنگي آيو ۽ رستي تي اچي بزار جي صفائي ڪرڻ
لڳو. راجا ڀنگيءَ کان ٻهارو وٺي چيو ته تون هٽي پاسي وڃي
صفائي ڪر. مان ٿو هتي صفائي ڪريان. راجا بزار کي ٻهاري
ڏيڻ لڳو. پوليس وارن راجا جو اهو حال ڏسي اچي وڏي
وزير کي سموري ڳالهه ٻڌائي. وزير سڌو بزار آيو. ڏسي
ته برابر راجا ٻهاري پيو ڏي. اهو ڏسي وزير راجا کي چوڻ
لڳو ته هي پرٿوي ناٿ، هي توهان ڇا ڪري رهيا آهيو؟
ماڻهو ڇا چوندا؟ راجا چوڻ لڳو ته پري ٿيءُ. مان ڀنگي
آهيان. وزير وري ٻانهن کان وٺي چوڻ لڳس ته هي حضور،
توهين راجا آهيو. هيءُ ڀنگين جو ڪم ڇو ٿا ڪريو؟ هلو
پنهنجي محلات ۾. تنهن تي راجا وري به ڪنڌ مٿي ڪري
چوڻ لڳو تون سڃاڻين ڪين ٿو ته مان هن شهر جو ڀنگي آهيان؟
مونکان پري ٿيءُ. وزير سڌو راجا جي محلات ۾ اچي، نوڪرن
کان پڇڻ لڳو ته راجا رات شراب پيتو هو ڇا؟ تو گهڻو شراب
ڏنو هوس؟ تنهن تي نوڪر چيو ته سائين، مان راجا کي

آڻالم اُوديا رُوپي لشو دور ڪري پنهنجو آتم سروپ لکائي
آيناسي ديس ۾ پهچائي برهم آنند جي لڄت تي وهارين ٿا.
الهيءَ وشش تي ٻولي ستگرو مهاراج جن ستسنگ سماپت ڪيو
۽ ساري سنگت پاؤ پرساد وٺي گهر وئي. اهڙيءَ طرح ٻن ٽي
ڏينهن ستسنگ جي موج لڳايائون. هڪ ڏينهن ستسنگ
سماپت ٿيڻ کانپوءِ ستگرو مهاراج جن سيني ستسنگين، پريمين
جگياسين کي چيو ته ابا، سڀاڻي اسان سنت ٻڌپوريءَ سان
گڏجي ٽنڊي باگي وينداسون. پنيان توهان سڀ ستسنگي
ملي لت ليبر سان ستسنگ ڪندا رهجو ۽ سنت مهاتمائن ۽
مسافرن جي ٻه پريبر سان شيوا ڪندا رهجو. ستسنگين چيو سائين
اوهين خيال نه ڪريو. پر ڪرپا ڪري جلد موٽي اچجو،
جو توهان کانسواءِ اسانجو چت تمام اُداس ٿي پوندو. پوءِ سيئي
پريمي پنهنجي پنهنجي گهر روانا ٿيا.

ياڻي ٽهلرام کي به ٻڌايائون ته سڀاڻي گوال لعل، سرو آنند ۽
گرمکداس کي وٺي سنت ٻڌپوري سان ٽنڊي باگي وينداسون.
ٻئي ڏينهن صبوح جو ۴ بجي اُٿي تياري ڪري سفر تي
روانا ٿيا. ان وقت سوامي جن جي اوستا ٽيهه ورهيه هئي.
پهرئون ٽي پيرو منڊلي ٿاهي ٻاهر سفر تي لڳا. ۱۲ بجه
منجهند جو اڏيري لعل استيشن تي پهتا، جتان ريل تي چڙهي
حيدرآباد اِستيشن تي اچي لٿا. ۵ بجه بدين لائين واري
گاڏيءَ ۾ چڙهي رات جو ٽلهار اِستيشن تي اچي لٿا. ساري
رات ٽلهار رهي، صبوح جو اتان اُٺن تي روانا ٿيا. منجهند
جو ۲-۳ بجه اچي ٽنڊي باگي شهر جي ٻاهران هڪ سندر باغ
۾ لٿا، جتي شهر جي ساري پنچات ۽ ستسنگي بئنڊ باجا،
ڍهل شرنايون ۽ گلن جا هار ڪٽي اڳڀرا تي بيٺا هئا. ستگرو
مهاراج جن کي پيرين پئي گلن جا هار پائي، خوش ٿي، بئنڊ

باجا وڄائيندا، ساري شهر مان جلوس ڪڍي بائي ٻڌ ٻوريءَ
جي اِستان تي اچي، وڏي آدر سٽڪار سان ستگرو مهاراج ڄڻ
کي آسڻ تي وهاريائون.

شام جو ۴ بجي ٽنڊي باگي جي پنچات پرساد کڻي ستگرو
مهاراج ڄڻ وٽ پيرين پئي وينتي ۽ حال احوال ڏنائون ۽ ورنائون.
تنهن کانپوءِ سنت ٻڌ ٻوري پنچن کي چيو ته سنتن وڏي
ڪرپا ڪري، پيرا پائي نگري پوتر ڪئي آهي. رات جو
سڀئي ستسنگ ۾ اچجو ۽ ٻين کي به ٻڌائجو. ستسنگ لاءِ
بندوبست پنچات ڪيو. رات جو ستسنگ شروع ٿيو. ستگرو
مهاراج ڄڻ جو ٻڌي ڏاڍي گهڻي خلق آئي. پهرين شروعات
گوال لعل، سروآنند، گرمکداس ۽ برهمڻ ڪئي. ٽنڊي باگي جا
ستسنگي ڍڪڙ، ڍولڪون، باجا، ڪڻجهيون، دلا، ڪرتال
وڄائڻ لڳا. ڪلاڪ کن اهڙي ته موج مچايائون جو سڀئي پريم
۾ مست ٿي ويا. تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج ڄڻ ستسنگ
شروع ڪيو. "سچو سک پائيندس" جي وشيه تي ٻوليائون.
پهريائين ستسنگ جي مهما تي ٻه ٽي ڀڄن ڳايائون. چيائون
ته هن جيو جي سک، شانتي ۽ پرمانند جي پراپتيءَ لاءِ ستسنگ
جي سمان ٻيو ڪوبه ساڌن ڪونهي.

راهون رام ملڻ جون، آهن اپر اپار
تن سڀني مان هڪڙي، آهي ساڌ سنگت نروار
ساءِ مل تون تن سان، رکي پريم پيار
ته ڀڳونت جو ديدار، ڏسين پد پرم ري.

پرم پد جي پراپتيءَ لاءِ جپ تپ ورت نيم، سنڌيا گائتري
يگيه، تيرٿ، دان، آد اننت ساڌن آهن. پر وڏي ۾ وڏو
ساڌن ستسنگ آهي. ستسنگ جي رستي ۾ هن جيو کي ڪابه
رڪاوٽ ڪانه ٿي پوي. چڱيا سولائيءَ سان ستسنگ وسيلي

(۳) سمڌيا: ويدانت شروڻ ڪرڻ ۽ آتم سروپ جو چنتن ڪرڻ.
(۴) تپ: پارهن اندرين کي وس ۾ رکڻ.
(۵) ايشور پرڻا ڌرن: جيڪي به شڀ ڪرم ڪيا، تپ، دان آد ڪجهه سڀ نشڪام ٿي ايشور گروءَ کي ارپڻ ڪرڻ.
(۳) آسڻ: سمڌيا، گايتري پاٺ، پوڄا ڪجي ته آسڻ ٻڌي ڪرڻ گهرجي. سهج آسڻ، پدم آسڻ، انهن ٽنهي مان جيڪو آسڻ سولو لڳي سو ڪجي.
(۴) پراڻايام: پران، اپان ساں سنگرن جي نرگڻ اُپاسنا جو منتر، ايڪانت ۾ ويهي ريچڪ، ڪنڀڪ، پورڪ ساں جپجي. پهرين ٿورو روڪي پوءِ ڌيري ڌيري وڌائجي.
(۵) پرتيهار: من کي اندرين جي ٻاهرمکتا کان هٽائي، انترمک ڪرڻ.
(٦) ڌارنا: ڪمل وڙتيءَ کي آتما ۾ لڳائڻ جي ڪوشش ڪرڻ.
(۷) ڌيان: آتما جو ڌيان ڪرڻ.
(۸) سماڌي: سماڌي ٻن پرڪارن جي آهي. پهرين سو ڪلپ ٻي نروڪلپ.
(۱) سو ڪلپ: ترپٽيءَ سهت.
(۲) نروڪلپ سماڌي: ترپٽيءَ رهت.

انهيءَ وشيہ لي چئي، ست نام ساکيءَ جي ڌني لڳائي ستسنگ سماپت ڪيائون. تنهن کانپوءِ سنت ٻڌپوري سيئي سنتن، برهمڻن ۽ ساري سنگت کي چوڻ لڳو ته مان پڌهنجي جيئري ئي ٻارهون ٿو ڪريان انهيءَ ڪري سنتن کي وٽي آيو آهيان. پيا ٻه ڪيترا سنت اچ ايندا. تنهنڪري سياڻي کان وٺي ۳ ڏينهن شريمد ڀڳونت گيتا جو پاٺ، ٻہ وقت

ستسنگ ۾ پيدا و چالو ٿيندو. ساري سنگت اچي پريم سان
پوڄا به ڪري، شيوا به ڪري ۽ سنتن جو ستسنگ به سڻي،
پنهنجو جنم سڦلو ڪري. تنهن بعد ساري سنگت خوش ٿي
ڀاو پرساد وٺي پنهنجي گهر ويندي.

شام جو ٣ بجي ستگرو مهاراج جن اُٿي جل پان ڪري ويٺا
ته غلام علي ٽنڊي ڳوٺ جو مهراج منگهرام هڪ وڏو
ويدانتي گيان وان ۽ ڪوي اچي سنت پڌپوريءَ جي
استان تي لٿو. ٻيا به ڪيترا سنت، ماتلي بدين، سجاول،
ٽلهار ۽ ٽنڊي محمد خان جا پڻ آيا. ستگرو مهاراج جن ۽ ٻيا
سنت هڪ ٻئي سان ملي ڏاڍو خوش ٿيا. شام جو باغيچن مان
گهمي، رات جو اچي ستسنگ شروع ڪيائون. پهرين ٻين
سنتن ڪلاڪ کن ستسنگ شروع ڪيو. تنهن کانپوءِ ستگرو
مهاراج جن ڪرم تي اُپديش شروع ڪيو. چيائون ته ڪرم
ڪرڻ ۾ هيءُ جيو سک ڪي پائي ٿو. جيئن وڻ گلن ڦلن جي
ڪرڻي وٺندو آهي، تئين هيءُ جيو به ست ڪرم ڪرڻ
ڪرڻي وٺي ٿو. سو ڪرم ٻن پرڪارن جا ٿيندا آهن.
(١) ويد رهت (٢) ويد نشڌ. ويد نشڌ ڪرم ڪڏهن به
نه ڪرڻ گهرجي. سيئي سنتن، مهاتمائن، ويدن شاسترن، چوري،
هنسا، جوئا، ڪوڙ ڳالهائڻ، شراب، مڇي، ماس کائڻ جهڙا
ا به جيترا پاپ ڪرم آهن تن جي منع ڪئي آهي. اُهي
ڪم نه ڪرڻ گهرجن. شراب پيئڻ، مڇي ماس کائڻ سان،
تنهن ڪرڻ ملين ٿئيٿو. انهي ڪرڻ ملين ٿيڻ ڪري، هيءُ جيو
ڪيترا پاپ ڪريٿو. جهڙو اَن تهڙو من. اِنهيءَ ڪري شڌ آهار
۽ شڌ وهنوار ڪرڻ گهرجي. اسان ٻڌو آهي ته لاڙ جا ماڻهو
شراب، مڇي، ماس، گهڻو ورتائيندا آهن. سو اهو ڪاڌ وهنوار
سٺو ڪونه آهي. ليڪن شاستر به چوئيٿو ته:

جوپ سنگت ني ذرم ناث، دئي پپت سهي بن،
ماس سنگ اک پوُپ پئيو، پک ديو سراپ من،
يادوَ ندن ناس پئي، مدوُ پان کريو جب،
کريڇڪ ني شٽ پران، ڪام کر ناس پئي سب.
مرگيا ڪر پريکت هيٺو، چوري گري شو پوپ هٽ،
پن پر ناري کي پريت کر،
سبس ديئي دس لنڪ پٽ.

يعني: جوئا کرڻ ڪري، پنجئي پالدوءَ دروپدي، ۱۲ ورهيه ڦل ڦول کائي، پيوي اگهاڙي بن جا ڏک پوگيا. تيرهون سال راجا وئراٽ وٽ لکي، مزوري کيائون. ماس جي کائڻ ڪري، هڪ راجا ڏک پاتو.

هڪڙو راجا تمام گهڻو ماس کائيندو هو. ماس سان تمام گهڻي پريت هوندي هئس. هڪڙي ڏينهن وٽس هڪ مهاتما آيو. راجا مهاتما کي به ماس جو پوڄن آڻي ڏنو. مهاتما ماس ڏسي، پري ويهي چوڻ لڳو ته هي راڄن، تو وڏو پاپ ڪيو آهي، جو منهنجي لاءِ ماس جو پوڄن آندو اٿيئي. هاڻي جي تون ماس کائڻ ڇڏي ڏين ته توکي معافي ڏيان، نه ته ڏلب ڏيندوسانءِ. راجا چيو ته مان ماس کائڻ ڪين ڇڏيندس. تنهن تي مهاتما سراپ ڏنس ته پاپي، تون ٻئي جنم ۾ بگلو ٿيندين. سو انهيءَ سراپ ڪري راجا ٻئي جنم ۾ بگلو ٿيو ۽ تلاءَ ۾ مڇيون کائڻ لڳو. شراب جي پيئڻ سان يادون جو سڄو ڪل ناس ٿيو. ڪام جي اڇا رکي، بدايت ڪرڻ ڪري، راجا کريڇڪ آدي وراٽ جا هڪ سو سالا ناس ٿي ويا. هنسا ۽ ڪروڌ جي ڪري، راجا پريڇت کي ناڳ ڏنگيو. هڪ ڏينهن راجا پريڇت هرڻ ۽ شينهن جو شڪار ڪري

جهنگل کان موٽي شهر ڏانهن اچي رهيو هو ته واٽ تي پياس
لڳس. انهيءَ رستي تي رشي رهندا هئا. سو پاڻي پيئڻ جي
اِڇا سان هڪ رشيءَ جي ڪٽيا ۾ گهڙي پاڻي گهرڻ لڳو. پر
رشي جو پنهنجي نروڪلپ سماڌيءَ ۾ ويٺو هو، تنهن راجا
کي ڪو به جواب ڪونه ڏنو. راجا ٢-٣ دفعا وري به پاڻيءَ
لاءِ چيس، پر رشيءَ ڪو به جواب ڪونه ڏنس. تنهن تي راجا
ڪروڌ ۾ اچي ويو. گهوڙي تان لٿو. اتي هڪ مئل نانگ
ڏٺائين. ڏنڊ جي نوڪ سان نانگ کڻي رشيءَ جي ڳچيءَ ۾
پائي، گهوڙي تي چڙهي روانو ٿيو. ايتري ۾ پرنگي رشيءَ کي
خبر پئي ته راجا پريڪشت منهنجي پتا کي ڳچيءَ ۾ نانگ وجهي
تـو وڃي. سو جل هٿ ۾ کڻي راجا پريڪشت کي سراپ ڏنائين
ته ستين ڏينهن توکي ٽيڪڪ نانگ کائي ماريندو.

پر ناريءَ سان پريت ڪرڻ ڪري لنڪا جو راجا راوڻ
ساري لنڪا سميت ناس ٿي ويو. سوالب، جوئا، ماس، شراب،
چوري جيو هتيا، پر استريءَ جي سنگ ۽ ڪروڌ سبب انيت
جيو ناس ٿي وڃن ٿا. سو اهي نشد ڪرم ڪڏهين به ڪرڻ نه
گهرجن. مڇي کائڻ وڏو پاپ آهي.

ڪبير صاحب جن چيو آهي ته:

**تل پر مڇلي کات هئه، ڪوٽ گئو ڪري دان،**
**ڪاشي ڪروٽ جا مري، تو ڀي نرڪ ندان.**

يعني جو تورڙي به مڇي کائيندو، سو پاپ جو ڀاڳي ٿيندو
انهيءَ پاپ لاهڻ لاءِ گئو، پرٿوي، اَن، سون آد، ڪيترا
به کڻي دان ڪري ۽ ڪاشيءَ ڪروٽ ۾ وڃي، سيس ڪٽائي
ته به اهو پاپ لاهي ڪونه سگهندو ۽ سڌو نرڪ ۾ ويندو
انهيءَ ڪري، مڇي ماس نه کائڻ گهرجي ۽ نڪي ديوتا
تي بليون چاڙهڻ گهرجن. ڪو به اهڙو نشد ڪرم نه ڪرڻ گهرجي

يم جنهن ڪرم جي آگيا سنت، شاستر ڏين ٿا، ڪم ڪرڻ گهرجي
يگيه، هون، تپ دان، ورت نيم، تيرٿ، سنڌيا، گايتري پاٺ
پوڄا ۽ ٻيا شڀ ڪرم نرمان، نشڪام ٿي ڪرڻ گهرجن. اِهي
وشيه تي ستگرو مهاراج جن اپديش ڪري، ستسنگ سماپت
ڪيو. ڪيترن ماڻهن کان مچي ماس ڇڏايائون تنهن ڪاڻ پوء
سنت ٻڌپوريءَ آتي چيو ته اڄ اسانجي زندگيءَ جا پنيه جاڳيا
آهن، جو ڪيترا سنت مهاتمائون پڌاريا آهن. سوامي ٽيئون رام
صاحب جن جيڪو شڀ ڪرم ڪرڻ جو اُپديش ڪيو آهي،
سو ٻڌي مان ڏاڍو خوش ٿيو آهيان. ٻهرين هن جيو کي
پنهنجي اُنتهه ڪرڻ جي پوترتائي لاءِ، ست ڪرم ڪرڻ
گهرجن. توهان هيءُ ٿي ڏينهن ٽنڊي وهدوار کي هنائي،
سنتن جو سنگ ڪري، پنهنجي منش چولي جو اُڌار ڪريو.

صبوح جو مهراج ٻڌپوريءَ شريمد ڀڳونت گيتا جو
پاٺ آرنڀ ڪرائي ستسنگ شروع ڪرايو. ستسنگ جو
پرسنگ هو ڪرم ۽ اُپاسنا ٻهريائين مهراج منگهرام پوء ٻين
سنتن ۽ آخر ۾ ستگرو مهاراج جن اُپديش ڪيو. چيائون ته جيئن
ڪو برتڻ قلعي ڪرائڻو هجي ته ٻهرين اُنکي ڌوئي صاف
ڪري، پوء قلعي گر کي ڏبو آهي. قلعي گر اُن کي ڪِڪري
۽ لوهه جي پٽيءَ سان خوب مهٽي ڪٽ لاهي، پوء قلعي
لڳائيندو آهي ته يڪدم قلعي چڙهي ويندي آهي ۽ برتڻ
۾ تمام سندر ٿي پوندو آهي. تهڙيءَ طرح جگياسوءَ کي ٻه
ڪرم ڪري پنهنجي انتهه ڪرڻ مان پاپن روپي ڪچرو
ڪڍي پورن ستگرو روپي قلعي گر جي کوج ڪرڻ گهرجي.
پورڻ ستگرو ڇا کي ٿو چئجي؟ جو برهم نيشٽي ۽ برهم سروتري
سداچاري هجي. يعني آتم سروپ ۾ نشٺا هجيس ۽ ويد شاستر
جو ٻه ڄاڻو هجي. جيڪو جگياسوءَ جون شنڪائون، سپنا،

پرم پڪتيءَ سان دُور ڪري، اهڙي ستگروءَ جي شرن ۾ وڃيءَ سان وڃي، يعني پرساد ڦل ڦُول، چندن، اگربتيون کڻي، ستگروءَ جي پوُڄا ڪري، نرگن اُپاسنا جو گرو منتر وٺي ابياس ڪري. اُپاسنا ۾ ستگرن جي مُورتيءَ جي اُپاسنا شامل ڪري. وکيپ روُپي ڪٽ لاهي، انتهڪرڻ روُپي برتن اوُجل ڪري مان ۽ منهنجو، گرن کي اَرپڻ ڪري ته ستگرو پنهنجي آشيرواد ۽ شڪتيءَ سان جگياسوُءَ جي انتهڪرڻ کي آتم گيان جي قلعي لڳائي، اهڙو ته سندر بڻائين ٿا، جو ساري سنسار جا جيو هنجي درشن لاءِ اچن ٿا. ستگرو مهاراج جن 'هي سنساري چت اُداري' پڙهي ستسنگ سماپت ڪيو.

## راڳ وهاڳ

ٽل- هي سنساري چت اُداري- پاونا ٿون ڪر پلي،
ڪر هوشياري پرڻ وڃاري- غير واري چڏ گلي.

١. ست ڪرم صابڻ کڻي ٿون- صاف دل کي ڪر سدا،
ميل پاپن جي مٽائي- واسنا جي پٽ ولي.

٢. شبد سان سر لي ملائي- پڙهي ڪر ايڪاٽت ۾،
جگت جا ڦرلا هٽائي- گر مورت ۾ رهي رلي.

٣. گيان جو پرڪاش پائي- ميٽ تم اوديا سندي،
برهم جو سکم اچل پائي- بند ويڪي ڪر پلي.

٤. ڪهت ٽيئُون سمر سوهم- سمر ڪري ويچار کي،
برهم ساکي جاڻ هڪ ٿون- لهر جيئن ساگر پلي.

اهڙيءَ طرح ٻه، ٽي ڏهاڙا وڏي ڌام ڌوم سان اُتسو ٿيو. چوٿين ڏينهن صبح جو، ستسنگ کانپوءِ، مهراج منگهو رام ستگرو مهاراج جن اُڳيان هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي ٻڙيو،

اسان جي لاڙ ملڪ جا وڏا ڀاڳ جاڳيا آهن، جو توهان پيرا
گهمائي پوتر ڪيو آهي. هاڻي ڪرپا ڪري ٽنڊي غلام عليءَ
هلي، اسان جي ڪٽيا کي به پوتر ڪيو ۽ ساري شهر کي
نام ڄپائي نهال ڪريو. بدين، ماتليءَ تلهار جي ستسنگين
پڻ ستگرو مهاراج جن کي وينتي ڪئي ته اسانکي رستي ۾
اورانگهي نه وڃجو. اسانجي نگرن ۾ به پنهنجا چرن ڪمل
گهمائي پوتر ڪجو. ستگرو مهاراج جن ڪين چيو ته توهان
اسان ساڻ گڏجي هلو، يا ٽنڊي غلام عليءَ اچجو، ته ته چئيءَ
رستي اوهان کي احوال ڏيندا سون. اهو ٻڌي، ٽنڊي باگي
جي ستسنگين چيو ڪرپا ڪري، اسان وٽ مهينو ڪن رهو.
هيءَ ٽي چار ڏينهن ته توهان سنت پڌ پوريءَ وٽ رهيا
آهيو. هاڻي اڄ کان وٺي اسان وٽ ڀوڄن ڪريو اسان پريمين
جا سوال پورا ٿين. تنهن ڪانپوءِ ٽنڊي غلام علي ۽ ٻين پاسن
وڃجو. ستگرو مهاراج جن مشڪي ڪين چيو ته توهان جو پريم
۽ شردا ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا آهيون. پر ايترا ڏينهن ڪو نه
رهي سگهبو، ڇو جو هت سيٺي پريمين وٽ به اچڻ، ٽي
ڏينهن وڃڻو آهي. تنهن ڪري، ٻه چار، ڏينهن ڀلا به رهون
ٿا. پوءِ مهراج منگهر رام کي چيائون ته اسانکي ٻه چار ڏينهن
هتي لڳندا. پوءِ ڀورڻ توهان وٽ هلنداسون. تنهن تي
مهراج منگهر رام خوش ٿي، چيو ڏاڍو سٺو! اسان وڃي ٿا
اُتي بندوبست ڪريون. هڪڙو ستسنگي هتي ڇڏي ٿا
وڃون جو توهان سيني کي وٺي ايندو. اهڙيءَ طرح، هفتو
ڪن ڀيو به ٽنڊي باگي ۾ لڳي ويو. ڀائي ٽيرٿداس، جهامنداس
۽ ڀائي لعل جو لڇندو ڀو ۽ ٻيا به ڪيترا ستگرو مهاراج جن
جا جگياسو ٿيا. اُن بعد ستگرو مهاراج جن پنهنجي منڊليءَ
سميت سنت پڌ پوريءَ سان گڏجي، ٽنڊي غلام عليءَ روانا

تيا ۽ شام جو وچي ڀهتا ستسنگ جي وشيہ تي اُپديش ڪيائون ۽
چيائون ته جيترا ٻه سنسار جي ڪرم ڌرم جا ساڌن آهن. سي
سڀ ستسنگ جي انترگت آهن.

جتي سڪ سنسار ۾ - سي سڀ ستسنگ مانهہ،
اننت پاپي تر گئي - جن ڪي گنتي نانهہ.

مطلب - هن سنسار جي اندر سيٺي جيو چار ڳالهيون چاهين ٿا:

بي پرواهي ڪيرتي، شانتي ۽ ڳيان،
کهي ٽيئون سنسار ۾ چاهت سڀ انسان

هڪ ٻرهمڻي سيٺي متر ۽ گهر جي ڀاتين کان موڪلائي ١٢ مهينا گهمي اهي چار ڳالهيون پراپت ڪري موٽي آيو. متر ۽ ساري شهر جي ٻرهمڻن کي خبر پيئي. سيئي ملڻ ۽ خبرچار وٺڻ لاءِ وٽس آيا. چيائونس ته اَدا ٻڌاءِ ته تو اهي چار ئي پدارٿ ڪٿان پراپت ڪيا، ڇو جو اسان سڀني کي به اهي چار ئي پدارٿ گهرجن.

ٻرهمڻ چيو ته اَدا، پهرين مون بي پرواهيءَ کي ڳوليو مهيني ڪن جي ڳولا ڪانپوءِ اندر ۾ خواهش ۽ ڪامنا کان بي پرواهي ڏٺم. وري ڪيرتيءَ کي ڳولڻ لڳس: ڳولهيندي ڳولهيندي، نياز نمرتا ۽ نمڙتي ئي اندر ۾ ڏٺم. تنهن ڪانپوءِ، ڳيان کي ڳولڻ لڳس. گهڻن کان ئي پڇيم ته ڳيان ڪٿي ٿو رهي.

چند - ڪو ڪهي هر ڪير ساگر ۾ -
ڪوئي ويڪنٺ ڌام ۾،
ڪو ڪهي هر اوڌپر ۾ - ڪوئي گوڪل گام ۾،
ڪو ڪهي پورب پڇم - دکن اُترا کنڊ ۾،
ڪو ڪهي آرڌ اُرڌ ماهين - ڪو ڪهي برهمنڊ ۾،

ڪوڪهي هرگنگا جمنا ـ ڪوڪهي گوداوري ،
ڪوڪهي پرياگ مانهين ـ
ڪوڪهي برج ۾ هري ،
ڪوڪهي هري دوارڪا ۾ ـ ڪوڪهي گرنار ۾ ،
ڪوڪهي ڪاشي گيا ۾ ـ ڪوڪهي ڪيدار ۾ ،
ڪوڪهي بدريءَ ۾ ڀڳوان ـ ڪوڪهي ڪيلاش ۾ ،
ڪهت ٽيئون مئن سد ديکا ـ هر بسي وشواس ۾ .

اهڙي طرح پريمي چوڻ لڳو ته ڀڳوان جو وشواس ۾ درشن ڪري ، شانتيءَ کي ڳولڻ لڳس . تمام گهڻن ڏينهن کانپوءِ هڪ شهر ۾ آيس ، جتي ستسنگ ٿي رهيو هو . اتي شانتيءَ کي ڏٺم . وري ڪٿي ڏسان ته بي پرواهي ، ڪيرتي ، ڀڳوان ۽ چوٿين شانتي ، اهي چارئي گڏ ستسنگ ۾ موجود آهن . اهو درشنانت ڏيئي چيائون ساڌن جي سنگ ۾ هلڻ روز گهرجي . اهي گرمکو ، هي چارئي پدارت ستسنگ ۾ پراپت ٿيندا . تنهن ڪري سدائين سنتن مهاتمائن جو ستسنگ ڪرڻ گهرجي . رام نام جي ڌني لڳائي ستسنگ سماپت ڪيائون .

هڪ ڏينهن شام جو ، سنت پدپوري مهراج چانڊورام کي چوڻ لڳو ته سنتن سان ڪجهه رس رهاڻ ڪريو ته اسان سان سڀ پڌون . تڏهن مهراج منگهر رام چيو ته سائين ، جيو ۽ برهم ۾ ڪهڙو ڀيد آهي ؟ ستگرو مهاراج جن چيو ته شري ڪرشن ڀڳوان گيتا جي پندرهين اڌياءَ ۾ چيو آهي ته ممي وشو جيو لوڪي ـ جيو ڀوتهه سناتنهه . يعني جيو جو روپ منهنجو ئي انادي انس آهي .

ساڪي برهم سروپ اِڪ نهين ڀيد ڪو گنڌ ،
راگ دويش مت ڪي ڌرم ـ تانتي ماني آنڌ .

جيو آتما، ساکي ۽ برهم، هڪڙو ئي رُوپ آهن. انهن
۾ توري ماتر به ڀيد ڪونهي راڪ، دويش آدي وڪار،
ٻڌيءَ جو ڌرم آهن. جيڪي، جيو آتما ۽ برهم ۾ ڀيد سمجهن
ٿا، ان جي مت اُلٽي آهي. جيوُ، برهم جو سو روپ آهي.
ستگرو مهاراج جن جا اهي وچن ٻڌي مهراج منگهر رام
ڏاڍو خوش ٿيو. رات جو ستسنگ ۾ ٻين ڪيترن ئي ڳوٺن
جا پريمي به آيا. اهڙيءَ طرح، ستگرو مهاراج جن ١٢-١٣
ڏينهن اتي رهي، ستسنگ ۾ ڌرم ۽ ويدانت جو پرچار ڪيو
۽ ڪيترن ماڻهن کان شراب، مڇي ماس ڇڏايو. ڪيترائي
ستگرو مهاراج جن جا جگياسوُ ٿيا. انهن کانپوءِ ستگرو
مهاراج جن ٻدين روانا ٿيا. اُتي واڌي شيام منڊائيءَ ۽ پنچن
سندن ڏاڍي پريم سان سواگت ڪيو. چار ڏينهن رهي،
ست ڪرم ۽ ڌرم جو پرچار ڪري، ٺلهار روانا ٿيا. ٺلهار
۾ شام جو سنتن سان گڏجي قليليءَ جو سير ڪري آيا رات
جو ستسنگ ڪيائون. پهرين ٻين سادن ۽ پوءِ ستگرو مهاراج جن
اُپديش شروع ڪيو ۽ ست اُپديش جي وارتا هلايائون.
چيائون ته هي منش چولو اتريامي پڇن ڪرڻ لاءِ ڏنو آهي،
جو جو پڇن ڪري ڀڳوان سان ملڻو آهي. هيءَ جيوُ چوراسي
لک جونين ۾ پڇن ڪري ڪين سگهيو ۽ نڪو ڀڳوان سان
ملي سگهيو. منش چولي کانسواءِ هي جيوُ ڪنهن به جنم
۾ پنهنجو اُڌار ڪري نٿو سگهي. منش جنم ۾ ئي ڪم
ڪرڻ گهرجن.

يا نج آتم گيان هو- يا هو پر اُپڪار،
ٽيئُون جس ۾ ٻه نهين- مانش سو بيڪار.

ٽيئون آتما جو گيان آهي، يعني پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي،
ته مان ڪير آهيان ۽ ڪٿان آيو آهيان؟ ڪيڏانهن ويندس؟

سنسار ڇا آهي؟ ڀڳوان ڪنهن کي ٿو چئجي؟ ۽ هُو ڪٿي ٿو رهي؟ من ڪهڙي وستو آهي؟ ڪال ڪهڙي چيز آهي؟ جمي ڪيئن ٿو ۽ مري ڪيئن ٿو؟ انهن ڏهن ڳالهين جي سنگر جي دوارا ڄاڻ وٺجي ۽ پنهنجو پاڻ پورن ريت سڃاڻجي. ٻيو سدائين پر اُپڪار يعني ٻئي جي ڀلي ۽ سک لاءِ رات ڏينهن لڳو رهجي. جنهن جيئڻ ۾ اهي ٻه ڳالهيون ڪونهن، سو سنسار ۾ بيڪار مردي سمان آهي.

**آتما روئي جيو لوڪي - اُسهن ڪوڻ جيوني مانوا،**
**پرم پر اُپڪارا ارٿايه - يسو جيوي سجيوي.**

جيڪو ٻئي جي سک ۽ ڀلي لاءِ جيئي ٿو، سو سنسار ۾ جيئرو آهي. تنهنڪري سدائين پنهنجي سوارٿ ۽ سک کي تياڳي، ٻين جو ڀلو ڪجي ۽ سڀني جيون کي سک ڏجي. سنسڪ سماپت ٿيو. اُلي ۾ ڏينهن رهي، سڀني پرماڻن کان موڪلائي مانيلي ۾ پهتا.

مانيلي ۾ ٻه ست ڪرم جو اُپديش ڪيائون، چيائون ته هي جيو ڪرمن جي ڪري ئي سک، دک ڀوڳيندو. ڪرم ٻج سمان آهي. زمين ۾ جهڙو ٻج پوکبو، تهڙوئي ڦل ملندو. تئين ئي هي جيو به جهڙو ڪرم ڪندو، تهڙوئي ڦل ڀوڳيندو. تنهن ڪري، سدائين يگيه، دان، تپ، ورت، نيم، پر اپڪار آد شڀ ڪرم روپي ٻج پوکڻ گهرجن ته ڪو نه ڪو انگور پيدا ٿي پوندو، جو جڳان جڳ پيو کائبو. پرلوڪ لاءِ ٻه شڀ ڪرمن کي متر بڻائڻ گهرجي.

**ديس انتي ڪرڏاڻي سيوا - گڏين ڪو سنڪار.**
**شيل سنتوش، پر سوارٿ رتنا -**
**ڪرم يوگ اُرڌار،**

ڀوکي کو ٽکرا، پياسي کو پاڻي —
ڏيجي پتا آڌڪار،
ڪن سمي ۾ هونگا سنگي —
يي تيرا سرشٽ آچار.

مطلب ته پنهنجي ديس جي واڌاري لاءِ ڪوشش ڪرڻ گهرجي. سڀني جيون کي ڀڳوان جو روپ ڄاڻي، سيوا ڪرڻ گهرجي. پر مکيه پنهنجي ذاتيءَ جي سيوا ڪرڻ گهرجي. ڪيان وان ٿيڻي مهاتمائن جو تن، من ۽ ڌن، واڻيءَ سان ستڪار ۽ سيوا ڪجي. سيل معنيٰ سڀني سان پريم ڪجي. جيڪي پرڀو ڀڻائي، انهن تي راضي رهجي. ٻين کي سکي ڏسي خوش ٿيڻ گهرجي. بکئي کي روٽي، ننگي کي ڪپڙو، شڪتي آهر لائق ڏسي ڏيڻ گهرجي. انت ڪال ۽ پرلوڪ جي رستي ۾ هن جيو جا اهي شڀ ڪرم سنگي ٿي ڪين سگهه ڏيندا. اهڙي نموني چار ڏينهن ماٿيليءَ ۾ رهي ڌرم ڪرم جو پرچار ڪري، پنهنجي ڳوٺ ڪنڌڪوٽ ۾ پهتا. ستگرو مهاراج جن ماتا ڪرشنا ۽ ڀائي ٽهلرام سان مليا اچي ويٺا ته ايتري ۾ شهر جا ڪيترا ستسنگي پريمي اچڻ لڳا، ڇو جو ستسنگ جو وقت به اچي ٿيو هو. ستگرو مهاراج جن جي اچڻ جي خبر سارئي شهر ۾ پهچي وئي هئي. مکي پرين مل به پنهنجي ونئي پرساد کڻي، ملڻ آيو. درشن ڪري ڏاڍو خوش ٿيا. چوڻ لڳا ته هي پرڀو، توهان کانسواءِ اسان ڏاڍو اداس ٿي پئون ٿا. ائين ڪرپا ڪري، پنهنجي نگريءَ کان ٻاهر نه وڃو. ستگرو مهاراج جن فرمايو ته ٻاهر وڃڻ جي ڳالهه ڪي ڪانه اڄ ڪائي، پر جتي پرالبڌ داڻو پاڻي لکيو آهي اُتي ضرور وڃڻو پوندو. اسان خيال ڪيو هو ته نماڻي ٻاگهي ماڻ تي موٽي ايندا سون. پر اُتي ٻين شهرن جي پريمين لس ڇڏيو، جڏهن

ڪري اوڏانهن وڃڻو پيوءِ انهن مهينو سوا لڳي ويو. ايترو
چئي ستگرو مهاراج جن ستسنگ شروع ڪرايو. ٻهرين سنت
پڌ پوريءَ ۽ ٽنهن ڪانپوءِ ستگرو مهاراج جن ستسنگ ڪيو.
پرالبڌ بابت وارتا هلي. تسوارٿ، پاوي پربل ڇيائون.
سنسار ۾ ڇهه ڳالهيون پرالبڌ جي وس آهن:

(۱) گهاٽو واڌو (۲) جس اپجس (۳) جيئڻ مرڻ. انهن ڇهن
ڳي کي ڪوئي به هٽائي نٿو سگهي. مطلب ته شرير جي
پرالبڌ اوس هن جيو کي ڀوڳڻي آهي ۽ ان کي ڪير به هٽائي
نٿو سگهي. ڪرم ٽن پرڪارن جا آهن:

(۱) سنچت (۲) ڪريمان (۳) پرالبڌ.

(۱) سنچت يعني اننت جنمن جا ڪنا ٿيل ڪرم.

(۲) ڪريمان يعني جيڪي ڪرم ڪري رهيا آهن.

(۳) پرالبڌ يعني جن ڪرمن تي هي شرير هليو آهي.

ڪريمان ۽ پرالبڌ ستگرن جي ڪرپا سان آتم گيان حاصل
ڪرڻ سان ناس ٿي وڃن ٿا. باقي سنچت پرالبڌ ڪرم، جن
شرير پيدا ڪيو آهي، سي ڀوڳي پورا ڪري ڪرمن جو بنڌن
ڪاٽي، جنم مرڻ جي ڦيري کان ڇٽي سنسار ۾ جيون مڪت
ٿي وچرڻ گهرجي. ان وشيه تي اپديش ڪري، ستسنگ
سماپت ڪيائون ۽ پريمي ڀاو پرساد وٺي گهر ويا.

هڪ ڏينهن سنت ميگهورام ٻيرانيءَ وارو، پنهنجي منڊليءَ
سميت اچي ستگرو مهاراج جن وٽ لٿو. ستگرو مهاراج جن
وڏي آدر ستڪار سان کين آسڻ ڏئي وهاري خبر چار پڇڻ
لڳا. سنت ميگهورام چيو اسان مڙن ۾ هڪ پريميءَ وٽ
سنڌس سوال تي آيل هئاسون. اتي وچار ڪيوسون ته ڪٿڻ و
ويچهو آهي. سو سنتن جو درشن ميلو ڪندا وڃون ۽ ڦگڻ
جي ميلي لاءِ به سنتن کي وٺي ڪندا وڃون. انهيءَ ڪري

سوئي سنڌ جو ڀڄڻ مان ڪري توهان وٽ آيا آهيون. سو توهان ڪرپا ڪري ضرور درشن ڏيندا. ستگرو مهاراج چيو ته اسان به رات لاڙ ملڪ جو سفر ڪري، موٽيا آهيون. جي اوهان جل هوندو ته هتي هونداسون ته توهانجي ڦڳڻ جي ميلاپ لي ضرور ايندا سون. شاهه جو سنت پاڻ ۾ گيان چرچا ۽ رهاڻ ڪرڻ لڳا.

سنت پدپوري: هي جيو آتما ست چت آنند سروپ ابناسي آهي، اُن ۾ دک سک، اچڻ وڃڻ، جنم مرڻ ڪونهي ته پرلوڪ ۾ ڪير ٿو وڃي، ڪير ٿو حساب ڏئي ۽ ڪير ٿو چوراسيءَ ۾ اچي دک سک ڀوڳي ۽ نرڪ سرڳ ڀوڳي؟

سنت ميگهو رام الرڏنو: هيءُ جيو برابر ابناسي آهي جنهن ۾ اچڻ وڃڻ برابر ڪونهي، پر پنهنجي واسنا ۽ ڪرمن ڪري ٿي چوراسيءَ ۾ اچي نرڪ سرڳ ۽ دک سک ڀوڳيندو.

سنت پدپوري: جيڪڏهن ابناسي جيو ۾ ڪرم ۽ واسنا آهي ته پوءِ ابناسي ۽ نهه ڪرمي ڪيئن چئبو؟

سنت ميگهو رام: جيو ڀرين برابر نهه ڪرمي هو پر پوءِ شپ اَشپ ڪرمن جي ڪري، دک سک، جنم مرڻ جو ڀاڳي ٿيو آهي.

سنت پدپوري: جيڪا شيءِ اچي وڃي ٿي ۽ گهٽجي وڌي ٿي ۽ بدلجي ٿي، سا ته مٿيا آهي. پر هي جيو آتما جو ابناسي آهي، تنهن ۾ اچڻ وڃڻ ڪونهي! اهو ويدانت جو سدانت آهي. پر جي اچي وڃي ۽ ڪرمن جي ڪري بدلجي ۽ جمي مري ته پوءِ ابناسي ڪيئن چئبو؟

سنت ميگهو رام: سوئي پنجن تتن، آڪاس، وايو، اگني، جل ۽ پرٿويءَ جو ٺهيل آهي ۽ شمشان ۾ جلي ڀسم ٿي وڃيٿو. تت تتن سان ملي وڃن ٿا. اهو سوئي آهي، سو ڪيئن

سترهن تتن - پنج گيان اندريون، پنج ڪرم اندريون، پنج پران، من ۽ ٻڌي جو ٺهيل آهي. اُنهيءَ سان ملي جيو سڀن اوستائن ۾ ڪاٽي ٿئي، سمهي وڃي، ڦري ٿو، يعني انيڪ پرڪارن جو وهنوار ڪري ٿو. تتن جيو سوکيم سرير سان ملي پرلوڪ ۾ اچي وڃي ٿو ۽ چوراسي يوڳي انيڪ جوڻين ۾ ڦري ٿو.

سنت ٻڌپوري: جيو سوکيم شرير جي اڌين ٿي يا ڪرمن جي اڌين ٿي يا پنهنجي خوشيءَ سان اچي وڃي ٿو؟

سنت ميگهو رام: هي جيو ڪرمن جي ڪري سوکيم شرير سان ملي اچي وڃي ٿو. جڏهن ڪرم سهت سوکيم شرير آتما جي گيان سان ناس ٿي ويندو تڏهن جيو آتما اچڻ وڃڻ جي بندن کان ڇٽي مڪت ٿي ويندو.

سنت ٻڌپوري: تنهنجي معنيٰ ته هي جيو ست چت آنند مڪت روپ نه ٿيو. پر شاستر چون ٿا ته: جيو ڪر سروپ ات آنند ڪهت ويد يعني جيو جو سروپ ست چت آنند آهي، جنهن جيو آتما ۾ ڪوبه اچڻ وڃڻ ڪونهي سدا مڪت روپ آهي. اِٿي سنت ميگهو رام سوامي ٽيئون رام مهاراج جن کي چيو ته هاڻي توهان به ڪجهه ٻڌايو.

تنهن تي ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته توهان ٻئي سچا آهيو.

هيءَ جيو ست چت آنند گهن، اِبناسي آهي. واسترو ۾ هيءَ جيو آتما نه اچي ٿو، نه وڃي ٿو. اَوديا جي ڪري آتم ۾ جيو نالو پيو آهي. اها اَوديا به ڪا شيءِ ڪانه آهي. صرف ڀرم ماتر آهي. سو اَچڻ وڃڻ، جنم مرڻ به خالي ڀرم ماتر آهي. اگيان ڪري ڏسڻ ۾ اچي ٿو. جئن ڪو سيٽ جاءِ لاءِ سرون، چنو، لوهه، ڪاٺ، سارو سامان ٻاهران گهرائي، جڳهه ٺهرائي ٿو. جڳهه ٺهي وڃڻ ڪانپوءِ، آڪاس بس ٿهي وڃي ٿو. وري جاءِ جي ڊهي پوڻ ڪري اهو آڪاس ڊهي

ڪونه ٿو، جنهن جو لڱن آهي، ڇو جو آڪاس ۾ اڃڻ وڃڻ ڪونهي، پر ڇڳهه جي آبادي ڪري ڏسڻ ۾ آيو ته آڪاس اڃي وڃيٿو. جنهن ڪو ڪهاڳهر ڪٽي ڪوهه تان پاڻي ڀري اچيٿو ته الهي ڪهاڳهر ۾ ٻوڙ يعني آڪاس پاڻيءَ سان ڀرجي اچيٿو. اهو ٻه ڪهاڳهر جي آباديءَ ڪري ٿي ڏسڻ ۾ آيو ته آڪاس ڪوهه ۾ وڃي ۽ وري ڀرجي آيو. پر واسطو ۾ آڪاس ۾ اچڻ وڃڻ ڪونهي. خالي آبادي ڪري ڏسڻ ۾ اچيٿو، لڱن هن جهو آلما ۾ به، اچڻ وڃڻ يا مٽجڻ ڪونهي، پر تنهي سريرن آسٿول، سوڪيم ۽ ڪارڻ جي آبادين ڪري ڏسڻ ۾ ائين پيو اچي ته جيو اچي وڃي ٿو، باقي واسطو ڪو آيو آهي ۽ ڪو وڃي ٿو.

لنهن تي سنت ٻڌ پوري چيو ته پوءِ ڪو پڃ ڪو پاپ ڪو پرلوڪ، ڪو ڌرماءِ، ڪو ليکو، ڪو چوکو، جهڙو پاپي لهڙو پڃي، پر شاستر جو چون تا مٿي ڪانپوءِ، توهان ڪي پاپ پڃ جو حساب، پر لوڪ ۾ ڏيڻو آهي، پوءِ تڏهن آهو ڪير ڏيندو؟ جي حساب ڪتاب ڪونهي ته شاستر ڪوڙا ڇٽيا. هلو سنت مينگهورام جن ورائيو ته هينئر ديرٿي وئي آهي. الهيءَ ڳالهه جو وري ته باغن ۾ دريائهه تان سٽر ڪري اچون. الهيءَ ڳالهه جو وري سياڻي نيصلو ڪنداسون.

ايترو چئي سڀئي ڏهمي ڦري اچي ستسنگ ڪيائون.

رات جو ستسنگ سماپت ٿيڻ بعد ستگرو مهاراج جن چيو ته جيڪي به ٻاهر جا مهمان ستسنگ ۾ آيل آهن، سي سڀ هتي پنداري ۾ روٽي کائين. لنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن سيئي سنتن مهمانن کي روٽي کارائڻ لاءِ پنگت ۾ ويهاريو ته ايتري ۾ ماتا ڪرشنا ستگرو مهاراج جن کي پاڻ وٽ سڏ ڪري چيو لاءِ ته ابا، روٽي ته صرف ٢٠-٣٠ ماڻهن لاءِ مس

تيندي، پر ڏسان ٿي ته ٻه اڍائي سو ماڻهو وينا آهن. سو هاڻي
ڪيئن ڪريون؟ اٽو ۽ چانور ٻه گهر ۾ ڪولهن جو ڪٽي رڌي
وٺون. هاڻي ڇئن ڇئو ٿئن ڪريون. ستگرو مهاراج جن چيو
ماتا، توهان ڪائي چنتا نه ڪريو. ڪارائڻ وارو پريو پاڻهي
سيني کي کارائيندو. ايترو چئي ستگرو مهاراج جن پاڻيءَ جو
لوٽو ڀري ست نام ساکي چئي، ڀنڊاري تي ڇنڊو هنيو.
چادر ڀنڊاري جي مٿان وجهي، منگهن پنگت کي چيائون ته
تون سيواداريءَ کي پائي ڏيندو وڃ. سيواداري پنگت ۾ وينل
ساڌن، مهمانن کي کارائڻ لڳا. جڏهن سڀني مهمانن جي ساري
پنگت ڀوڄن ڪري اٿي تڏهن ستگرو مهاراج جن سيواداريءَ
کي فرمايو ته آبا، ٻاهر در تي ١٥-٢٠ فقير بيٺا اٿو. انهن سيني
کي ٻه اٽي وهاري پالڻون ڏيئي ڀوڄ ڪرايو. سيواداريءَ فقيرن
کي ٻڙار ۾ ويهاري کارايو. ستگرو مهاراج جن ۽ سيواداريءَ ۽
سنسنگين رسوئي کاڌي. پوءِ پريمي چادر لاهي ڏسن ته اڃا
پنڄن، ستن ڄڻن جو کاڌو بچيو پيو آهي. اهو ٻاهر ڪيڏي
جيون کي ڏنائون. تنهن ڪاپوءِ ماتا ڪرشنا ستگرو مهاراج جن
کي چوڻ لڳي ته آبا، هيءَ ته ڀڳوان جي وڏي قدرت ڏٺي
اٿئون جو چاليهه، پنجاهه ماڻهن جي کاڌي مان ٻه، ٽي سو ڄڻا
کائي ويا، ته به بچي پيو. ستگرو مهاراج جن چيو ماتا، اهڙي
نسمي ۽ موقع تي ڀڳوان پاڻ اچي کارائيندو آهي. اهو ٻڌي،
ماتا چوڻ لڳي ته اڄ ته ڀڳوان پنهنجي ڪرپا ڪري کارايو،
پر سڀاڻي لاءِ گهر ۾ ڪجهه به سيڌو ڪونهي. ستگرو مهاراج جن
مشڪي چوڻ لڳا ته اما، تون ويچار نه ڪر. جنهن اڄ کارايو
آهي، سو سڀاڻي نه کارائيندو ڇا؟ صبوح ٿئي، پوءِ ڀڳوان
مڙيوئي چڱي ڪندو. ايترو چئي ستگرو مهاراج جن وڃي
آرامي ٿيا.

صبوح جو ۴ بجه آئي، ستگرو مهاراج جن ڏندڻ پاڻي

ڪري، پنهنجي لنج سروپ سماڌي ۾ استت ٿيا. ٦ بجه
سيني سنتن مهاتمائن، مهمانن کي وني، درياهه ڪان اشنان
ڪري ٧ بجه گهر موٽي آيا ته ڀائي مينگهارام، سيٺ چيلداس
جو پٽ، چانور، اٽو، گيهه، کنڊ ۽ ٻيو پنڊاري جو سامان
کڻائي آيو ۽ ستگرو مهاراج جن کي وينه ڪيائين ته اڄ، ڏينهن
رات اسان جي پاران پنڊارو هلائجو. جي ٻيو به ڪجهه ته
شيواڌاري کي موڪلي گهرائي ونجو. ستگرو مهاراج جن چيو
چڱو، اُبا. ڀائي مينگهو خوش ٿي گهر ويو. ستگرو مهاراج جن
ماتا ڪرشنا کي چوڻ لڳا ته اُمان، ڏس، ڀڳوان هيءَ سيڌو
ڏياري موڪليو آهي. توهان پوڄن تيار ڪريو مائي پوڄيءَ
پوڄن تيار ڪيو ۽ ١١ بجي ستگرو مهاراج جن سمت مهمان
روٽي کائي آرامي ٿيا.

رسوٽيءَ بعد، ڀائي ٽهلرام اُچي چوڻ لڳو ته هن سال ۾
به نقصان پيو آهي. باغيچو به ڇڏيوسون. ٻين جو حال به
ڪولهي. ونڻ ته ڏسڻ ۾ ڏاڍا سنا ٿيا آهن، پر منجهن مال
ڪولهي. ٻاجهريءَ مان ٻيل به ڪين لهندي. دڪان جو به
حال ڪونه ٿو ڏسڻ ۾ اچي. ٻه هزار روپيه اڳ ۾ قرض ڪيو
اٿئون. ڏهه هزار ڪن هن سال به ڪيو اٿئون. سومڙائي ٣ هزار
روپيه به ڏيڻا آهن. توهان ٻڌي ستر پيا ڪريو، قرض ڪٿان
ڏيو؟ ٻنيون ڇڏيون، ڇا ڪريون؟ مان هڪ ڄڻو ڇا ڪندس؟
ڪجهه مدد ڪري هيءَ قرض ته لاهيو. اڳتي جئين توهان جي
مرضي. ستگرو مهاراج جن پنهنجي منت شانت ڪري، دل ۾
ويچار ڪرڻ لڳا ته ڀائي ٽهلرام جيڪي چوي ٿو، سو ٺيڪ
آهي. جي هيئنر اسان هليا ويندا سون ته ماڻهو چوندا ته قرض
کان ڀڄي ويا. ڀائي ٽهلرام کي به چنتا ٿيندي. ٿوهه ڪري
قرض لاهي ڀاڻ کي آجو ڪري، پوءِ هن نگريءَ کي ڇڏڻ

گهرجي ۽ ٻئي هند، جهنگل ۾ ڏيرو ڪرڻ گهرجي. هتي هاڻي شهر جي ماڻهن جو پريم ۽ شردا تمام گهڻي ٿي آهي. تنهن ڪري هنن کي پريم ۾ ٻئي ڇڏڻ گهرجي ته سندن پريم وڌندو رهندو ۽ ساري لنگري جو پلئو ٿيندو. دل ۾ اهو ٻڪو ويچار ڪري، ڀائي ٽهلرام کي چيائون ته توهان ڪائي چنتا نه ڪريو، ايشور مڙئي ڀلي ڪندو. اسان قرض لاهي پوءِ ڪنهن ٻئي پاسي وينداسون. هاڻي هنن تنهي گوال، سرو آنند ۽ گرمک کي ٻنهي جي سنڀال لي رکيو. اسان به سياڻي وچي ٻنهين ٽان گهمي اينداسون ۽ پوءِ به پيا سنڀال ڪنداسون. ڀائي ٽهلرام خوش ٿيو ۽ گوال لعل، سرو آنند ۽ گرمکداس کي سمجهائي، ٻنهين ٿي روانو ڪري، پاڻ وچي دڪان تي وينو. ٣ بجي ستگرو مهاراج جن اچي وينا. شهر جا ڪيترا ستسنگي پريمي به آيا. سنت ٻڌپوري چوڻ لڳو ته ڪالهوڪي شنڪا اڃا اڌ ۾ پيئي آهي، سو اهائي رهاڻ شروع ڪرڻ گهرجي. مهاراج جن فرمايو ته ڀلي.

سنت ٻڌپوري: جي سڀ پرماتما آهي ته پوءِ پرلوڪ ۾ پاپ پن جو جيڪو حساب ڏيڻو آهي، سو ڪير ڏيندو؟

سنت مينگهورام ۽ ستگرو مهاراج: انهيءَ ڳالهه جو اوهان فيصلو ڪريو ته هي پريمي به ٻڌن.

سنت ٻڌپوري: جو آتما ابناسي آهي، ان ۾ اچڻ وڃڻ ڪونهي. پر اوديا اپاڌيءَ ڪري ٻئين ڏسڻ ۾ اچي ٿو. تنهن هوندي به، پرلوڪ ۾ حساب ڪتاب ڏيڻو آهي. شاستر چون ٿا ته:-

ٻڌي ۾ آياس جو- پٽيم پاپ ڦل ڀوڳ،
گمن آگمن سو ڪري- نهين چيتن ۾ يوگ.

مطلب- ٻڌيءَ جو عڪس يعني پاڇو آهي جو پرلوڪ ۾

اچي وڃي ٿو ۽ ڌرمراڄ کي پاپ پُڃ جو ليکو چوکو ڏئي ٿو. پنهنجي ڪرم انوسار، پاپ پُڃ جي حساب ۾ سرڳ ۽ نرڪ ڀوڳي ٿو. ستگرو مهاراج چون: ٻڌيءَ ۾ جيڪو ڀاڃو آهي، سوئي پرلوڪ ۾ حساب ڪتاب ڏئي ٿو.

هاڻي ٻڌايو ته اهو ڀاڃو ڪنهن جو آهي؟ ۽ اهو ست يا اَست؟

ايترو ٻڌي سنت ٻڌپوريءَ ۾ - چار منٽ ته چپ ٿي ويو. تنهن کانپوءِ چوڻ لڳو ته سپني جا پدارٿ سچا به آهن ۽ ڪُوڙا به آهن؛ پر ليستائين، سچا آهن جيستائين جاڳرت نه آئي آهي.

جيئن سپني سر ڪاٽن ڪوئي -
بن جاڳي دک دور نه هوئي.

جيئن سپني ۾ ڪو چور اچي ڪنهن جو سر ڪاٽي، ته اهو ماڻهو وٺي دانهون ڪري رڙندو آهي؛ يعني اُنهيءَ ماڻهوءَ لاءِ اهو چور سچو آهي، پر جڏهن جاڳي ٿو تڏهن سندس دک دور ٿي وڃي ٿو. پوءِ هو اُن چور کي ڪوڙو ٿو سمجهي. تهڙيءَ طرح، هي ڀاڃو برهم جو آهي؛ ڪي ست آهي، ڪي اَست. جيستائين اگيان جي ننڊ ۾ آهي، تيستائين سچو آهي. پر آتم گيان جي جاڳرت ۾ اچڻ کانپوءِ اهو عڪس مٿيا ڄاڻي ٿو.

سنت مينگهورام: ڀاڃو ٿيندو آهي ڪنهن رنگ، روپ، آڪار واريءَ وستوءَ جو، پر برهم ته نراڪار آهي، جنهن جو ڪو به رنگ روپ ڪونهي. تنهن نراڪار وستوءَ جو ڀاڃو ڪٿان ٿيندو؟

سنت ٻڌپوري: نراڪار ۽ رنگ، روپ رهت وستوءَ جو به ڀاڃو ٿيندو آهي. آڪاس نراڪار آهي ۽ ڪو رنگ، روپ ڪونهيس؛ پر آرسيءَ ۽ پاڻيءَ ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

اهڙيءَ طرح، ڀيون به گهڻيون ئي شيون آهن، جنهجو رنگ، روپ، آڪار ڪونه آهي، پر سندن پاڇو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. تهڙيءَ طرح، نراڪار برهم جو ڪو به رنگ، روپ ڪونهي، پر اُنهه ڪرڻ، جو شڌ، ستي گڻ جو بڻيل آهي، ان ۾ آرسيءَ وانگر عڪس پوي ٿيو.

ستگرو مهاراج جن: برابر پاڇو پوي ٿو، جنهن کي توهان ست به چئو ٿا ته اُست به. اهو پاڇو چئو ٿا ته برهم جو آهي سو برهم، ست آهي يا اُست؟ جي ست آهي، تہ پاڇو به ست ٿيڻ گهرجي. جي پاڇو اُست چئو ته برهم کي به اُست ٺهرايو. ائين، سنت بڌ پوريءَ جي چوڻ تي انهيءَ وشيہ تي وڌيڪ گيان گوشٽ سياڻي لاءِ رکي ويئي. پوءِ سيٺي ڏرياهہ جي سير تي ويا. شام جو موٽي اچي ستسنگ ڪيائون. ستسنگ کان پوءِ، ڀائي رامچند، سيٺ گوپالداس جي پٽ ستگرو مهاراج جن کي عرض ڪيو ته سياڻي اسانجي پاران ڏينهن رات ڀڪو ڀنڊارو ڪجو. سيڌو سامان صبح جو سوير موڪلي ڏيندس. ستگرو مهاراج جن چيو ته اُبا، جيڪا اوهان جي اِڇا. اِها سڄ ماتا ڪرشنا کي ڪانہ رهي.

صبح جو ماتا ڪرشنا اچي چوڻ لڳي ته اُبا، توهان ته هينئر ٻنين تي ٿا وڃو. پر اسان رسوئي ڪٿي ڪريون جو گهر ۾ سيڌو ڪونه آهي. جنّ چئو تہ ڪريون. مهاراج جن چيو اُما، تون ڪائي چنتا نه ڪر. اڄ ڀائي گوپالداس جو ڀڪو ڀنڊارو آهي پوءِ گوال لعل کي چيائون ته پاڻي ڀري، گهرجي سيوا لاهي، گرمڪ کي وٺي، ٻنين تي اُچجو. اسان هينئر اوڏانهن وڃون ٿا. توهان جي اچڻ تي موٽي گهر ايندا سون. سرو آنند کي سنتن جي سيوا لاءِ ڇڏي اُچجو. ٻنين تي اچي، کوهه تان اشنان ڪيائون، ساري ٻني ڏسي،

دل ۾ چوڻ لڳا تہ فصل تہ ڏاڍو ڀلو آهي، پر سنگن ۾ اَن ڏسڻ ۾ ئي ڪين ٿو اچي؛ ولسٽڻ ۾ بہ مال ڪونهي. سيٺ چِڙيو وڃي. اِهو خيال ڪري، دل ۾ پڇن ڳائيندا، سڀنيءَ ٻنيءَ کي پرڪرما ڏيئي وڃي ٻيهي لي چڙهي ويٺا. پوڪ ڏي نهاري، ڏيري ڏيري، مٿد رسر سان ڳائڻ لڳا. ايتري ۾ سيٺ هاري اچي، مهاراج جن کي نمسڪار ڪري، چوڻ لڳا تہ فقير سائين، اڄ تمام گهڻن ڏينهن کانپوءِ درشن ڪرايو اَٿو. هاڻي ڪا دعا ڪريو تہ ٻنيءَ ۾ نُور پوي تہ اسان تان قرض بہ لهي ۽ ٻچا بہ سکيا پاليون. مهاراج جن فرمايو تہ ڌڻي چڱي ڪندو. توهان ٻنيءَ جي چڱيءَ طرح سنڀال ڪندا رهجو. ايتري ۾ گوال لعل ۽ گرمڪداس بہ اچي ويا. ڪين ڇپائون تہ آيا، هتي وٽهي چڱيءَ طرح سنڀال ڪريو. پر چت سدائين نام ۾ لڳو رهي. اسين بہ ٻئي، ٿيئين ڏينهن نظر ڪرڻ ايندا سون. گوال لعل چوڻ لڳو تہ پوک ڏسڻ ۾ تمام ڀلي ٿي اچي، پر مال ڪونهيس. ڀل بہ پوري ڪانہ اهندي. مهاراج جن چيو تہ پرلهر سان سنڀال ڪريو. ڀڳوان چڱي ڪندو. ڪيڏانهون پڇي نہ وڃجو. ڀائي ٿهلرام جو قرض لاهي، پوءِ سيٺي گڏجي ڀڳوان جي باغيچي جو سير ڪنداسون. گهر اچي ڀائي ٿهلرام کي ڇپائون تہ پوک تمام ڀلي ٿي آهي. قرض لهي ويندو.

شام جو ٣ بجي جل پان ڪري، سنتن سان اچي ويٺا. شهر جا ڪيترا برهمڻ بہ اچي ويا. مهاراج جن سنت بدپوريءَ کي چوڻ لڳا تہ اسان جي ڪالهوڪي شنڪا اجا اُتي ۾ بيٺي آهي. برهم ست آهي يا اَست، تنهنجو اڄ فيصلو ڪريو.

بدپوري: هي ڀڳون، برهم ست آهي ۽ اُنجو ٻاچو بہ ست آهي. ڀر جيستائين برهم جو گيان نہ ٿيو آهي، تيستائين ٻاچو اَست ڏسڻ ۾ اچي ٿو. برهم گيان ٿيڻ کانپوءِ بہ برهم ۽

سندس آپاس ست ياسط ۾ اچن ٿا.

سنت مينگهورام: توهان چئو ٿا ته آپاس ست به آهي، ته اَست به آهي. پر ويدانت جو سدانت آهي ته جا وستو اَست آهي سا ڪڏهن به ست ٿي نه سگهندي. وري ست وستو ڪڏهن به اَست ٿي نٿي سگهي.

ايتري ۾ پگت آئل لعل ۽ سنت گهنبورام سالاري جي پريم نگر جا اچي لڪتا. ستگرو مهاراج جن ۽ سڀني سنتن سندن آدرستڪار ڪيو ۽ ويچاري چيائون ته اچ وڏي ڪرپا ڪئي اٿو جو اچي درشن ڪرايو اٿو. توهان تي پڳت آئل لعل جن چيو ته اچ هتي ڪندوءَ ۾ هڪ پريميءَ وٽ رونِي هئي. پوءِ ڪرڪ ڪانپوءِ پريمين چيو ته هتي ٿي آرام ڪري وڃو. آرام ڪري نڪتاسون ته واٽ تي خيال آيو ته سنت آيل آهن ۽ انهن جو درشن ڪري وڃون. سو هتي اچي توهان جو، سنت مينگهورام ۽ سنت بڌپوريءَ جو درشن ڪري، تمام خوش ٿيا آهيون. هاڻي توهان جيڪا ڀاڻ ۾ گيان چرچا وڃي ڪئي، سا ڪريو ته اسين به ٻڌون. تنهن تي سنت مينگهورام چيو ته سائين، سنت بڌپوريءَ شنڪا وڌي آهي ته هي جيو آتما ابناسي آهي؛ نه جمي، نه مري، نه اچي، نه وڃي. شرير هتي ئي ناس ٿي وڃي ٿو. پوءِ پرلوڪ ۾ پاپ پنج جو حساب ڪير ٿو ڏي؟ انهيءَ وشه لي نيون ڏينهن آهي، پر اجا ڪو فيصلو ڪو نه ٿيو آهي. هينئر ويچار ڪندي اچ سنت بڌپوري چوي ٿو ته برهم جو آپاس وڃي، پرلوڪ ۾ حساب ڪتاب، ڏئي ٿو. اهو آپاس ست به آهي ته اَست به آهي. تنهن تي اسان جي شنڪا آهي ته جا وستو ست آهي، سا ڪڏهن به ناس نٿي ٿئي ۽ جا اَست آهي، سا ڪڏهن به ست نه ٿيندي. هاڻي ڪرپا ڪري توهان به

آنهيءَ باري ۾ پنهنجا ويچار ٻڌايو. هيءَ گيان چرچا خاص
جگياسين جي ٻڌيءَ کولڻ لاءِ ڪئي اٿئون. واد وواد، هار
جيت ڪانهي. پگهت آئل لعل چيو ته ڏاڍو چڱو، پر توهان
جي شنڪا جو اثر ٻهرين ٻڌ ٻوري ڏي، ته ڀوءِ اسين ٻه
ٻه- چار وچن چوندا سون.

ٻڌ ٻوري: توهان جي ڳالهه ڪي قدر سچي آهي ته
اَست وستُو ست ڪانه ٿيندي، ۽ نه ست وستُو اَست. پر
اَگيان ۽ ڀرم ڪري ڀاسڻ ۾ اچي ٿي، جئن نوڙيءَ ۾ نانگ
ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

پگهت آئل لعل: جيڪا شيءِ ڀرم ماتر ڏسڻ ۾ اچي ٿي،
سا مٿيا آهي. جئن نوڙيءَ ۾ نانگ، سپيءَ ۾ چانديءَ، ۽
رڄ ۾ پاڻي، تنهي ڪالن ۾ ڪونهي. تنهنڪري، توهان
جي چوڻ مان اهو ثابت ٿيو ته جنم مرڻ، حساب ڪتاب،
ڪجهه به ڪين آهي. پرلوڪ به ڀرم ماتر آهي. جي اُئين
آهي، ته مڪتي به ڀرم ماتر آهي. ڀوءِ اُن لاءِ سادن
ڇو ڪجن؟

ٻڌ ٻوري: هي نام، روپ، سڀ ڀرم ماتر آهي، پر پاپ
پاپ جو حساب ڪتاب، پرلوڪ ۾ ڪير وجي ڏيندو. مان اهو
چوڻ ٿو چاهيان.

ستگرو مهاراج جن: هيئنر توهان چيو ته 'مان اهو چوڻ ٿو
چاهيان'، سو جيڪو پڇي ٿو ۽ 'مان' چوي ٿو، سو اُنتهڪرڻ ۽
سوتيه شرير سان ملي، پرلوڪ ۾ پاپ پڃ جو حساب ڪتاب
ڏيئي، جنم مرڻ جي چڪر ۾ ايندو.

سنت ٻڌ ٻوري: سوامي جي، اهو چوڻ وارو 'مان' ڪير
آهي؟ ٻڌايو اُنس؟

ستگرو مهاراج جن: اهو توهان پاڻ ڄاڻيو، جيڪو ٿالو

وٺيو، سو رکوس جي نه رکوس ته به مالڪ آهيو. اهو ٻڌي، سنت ٻڌپوري ۽ ٻيا سنت کلڻ لڳا.

مهاراج جن سنگت کي چوڻ لڳا ته هي جو سنتن کليو، سو ڏيکاري ٿو ته ڳالهه دل ۾ سان لڳي اٿن ۽ ڳالهه آهي به کلڻ جهڙي، جنهن کي مهاتمائون گيانوان جاڻن ٿا، پر ڪي لڄ ڪان ان تي ڌالو نٿا رکن. سنت ٻڌپوري مشڪي چوڻ لڳو ته سوامي جي توهان جا وچن ٻڌي، ڏاڍو خوش ٿيو آهيان. مان لڄارو آهيان ته ڪوله، پر اڄ توهان مونکي لڄارو نهرايو آهي. جڏهن توهان کي ڌالي رکڻ ۾ لڄ ٿي ٿئي، تڏهن مونکي پڻ ڌالي رکڻ ۾ لڄ ٿي ٿئي. باقي سنت مينگهورام، ٻگت آئل رام جن وينا آهن، سي ڌالو رکن ته ڀلي رکن.

تنهن تي سنت مينگهورام ۽ آئل رام جن چوڻ لڳا ته جي توهان کي لڄ ٿي ٿئي ته اسين وري ٻي لڄا ڪيئن ٿيون؟ سيئي سنت کلي خوش ٿي، گهمڻ نڪري ويا.

ٻئي ڏينهن صبوح جو ماتا ڪرشنا ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳي ته ابا ۽ ڏينهن ته ڀڳوان سنا گذاريا، پر اڄ ڇا کپو؟ ائي مهاراج جن جي ياچائي مائي پوڄي، انهنجا ڳهڻا لاهي ستگرو مهاراج جن جي اڳيان رکي، هٿ جوڙي چوڻ لڳي ته هي ٻريو، هي ڳهه اٿو ڀلي وڪڻي سيڌو وٺي اچو ته سنتن جو ڀنڊارو هلايون. مهاراج جن گوال لعل کي آگيا ڪئي ته ڳهڻا وڪڻي ڪجهه گهر جو سامان ته ڪجهه دڪان جو سامان وٺي اچ. گوال لعل ڳهڻا وڪڻي سامان وٺي آيو. روٽي تيار ٿي. سيئي ڪاڌي سنت موڪلائي پنهنجي پنهنجي آستان ڏانهن ويا. تنهنڪانپوءِ سنتن کي اماڻي پاڻي ٺهلرام کي چيائون ته ڪو ساڌ، سنت، مهمان اچي ته انهيءَ جي شيوا ڪجو. اسين هينئر ٻنين ٿي تا وڃون شام جو موٽي ايندا سون. ايترو چئي سرو آنند ۽

گرمکداس کي ساڻ ڪري ٻنيءَ تي ويا. ٻنيءَ تي ڏٺائون ته وانڻ جي گلن جو ڇڻڻ هيٺ ڪجهہ گهٽ آهي. پوءِ ڏوال لعل کي ڪم ڪار سمجهائي پاڻ وري ٻهڪ تي ويٺا. انتري ۾ رمضان فقير هڪ مسلمان ساڻ گڏجي اُتي آيو. مهاراج جن کي پيرين پئي اکين ۾ جل آڻي چوڻ لڳو ته سائين، ڪيترن ڏينهن کان پوءِ توهانجو درشن ٿيو آهي.

مهاراج جن چيو: ابا خير ڀلاءِ ته هاڻي ڪٿي ٿا رهو؟

رمضان فقير چيو ته سائين توهان وٽان مون کي وٺي ويا ته ماتا بيمار آهي. ٻه ماهه ته بلڪل چڱي ڀلي هئي. اُتي وٺي وڃي مونکي ڏاڍي مارڪٽ ڪري ڪوٺيءَ ۾ پوري ڇڏيائون. ٽي ڏينهن ته روٽي به ڪانه ڏنائون. پوءِ ڪيترا ملان اچي چوڻ لڳا تہ ڀاهران بادشاه پير جو مريد سڏائين ۽ اندران جپين لعهجي مرضي. هرو ڀرو اسان جي پت نہ وڃاءِ. تڏهن ٽي مون چيو مان ته منهنجو مرشد ته سوامي ٽيئون رام آهي. فقيري ذات ني ڪاهي. شاهه لطيف جن به چيو آهي ته:

> نڪون نياپو آيو ـ وٽان راڻــي رات
> لڌي مون لطيف چوي ـ ڪنا ذاتر ذات
> ڪانہ پڇيائون ذات ـ آيــا سي اگهيا

فقيري ذات ني ڪاهي، تنهن ڪانسواءِ سوامي جن مونکي ڪو اين ڪونہ ٿو چوي تہ تون ڪو هندو ٿيءُ. اسانجي مرشد جي ته اِها هدايت آهي ته:

> حافظا گر وصل خواهي، صلح کن با خاص و عام
> با مسلمان، الله، الله، با برهمڻ، رام رام.

جي ايشور جو ميلاپ تو چاهين تہ سڀني، خاص ۽ عام

سان ٻرير جو ورتاءُ ڪر. مسلمان سان ملڻ تي چئو الله، ۽ هندن کي چئو رام رام. پنهنجي پنهنجي ڌرم ۾ رهي بندگي ڪر. سو مان کي هندو ڪوٺي ته ٺيڪ ٿيو. جو ٿوهان موڪلي مارڪيٽ ٺاڪريو. پر ڪيترين ئي اکين ڏٺي مارينا ڪتيندا آهن. ٻه انهيءَ ڳالهه ٿان ڪين هٽندس. اها ڪاٿيءَ موڪلي ١٠-١٥ ڏينهن ڪوٺيءَ ۾ بند ڪري مارڪيٽ ڪري، ڪڏي چڙهايائون. هاٿي مان هالن جي رستي تي مڪان ناهي وڃو آهيان. هي قادر بخش به مون وٽ رهندو آهي. گهڻن ڏينهن کان پيو ستائي ته سوامي جن کان اپديش وٺي ڏي. سو سائين هاٿي هن تي به ڪرپا ڪريو. ايترو ٻڌي، ستگرو مهاراج جن چيو ته اڳ هيءَ ڳالهه ڏاڍي ڏکي آهي.

سر دنيا تو سهج هئه، آد گهڙي پل جام،
نيهه نباهڻ ڪٺن هئه، آيو پڙ کا ڪام.

سر ڏيڻ تمام سولو آهي جو گهڙي اڌ ۾ ڏيئي سگهجي ٿو. پر انت تائين نباهڻ تمام ڪٺن آهي. تنهن تي قادر بخش چوڻ لڳو ته هي درويش سائين، مان اهو سڀڪجهه ٿو ڪريان ته ٿوهان جي ٻاجهه سان منهنجو به سدائين ٿوهان جي چرنن ۾ ڌيان رهندو ۽ نڀجي ايندي. مهاراج جن قادر بخش کي اپديش ڏنو ۽ هو خوش ٿيو.

هڪ ڏينهن ڀائي ٿهلرام مهاراج جن کي، چيو ٿوهان ڪلاڪ کن دڪان تي ويهو ته مان ٻنين تان گهمي اچان. مهاراج جن چيو ته ڀلي وڃو.

ستگرو مهاراج جن دڪان کولي وينا. ڀائي ٿهلرام ٻنين تي ويو. ڏسي ته وڻڻ مال جهلي نه ٿا سگهن ۽ نميا پيا آهن. ٻاجهريءَ جي اڳين سنگن ۾ ايترو مال ڪولهي، پر پڙسان پيا سنگ ٽڪنا پيا آهن ۽ آهي ڀرپور آهن. حيران ٿي ويو. اڳين

ذات پاڻ پڳت
ڪي چرن لڳو ته ٽراوڪي
آب اچي ويس. دل ۾ چرن لڳو ته ٽراوڪي
جي روپ ۾ اسانجي گهر ۾ آيو آهي پر مون اڳيان جي ڪري
ڀيس نه سڃاڻي، ننڍي هوندي کان وٺي ڪيترو گهڻ وڏ
ڳالهايو آهي. اِهو مون وڏو پاپ ڪيو آهي. تنهنڪري اڄ
گهر وڃي ساڌ کان معافي گهري نام جو اُپديش وٺندس. اهو
لسڃو ڪري گهر موٽيو. ڏنائين ته ساڌ پاڻ دڪان تي اڪيلو
وينو ڏيري ڏيري پڇن ڳائي. اکين ۾ پاڻي آڻي نماڻو ٿي
پيرين پون جي ڪيائين ته مهاراج جن آئي سندس هٿ جهلي
ورتا ۽ چرن لڳا ته توهان پتا جي سمان آهيو ۽ هي ڇا ٿا
ڪريو؟ پائي ٽهلرام روئي چرن لڳو ته هي پريو توهان
جي مايا اهڙي پربل آهي جو هيترا ڏينهن توهان کي سڃاڻي
نه سگهيس. ننڍي هوندي کان وٺي تمام گهڻو گهٽ وڌ پئي
ڳالهايو اٿم. ڪرپا ڪري ديا جي درشٽي ڌاري مونکي
معافي ڏيو ۽ نام جو اُپديش ڏيئي منهنجو اُڌار ڪريو.

ستگرو مهاراج جن چرن لڳا ته توهان جيڪي چيو هو،
سو سڀ منهنجي ڀلي لاء. تنهنڪري توهان کو به خيال نه
ڪريو. اڄ توهان جي چت ۾ نام جي ڀڳتيءَ جي چاهنا جاڳي
آهي. اِهو ڏسي مان تمام خوش ٿيو آهيان. منش چولو ڀڳوان
جي ڀڄن ڪرڻ لاء مليو آهي. ڀلي ڀڄن ڪري جنم سڦلو
ڪريو. نام جو اُپديش توهانکي پوءِ ڏيندا سين. ٥ بجه شام
جو سنتن، مهاتمائن ۽ ستسنگين سان گڏ جي باغ جو سئر ڪري
آيا. پوءِ ستسنگ شروع ڪيائون. ڀائي ٽهلرام به اچي ستسنگ
۾ وينو. منش ڌرم جي وارتا هلي. چيائون ته منش جو ڌرم
آهي ڀڄن ۽ ست ڪرم ڪرڻ. سو سدائين پريوءَ جو ڀڄن ۽
ست ڪرم ڪندو رهجي. ڀڄن ڪرڻ جي پهرين اوستا بالپڻ
۾ جوين آهي. پر جي پهرين ٻالاپڻي ۾ نه ڪري سگهي ته

هاڻي جو اُن اوستا ۾ ڪري، ڇو جو پيدائش ۾ ڀڳتي ڪانه
ٿي سگهندي.

جرا اُپائي نه هو سڪي جرا آيؤ ڪي مانهہ،
پيو ساگر ڪي تون ۾ ييوا اوستا آنهہ.

مطلب پيدائش ۾ توري ڀڳتي به نه ٿي سگهندي. جوئن
اوستا ۾ ٿي هن سنسار ساگر مان تري سگهجي ٿو ۽ پيدائش ۾
به ڀڳتي ڪرڻ گهرجي يعني ڀڳتيءَ ڪري تري پار پهچي
سگهي ٿو. ڀڳتي ڪري انسان اُبناسي ديس ۾ وڃي سگهي ٿو.
آخر ۾ ستسنگ سماپت ٿيو. انهن ڪندي ڪجهہ وقت گذري
ويو. هڪ ڏينهن، سمت بالو گوپالو، ورڪت ساڌو، رشيڪيش
اُتراکنڊ جي ڀاسي جو، ستگرو مهاراج جن جي آستان تي آيو.
مهاراج جن آدر ستڪار سان وهاري. ڪالهہ خبر چار پڇڻ لڳا.
بالو گوپالو چيو ته منهنجو جنم پنجاب ديس ۾ ٿيو.
رشيڪيش اُتراکنڊ ۾ رهندو آهيان. سنڌ ديش جو سير ڪندي
شڪارپور ۽ سکر گهمي، شهدادپور پهتس ته آئي هڪڙي
استان تي پريم ۽ وئراڳ سان پريل سندر واڻي ٻڌي چيائون.
پڇڻ تي خبر پيم ته اُها واڻي توهان جي ٺهيل آهي. وڏيڪ
احوال وٺندي، هڪ پريميءَ ٻڌايو ته هالن جي پرسان ڪنڊؤءَ
۾ هڪ اوتاري مهاتما جڳت جي اُڌار واسطي جنم ڌارڻ ڪيو
آهي. ڏاڍيون ڪراماتون ڏيکاريون اٿس. اِها ڳالهہ ٻڌي،
پڪو خيال ڪيم ته اهڙي سنت پرش جو درشن ڪري، پوءِ
ٻئي پاسي ويندس. سو ڪالهہ شهدادپور مان صبح
جو لڪري، جهنگل جو سير ڪندو اچي، اڄ توهان جو
درشن ڪري تمام خوش ٿيو آهيان. ستگرو مهاراج جن چوڻ
لڳا ته اڄ اسان جا ڀاڳ جاڳيا آهن، جو گهر ويٺي درشن ڪيو
اٿئون. انهن بالي گوپالي سان ڳالهہ ٻولهہ ٻڌي هلي ته آسورام جن

اچي لڳا. ستگرو مهاراج جن سندن آدرستڪار سان سواگت
ڪيو. رات جو سوامي جن آسورام جن يڪتاري ني پنهنجي
ٻالڪن سميت ستسنگ ڪيو ۽ پنهنجي تاهيل واڻي وڏراڳ
ڀري آواز سان ڳايائون. هي هيٺيون پارسي بيت به چيائون:-

جانبا جانا به هه - ورن سبتا نند ازل،
خود تو منصف باش حافظ اين ڪه يا آن ڪؤ.

مطلب- پنهنجا پران پگوان جي پچن پر ۽ سرير پراپڪار
ڏيڻ ۽ لڳائي، سقل ڪر ۽ نه ته هوندن ئي ڪال هڪ ڏينهن
ڪري ويندء. تنهن ڪري تون پاڻ نياءُ ڪري ڏس ته سرير
پراپڪار ۾ ڪم اچي، اهو چڱو يا ڪال اچي پران وٺي اهو
چڱو. هي منش، جيڪڏهن تون چاهين تو ته منهنجو جنم
سڦل ٿئي، ته هيٺيون چار ڳالهيون ڌارڻ ڪر:-

دي چاهين مڪت ملان - ته ڳالهيون چوانء چار،
ست سپد جو آسن جو - سو پريتء سان پار،
سمرن ڪي ياد ڪر - منهنجون ڪين وسار،
ٻيون پنج ڏسج پنهنجا - ٻين جا ڪيم ويچار،
[illegible] جائيون ڪرين - سي دل تان ڇڏي يار،
[illegible] ڪار - جنم تنهنجو سڦلو ٿئي.

[illegible] ستگرو مهاراج جن ۽ سوامي
[illegible] ستسنگ ڪيو. ستگرو مها تي وارتا
[illegible]

[illegible] ڪ - داري پيگت سجان،
[illegible] - آئي نه آئم گيان.

[illegible] وڏيڪ گروءِ بر پريت،
[illegible] ڀڄي گرڀگتيءِ ڪالسواءِ،

ڪيترو به ڪٽي ماڻهو سياڻو هجي، شاسترن جو ڄاڻو هجي، ته به، آتم گيان پراپت ڪري نه سگهندو؛ جو جو ايشور کان ستگرن جو درجو متي آهي.

گوبند کي ڪيئي جيو جاپ هئم، رساتل ڪو،
گرو اُپديش سو ٿئُو چوُٿي جنم ڦند ٿي.
گوبند کي ڪيئي جيو وس پري ڪرمن کي،
گرو کي نواري س ڦرين هئن سو ڇند ٿي.
گوبند کي ڪيئي جيو ٻوُبت ڀوُساگر ۾،
سدر ڪهت گرو ڪاڍي دک دوند ٿي.
اوُرون ڪهان لوُن ڪڇون مکتي ڪهو جاي،
گرو کي ٿو مهما اڌڪ هئم گوبند ٿي.

هڪڙو ڄاڻ ٻکرار هو، جنهن شادي ڪئي. سندس زال گيانوان، ستسنگياڻي هئي. شاديءَ کانپوءِ هڪ ڏينهن سندس استريءَ کانئس پڇيو ته توهان ستگرو ڪيو آهي؟ ٻکرار چيو ته نه. سندس ڏرم پتني اکين ۾ جل آڻي چوڻ لڳي ته هي پگون ستگرو ڪريو جو ستگرو کانسواءِ مکتي نه ٿيندي. ٻکرار چيو ته مونکي نه انهيءَ ڳالهه جي ڪائي خبر ڪانه آهي. مونکي ٻڌاءِ ته گرو ڪيئن ڪبو آهي، گرو ڪٿي رهندو آهي ۽ ڪهڙو ٿيندو آهي.

استريءَ چيس ته سواميءَ، توهان شرڌا رکي گرو ڪرڻ جو پڪو سنڪلپ ڪري، ٻڪريون ڪاهي وڃو، ته پڳوان توهان کي پاڻهي گرو ملائيندو. پوءِ جنهن گروءَ چيو ڏئن ڪجو. گروءَ کي ڇڏجو ته مونکي پڳوان جو درشن ڪراءِ. ڄاٽ پڪو سنڪلپ ڪري، ٻڪريون ڪاهي شهر کان ميل کن پري ستي جي ڪناري تي وڃي، ٻڪريون چارڻ لڳو. اتي

پرماتما کي پرارٿنا ڪرڻ لڳو، ته هي پريو، مونکي ڪو گرو ملايو نه ته مان روٽي ڪو نه کائيندس. هڪڙو مهاتما اُتان رستو وٺي پئي لنگهيو ته اُن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. ڏنڊوت پرنام ڪري، همٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي پريو، توهان منهنجا گرو ٿيو. مونکي گرمنتر ڏيئي پنهنجو شش بڻايو. مهاتما دل ۾ ويچار ڪرڻ لڳو ته هيءُ جهنگلي، توريءَ مت وارو آهي. پر هن جي ڀاونا ۽ شردا سٺي آهي. سو ڀاونا هنکي ضرور ڦل ڏيندي. اهو ويچار ڪري، مهاتما پڇڻ لڳس ته ڀائي، مان تنهنجو گرو ٿيان، پر مونکي هڪ وچن ڏي ته جئن مان توکي چوندس تئن ڪندين. جاٽ چوڻ لڳو ته سائين منهنجي استريءَ ته مونکي ائين چيو آهي ته جئن گرو چوئي، تئن ڪج. تنهنڪري مان توهان کي وچن ٿو ڏيان ته جئن توهان چوندا تئن ڪندس. دکشا ۾ هيءَ ٻلي ٻڪري اوهان کي ڏيندس. پر توهان مونکي ضرور ڀڳوان جو درشن ڪرائجو. مهاتما کي ٻڪ ٿي ته هن جاٽ جي پتني پڌيوان ۽ ستسنگڻ آهي. مهاتما کيس چيو ته هڪ ته رام نام جو منتر جپيندو رهه ۽ ٻيو جئن توکي من چوي تئن اصل نه ڪج. جاٽ چوڻ لڳو ته هي پريو، جئن توهان آگيا ڪئي آهي، تئن ڪندو رهندس. هيءَ ٻڪري توهان کي ڏيان ٿو. سنت چيو ته اها ٻڪري ٻلي تو وٽ هجي. جڏهن گهرج پئي، تڏهن کاهي ويندس.

اُن کانپوءِ، جاٽ رام نام جپيندو رهيو. جڏهن منجهند جو ٻارهن ڪن لڳا ته بک لڳس. خيال ڪيائين ته روٽي جوڙي کان. ائين ٿي ويچار آيس ته من ٿو چوي ته روٽي کاءُ. پر گروءَ جو چوڻ آهي ته جئن من چوئي، تئن اصل نه ڪج. سو روٽي ڪانه کائبي. روٽي جوڙي پکين کي کارائي

ڇڏيائين. ٿوريءَ دير کانپوءِ اڃ لڳس. ڪڏ ني پاڻي پيئڻ ويو. اُتي ويچار ڪيائين ته اِهو ٻه ته من ٿو ڇوي ته پاڻي پيءُ. سو من جو چوڻ نه ڪونه مڃيو. اُتيئي ڪڏ تي ٻيهي رام نام جپڻ لڳو. ڪجهه دير بعد خيال ڪيائين ته وڃي ٻڪرين جي سنڀال ڪري اچان. پر دل ۾ چوڻ لڳو ته اِهو ٻه ته من ٿو چوي، تنهنڪري من جو چيو اصل نه ڪبو. ٻيهي رام نام جپڻ لڳو. سڄ لٿو ۽ ٻڪريون پاڻهي گهر هليون ويون. جاٽ دل ۾ خيال ڪيو ته سڄ لٿو آهي ۽ گهر هلجي. پر وري به دل ۾ چوڻ لڳو ته اِهو ٻه من ٿو چوي. تنهنڪري، جيئن من چوي، تيئن نه ڪرڻو نه آهي. اُنهن خيالن ۾ اُتيئي ويٺي ساري رات گذري ويس. مٿان ٻئي ڏينهن جي شام جا پهر اچي لڳا، ته اِندر ديوتا جو آسڻ ڪنبڻ لڳو. اِندر ديوتا اُنترمک ٿي ڏٺو ته هڪڙو جاٽ ٻڪرار ڪڏ ۾ ٻينو گذ ٻگتي ۽ تپ ڪري. ڏهه پهر گذري ويا آٿس ته پاڻيءَ ٻڪ به ڪين پيتو آٿس. اگر هو پاڻي نه پيئندو، تہ مري ويندو ۽ اچي منهنجي آسڻ تي وهندو. تنهنڪري ڪنهن اٽڪل سان هنکي پاڻي ضرور پيارجي. اِهو خيال ڪري، مينگهه ديوتا کي گهرائي، آگيا ڪيائين ته اهڙي برسات وساءِ جو هو جاٽ پاڻي پئي. مينگهه ديوتا برسات وسائي. اُنهيءَ ڪڏ ۾ گوڏي جيترو پاڻي ٿي ويو. جاٽ سوچڻ لڳو ته هيئنر ته اڃ سخت لڳي آهي؛ تنهن ڪري ٻه چار ٻڪ پاڻيءَ جا پيئي وٺان وري خيال آيس ته اِهو ٻه ته من ٿو چوي. گروءَ چيو آهي ته من جو چيو اصل نه ڪجِ. تنهنڪري پاڻي اصل نه پيئبو، ڇاهي پراڻ نڪري وڃن. اِندر ديوتا ٻڪرار جو دڙي سنڪلپ ڏسي، مينگهه ديوتا کي چيو ته هڪ برسات وساءِ، جيئن هن جاٽ جي

اُچيءَ لاءِ پاڻي پهچي وڃي. ميگهه ديوتا اُنهن لئي کيو ۽ هن جي اُچيءَ تائين پاڻي پهچي ويو. جاٽ خيال کيو تہ هاڻي پاڻيءَ جي ڪا پرڻ جي نہ ضرورت ڪانہ آهي. فقط ڪنڌ ڪسي لمائي ٢-٣ ڏيک پرڻا آهن پر ويچار کيائين تہ اِهو نہ تہ من تو چوي. اِهو حال ڏسي اِندر ديوتا وري ميگهہ ديوتا کي چيو تہ برسات وسائي، پاڻي هنجي وات تائِ پهچاءِ. ميگهہ ديوتا برسات وسائي. جاٽ جي وات تائين پاڻي آيو. اِهو ڏسي جاٽ خيال کيو تہ هاڻي پاڻي پي وڃان. پر وري بہ ساڳيو خيال آيس تہ اِهو بہ من تو چوي. وات ڪٽي بند کيائين تہ متان پاڻي اندر وڃي. اِندر ديوتا گهبرائجي ويچار ڪرڻ لڳو تہ جي هاڻي وڌيڪ برسات وسائبي تہ پاڻي نڪ ۾ وڃي پوندس ۽ ٻڏي مري ويندو. اِهو خيال ڪري، اِندر ديوتا وڪنٺ ڌام ۾ ويو ۽ وشنو ڀڳوان کي ڏنڊوت پرنام ڪري ساري ڳالهہ ٻڌايائين ۽ ونيہ کيائين تہ هاڻي ڪرپا ڪري توهان وڃي درشن ڏيوس تہ تہ پران نڪري ويندس ۽ سرڳ لوڪ ۾ ايندو. وشنو ڀڳوان ڪڏ تي آيو اچي پڪار کي چيائين تہ هي منهنجا ڀڳت اون منهنجي درشن لاءِ تپ ڪري رهيو آهين. مان تنهنجي گر ڀڳتيءَ تي ڏاڍو خوش ٿيو آهيان. هاڻي اکيون کولي ٻاهر نڪري اچي منهنجو درشن ڪر. جاٽ اکيون کوليون، ڀڳوان ڏي نهاري چوڻ لڳو تہ مان ڪيئن ڄاڻان تہ تون ڀڳوان آهين، ڇو جو مون توکي اڳ ڏٺوئي ڪونہ آهي. تنهنڪري جڏهن گروءَ مونکي اچي چوندو تہ هيءَ ڀڳوان آهي تہ پوءِ مان ٻاهر نڪري ايندس. انهن مونکي ٻولي وشواس ڪونهي. اُنهن چئي اکيون بند ڪري، رام نام جي ڌني ۾ لڳي ويو. ڀڳوان ساڌوءَ جو ويس ڪري، جنهن شهر ۾ هن جاٽ جو گرو ڪٿا ڪري رهيو هو، اُتي ستسنگ ۾ وڃي وينو. ستسنگ جي سماپتيءَ

ڪاڪپوءِ سنت کي ٻاھر ايڪانت ۾ وٺي ٻڪرار جي ٻاري ۾
ساري ڳالھ ٻڌايائين تہ مون وچي درشن ڏنو مانس تہ بہ مونتي
اعتبار نٿو ڪري ۽ چوي ٿو تہ مان توکي سڃاڻان ئي ڪونہ ٿو.
گرو اچي چوينم تہ ھي ڀڳوان آھي تہ پوءِ توتي اعتبار ڪندس.
سو ھاڻي توھان دير نہ ڪريو. جلدي ھلو نہ تہ ڪلاڪ ڪن
۾ ھن جا پران نڪري ويندا.

مھاتما چيو تہ چڱو، پر پھرين مون کي پنھنجو سرڳڻ روپ
ڏيکاريو تہ پوءِ توھان سان گڏجي ھلان. ڀڳوان پنھنجو چترڀڄ
روپ ڌاري، مھاتما کي درشن ڏنو. تنھن ڪاڪپوءِ، ٻئي گڏجي
اُن ڪٽ تي آيا. ڀڳوان جاٽ کي چيو تہ ڀڳت، ھاڻي تہ اکيون
کول. تنھنجو گرو بہ وٺي آيو آھيان. تنھن تي جاٽ اکيون
کولي ھٿ جوڙي، گروءَ کي چوڻ لڳو تہ ھي ٻڌايو، برابر
ھيءُ ڀڳوان آھي؟

مھاتما چيس تہ ٻچا، ھي برابر پاڻ وشنو ڀڳوان آھي. جاٽ
چوڻ لڳو تہ توھان جو چوڻ سچو آھي. پر مون ٻڌو آھي تہ
ڀڳوان چترڀڄ روپ ڌاريندو آھي، سو ھاڻي ٻڌايو چترڀڄ روپ
ڌاري تہ مان نڪري اچان. ڀڳوان چترڀڄ روپ ڌارڻ ڪيو.
جاٽ بہ ڌيري ڌيري اچي ڪناري تي بيھي ويچار ڪرڻ
لڳو تہ پھرين پيرين ڪنھن کي پوان. پر اھا ڳالھ سمجھہ ۾
ئي نہ اچيس. ھو اُتي بيھي رھيو. تنھن تي وشنو ڀڳوان
مشڪي چوڻ لڳس تہ ڀڳت اڃا بہ توکي اعتبار ڪونہ ٿو
اچي ڇا، جو اڃا بيھي رھيو آھين؟ جاٽ چيو ڀڳون، مان منجھي
پيو آھيان تہ پھرين ڪنھن کي پيرين پوان، توھان کي يا گروءَ
کي. تنھن تي ڀڳوان چيو تہ اھا تنھنجي مرضي. پر جلدي
ڪر جو دير ٿي ٿئي. جاٽ چيو تہ مونکي سمجھہ ڏيو تہ پوءِ
اچان. اھڙا پريم ڀريا وچن ٻڌي ڀڳوان چوڻ لڳو تہ ائين ئي

ٽيندو. پوءِ يڪدم جاڳ هيٺيون سلوڪ چوڻ لڳو:

**گرو گوبند دونو کڙي - ڪس کي لاگون پانو**
**باهاري گرو پنهنجي سدا - جن گوبند ديو ڏکاءِ**

ائين چئي ستگرن کي ڏنڊوت پرنام ڪري ڏاڍو خوش
ٿيو. ڀڳوان چيو پيارا، توکي ڌنيواد هجي. جو ستگروءَ جي
وچن لي اهڙو اٽل وشواس رکي، جلدئي منهنجو درشن ڪيو
اٿيئي. هاڻ توکي جيڪي گهرڻو هجي، سو گهري وٺ ته
پوءِ مان وڃان. جاٽ هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي پريو
هڪ اها آشيرواد ڏيو ته چت سدائين گرو ڀڳتيءَ ۾ لڳو رهي.
ٻيو گهر هلي منهنجي استريءَ کي به چترڀج روپ جو درشن
ڪرايو ۽ پوڄن ڪري پوءِ وڃو. ڀڳوان تٿا استو چئي، دل
۾ ويچار ڪيو ته ٻيو ته وڏي خفي ۾ آهيان. پر ضرور وڃڻو
پوندو. ڀڳوان چيو ته چڱو هل. جاٽ ڀڳوان ۽ پنهنجي گروءَ
کي گهر وٺي ويو ۽ پنهنجي ڌرمپتنيءَ کي چيو ته هي ديوي
تون ڌن آهين، جو مونکي گرو ڪرائي ڀڳوان جو درشن
ڪرايو اٿيئي. شل سڀ استريون تو جهڙيون ٿين جو پنهنجي
ڪل کي تارين. هاڻي جلدي پوڄن تيار ڪر ته ستگرن ۽
ڀڳوان کي کارايون. اهو ٻڌي، سندس استري خوش ٿي
پنهنجي پتي ديو، ستگرو ۽ ڀڳوان کي نمسڪار ڪري جهٽ
روٽي ٺاهي سڀني کي پريم سان کارايائين. انهن کانپوءِ ڀڳوان
انهيءَ ماتا کي چترڀج روپ ڏيکاريو ۽ چيو ته پتري تون
ڌن آهين، جو پتيءَ جو آڌار ڪيو اٿيئي! پوءِ ڀڳوان ٻڪار
کي چيو ته هي ڀڳت ٻيو به جيڪي گهرجيئي سو گهر. جاٽ
وري ٻه هٿ جوڙي چيو ته هي ڀڳوان، سدائين ست پرشن
جو سنگ ڏجو ۽ چت سدائين گرو ڀڳتيءَ ۾ لڳو رهي. ڀڳوان
تٿا استو ڪري ٻاهر نڪري انترڌيان ٿي ويو. اها ڪ

ساري سنگت کي ٻڌائي سڀاڻي جن چوڻ لڳا ته ستگرن جو ڏرجو ڀڳوان کان گهٽ اوچو آهي. هو جاڻ ڀريل ستگرن کي آهي ۽ ڪري پيرن ڀيو جو ستگروءَ جي ئي ڪرپا سان ڀڳوان جو درشن ٿيو هوس. ستگرن جي مهما جيتري ڪجهي اوتري ٿوري آهي.

ٻاهاري ڪر آپڻي، ڏهاڙي سد وار
جن مانش تي ديوتي ڪيئي، ڪرت نه لاڳي بار.

مطلب: هزار وار ستگرن تان ٻلهار وڃڻ گهرجي، جو جگياسوءَ کي منش مان ديوتا ۽ ديوتا مان ڀڳوان بڻائين ٿا. ستسنگ سماپت ٿيو ۽ ساري سنگت پاو پرساد وٺي پنهنجي گهر ويئي. ماتا ڪرشنا ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳي ته اٻا، گهر ۾ اٽو چانور ۽ ٻيو سيڌو ڪونهي. پئسا ٻه ڪونهن. هر روز ٢٥-٣٠ ڄڻن جو ڀنڊارو ٿئي ٿو. ڪيئن ڪريون. مهاراج جن چيو ته ماتا، توهان ڪوئي خيال نه ڪريو. صبوح ٿئي ته ڀڳوان پاڻهي چڱي ڪندو.

صبوح جو ستگرو مهاراج جن درياهه تان اشنان ڪري ٨ بجه گهر موٽي آيا ته ماتا ڪرشنا چيئين ته هاڻي ڇا چاڙهيون؟ پاڙي مان ٻه ٽي ڏينهن اڌارو وٺي پئي رڌوسون. اها ڳالهه توهان سان ڪانه ڪئي اٿئون. هينئر ڄڻن ڇڪو لڱن ڪريون. مهاراج جن چيو ڪائي چنتا نه ڪريو. ايشور سڀ ڀلي ڪندو. خالي پاڙ ۾ ڇائي مهمان کي پاڻي پياريو. ائين ئي ڪيو ويو. ٺيڪ ١١ بجه چار ڄڻا پڪو پڪايو ڀوڄن، چانور، سيرو، ڦلڪا، ڀاڄي ٢٥-٣٠ ڄڻن جي ڪاڻ جيترو کڻي آيا. چيائون ته سالاري مان پائي ايسرداس هي ڀوڄن اوهان لاءِ موڪليو آهي. مهاراج جن ماتا کي چيو ته ڀوڄن لاهي، باسڻ خالي ڪري ڏيون، ماتا ڀوڄن لاهي باسڻ ڏنا.

رسوئي کائي سيئي وڃي آرامي ٿيا. شام جو ٣ بجي اٿيا ته ماتا ڪرشنا اچي ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳي ته ابا، اڄ ڀڳوان ڏاڍو سٺو ڪيو جو رڌڻ کان ٻه ڇڏائي ڇڏيا ئين. ٻر رات جو ويچار ڪرڻو آهي. سنتن جي منڊلي ٻه لٿل آهي، تنهنڪري منهنجي مرضي آهي ته ٿهلرام کي چئجي ته ٻاسڻ گروي رکي سيڌو وٺي اچي. مهاراج جن چيو جيڪا توهان جي مرضي. ائين چئي مهاراج جن وڃي سنتن سان رهاڻ ۾ ويٺا. پوءِ ٿهلرام جن ۾ انهن کان ٿي گهر آيا. ماتا چيس ته بست هيءُ ٻاسڻ کڻي گروي رکي سيڌو سامان وٺي اچ. پوءِ ٿهارام ٻاسڻ کڻي گروي رکي سيڌو ۽ ٻيو سامان وٺي گهر ۾ ڏئي آيو. پوءِ اچي مهاراج جن کي چيائين ته مان هيئنر وري انهن ٽي ٽو وڃان جو اُن اچي تيار ٿيو آهي ۽ ڦٽيون ۾ چڱيون ٽڙيون آهن ۽ هاڻي جلدي چونڊائيون. مان پندرهن سورهن ڏينهن گهر ڪونه ايندس. توهين سياڻي يا پرهين ۽ اسان وٽان انهن کان گهمي وڃجو. ائين چئي، پوءِ ٿهلرام انهن لي روانو ٿيو. ستگرو مهاراج جن شام جو سنتن کي باغ گهمائڻ ويا. انهيءَ سالارن جو پوءِ آلورام آيو اچي ماتا کان پڇيائين ته مهاراج جن ڪيڏانهن ويا آهن. ماتا کيس ٻڌايو ته سنتن کي وٺي گهمڻ ويا آهن. ماتا کانئس پڇيو ته اڄ سالاري ۾ ايسرداس جي گهر ڇا جو اُسو هو، جو اسالڪي ٻڌوٺهن ٿيهن جڻن جو کاڌو ڏياري موڪليو هئائين؟ پوءِ آلورام اهرس ۾ پڇي ويو ۽ چيائين ايسرداس جي گهر ته ڪوئي اُسو ڪونه هو. ايسرداس ته ٻن ٽن ڏينهن کان هتي آهي ئي ڪونه. هن پوڄن ڪونه موڪليو هوندو. اهو ٻڌي ماتا چپ ٿي ويئي.

رات جو ستسنگ کانپوءِ ماتا ستگرو مهاراج جن کي آلورام واري ڳالهه ٻڌائي ۽ چيائين ابا، اهو کاڌو ڪنهن موڪليو

هو؟ ستگرو مشڪي ماتا کي چوڻ لڳا ته ايسرداس نه موڪليو ته ايشور نه موڪليو، توڻ انئين ڪري سمجهه ته ڀڳوان موڪليو. اينترو چئي مهاراج جن وڃي آرامي ٿيا. اهڙيءَ طرح سنتن جي شيوا ۽ ستسنگ نت نيم سان ٿيندو رهيو. سوامي آسورام صاحب جن ۲-۳ ڏينهن رهي پنهنجي استان ڏي روانا ٿي ويا. هفتي کن ڪانپوءِ هڪ ڏينهن سنت ٻالو گوپالو ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳو ته پنڃائي ڪوهه ٻر سان ڪمڙ آهي، جنهن ۾ اندر تمام سٺي ايڪانت واري جڳهه ونهڻ لاءِ ڏسي صفا ڪري آيو آهيان. سو ڪجهه وقت اُتي ايڪانت ۾ رهڻ جو خيال ڪيو انئون. ستگرن چيو ته ڀلي رهو. جڳهه تمام سٺي آهي. اسان به پاڻ ڪجهه وقت اُنهيءَ جڳهه تي رهيا آهيون. سنت ٻالو گوپالو وڃي اُتي رهڻ لڳو. ستگرو مهاراج جن به هر روز وڃي وٽس رهاڻ ڪندا هئا. اهڙيءَ طرح ڪجهه ڏينهن گذري ويا. اُنهيءَ وچ اَن ۽ ڦٽين جو فصل به لٿو. قدرت سان اُنهيءَ سال ڦٽين جو اگهه جو اڳ ۾ ۵ روپيه مڻ هو سو ۲۵ روپيه مڻ اچي لڳو. ڀائي ٺهلرام سڀ ڦٽيون وڪڻي ڇڏيون. اناج به ۵۰-۶۰ مڻ پنهنجي کائڻ لاءِ گهر ۾ رکي، ٻاقي وڪڻي ڇڏيائين. ڦٽين ۽ ٻاجهريءَ جي وڪري مان ڪل ڏهه هزار روپيه مليس. خرچ لٿي ٻاقي ست هزار روپيه اچن، جنهن تي ٽي هزار روپيه قرض لاٿائون، ٻاقي چار هزار روپيه بچايائون. تنهن کانپوءِ هڪڙي ڏينهن ستگرو مهاراج جن ڀائي ٺهلرام کي چوڻ لڳا ته هاڻي توهان جو قرض لٿو ۽ چار هزار روپيه به بچايا اٿو، سو اساڻي مرضي آهي ته هاڻي ٻنيون ڇڏي ڏيو. جيترو ٽي سگهيو، اوترو دڪان جو ڪم ڪريو ۽ گهر جي سنڀال ڪيو. اسان کي هاڻي خوشيءَ سان موڪل ڏيو ته ڪجهه وقت سفر ڪري اچون.

ڀائي ٺهلرام چيو جئين توهانجي مرضي هجي تئين ڪريو.

ڪالهه بزار ۾ ڀائي لاڪورام چيو تہ هڪ گدرن جي واڙي ٻوڪيل نهيل، تمام سٺي ڀاڙهن سون روپين ۾ وڪامي ٿي جي کپيو تہ هلي ڏسو. اها ڏسي وٺي آيو آهيان. واڙيءَ ۾ اڃا ٻہ مهينا دير آهي. تنهنڪري توهان هاڻي ڀلي سٽر ڪري اچو. ۾ اُنهيءَ ڪم جي وقت ۾ ٢-٣ مهينا ضرور مدد ڪرائجو. اڳتي اهڙو ڪو بہ ڏلڙو ڪو نہ ڪنداسون. اسان ڀاڻ گو بند جو ڀڄن ڪنداسون. تنهن تي ستگرو مهاراج جن چيو تہ چڱو، توهان ڪوئي خيال نہ ڪريو. ائترو چئي ستگرو مهاراج جن وڃي سنتن جي سيوا ۾ لڳا تہ شاهہ جي ڀٽ مان ڀائي ٻصر رام ڀڳت لڪميچند جو ڀاءُ اچي نڪتو. ٻڌايائين تہ ڀائو لڪميچند تمام ٻي چاڪ آهي سو مونکي گهران موڪليو اٿن تہ گيالي بائي ۽ ڇوڪرن کي وٺي اچ، سوامي جن کي بہ اچڻ لاءِ چئجو. سو توهان ماتا گيالي ۽ ڇوڪرن کي سڏرائجو. رسوئي ڪري، ڀائي ٻصر رام، ماتا گيالي بائي، سرو آنند ۽ گرمکداس جن، سيئي ڪان موڪلائي شاهہ جي ڀٽ روانا ٿيا.

ٽن چئن ڏينهن بعد شام جو شاهہ جي ڀٽ مان قاصد اچي ستگرو مهاراج جن کي چيو تہ لڪميچند جن تمام سخت بيمار آهن، چيو اٿن تہ ڀڇاڙيءَ جو اچي درشن ڪرايو. ستگرو مهاراج جن سوامي گوال لعل کي چيو تہ اسان شاهہ جي ڀٽ وڃون ٿا، توهان پنيان نت نيم سان ستسنگ ڪندا رهجو. ستگرو مهاراج جن قاصد سان گڏجي شاهہ جي ڀٽ روانا ٿيا.

ڀڳت لڪميچند ستگرو مهاراج جن جو درشن ڪري ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين تہ توهان وڏي ڪرپا ڪري اچ اچي ڀڇاڙي جو درشن ڏنو آهي. توهان جڳت جي اُڌار لاءِ اوتار وٺي آيا آهيو. هاڻي منهنجو اُڌار ڪريو جئين ڀڇاڙيءَ ۾ ڪابہ دنيوي اڇا نہ رهي ۽ چت سدائين نام ۾ لڳو رهي.

اسان کان بي خبريءَ ۾ ڪائي ڀل چڪ ٿي وئي هجي ته
اُها معاف ڪجو، اهڙي آسيس ڪجو جئن چوراسي ۾ نه
وڃون. ستگرو مهاراج جن ڀائي لڪميچند جي پريم ڀريل پرارٿنا
ٻڌي چوڻ لڳا ته اُهو نسچو ڪريو ته هيءُ شرير پنجن تتن
جو پتلو ناسونت جڙو وستو آهي. جيو آتما ابناسي آهي، جنهن
۾ جنم مرڻ ڪين آهي. اُهو منهنجو آتم سروپ آهي. بس
اِهو ئي نسچو ڌاري دل ۾ سمرڻ ڪندا رهو. اينتري ۾ ڀڳت
چيتارام، ڪرشنداس، ڀڳت روپو ۽ ٻيا ڪيترا پريمي ستگرو
مهاراج جن جي اچڻ جو ٻڌي آيا. رات جو ستسنگ ٿيو ۽ پرڀات
جو لڪميچند پرلوڪ پڌاريو. رات جو ستسنگ ۾ ستگرو
مهاراج جن چيو ته شرير پنجن تتن ۽ ٢٥ پرڪرتين جو پيدا
ٿيل آهي. ڀڳوان انترياميءَ اهڙيءَ ته ڪاريگريءَ سان هن
شرير کي سندر چٽ ڪيئي سينگاريو آهي جو اننت جيو هن
سندر روپ کي ڏسي موهت ٿي پيا آهن. پر اهو نسچو
طلسمي ناٽ آهي جنهن کي مهاتمائون، گياوان به ڏسي
حيران ٿين ٿا.

عجب عجائب کيل تمهارا، ديک عجب مجهه آيا،
سندر نانا روپ بنا ڪر، مٽي ناال ملايا،
بازيگر جيون بازي لائي، لوک سڀو هرشايا،
ڪهي ٽيئون يهه ديک تماشا، سنُن ني وسمهه پايا.

مطلب: پريو، تو اهڙو وچتر طلسمي کيل رچيو آهي، جو
نانا پرڪارن جا سندر روپ ڏسندي، ڏسندي من انتر ڌيان
تي وڃي ٿو. جئن بازيگر اننت کيل رچيندو آهي، جو ڏسي
ماڻهو ڏاڍو خوش ٿيندا آهن. پر انهيءَ بازيگر جي کيل
پدارٿ مان ڪنهن کي ڪجهه ملندو ڪين آهي. صرف
ڏسي خوش ٿيندا آهن. سو هيءُ عجيب کيل ڏسي اچرج

لڳي ٿو ته مرتيو جي وقت، هن شرير مان ڪهڙي شيءِ نڪري وڃي ٿي؟ جنهن جي نڪرڻ ڪارڻ هيءُ شرير تمام پيانڪ ۽ ڪروپ ڀيو لڳي، جنهن کي ڪير به ڏسڻ نٿو چاهي. انهيءَ وستوءَ جي کوج ڪري ڏسڻ گهرجي.

هڪ ڊپٽي ڪليڪٽر اٺ تي چڙهي، گشت، ڪرڻ ويو. گهمندي، گهمندي هالن شهر جي ويجهو آيو، ته اٺ کي اچي ڪارو واءُ لڳو ۽ اٺ يڪدم دانهن ڪري ويهي رهيو. ڊپٽي ڪليڪٽر ۽ جت اٺ تان لٿا مس، ته اٺ مري ويو. جت گاشو لاهي، پاکڙو لاهڻ لڳو ته، ٽنگ جو اٺ جي پيٽ هيٺان اچي ويو هو، سو نڪريئي نه. ٻئي گڏجي ڇڪڻ لڳا ته به نه نڪتو، تڏهن جت اُن کي چاقوءَ سان ڪٽي پاکڙو اٺ تان لاٿو. ڊپٽي ڪليڪٽر جت کان پڇيو ته، جت اها ڪهڙي شيءِ هئي جا اسانکي، سامان کي ۽ اٺ کي کڻي پئي هلي؟ جت چيو ته سائين، مونکي ته خبر ڪانه آهي. ڊپٽي ڪليڪٽر جت کي چيو ته مان ان شيءِ کي ڳولهڻ لاءِ وڃان ٿو. تون منهنجا ڪاغذ ۽ ليٽر آفيس ۾ پهچائي، چئجان ته مون سرڪاري نوڪري ڇڏي، جو مونکي ڪنهن شيءِ جي کوج ڪرڻي آهي. ائين چئي، سيئي ڪاغذ پت جت کي ڏيئي، پاڻ سڌو رشي ڪيش روانو ٿي سنتن مهاتمائن دواران انهيءَ شيءِ جي تلاش ڪي لڳو ۽ اها حاصل ڪيائين. اها ڪٿا سڻائي، ستگرو مهاراج جن چوڻ لڳا ته هي گرمکو، کوج ڪرڻ گهرجي، ته اها ڪهڙي وستو آهي، جا هن شرير ۾ پرڪاش ڪري، ان کي سندر بڻائي هلائي رهي آهي ۽ انهيءَ جي نڪرڻ ڪارڻ هن شرير کي هڪ پل به گهر ۾ نٿا رکن. مهاتمائون ۽ گيانوان انهيءَ وستوءَ جي کوج ڪري، پنهنجي مستيءَ ۾ مست ٿي سنسار ۾ جيئون مڪت ٿي وچرڻ ٿا. سو توهان کي به انهن گيانوان،

مهاتمائن جو ستسنگ ڪري، انهيءَ وستوءَ کي ڏسي، جڳت ۾ جيون مڪت ٿي وچرڻ گهرجي.

## راڳ پيلو

ٿل - جڏهن پکي وڃي پرديس - ڇڏي هي ديش پران آڌارو،
تڏهن پڃرو ٿئي بيڪارو.

١- جڏهن پڃري مان تو پکي وڃي،
تڏهن پڃري کي ڪوئي نه مڃي،
جڏهن پنڇي هن پڃري کان ڪري ڪنارو.

٢- هيءَ پڃرو پکي جو مندر آ،
هيءُ سدا انهيءَ سان سندر آ،
جڏهن پنڇي ڪري وڃي تو سارو.

٣- تون جاڻ پکي پرڏيهي آ،
تيو ڪنهنجو ڪين سنيهي آ،
جڏهن پکي وڃي هن پڃري کان ٿئي ليارو.

٤- کهي ڏيئون پکي ابناسي آ،
آيو سٿر ڪرڻ سک راسي آ،
جڏهن سٿر ڪري پڃري مان وڃي پيارو.

ستسنگ سماپت ٿيو. اهڙيءَ طرح ١١ ڏينهن، لڳ لڳ سان صبح شام، ستسنگ ڪندا رهيا ۽ سنتن، مهاتمائن، مهمانن، غريبن، آڌاتن ۽ شهر جي پريمين، ستسنگين کي ڀوڄن ڪارائيندا هئا. ٻارهين ڏينهن شريمد ڀڳوت گيتا جو پوڳ پائي، سيٺ ٻرهمڻ، سادن، فقيرن ۽ غريبن کي ڪارايائون. تنهن ڪانپوءِ، ستگرو مهاراج جن ماتا ڪرشنا ۽ سوامي گوال لعل ٻئي ڏينهن صبح جو، پائي شيوڪرام ڄڻ سيٺي کان موڪلائي ڪنڊوءَ پهتا.

هوليءَ جي موقع تي، هڪڙي ڏينهن ڪنڊوءَ جي پنڇائت

ستگرو مهاراج جن وٽ آئي ۽ عرض ڪيائون ته، سپاٽي کان
ونئي هوليءَ جا پنج ڏينهن ڪرپا ڪري رات جو ٨ کان
١١ تائين پنهنجي آکاڙي ۾ ستسنگ ڪريو. توهان سيني
سنتن ۽ مهمانن سميت اهي پنج ڏينهن پنهنجي ڀنڊاري ۾
ڀوڄن ڪريو. ٻيا به جيڪي ٻاهر جا سنت، مهمان، ساڌو
آچن، تن کي به ستسنگ ۾ ڇڏجو نه ڀوڄن پنهنجي ڀنڊاري
۾ ڪن. پنهنجن جي آرداس ستگرو مهاراج جن قبول ڪئي.
ٻئي ڏينهن، سنت ميگهو رام جو چيلو، ڀائي لڇمڻداس،
ٻيراٽيءَ مان چٺي ۽ پرساد کڻي آيو. چيائين سائين، مون کي
سوامي ميگهو رام جن اوهان کي اچڻ لاءِ موڪليو آهي، جو
١٧ تاريخ ميلو آهي. جيڪا تاريخ ڏيو ته اها ٻيراٽيءَ لکي
موڪليون. مهاراج جن چيو ته لکون ته ١٦ تاريخ ايندا سون.
لڇمڻداس ٻيراٽيءَ لکي موڪليو.

رات جو بزار ۾، آکاڙي اڳيان ستسنگ ٿيو. سوامي جن
پرهلاد ڀڳت ۽ سندس پتا هرناڪس جي وارتا ٻڌائي،
ته ڪئين هرناڪس پرهلاد کي طرحين طرحين جا ڪشٽ
ڏنا ته ڇڏين رام نام جو جاپ ڇڏي، سندس نام جو سمرڻ
ڪري؛ ڪئين باهه جي مچ ۾ هولڪا پرهلاد کي جلائڻ جي
ڪئي، هولڪا جلي ويئي ۽ پرهلاد جو وار به ونگو نه
ٿيو. تنهن کان پوءِ ڪئين تتل ٿنڀ سان پرهلاد کي ٻاڪر
پارايائين. ٿنڀ ڦاٽو، ڀڳوان نرسنگهه روپ ڌاري پرهلاد
جي رکشا ڪئي ۽ هرناڪس جو پيٽ ڦاڙي، سندس
آنت آندائين.

اِهو درشٽانت ڏئي چيائون ته جهڙيءَ طرح پرهلاد
رام نام ۾ اهڙي اٽل شرڌا ۽ وشواس رکيو جو ڀڳوان ٿنڀ
مان پرگهٽ ٿي، سندس جئه ڪار ڪئي، تهڙيءَ طرح جڏهن
هن جيو کي به ستگرن ۽ سنت شاسترن ۾ اهڙو وشواس ٿيندو،

تڏهن وشواس روُپي ٽنهي مان آتمارام روُپي ڀڳوان پرگهٽ ٿي، من روُپي هرناڪس کي ماري، ساڪيات درشن ڏيئي، سڀ ڏک دور ڪري، جيون مڪت بڻائي، ٽنهي لوڪن ۾ جئڪار ڪري ٿو. سو ست وشواس جي سدائين جئه آهي. تنهنڪري هن منش کي سنتن، مهاتمائن ۽ ست شاستر ۾ وشواس رکي، پنهنجو اڌار ڪرڻ گهرجي. منش ٽن پرڪارن جا آهن. اُتم، مڌيم، ڪنشٽ.

(١) اُتم منش: پهرين سنتگرن ۽ ڀڳوان ۾ پورڻ وشواس رکندو آهي ۽ ڦل پائيندو آهي.

(٢) مڌيم منش: پهرين ڦل پائيندو آهي ۽ پوءِ وشواس رکي، سيوا ڪندو آهي.

(٣) ڪنشٽ منش: ڦل ملڻ کان پوءِ به ڏاڍو ڏکيو وشواس رکندو آهي.

اُتم منش کي پهرين وشواس رکڻ ڪري اننت ڦل ملي ٿو ۽ هي لوڪ، پرلوڪ ۾ سدائين سکي رهن ٿا. مهاراج جن اهڙا ڪٿا ٻڌائي چوڻ لڳا ته توهان ڏيٺ هرناڪس جي پاسي ٿيندا يا پرهلاد ڀڳت جي؟ سنگت چيو ته پرهلاد جي. سنتگرن چيو ته چڱو، جي توهان پرهلاد ڀڳت جي پاسي آهيو، ته سڀاڻي ٻنهي شهرن ۾ پنچائي هوڪو ڏيارايو ته هيءَ هوليءَ جا ٥ ڏينهن، شراب ۽ مڇي ماس ڪير به نه کائي. انهيءَ واسطي، پهرين سنگت هٿ مٿي کڻي، پرتگيا ڪري. ساريءَ سنگت هٿ مٿي کنيا. مکي پرين مل اٿي چيو، اوهان جي آگيا اوسار، اهو هوڪو صبح جو ڏيارينداسون. اسان ڏاڍو خوش ٿيا آهيون، جو ڪيترن جيون جي رکيا ڪري، اسان کي پاپ کان ڇڏايو اٿوَ. رات جو ١١ بجي ستسنگ سماپت ٿيو. تنهن کان پوءِ ڀڳت ڦرائي سنگهه پنهنجي ٽوليءَ

سميت ٻيٺو. ستگرو مهاراج جن ڪلاڪ کن پڳت ۾ ويهي ۽ اچي جاءِ تي آرامي ٿيا.

هوليءَ جو اُتسو پورو ڪري، هوليءَ ڪاپوءِ، ۳ ٻجھ پرڀات جو ستسنگين ۽ پريمين سميت، پيرين پنڌ، سنت مينگهورام جي ميلي لاءِ پيراٽيءَ روانا ٿيا ۽ سنت مينگهورام وقت رام نگر آشرم ۾ پهتا. سنت مينگهورام ۽ ٻيا پريمي ستگرو مهاراج جن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ وڏيءَ سڪ پريم سان آدرستڪار ڪيائون.

ٻئي ڏينهن شام جو، ستسنگ ۾ ست ڪرم جي مهتو تي وچن ولاس ڪيائون، چيائون ته هن جيو جو ڌرم آهي ته سدائين من ۾ وتراڳ ڌاري، ڀوڳن جو تياڳ ڪري ۽ شراب، مڇي ماس، جوئا، چوري آدي نشد ڪرم من کان پاسو ڪري. جگياسوءَ کي گهرجي ته اُن ٻهرن ۾ هڪ ويلو پوڄن ڪري نند توري ڪري ۽ تورو ڳالهائي.

چُپ ڪر چُپ نه چور، ٻوٺ اکيون، ٻڪ کن،
پاٺي پي پيٺ نه پير، رهه اڏورو آن،
هوءَ جا مورت منجهان من، تنهنجو مشاهدو ماٺين.

مطلب: جگياسوءَ کي بلڪل تورو اوراڻ گهرجي. اوراڻ ٻه چئن پرڪارن جو آهي. انهن ۾ اُڪيارت ۽ اوپارت ڪڏهين ٻولڻ نه گهرجي. پرمارت پشارت ٻواڻ گهرجي. وري پشارت به ٻن پرڪارن جو ٿيندو آهي. ٻهريون سچ ۽ مٺو ٻولڻ، ڪوڙ ۽ ڪڙي واڻي ڪڏهن به ٻولڻ نه گهرجي. واڻي به چئن پرڪارن جي آهي. (۱) پرا (۲) پشنتي (۳) مڌما (۴) ويکري.
(۱) پرا جو موُل واهه ڪنول ۾ آهي، جتان واءُ پيدا ٿي
هردي ۾ اچيٿي ته پشنتي ٿئي ٿي. اوڏيءَ مهل وچار
ڪجي ته ڳالهايان يا نه. تنهن ڪانپوءِ واڻي ڪنٺ

۾ اچي مد سير ٿئي تي. وري ڪنت ۾ ويچار ڪجي نه جيڪي ڳالهائڻو اٿم، سو سچ آهي يا ڪوڙ مٺو آهي يا ڪڙو، جنهنڪي چوندس، اُن جي دل خوش ٿيندي يا نه؟ اهو ويچار ڪري پوءِ ٻولجي.

ٻي ٻول ئي انمول هئه، جو ڪوئي جاني ٻول،
ڪنت تارازي تولڪي، تب مک باهر کول.

مطلب: واڻي امولڪ آهي. سا پهرئين ڪنت ۾ ويچار جي ۽ پوءِ رسنا تي آڻجي ۽ ويکري يعني باهر ٻولجي.

(۲) پتارت ٻولڻ: هري اوم "تت ست"، ساکي شووهم، شووهم، سو اهو پتارت پلي ٻولجي. وڏيڪ فرمايائون نه جگياسوءَ کي پوڄن ۽ پاٺيءَ سان پمت نه پرڻ گهرجي. ڪيس ايڪانت ۾ ويهي، اکيون ۽ ڪن بند ڪري، ستگرن جي نام جو ابياس ڪرڻ گهرجي. جڏهن اِئين ڪندو تڏهن جگياسوءَ کي آتما جو ساکيات ڪار ٿيندو. جيستائين جگياسوءَ آتما جو درشن نه ڪيو آهي تيستائين رات ڏينهن، لڳاتار ڪوشش ڪري ابياس ڪري. اُهيدي مهاتمائن جو سنگ ۽ ويدانت شاسترن جو چنتن ڪندو رهي ۽ وار وار، من کي سمجهائيندو رهي.

چند - ري من ميرا مان وچن يهه -
اکيارٿ مت ٻول ري،
ٻهاي اپني هرديه اندر -
سوچ تارازي تولو ري،
ستبه وچن پن مڌر هويه جو -
تانکو مک سي کولو ري،
کهتا ٿيئون تب هي ٿيرا -
هووي ٻول امولو ري.

ستسنگ سماپت ٿيو.

صبح جو ستگرو مهاراج جن اِشنان پاڻي ڪري، جل پان ڪري اچي سنتن سان گيان چرچا ڪرڻ لڳا. سنت ميگهو رام چيو ته هيءُ ميلو سنتن جي سماگم لاءِ ڪيو ويو آهي ته جيئن سنت، پاڻ ۾ ڪٺا ٿي، گيان چرچا ڪن. تنهنڪري اڄ سيئي سنت هندو سناتن ڌرم جي وشيہ تي پنهنجي پنهنجي اِيڇا شاسترن انوسار ظاهر ڪن. ٻهرين سنت ٻيڪارام چيو ته اسانجو هندو سناتن ڌرم هڪ ساگر جي سمان آهي. سنسار جا نديون ۽ نالا آخر وڃي ساگر سان ملن ٿا، ڇو جو اهي سڀ ساگر جو پاڻي آهن. دنيا جا سيئي ڌرم هندو سناتن ڌرم مان نڪتا آهن ۽ اڳاڙيءَ ۾ وڃي هندو سناتن ڌرم ۾ لين ٿيندا. سنت چرن داس ٻه ١٥ منٽ کن ڌرم جي وشيہ تي ڳالهايو ۽ ١٥ منٽ کن مهاتما هنس نرواڻ ڳالهايو.

تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن چيو ته پياري ۾ پيارو پنهنجو ڌرم ئي آهي، جنهن ڌرم واسطي ڪيترن سنتن، رشين منين سر ڪٽايا آهن. ڌرم جي رکيا واسطي ست چت آنند گهن پرپورڻ پرماتما، پاڻ نراڪار مان ساڪار روپ ۾ اوتار ڌارڻ ڪريٿو. الهيءَ ڪري ڪيترين ٻه تڪليفون ۽ ڪشٽ اچن ته ٻه پنهنجي ڌرم تي قائم رهجي. ڌرم ڪانسواءِ هن جيوجو جيئڻ بيڪار آهي. اگنيءَ جو ڌرم آهي گرمائش ڏيڻ ۽ جلائڻ. جي اگني پنهنجي گرمائش ڇڏي ڏي ته پوءِ رهي ڇا سگهندي. تلوار جو ڌرم آهي ڪاٽڻ، پر جي تلوار ڪاٽڻ جو تيج ڇڏي ڏي ته اُها ٽلوار بيڪار آهي. بتيءَ جو ڌرم آهي پرڪاش. پر جي بتي پرڪاش نه ڪري ته بيڪار چئبي. تئين ئي جيو جو پنهنجي ڌرم ۾ رهڻ ڪانسواءِ جيئڻ بيڪار آهي. پنهنجي ڌرم جي جيتري ٻه مهما ڪجي ته اُها ٿوري آهي. پوءِ ٻئي

ڪنهن به ڌرم جي نندا يا ڪنڊن نه ڪرڻ گهرجي. اِهوئي
سناتن ڌرم جو مکيه اُصول آهي. تنهن ڪانپوءِ سنت ميگهورا
چيو ته جئن پاڻي مڇلي جو جيون آهي، تئين هن منش جو
جيون ڌرم آهي. ڌرم کانسواءِ جيءُ سنسار ۾ ڪڏهن به رهي
نه سگهندو. تنهنڪري پنهنجي ڌرم ۾ رهڻ گهرجي. ڌرم
ٻه ٻن پرڪارن جو آهي. هڪڙو ٻاهريون ذاتي ڌرم، ٻيو
اندريون آتمڪ ڌرم، جنهن وشئه تي سياڻي سيٺ سنت
ڳالهائيندا. تنهن ڪانپوءِ پوڄن ڪري سيٺ وڃي آرامي ٿيا.
صبح جو ستسنگ سيا لڳي. وشئه هئي آتما. سيٺي سنتن کي
ڳالهائڻ لاءِ ٻندرهن پندرهن منٽ ڏنا ويا. تنهنتي ڀڳتن سنت
چرن داس ڀاشڻ ڪيو. چيائين هيءُ جيو آتما سناتن ۽ سيٺي
گهٽن ۾ وياپڪ آهي. اَست شرير ڌاري ٿو، پر ڪڏهن به
بدلجي نٿو. اُهيءَ آدي اَبناسي آتما کي سڃاڻڻ گهرجي.
تنهن ڪانپوءِ سنت بيڪارام چيو ته اُهيءَ آدي ابناسي آتما
کي ستگرن جي دوارا سڃاڻي سگهبو. سڃاڻڻ ڪانپوءِ، هن
جيوَ کي ڪوبه سنسار جو پدارٿ دکي ڪري نٿو سگهي ۽
اهو پنهنجي وهنوار ڪري نرليپ ۽ اسنگ رهيٿو، جئن جل
۾ ڪنول جو گل. بعد ۾ ستگرو مهاراج جن چيو ته اُنهيءَ آتما
جو درشن ڪرڻ ڪانپوءِ آتم گياني مهاتما سنسار ۾ جيون مکت
ٿي رهيٿو.

ڪمل سڀ جل جدا ٿي، مڻ هرن اُهه مک مانهين،
ٻـڙوا آنـل ٻــن ٻيج، وار منـڌ پيڇجي نانهين.
درپڻ مانهه پرتبيب، تئن سڀ هين گهٽ نياري،
لوئي رنگي نـــه سوت، ديــک اچرج هئه پياري،
انارهن پـــار اگن اِڪ، سور سلل لي دئي جدا،
نيون رجب ســاڌو سکت، ملي آمــل پايا مدا.

ارٿ: جيئن ڪمل گل جل ۾ ٿيندو آهي، جيترو جل
چڙهندو آهي، اوترو پاڻ به مٿي چڙهندو آهي، پر ڪڏهن
به ٻڏندو ڪونهي. جيئن سپي کاري سمنڊ ۾ رهندي هوندي
به، برسات جو مٺو پاڻي پيئندي آهي. جيئن نانگ جي مک
۾ مڻ رهندي آهي، پر زهر ان مڻ کي ڪوبه اثر ڪونه
ڪندو آهي. پاڻ جنهن کي نانگ کائي، انهيءَ تي مڻ رکڻ
سان زهر جو اثر ناس ٿي ويندو آهي. جيئن وڙو آنل اگني
سمنڊ ۾ رهندي آهي، پر پاڻي ان کي وسائي نٿو سگهي،
پاڻ پاڻيءَ کي گرم ڪري ٻاڦ ڪندي آهي، جنهن مان بادل
ٺهندا آهن. جيئن ڪنوڻ بادلن ۾ رهندي آهي پر برسات انکي
وسائي نٿي سگهي. پاڻ برسات پوڻ ڪري وڌيڪ چمڪو
ڪندي آهي. جيئن آرسيءَ ۾ پنهنجو پاڇو ڏسجي ٿو پر اهو
پاڇو آرسيءَ ۾ قائل ڪونهي. جيئن آڪاس، جڳهه، دلي ۽
اننت برتن ۾ وياپڪ آهي، پر انهن سان ٻڌل ڪونهي، سدا
نرليپ ۽ نيارو رهي ٿو. جيئن ان جي لوئي رنگڻ ڪري،
جيڪو ان ۾ سٽ جو ڌاڳو هوندو آهي، ان تي رنگ نه
چڙهندو آهي ۽ ظاهر ٿي پوندو آهي، جيئن سيني وڻن ۾
اگني رهي ٿي ۽ سيني ۽ ڦلن ڦُلن ۽ پن ٽارين کي پاڻي پهچائي
ٿي پر ساڙي نٿي. جيئن سورج تپت ڪري پاڻيءَ کي مٿي
کڻي، وري گرميءَ ڪري وسائي ٿو. پر سورج انهن سيني
کان نيارو آهي. رجب مهاراج جن چون ٿا ته تن گيانوان مهاتما
هن مايا ۾ وهنوار ڪندا ڏسڻ ۾ اچن ٿا پر سدائين سنگ
نرليپ ٿي جيون گذارين ٿا. تنهن ڪانپوءِ ڀڳت چيتارام ستسنگ
ڪيو. اهڙيءَ طرح ٽن ڏينهن ميلي جا، صبح شام، ستسنگ
۽ سمرڻ جي رهاڻ ٿيندي رهي. چئن ڏينهن بعد ميلي
سماپتيءَ جو ستگرو مهاراج جن پلئه پاتو. تنهن ڪانپوءِ ستگ

مهاراج جن کي شهر جي ڪيترن برهمڻن جا رسوئي جا سوال
ڏنا، سي پورا ڪري، سيني سنتن ۽ برهمڻن کان موڪلائي
ڪنڊ و ۽ پنهنجي آستان تي پهتا. صبح جو ڀائي ٽهلرام سان
گڏجي، واڙي گهمڻ ويا. سڄي واڙي گهمي، ڏسي چوڻ
لڳا ته واڙي تمام سٺي ٺهي آهي. ايشور مڙيئي چڱي ڪندو.
ايترو چئي سوامي جن، گوال لعل ۽ گرمکداس کي اتي ڇڏي
پاڻ موٽي جاءِ تي آيا.

ٻاهر جا ڪيترا ساڌو سنت، مهمان ۽ پريمي ايندا ويندا
هئا ۽ مهاراج جن سڀني جي شيوا ڪندا هئا. اُتي ۳-۴ مهينا
گذري ويا آهن ۽ وچ گڏرن جو فصل به لهي پورو ٿيو. ڀائي
ٽهلرام حساب ڪري ڏٺو ته خرچ لاءِ ايڏائي هزار روپيه ٻڌيا آهن.

سعد اڄن شاه جي ڳوٺ مان ڀائي ڀڳوانداس صاحب
جي برسي تي آکاڙ جي ۱۲ تاريخ، ڀائي بالڪداس جي ميلي
۾ شامل ٿيڻ لاءِ روانا ٿيا. گوال لعل، گرمکداس ۽ ۱۵-۲۰
شهر جا ستسنگي به ساڻن ساٿي ٿيا. رستي ۾ شاه جي
پٽ ۾ جل پان ڪري، سروآنند، ڪرشنداس ۽ چيتارام
کي وٺي سعد اڄن شاه جي ڳوٺ اچي پهتا. ڀائو
ڀڳوانداس ڏاڍو خوش ٿيو. پاڪر ڀائي مهاراج جن کي
چوڻ لڳو ته هي پريو، اڄ داس تي وڏي ڪرپا ڪئي
اٿو. شام جو ڀائي ڀڳوانداس گرو گرنٿ صاحب جو
جلوس ڪڍيو. شهر جي ساري پنچايت سنت، مهاتمائون ۽
مهمان جلوس ۾ شامل ٿي، ڀائي بالڪداس جي سماڌيءَ تي
آيا. سماڌي شهر کان ميل ڪن پنڌ تي هئي. اڳي تي ستسنگ
جو منڊپ ۽ پنڊاري جو هر قسم جو پورو بندوبست رکيل
هو. شاه جي پٽ، شهداد پور ۽ ٻين ويجهن ڳوٺن جي ڪيتري
خلق اچي ڪٺي ٿي هئي. ٻهراڻ ڀائي ڀڳوانداس، پريم ۽

وڌاڻ پري واٽيءَ سان ٻائي ٻالڪداس جي جيون چرتري
ستسنگ ڪيو. ٻئي ڏينهن رات جو ستگرو مهاراج جن من
جي پَرتي اُپديش ڪيو. چيائون ته پراچين ڪال کان جيڪي
ٻه رشي مني، مهاتمائون ٿيا آهن، تن پنهنجي من کي ايڪانت
۾ ويهي اُپديش ڪيو آهي. جنهن کي ڀڳوان جي ڀڳتي ڪرڻي
آهي، سو وار وار پنهنجي من کي سمجهائي. دِرشٽانت ڏنائون
ته هڪڙو مهاتما شهر جي ٻاهران، جهنگل ۾ ڪٽيا ناهي رهڻ
لڳو. هڪڙي ڏينهن اُنهيءَ شهر جو هڪ پريمي مهاتما وٽ
آيو. هٿ جوڙي چيائين ته سائين اسان سڀاڻي گهر ۾ پاٺ
رکائيندا سون. ڪرپا ڪري هفتو ڪن اسانجي گهر ۾
ستسنگ ڪريو. جيڪو وقت ڏيو ته شام جو توهان کي موٽر
۾ وٺڻ اچون. ستسنگ ۽ رسوئيءَ کانپوءِ توهانکي موٽر ۾
ڇڏي وينداسون. مهاتما چوڻ لڳو ته پيارا، مونکي ته فرصت
ئي ڪانهي جو مان توهان وٽ هلي ستسنگ ڪريان. پريميءَ
چيو ته سائين توهان جو جيڪو ڪم هجي، سو اسانکي ٻڌايو
ته اسان ڪريون. پر توهان ضرور اسانجي وينتي قبول ڪريو.
مهاتما چوڻ لڳو ته ٻابا، جيڪو ڪم اسانکي ڪرڻو آهي،
سو توهان ڪونه ڪري سگهندو. اهو اسانکي ئي ڪرڻو
آهي. سو اسانکي هڪ منٽ به واندڪائي ڪانهي جو توهان
وٽ هلي سگهون. تنهن تي اهو پريمي ويچار ڪرڻ لڳو ته
ڏهاڙي ته مهاتما ڪو ڪم ڪونه ٿو ڪري، پر ڪيس الائي
اهڙو ڪهڙو سخت ڪم اچي پيو آهي جو کيس واندڪائي
ڪانه آهي. تنهنڪري ڏسڻ گهرجي ته ڪهڙو ٿو ڪم ڪري.
اهو ويچار ڪري ڪٽيا کان ٻاهر لڪي ويهي جاچ
ڪرڻ لڳو. جيئن ئي سج لٿي تائين ڏٺائين ته
مهاتما سڄي ڏينهن، ڪوبه ڪم ڪين ڪيو. ڪنهن مهل

جهنگل مان گهمي پيو اچي ته ڪنهن مهل وينو رهي ته ڪنهن مهل سمهيو رهي. شايد رات جو ڪو سخت ڪم ٿيو ڪري جو ٿڪاوٽ سبب چوڻو ته مان واندو ڪونه آهيان. سو گهران روٽي کائي اچي ساري رات جاڳي ڏسان ته مهاتما ڇاٿو ڪري. دل ۾ اهو ويچار ڪري، گهران روٽي کائي اچي ڪٽيا جي پرسان لڪي ويهي ڏسڻ لڳو.

ساري رات جاڳي ڏٺائين ته مهاتما ته ڪو ڪم ڪونه ٿو ڪري، فقط وينو آهي. اهو ڏسي صبوح جو مهاتما وٽ اچي چوڻ لڳو ته هي پريو، مون چڱيءَ طرح سان جاچي ڏٺو آهي ته توهان ته ڪوبه ڪم ڪونه ٿا ڪريو. نڪو پاڻ ٿا ڪريو، نڪو ڪنهن کي ڪٿا ٿا ڪري ٻڌايو. سنت ۽ سنت شاستر چون ٿا ته اڌڪار موجب سڀ ڪنهن کي ڪم ڪرڻ گهرجي. ڀڳوان جي روٽي ائين کائڻ نه گهرجي. پرلوڪ ۾ ڀڳوان اها ڳالهه سيئي کان پڇندو ته کهڙا ڌرم جا ڪم ڪيئي؟ شايد سنتن کان ڪين پڇندو. تڏهن ٻي سنت ڇيو ته سنتن کان ڇو ڪونه پڇندو؟ پريميءَ ڇيو ته توهان کان جي ڀڳوان پڇي ته کهڙو جواب ڏيندا؟ مهاتما ڇيو ته اهائي ڳالهه چوندس ته هي ڀڳوان، مونکي هڪ منٽ به فرصت ڪانه ملي جو مان ماڻهن کي ڪٿا ٻڌايان يا پاڻ ڪريان يا يگيه هون ڪريان يا ڪنهنجي شيوا ڪري اُنجا دک دور ڪريان. اهو ٻڌي پريمي چوڻ لڳو ته سائين توهان کان ڀڳوان جي وري پڇي ته اهڙو کهڙو ٿي ضروري ڪم ڪيو جو اوهان کي هڪ منٽ به واندڪائي ڪانه ملي ته پوءِ توهان کهڙو جواب ڏيندا؟ سنت ڇيو پريمي جي ڀڳوان مونکان اهو سوال پڇيو ته چوندس ته توهان مونکي سنسار ۾ پيدا ڪري منهنجي ڪيرائڻ واسطي من روپي دشمن ڇڏيو. سو رات

ڏيهن، اُن جي هٿان ۾ رڌل رهيس ته متان مونکي ڪنهن
مهل ماري نه وجهي. تنهنڪري مونکي ڪابه وانڊڪائي
ڪانه ٿي جو ٻاهر ڪو ٻچن ڪريان. ڀڳوان ڪلهي خوش ٿي
چولدو ته پٽ، توکي شاباس هجي. تون سنسار ۾ رهي وڏي
۾ وڏو ڪم ڪري آئو آهين. اهوئي منهنجو ٻچن آهي. ايترو
ٻڌي ٻرهمي مهاتما کي ٻهري پٺي چوٽ لڳو ته توهان ڌن، ڌن
آهيو. ڪرپا ڪري مونکي من جي مارڻ جي يڪتي ٻڌايو ته مان
به من کي مٿائي منش چولو سڦلو ڪريان. ايترو چئي مهاتما
کان سکيا وٺي، شش ٿي گهر وڃي من کي سمجهائڻ لڳو.

سٽگرو مهاراج جن سنگت کي سمجهايو ته اهوئي ڀڳوان
جو ٻچن آهي، جو رات ڏينهن پنهنجي من کي سمجهائجي.

ري من ميرا سمجھ سويرا-
سمجهڻ کا يهه ويـــلا هئ،
بهت جنم کي بڇڙي هو تم-
اجهـون ڦـــرت اڪيلا هئ.
منش جنم ۾ پاربرهم ســي-
ڪرنا تجهه ڪـــو ميلا هئ،
ڪهي ٽيئون جي اب نهين مايا-
ڦـــر ٽـــو مان ڍهيـلا هئ.

مطلب: هي منهنجا من، هيءُ ئي سار، اسار جي سمجهڻ جو
وقت آهي جو ڀڳوان هن منش کي ٻين سڀني جيون کان وڌيڪ
ٻڌي ڏني آهي. پاپ ٻج، ڌرم اڌرم کي من ڄاڻي ٿو.
اننت جنمن جو هيءُ وڇڙيل جيو، اڃا تائين ڀٽڪي رهيو آهي.
هن منش چولي ۾ ئي ڀڳوان سان ملي سگهندو. چوراسي لک
جوڻين ۾ ڀڳوان سان ملي ڪين سگهندو. تنهنڪري من کي

وار وار سمجهائڻ گهرجي ته هي من، ڄم لوڪ جو رستو ٺم
ڏکيو آهي - تنهنڪري نام جپي پنهنجي آتم سروپ ج
درشن ڪري ۽ جنم مرڻ جي دک کان ڇٽي سگهي ٿي
جن پنهنجي من کي ماري پنهنجي آتم سروپ اسٿر ڪيو
آهي، انهن منش جي استانن تي ميلا لڳن ٿا ۽ اُهي ٻين ۾
البت جيون کي انهيءَ آتم گهر ۾ آرام ڪرائي سگهي ڪن
ٿا. انين ڇٽي پنهنجو پرسنگ سماپت ڪيائون . تنهن ڪانپوءِ
ڀائي ڀڳوانداس چيو ته جيڪي سنت، مهاتمائون، سنسار جي
اُڌار لاءِ اوتار وٺي اچن ٿا، سي تمام ٿورا آهن .
شلُلي شلُلي نه مانڪيم - موُڪتي ڪم نه گجي گجي،
سجنا نهين سروتـر - چندنـم نـه ونـي ونـي.
مطلب: سڀني پهاڙن ۾ مانڪ ڪونه ٿيندا آهن، پر
ڪنهن ڪنهن پهاڙ ۾ مانڪ ٿيندو آهي . موتي سڀني هاٿين
جي مستڪ ۾ ڪونهن، پر ڪنهن ورلي هاٿيءَ جي مستڪ
۾ موتي ٿئي ٿو. چندن جا وڻ سڀني جهنگلن ۾ نه، پر ڪنهن
ڪنهن ۾ ڪو ٿئي . سڀني شهرن ۾ ٿورويتا مهاتمائون ڪونه
ٿا ٿين، پر ڪنهن ڪنهن شهر ۾ ڪي گيانوان مهاتمائون
اوتار ڌاري اچن ٿا، جئن هن سمي ۾، سنت ٽيئون رام
صاحب جن ڪنڊؤ نگري ۾ جڳت جي اُڌار لاءِ آيا آهن ۽ البت
جيون کي شڌ ڪرمن کان روڪي، شڀ ڪرمن ۾ لڳائي
رهيا آهن .

اهڙيءَ طرح ستسنگ ٿيندو رهيو ۽ سماپتيءَ جو پلئه
پائي، سڀئي شهر ۾ آيا . شهر جي ڪيترن برهمڻ سوامي جن
کي چيو ته سائين توهان هتي ڪڏهن به ڪونه آيا آهيو،
ڪرپا ڪري اچا هفتو کن هتي رهي امرت روُپي وچنن جي
ورکا ڪري، اسان جي جيون جي مئل دل کي جيئرو ڪريو،

جو سنسار جي وشئه ڀوڳن ۽ ڪوڙن ڪرمن ۾ رات ڏينهن ۽ اسانجو جنم سپنن وانگر برباد ٿي رهيو آهي. ڀرڀيمن جو پريم ڏسي، ستگرو مهاراج جن هفتو کن رهيا. ڌرم ۽ ست ڪرم ۽ ويدانت جو اُپديش ڪري، ڪيترن ماڻهن کان مڇي ماس ڇڏايائون. ڪيترن کي ست ڪرم ۽ ڌرم جي رستي ۾ لڳايائون. ويرو رام ۽ ڪيترن کي نام جو اُپديش ڏنائون. آخر ڀائي شامداس سان گڏجي منڊليءَ سميت شهداد پور پهتا. ڀائي شامداس جي وڏي اوطاق ۾ ڪين رهايو ويو. پريم ۽ شرڌا سان ستگرو مهاراج جن جي سيوا ٿيڻ لڳي. شام جو شهر جي پنچايت پرساد کڻي سوامي جن سان ملڻ آئي، رات جو پرارٿنا جي وشئه تي ستسنگ ٿيو. سوامي جن چيو ته هن جيوَ کي سدائين پرشارٿ ۽ پرارٿنا ڪرڻ گهرجي.

توهان به پرشارٿ ڪري، ستسنگ ۾ آيا آهيو. سو اچ اِهائي پرارٿنا ڪريو ته ”هي انترجامي ست چت آنند پريپورن پرماتما، اسانکي سچي سمت ڏيو ته چت سدائين شبھ ڪرمن ۾ لڳو رهي. اسانجو من ڀُلجي به وشئه ڀوڳن ۽ پاپ ڪرمن ڏانهن نه وڃي.

## راڳ تلنگ

ٽِڪ- تم هو پڳون دين ديالا- ڪاٽ ڪرم اب ڪرو نهالا.

١- سائينا تارا سڌنا ڪاسائي-
نامي کي تم ڏين جوائي.

٢- دان دروپتي کيا تم دينا-
شرم سيا ۾ تم رک ليننا.

٣- گنڪا اجاميل پاپ ڪمايا-
ڪرم ڪٽي تن من مکت ڪرايا.

۴- ڀيمت سداما ڪيا لـي آيـا -
ڪـاٽ ڪنگالـي محل بنـايا .

۵- آدِ جـڳـا جـڳـ آڪر سـوامـي -
لـاري پاپـي ڪروڙي ڪامـي .

٦- ميري ٻـي هري ولـيـ سنيهي -
ڪهي ٽيئُون نـج درشن ديهي .

پرارٿنا جا ڀڄن ڳائي، رات جو ستسنگ سماپت ڪيائون. ٻئي ڏينهن، ڪيترن پريمين رسوائي جا سوال وڌا. شام جو ڀائي شامداس سوامي جن کي چيو تہ سوائي صاحب جو وڏو آشرم آهي. ڪرپا ڪري هلو تہ گهمي اچون. سيٺي ڀائي شامداس سان سوائي صاحب جي دربار تي ويا. ٻائو ڪلياڻ گر ستگرو مهاراج جن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ وڏي آدرستڪار سان کين آسڻ تي وهاريائين. ڀائي شامداس ٻائي ڪلياڻ گر کي سوامي جن جي واقفيت ڏني. ٻائو ڪلياڻ گر تمام خوش ٿيو ۽ چيائين تہ اوهان وڏي ڪرپا ڪري اڇي اسان کي درشن ڪرايو آهي. اسان وٽ آرتوار ڏينهن، ڪرپا ڪري پوڄن ۽ ستسنگ ڪريو، ڇو جو آرتوار ڏينهن موڪل سبب شهر جا گهڻا پريمي ايندا آهن. سوامي جن سندن پرارٿنا سويڪار ڪئي. تنهن کانپوءِ موٽي شهر ۾ آيا.

رات جو ستسنگ ڪيائون. چيائون تہ هيءُ منش چولو وار وار نہ ملندو.

چند - قـرنـ آوسين جنم مـانش -
يهہ ويلا هٿہ دي پريئُو باوٽي دا .

ٽوُٽـا ڦل نا ڊال دي نال لـڳي -
پنا موتي نـا ڦير ڳنـڍاوٽي دا .

پنا شيشا نا ڪاريگر ڦير جوڙي -
ڦٽا دوڌ نہ ڦير جماوڻي دا .
سڀ سنت پڪاريندي سائين لوڪو -
ڍهہ ويلا هٿہ پرڀو پاوڻ دا .

مطلب: جيئن ڪو ڦل وڻ مان ڪري اچي پٽ پوي، تہ اهو وري وڻ ۾ نہ لڳندو. موتي ڀڄي پوي تہ سڄو ڪين ٿيندو. شيشو ڀڄي پوي، تہ وري ڳنڍجي ڪو نہ سگهندو. کير ڦٽي پوي تہ وري ڄمي نہ سگهندو. تيئن ئي، هيءُ منش چولو ويو، تہ وري ڪين ملي سگهندو. سڀئي مهاتمائون ست شاستر چون ٿا تہ چوراسيءَ کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ هي منش چولو ئي موڪ جو دروازو آهي. پر هيءُ جيو اگيان جي غفلت ڪري ٻاهر نڪري نٿو سگهي. اِن تي هڪ درشٽانت ڏنائون. هڪ راجا ۸۴ ميلن ۾ پنهنجو شهر ٺهرايو. شهر جي چوگرد هڪ وڏو عاليشان ۽ پڪو قلعو ٺهرايائين. ٻاهر نڪرڻ لاءِ فقط هڪ وڏو دروازو رکيائين. دروازو ۲۴ ڪلاڪ ئي کليل رهندو هو. شهر ۾ هڪ سورداس رهندو هو، جنهن کي خارش جي بيماريءَ سبب مائٽن گهر مان ڪڍي ڇڏيو هو. ڪوبہ شهرواسي هنکي پنهنجي گهر ۾ يا ڀرسان وهڻ بہ ڪو نہ ڏيندو هو. تنهنڪري هو ويچارو گهٽين ۾ رهندو هو ۽ گهٽين ۾ ئي سمهندو هو. بک لڳندي هئس تہ ڀني، روٽي کائيندو هو. شهر جي بزارن ۾ وڏيون ناليون هيون. جي ڪن ڪچري سان ڀريل ۽ گنديون هونديون هيون. اِنهن جي بدبوءِ ڪري کجليءَ جي بيماري وڌڻ لڳس. سورداس بزار مان لنگهندو هو تہ نالين ۾ ڪري پوندو هو. رات ڏينهن ڏاڍو دکي ٿيو پيو ڪڍهندو هو.

هڪڙي ڏينهن بزار ۾ گهمندي، سورداس ماڻهن جي

واٽان ٻڌو ته شهر جي ٻاهران تمام سندر باغيچا آهن ۽ هوا
پاڻي به تمام سٺو آهي. ڌرمشالائون ۽ سداورت کليل رهندا.
اها ڳالهه ٻڌي ٻزار ۾ بيهي پڪارڻ لڳو ته آهي ڪو پريو ۽
جو پيارو جو مونکي هن شهر کان ٻاهر ڌرمشالا ۾ ڇڏي اچي،
جو مان تمام دکي آهيان؟ هن جي درد ڀري دانهن ٻڌي
هڪ پرماتما جي پياري کيس چيو ته هي پائي هن شهر کان
ٻاهر نڪرڻ جو دروازو ته تمام پري آهي. تنهن هوندي به
مان توکي هڪ رستو ٻڌايان ٿو. جنهن تان تون بنا تڪليف
جي، بنا پڇڻ جي، دروازي کان ٻاهر نڪري ويندين. هيءَ
ٻزار وٺي سڌو هلندو وڃ. ڪج پنڌ بعد قلع وٽ پهچندين.
قلعي جي ڀت جو سهارو وٺي هلندين ته پاڻهي توکي دروازو
هٿ ايندو. دروازي کي هٿ لڳندي ته دروازي کان ٻاهر
نڪري وڃج. ٻاهر ڪيترائي شيوادار بيٺل هوندا جي توکي
ڌرمشالا ۾ پهچائيندا.

اهو ٻڌي سورداس هلڻ لڳو. هلندي هلندي ڪيترن
ڏينهن کانپوءِ اچي قلع وٽ پهتو. ڏاڍو خوش ٿيو. تنهن کانپوءِ
قلعي جي ڀت جو آڌار وٺي هلڻ لڳو. پر کجلي خارش سبب قلعي
جي ڀت تان هٿ کڻي ٻنهي هٿن سان سرير کي کنهندو به پيو
وڃي ته هلندو به پيو وڃي. قلعي جي پاڙ ۾ پٿر نڪري، ڪن
ڪڇرو، ڪڏون کوٻا تمام گهڻا هئا. ويچارو سورداس ٿاٻڙندو
۽ ڌڪا کائيندو، ڪيترن ڏينهن کانپوءِ ڪوٽ جي دروازي
جي ويجهو وڃي پهتو. پر خارش جو ستايل ويچارو هٿ ڇڏي
کنهڻ لڳو ۽ کنهندو رهيو، تان جو اهو ٻاهر نڪرڻ وارو دروازو
ٽپي پٺتي ڇڏي آيو. انهين سندس لاءِ لکون چوراسيءَ جو چڪر
تيار ٿي ويو. سمجهڻ لڳو ته دروازو اڃا پري آهي. پيو چڪر
هڻي دروازي ويجهو آيو ته وري کنهڻ لڳو ۽ وري به دروازو
ٽپي ويو. انهين ڪيترا چڪر هنيائين، پر ڪرم هيڻ ٻاهر

نڪري نه سگھيو ۽ اندر ئي ڦرندو رهيو.
اهو هڪ درشٽانت آهي. انهيءَ جو سدانت سار هيءُ آهي
ته ست چت آنند ايشور، راجا آهي. هيءُ سنسار هن جو سندر
۽ عاليشان شهر آهي. ان شهر کي ٨٤ لک جوٽين جو تمام
مضبوط ڪوٽ لڳايو اٿس. هن قلعي کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ مانش
چولي روُپي هڪ دروازو آهي. ڪوٽ جي ٻاهران گيان،
وئراڳ ۽ ڀڳتي روپي باغيچي جو مڪتيءَ روپي ڌرمشالائون
آهن. هيءُ جيو سورداس جي مثل آهي، جنهن کي آتم گيان
روپي اکيون ڪونهن ۽ وشين، ڀوڳن ۽ موهه آشا، ترشنا،
ممتا روپي کيس خارش جي بيماري لڳل آهي. سنت، ستگرو
ست پرش، مهاتما کيس مڪت ٿيڻ جي اُڪتي ٻڌائين ٿا پر
وشين ۽ واسنائن روپي خارش ڪري کنهڻ ۾ سندس سرير
چئيو وڃي ۽ چوراسي لک جوٽين ۾ ڀٽڪندو رهيٿو. انهي
ڪري سيٽي سنت مهاتمائون رات ڏينهن مٿي ٻانهن ڪري
پڪاري رهيا آهن ته هيءُ امولڪ منش چولو وشين ۽ ڀوڳن
۾ نه وڃايو. پريوءَ جو ڀڄن ڪري جنم سڦلو ڪريو.

## راڳ پيلو

ٿل- دل ڪو ملائو ديـــن ديـال سي،
دين ديال سـي گوبند گوپال سـي،

١- سنڪ نه ڪرنا ڪب ڀوڳ ڪلال سي،
پريت لڳائو سنت مـرال سـي.

٢- جيتي جدائي ڪرو جڳت جنجال سي،
نينهه نيائو هـــري پرتپال ســي.

٣- جيت ڪـرو جـــن مــن ويتال سي،
سهج سمائو نج سروپ وشال ســي.

٤- ڪهتا ڏيئُون توڙو ليکا يم ڪال سي،
ورلي لڳائو تم برهم اڪال ســي.

اِنهيءَ وشش ۾ ستسنگ ڪري رام نام جي ڏني لڳائي ستسنگ سماپت ڪيائون.

سياڻي تي ياني ڪشوري، ياڻي ڏيوارام، ڪيولرام ۽ ٻيا ڪيترا پريمي، چوئورام ۽ مائي پوڄي پڻ نام جو اُپديش وٺي شش ٿيا.

ٻئي ڏينهن رات جو ستسنگ ۾ ستگرو مهاراج جن چيو ته ديهه ڌاري ستگروءَ کانسواءِ آتما جو درشن نه ٿيندو. ويدانت شاسترن جي پڙهڻ سان گيان ٿئي ٿو، پر اُهو خالي مکي جو گيان آهي، فائدائڪ نه آهي.

(۱) جي سؤ چند اوگهه، سورج چڙهن هزار،
ايتي چانڻ هونديان، گر بن گهور انڌار.
(۲) ٽين سو سٺ ويدانت مٺ، سٺ سني بهه پرڪار،
گر بن نر جاني نهين، سوکيم برهم وچار.

مطلب: اننت شاسترن جا اننت مت آهن. اُهي پڙهي اُن مان جڳن جو ڳڻن ڪٺي واقف ٿي وڃي ته ڌهن ۾ سنڌس مدو شنڪا دور نه ٿيندي ڇو جو برهم جو گيان سوکيم کان سوکيم آهي، جو ستگرن کانسواءِ سمجهه ۾ ڪين ايندو.

ڪبت - پيڊي ڪي نه ٻئي پاس، اڪر نه باچ سڪي
بنان هين پنڊت ڪئسي آوت هئن، پارسي
جواهري ڪي ملي بن، پرک نه جان سڪي
هاٿ نڪ ليئو رهي، سنائي نه تارسي
وئد يه هون نه مليا ڪوئي، بوٽي ڪو بتاءِ ديت
بنا وئديه پائي وانڪو، اوشڌ هئه خارسي
سندر ڪهت مڪ رنچڪ نه ديکيو جاءِ
گر بن گيان جئسي انڌيري ۾ آرسي.

مطلب: جيئن ڪو ٻه منش ماستر کانسواءِ پنهنجي منهن ڪا به
وديا پڙهي نه سگهندو، پر جي پڙهي به ويو ته مطلب نه سمجهندو.
جيئن ڪنهن کي هٿ ۾ لعل هجي، پر جواهريءَ کانسواءِ ملهه
جي خبر هنکي نه پوندي. جيئن ڪو بيمار حڪيم جي پڇي
کانسواءِ پاڻهي پنهنجي دک جي دوا ڪندو ته اُلٽندو وڌيڪ
بيمار ٿي پوندو.

سندر مهاراج جن چون ٿا ته گروءَ جي گيان کانسواءِ آتما جو
گيان ائين آهي، جيئن اوندهه ۾ آرسي؟ جنهن ۾ پنهنجو منهن
ڏسي نه سگهبو. ستگرن کانسواءِ چوراسي ڪانه مٽندي.

درشٽانت: وڪنٺ پوريءَ ۾ وشنو ڀڳوان جي دربار
۾ هر روز ستسنگ ٿيندو هو، جتي نارد مني به ايندو هو.
ستسنگ جي سماپتيءَ کانپوءِ جڏهن نارد مني اُٿي پنهنجي
ڪٽيا ڏانهن ويندو هو، تڏهن وشنو ڀڳوان پنهنجي پارشدن
کي چوندو هو ته جنهن ڀوميءَ تي نارد مني ويٺو، سا اُپوٽر
تي پوتي، ڇاڪاڻ جو نارد گرو ڪونه ڪيو آهي. تنهنڪري
اُنهيءَ جاءِ تان اڌ فوٽ کن مٽي کوٽي باهر ڇڏي، ٻي نئين مٽي
وجهي ڇڏيو. روز ائين ڪري مٿان ليپڻ ڏيندا ڪريو. ڀڳوان
جي آگيا بدي پارشد هر روز ائين ڪندا هئا. هڪ ڏينهن
نارد ستسنگ کانپوءِ نڪتو اُٿي ويو؛ ڪرمنڊل اُتي ڇڏي
ويو. رستي تي ياد آيس ته ڪرمنڊل وساري آيو آهيان سو
موٽي ويو ڪرمنڊل کڻڻ. وشنو ڀڳوان جا پارشد مٽيءَ جون
ٽوڪريون ڀري باهر نڪتا ته نارد مني کين منهن ۾ گڏيو.
نارد پارشدن کان پڇيو ته ٽوڪرين ۾ ڇا کنيو اٿو. پارشدن
نارد کي ڪوڙ سچاتو؛ چوڻ لڳا ته ٻلو ٽٽي نارد منيءَ جو
اسانکي روز روز هن تڪليف ۾ وڌو اٿس. وشنو ڀڳوان

چوڻيتو ته نارد جو گرو ڪير ڪونه آهي. تنهنڪري جتي
وڃي ٿو اُها ڀومي اپوتر ٿي پوي ٿي. انهي ڪري اُها مٽي
کڻي ٻيءَ وجهي ليپڻ پائيندا ڪريو. اِها ڳالهه ٻڌي نارد
دل ۾ ڏاڍو دکي ٿيو. ڀڳوان وٽ وڃي هٿ جوڙي چوڻ
لڳو ته توهان منهنجي پرپٺ منهنجي بي عزتي ٿا ڪريو. اڄ
مونکي خبر پيئي آهي. هيترا ڏينهن اڳ اوهان مونکي ڪونه
چيو ته گرو ڪر، سو ڇاجي ڪري.

تنهن تي ڀڳوان چيو نارد هڪ ته تون ڇئني ويدن جو
ڄاڻو ودوان آهين. ٻيو تون سڀني سنتن جو سرومڻي آهين.
ٽيون تون برهما جو پٽ ذات جو وڏو آهين. توکي ڪو به
گرو پسند ڪونه ايندو. تنهنڪري مون توکي ڪونه چيو ته
تون ڪو گرو ڪر. ايترو ٻڌي نارد هٿ جوڙي چوڻ لڳو
ته هي پريو، توهان جي ڳالهه برابر آهي. سو هاڻي جنهنکي
توهان چئو تنهنکي سپاڻي وڃي گرو ڪري اچان. ڀڳوان چيس
ته مان توکي ٻڌايان پر توکي پسند نه ايندو. تنهنڪري صبح
جو ٥ بجي نڪري، شهر کان ٻاهر، اُيرندي پاسي وڃج، ان
مهل جيڪو پهريون ماڻهو منهن سامهون گڏجيئي، تنهن کي
گرو ڪج. نارد، ست وچن چئي ڀڳوان کي نمسڪار ڪري
وڃي پنهنجي ڪٽيا ۾ آرام ڪيو.

صبوح جو ٥ بجي نارد مني شهر کان ٻاهر نڪتو. اويرندي
پاسي ٿورو پنڌ ڪري ڏسي ته هڪڙو ماڇي نديءَ جي
ڪناري تي ويٺو پکين کي ڦاسائڻ لاءِ ڄار وڇائي. نارد اچي
ماڇيءَ کي پيرين پوڻ لڳو ته ماڇي چوڻ لڳس ته هيءَ ڇا ٿا
ڪريو. توهان منيشور، مونکي ڪئن ٿا پيري پئو؟ تنهنتي
نارد هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي ڀڳوان توهان منهنجا ستگرو
ٿيو. ڪرپا ڪري مونکي گرمنتر ڏيو. ماڇي چوڻ لڳو ته

هي مهامني، توهان ته ديو رشي آهيو. سو مان توهان جو
ڪيئن ستگرو ٿي سگهندس؟ نارد چوڻ لڳس ته اِها توهان
جي سچي ڳالهه آهي. پر مون ستگرو ڪيو ئي ڪونهي.
تنهنڪري ڀڳوان مونکي آڳيا ڪئي آهي ته جيڪو ماڻهو
صبح جو پهرين گڏجيئي تنهنکي وڃي گرو ڪر. سو پريو،
توهان منهنجا ستگرو ٿي گر منتر ڏيو. ماريءَ چيس ته نارد
مان توکي جيڪو اُپديش ڪريان، تنهنکان وڌيڪ تون اڳڀرئي
جاڻين ٿو. مان ته ايترو شاسترن جو ڄاڻو ڪين آهيان. تڏهن
وري نارد چوڻ لڳو ته برابر توهان جي ڳالهه سچي آهي. پر
جيڪا ڳالهه توهان کي چڱي لڳي، ساڳي ڪٿي مونکي ٻڌايو
اُنهيءَ مان منهنجو ڀلو ٿيندو.

ماريءَ چيو چڱو. ايترو ٻڌي نارد خوش ٿي پرساد اڳيان
رکي ماريءَ جي چرنن جي پوڄا ڪئي. پوءِ ماريءَ چيس
ته هي نارد چڱي آهي ڇپ. سو اُنهيءَ ڇپ جو وڃي سادن
ڪر. نارد پيرين پئي روانو ٿيو. اڃا ٿورو پنڌ ڪيائين ته دل
۾ چوڻ لڳو ته مونکي گروءَ ڇپ جو منتر ڏنو آهي پر اُنهيءَ
جو مطلب ته ڪونه ٻڌايائين. سو وري موٽي اچي گروءَ کي
چيائين ته توهان جو مونکي ڇپ رهڻ جو منتر ڏنو آهي، پر
ڪرپا ڪري اُنهيءَ جو ارٿ ته سمجهايو.

تنهنتي ماريءَ چيس ته مان اڄ توکي پنهنجي سچي ڳالهه
ٻڌايان ٿو، جنهن مان تون ڇپ جو ارٿ سمجهي ويندين. مان
ذات جو ماري آهيان ۽ پکي ڦاسائيندو آهيان. جڏهن جار
پکيڙي بلڪل ڇپ ڪري ويهندو آهيان، تڏهن پکي اچي
جار ۾ ڦاسندا آهن. تنهنڪري مونکي ڇپ پياري لڳندي
آهي. ستگروءَ جا وچن ٻڌي نارد دل ۾ چوڻ لڳو ته گروءَ
واهه جو منتر ڏنو آهي. ڇپ سان من جا ڦرڻا، سنڪلپ ۽

کوتا خيال اچي ڦاسندا آهن. پر مان برهما جو پٽر ۽ گرو ڪيو اٿم ماري. سو جيڪو ٻڌندو سو مون تي کلندو. سنسار ۾ عزت ٻه ڪانه رهندي. اهو ويچار ڪري سڏو وڪنٺ پري ۾ آيو. وشنو ڀڳوان کي ڏنڊوت پرنام ڪري اچي ويٺو. وشنو ڀڳوان پڇڻ لڳس ته ڪيئن نارد گرو ڪري آئين. نارد هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي پريو، گرو ته ڪري آيس پر آهي ذات جو ماري.

وشنو ڀڳوان چيس ته تو گروءَ جي نندا ڪئي آهي تنهن ڪري چوراسي ڀوڳيندين، ڇو جو شاستر چون ٿا ته جيڪو گروءَ جي نندا ڪريٿو سو انيڪ جنمن ۾ چوراسي ڀوڳي ڏک پائيٿو. ڀڳوان جا اهي وچن ٻڌي نارد کي اکين ۾ جل اچي ويو ۽ چوڻ لڳو ته مون کان ڀل ٿي ويئي. توهان سمرٿ آهيو. ڪرپا ڪري منهنجي چوراسي ڪٽيو. ڀڳوان چيس ته مان چوراسي مٽائڻ ۾ سمرٿ ڪونه آهيان. وري ٻه ستگرن جي شرن وڃ ۽ وينتي ڪر ته چوراسيءَ کان ڇڏائيندءِ. نارد پيرين پئي، سڏو گروءَ وٽ آيو. ڏنڊوت پرنام ڪري روئي چوڻ لڳو ته هي پريو مون توهان جي نندا ڪئي آهي، وشنو ڀڳوان چوي ٿو ته گروءَ ۾ ترڪ درشٽي آندي اٿيئي. تنهن ڪري چوراسي ڀوڳيندين. ڪرپا ڪري مونکي معاف ڪري چوراسيءَ کان ڇڏايو. گروءَ چيس تو ڇو آهي ته منهنجو گرو ماري آهي. مان ماري ته برابر آهيان پر هاڻي نهيو. جيڪي گذريو تنهنکي ياد نه ڪر. هيٺر ڀڳوان کي وڃي چؤ ته چوراسي ڪهڙي ٿيندي آهي. مونکي اچو زمين تي نقشو ڪڍي ڏيکاريو ته انهيءَ جي مٽائڻ جو ڪو اپاءُ ڪريان: جڏهن ڀڳوان ڏيکاريو ته انهيءَ جي مٽائڻ جو ڪو اپاءُ ڪريان: جڏهن ڀڳوان توکي زمين تي چوراسي لک جوڻين جو نقشو ڪڍي ڏيکاري تڏهن تون وري پڇجانس ته پريو، هن ۾ ٻي ڪا جوڻ رهي ته

ڪانهي. جڏهن ڀڳوان چوئي ته نارد، سيئي جوٽيون هنر ليکي ڇڏيون اٿم، تڏهن تون انهيءَ نقشي جي مٿان ليٽڙيون ڪائي آهيان چوراسي ڀاهي ڇڏ ج. ڀڳوان توکي چوندو ته ڇا تو ڪرين، بارن وانگر مٽيءَ ۾ پيو ليٽين؟ تون چئج ته مان چوراسي تو پوڳيان. جي ڀڳوان چوئي ته نارد اها چوراسي ڀي آهي ته ڇئجانس ته پريو، اها ۾ توهان جي ناهيل آهي ۽ هيءَ ڀي توهانجي ناهيل آهي. سو مان هيءَ ئي تو پوڳيان. ايترو ٻڌي ڀڳوان خوش ٿي چولدءِ ته چڱي اڪل ڪيئهِ جو پنهنجي چوراسي مٽائي ڇڏيئه.

نارد خوش ٿي ستگرن کي پيري پئي ونڪنت پريءَ ۾ آيو، وشنو ڀڳوان جي اڳيان چپ ڪري ويهي رهيو. وشنو ڀڳوان پڇيس، نارد، اداس ڇو آهين؟ نارد چيو توهان جو چيو آهي ته چوراسي پوڳيندين، سا ڳالهه مونکي سمجهه ۾ نٿي اچي ته ڪيتري چوراسي پوڳيندس. توهين ٻڌايو ته چوراسيءَ [illegible] ڪيترو ڍرو وقت لڳندو؟ ته پوءِ مان انهيءَ کي مٽائڻ جو [illegible]. ڀڳوان مشڪي زمين تي چوراسي لک [illegible] ليکي چيو ته هي نارد، هيءَ جوٽيون آهن. [illegible] ڀي [illegible] پڇيو ته، هي پريو، هن ۾ ڀي ڪا جوڻ [illegible]؟ ڀڳوان چيو [illegible].

نارد [illegible] چوراسيءَ جي نقشي مٿان سمهي ليٽڻ لڳو ته ڀڳوان [illegible] ته نارد، هيءَ ڇا ڪري رهيو آهين؟ نارد چيو [illegible] چوراسي تو پوڳيان. ڀڳوان کلي چيو، توکي ته ڪوئي [illegible] ڪرڻي. توکي چوراسي ڇڏڻ ڪاڻين جي [illegible] آهي. نارد چيو ته اها ۾ توهان جي ٺاهيل آهي ۽ هيءَ ۾ توهان پنهنجي هٿن سان هينئر ٺاهي آهي. سو مان هيءَ ئي تو پوڳيان.

اهو بڌي ڀڳوان خوش ٿي چيس ته نارد، اِها ڀڪتي
شايد توکي ستگرن ٻڌائي چوراسيءَ کان ڇڏايو آهي.

اِها وارتا ٻڌائي، ستگرو مهاراج جن چيو ته ستگرو ئي
چوراسيءَ جي منائڻ ۾ سمرٿ آهن. تنهن ڪري، منش کي
ستسنگ ڪري، ستگرن جي شرڻ ۾ وڃي، جنم مرڻ جو
ڦيرو مٽائڻ گهرجي. اِهيءَ وشيه تي ستسنگ ڪري، "ستنام"
ساکيءَ جي ڌلي لڳائي، ستسنگ سماپت ڪيائون.

ٻئي ڏينهن شام جو، ڀڳت منگهر رام ملوسيءَ جي ڳوٺ
وارو پرساد کڻي آيو. مٿو ٽيڪي، هٿ جوڙي وينو ته ستگرو
مهاراج جن پڇيس ته آيا، ڪٿي وينا آهيو؟ ڀڳت منگهر رام
چيو مان ملوسيءَ جي ڳوٺ جو وينل آهيان. توهان کي هيءُ
داس وينتي ڪرڻ آيو آهي ته ڪرپا ڪري اسان جي ڳوٺ
۾ پيرا پائي اسانکي پوتر ڪريو. ڳوٺ جا سڀئي ماڻهو اوهان
جي درشن جا پياسي آهن. ستگرو مهاراج جن چيو ته آيا،
شايد ڪجهه ڏينهن هتي لڳي ويندا. سو توهان هتي رهي
پئو. پوءِ پروگرام ناهي توهان کي ڏينداسون. ٻئي ڏينهن
صبح جو، ستگرو مهاراج جن ساري منڊليءَ سميت، ٻگين
۾ چڙهي، سوائي صاحب جي مڙهيءَ تي اچي پهتا. ڀائو
ڪلياڻ گر کين ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. شام جو ٣ بجي ستگرو
مهاراج جن آٽي جل پان ڪري، ٤ بجه ستسنگ شروع
ڪرايو. پرسنگ هو ڀڳتي. چيائون ته، ڀڳتي نون پرڪارن
جي آهي.

سرون پريچت ڀوپ – شبد سکديو س گاوهه،
پون پيچن پرهلاد – منشا شري پدم ڏياوهه،
پوڄ، آرچ، پرٿو راج – پريم اکر ورس وندن،

هيبت داس هئمنت ـ

پريت پارٿ جيون پرئين ،

پل جيون پل پل هارڪر ـ رجب راهه ڏي جي ،

يهه پرڪار نوڌا ڀڳت ـ آتم اندر ڪيجئي .

(۱) سرون ڀڳتي راجا پريڇت ڪئي ، جو گنگا جي ڪناري تي شريمد ڀاڳوت ، شري سکديو مهراج کان ٻڌي مڪت ٿيو . اهڙيءَ طرح سرون ڪجي ، جئن هڪڙي طوطي ڪيو .

درشٽانت ـ هڪ مهاتما ٻندي ڇوڙ ، پنهنجي چيلي آنند پرڪاش کي وٺي ، سئر ڪندي ڪندي ، هڪ راجائي شهر جي ٻاهران ، نهر جي ڪناري تي پپل جي وڻ هيٺان اچي ويٺو . صبح جو ۱۰ بجي ، ٻندي ڇوڙ آنند پرڪاش کي چيو ته بابا ، هري نارائڻ ڪري ، شهر مان روٽي وٺي اچ . گروءَ جي آگيا پائي ، شهر ۾ ويو . هڪڙي دروازي تي اهي ، وڏي آواز چوڻ لڳو ته ٻندي ڇوڙ مهراج ڪي جئه ! آواز ٻڌي ، ڪيترن گهرن مان پريمي روٽي کڻي آيا . پر هن فقط ٻن گهرن کان روٽي ورتي . موٽي اچي گروءَ کي کارائي ، پاڻ به کائي آرام ڪيائين . شام جو گروءَ کي چوڻ لڳو ته هي پريو ، هن شهر ۾ پريم تمام گهڻو آهي ، جو توهان جي نالي وٺڻ سان ، ماڻهو خوش ٿي ، گهڻو سٺو پوڄن ڏين ٿا . تنهن ڪري ، منهنجي مرضي آهي ته ٻه - چار ڏينهن هتي رهون ته چڱو .

ٻندي ڇوڙ مهراج چيو چڱو ابا ، هفتو کن هتي رهون ٿا . ٻئي ڏينهن ۱۰ بجي ، آنند پرڪاش شهر جي بيءَ بزار ۾ اچي وڏي واڪي چوڻ لڳو " ٻندي ڇوڙ مهراج ڪي جئه ! ائين ٿي

تن چئن گهڙن مان پريمي روئي کٿي ٻاهر نڪري آيا. صرف
ٻن پريمين کان پوءِ وڃي ويو آهي.

اهڙيءَ طرح آنند پرڪاش، ڪڏهن ڪٿان، ته ڪڏهن
ڪٿان، بندي ڇوڙ مهراج جي جئه ٻولي روئي وڃي ايندو
هو. هڪڙي ڏينهن بزار ۾ اچي، هڪ در تي وڏي آواز
ڇوڻ لڳو، بندي ڇوڙ مهراج ڪي جئه! اندران آواز آيو ته
هي پڳون، منهنجي آزاد ڪرڻ وارا اهي سڪ دائي وڃن
ڪرپا ڪري ورو ڇڏجو. آنند پرڪاش وري وڏي آواز
چيو، بندي ڇوڙ مهراج ڪي جئه! تنهن تي اندران آواز آيو
ته مهراج ڪرپا ڪري، اندر اچي، موڪي درشن ڏيئي،
منهنجو دک دور ڪريو.

آنند پرڪاش اندر ويو. ڏٺائين ته پيو نه ڪير ڪونهي؛
باقي هڪ طوطو پڃري ۾ ويٺو آهي. طوطي ڏانهن نهارڻ
لڳو ته طوطو، اکين ۾ جل آڻي، روئي ڇوڻ لڳو، ته هي
پريو، اهو بندي ڇوڙ نالو ڪنهن جو آهي ۽ اهو ڪٿي ويٺو
آهي؟ آنند پرڪاش چيو ته هي طوطا، اهو نالو منهنجي
ستگروءَ جو آهي. هو شهر جي ٻاهران، نهر جي ڪناري تي
براجمان آهي. طوطي چيو ته، جيڪڏهن تنهنجو ستگرو سچ
پچ بندن ڇوڙڻ وارو آهي ته منهنجو هڪ نياپو وڃي ڏجانس.
پر پهرياڻين وچن ڏي، ته پوءِ مان توکي نياپو ڏيان. آنند پرڪاش
چيو ”وچن“ طوطي چيو: مهراج پنهنجي گروءَ ڇئج ته مان
هن پڃري ۾ ڏاڍو دکي آهيان. ڪئن ٻاهر نڪري آزاد ٿي،
آڪاس منڊل ۾ سئر ڪريان؟ هتي ڪئن اچي ڦاٿس؟ اهو
سنديش پنهنجي گروءَ کي سڻائج.

طوطي جو نياپو ٻڌي، در کان ٻاهر نڪتو. اچي ٻئي هڪ
گهر جي دروازي وٽ ڇوڻ لڳو: بندي ڇوڙ مهراج ڪي جئه!

ٻن ٽن گهڙن مان برهمڻ روٽي آڻي ڪيس ڏني. روٽي وٺي، گروءَ وٽ آيو.

طوطي جي ڳالهه گروءَ سان ڪيائين ۽ نياپو ڏنائين. ٻڌنديئي، سندس گرو مُورڇا ۾ اچي ڪري پيو. پران ڪنٺ ۾ رڪجي ويس ۽ اکيون بند ٿي ويس. آنند پرڪاش گروءَ جو اهڙو حال ڏسي دل ۾ ويچار ڪرڻ لڳو ته طوطي جي نياپي ۾ اهڙو ڪو خراب اثر آهي، جو منهنجي گروءَ جا پران ٿا وڃن. گهٻرائجي، پاڻيءَ لوٽو کڻي، گروءَ کي ڇنڊا هڻي پکو اوڌڻ لڳو. ٿوريءَ دير بعد سندس گروءَ ٿوريون اکيون پٽيون، پر وري بند ڪري ڇڏيائين. گهڻي وقت کانپوءِ سجاڳ ٿي، پنهنجي چيلي کي چوڻ لڳو ته ابا، پوءِ طوطي ڇا چيو. آنند پرڪاش چيو ته سائين، انهيءَ ڳالهه کي ڇڏي ڏيو. توهان اٿي روٽي کائو. روٽي کائي، بندي ڇوڙ مهراج وري چيلي کي چيو ته ابا، طوطي جي ڳالهه ٻڌاءِ. آنند پرڪاش چيو ته سائين، مون چوڻ کان ٿي بس ڪئي، ڇو جو اڃا توهان کي ٿوري ڳالهه ٻڌائي ته توهان مورڇا ۾ ويا. تنهن ڪري انهيءَ ڳالهه کي ڇڏي ڏيو. مان طوطي کي پاڻهي وڃي جواب ڏيندس. ٻئي ڏينهن آنند پرڪاش ١١ بجه صبح جو اچي انهيءَ دروازي تي وڃي آواز ڪرڻ لڳو بندي ڇوڙ مهراج ڪي جئه! آواز ٻڌي، طوطي اندر سڏ ڪري پڇيس ته منهنجو نياپو پنهنجي گروءَ کي ڏنئه يا نه؟ منهنجي ڇوٽڪاري لاءِ ڇا چيو اٿس؟ آنند پرڪاش چيو، هي طوطا، تنهنجي نياپي ۾ اهڙو ڪڙو اثر هو، جو مون اڃا تنهنجي دک جي وارتا پنهنجي ستگروءَ کي ٻڌائڻ لڳس ته منهنجو ستگرو مُورڇا ۾ اچي ڪري پيو. پران ڪنٺ ۾ اچي رڪيس، اکيون بند ٿي ويس. مان گهٻرائجي ويس.

ڳالهہ شروع ڪرڻ سان ڳروءَ جو اڄهو اهو حال ٿيو آهي. جي سڄي ڳالهہ ٻڌندو تہ متان مري وڃي. البت ڪري مون تنهنجو وڏيڪ احوال ڪونہ ٻڌايو مانس.

طوطي جيئن چگو ٿوهان هاڻي ٻلي وڃو. آنند پرڪاش ٻاهر نڪري آيو. اچا ٻئي دروازي تي بندي ڇوڙ مهاراج جي جئہ ٻوليائين تہ طوطي جو مالڪ گهر آيو. طوطو پنهنجي مالڪ کي ڏسي چيٽ ڪري پڃري ۾ ڪري پيو. طوطي جي مالڪ ٻڪدم پڃرو لاهي، تاڪي کولي طوطي کي ٻاهر ڪڍيو. طوطي کي سڌ ڪرڻ لڳو، پر طوطو ڪنڌ ۾ پران روڪي، اکيون ٻوري ڇڏيون. طوطي جو نازڪ حال ڏسي، سندس مالڪ پاڻي کڻي آيو. ۽ ٿي چيندا هئي پنهنجي استري کي چوڻ لڳو تہ، اڄ طوطي کي گرمي لڳي ويئي آهي جو تو ڇانو ۾ ڪونہ وهاريو اٿس. هاڻي مري ٿو. ايترو چئي وڃڻ ڪڻي اڇي طوطي کي هڻڻ لڳو. طوطي ٿوريون اکيون کوليون. مالڪ ڏي نهاري وري اکيون ٻوري ڇڏيائين. طوطي جي مالڪ ويچار ڪيو تہ متان ٻڪ لڳي هجيس سو اندران ميوو کڻڻ ويو. طوطي اکيون پٽيون. ٻاڻ کي چئني طرفن کان آزاد ڏسي اڏاري ڪاٺي وڏي آواز سان آڪاس منڊل ۾ چوندو ويو تہ بندي ڇوڙ مهاراج کي جئہ، بندي ڇوڙ مهاراج ڪي جئہ! طوطي جو آواز ٻڌي مالڪ پنهنجي استريءَ کي چوڻ لڳو تہ استري طوطو تہ پڃي ويو. پر هيءَ ڇا پيو چوندو وڃي؟ تنهن تي سندس استري چوڻ لڳي تہ سوامي، هوجو ٻاهر سنت بندي ڇوڙ مهاراج کي جئہ پيو ٻولي تنهن سو ڪالهہ کان وٺي طوطي سان ڳالهيون پئي ڪيون. البت سنت ئي طوطي کي ڇڏايو اٿيئي. مالڪ ٻاهر نڪري آنند پرڪاش کي ٻانهن کان پڪڙي چوڻ لڳو تہ تو منهنجي طوطي کي ڇڏايو آهي. سو مونکي ٢٥ روپيہ ڀري ڏي.

من کي چورڻ لڳو ته طوطو گروءَ جي ڀڪتي ياد ڪري پنھنجن مٽن ۽ ٻڌڻن کان چٽي وڃو ۽ ٻڌوڪي سنتن ۽ ستگرن ھيترا سال ڪٿائون ٻڌايون آھن، ڪيترئي ون ڀڪتيون ۽ گيان ڏنو آھي، پر ٿورن اچا وشين ڀوڳن ۽ سنسار جي موھ روپي ٻيڙيءَ ۾ قائو پيو آھين. ڏڪار ھجي ٿولي! ائين پنھنجي من کي سمجھائيندو سمجھائيندو اچي گروءَ کي ڏونئي ڪارائي وڃي ايڪانت ۾ ويٺو ۽ من کي سمجھائيندي سمجھائيندي پرم پد کي پراپت ٿيو. اھو درشٽانت ٻڌائي ستگرو مھاراج جن چيو ته اِھا سرورڻ ڀڳتي آھي. جئن راجا پريڪشت ۽ طوطو سرورڻ، مٽن ۽ ندياسن ڪري مڪت ٿي ويا، تئن ھن جيو کي سرورڻ، مٽن ۽ ندياسن ڪري پنھنجو اُڌار ڪرڻ گھرجي.

(۲) سکديو مھاراج راجا پريڪشت کي ڪٿا ٻڌائي.

(۳) ٻون ۽ ڀڳت پرھلاد وڃي رام جي نام جو سواس سواس سان سمرڻ ڪيو.

(۴) لڇمي ۽ وشنو ڀڳوان جي چرن ڪملن جو ڌيان ڌري شيوا ڪئي.

(۵) راجا پرٿو ٺاڪرن جي پوڄا ڪري پنھنجو اُڌار ڪيو.

(٦) اَڪرُور وندنا ڀڳتي ڪئي جو مٿرا کان بندراٻن تائين ڏنڊوت پرنام ڪندو ڪرشن ڀڳوان کي وٺڻ آيو.

(۷) ھنومان داس ڀڳتي ڪئي جو سري رامچندر جي چرنن جو داس ٿي رھيو.

(۸) ارجن سکا ڀڳتي ڪري ڪرشن ڀڳوان سان مترتا رکي، پنھنجو اُڌار ڪيو.

(۹) راجا ٻلي سرو سمرپڻ ڀڳتي ڪئي ۽ پنھنجو سڀ ڪجھ سرير سوڌو ڀڳوان کي دان ڪيو.

ستسنگ سماپت ٿيو. اهڙيءَ طرح پريمين جي انيه پريم
۽ شرڌا ڪري ستگرو مهاراج جن مهيني کان ٻه مٿي شهدادپور
۾ رهيا. ڌرم، ڪرم ڀڳتي ڀاڳ ۽ ويدانت جو اُپديش ڪري
ڪيترن ماڻهن کي ست مارگ ۾ لڳايائون. ڪيترا پريمي
ستگرو مهاراج جن جا جگياسو ٿيا. ان بعد ڀڳت منگهرام سان
گڏ جي ستگرو مهاراج جن ۽ ٻيا پريمي، مردسي ڳوٺ ۾ ويا
آلي ٻنهي ستگرو مهاراج جن جو گهڻي آدرستڪار سان سواگت
ڪيو. رات جو ستسنگ ڪيائون. پريم جي وارتا هلي ڇپائون
ته سنسار ۾ جنهن منش جي هردي ۾ ڀڳوان جو پريم ڪونهي،
سو منش پسوءَ سمان آهي.

ڪبير پريم وڻج نا ڪرسڪي-
چاي نه نام ڪي ڳيل،
مانش ڪيري ڪالڙي اوڙه ڦري جيون بيل.

ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا ته هن سنسار جي اندر جنهن
پريم جو واپار نه ڪيو آهي ۽ رام نام جو رستو نه ورتو آهي،
سو منش ٻسن وانگر سنسار جي گهر روپي گهاڻي ۾ بيل وانگر
وهي رهيو آهي. جنهن کي ڀڳوان جي ملڻ جي پياس ڪانهي
سو رات ڏينهن سنسار جي پدارٿن لئي موهت ٿي پنهنجو
اَمولڪ مانش جنم ڀڳوان جي ڀڄن سواءِ، ونرٿ وڃائي رهيو
آهي. لنهنڪري سنت مهاتما ائون، رات ڏينهن اِهائي پڪار
ڪري رهيا آهن ته سنسار جي پدارٿن جو جونو پريم ڇڏي
پرڀوءَ سان سچو پريم رکو ۽ سک کي پايو. منش شرير نهايت دُرلڀ
آهي ان جو اُڌار ڪرڻ گهرجي، جئن جيئن جو هيءَ لوڪ ۽
پرلوڪ سکي ٿئي. اِلي هڪ درشٽانت ڏنائون. چيائون ته
هڪ ديس ۾ ٻنڪي راج هوندو هو، جنهن ۾ ٽئين ٽئين
سال چوندون ڪري راجا مقرر ڪيو ويندو هو. سمنڊ جي

وچم هڪ پيانڪ ٻيٽ تي گهرو پيانڪ جهنگل هوندو هو، جنهن ۾ ٻگهڙ ۽ شينهن جهڙا تمام گهڻا خوفناڪ جانور رهندا هئا. ٽن سالن بعد انهيءَ راجا کي جهاز ۾ چاڙهي انهي ٻيٽ تي ڇڏي ايندا هئا، جتي ڪيس جانور ماري کائي ڇڏيندا هئا. انهيءَ ديس جي راجائي اهڙيءَ طرح هلندي هئي. هڪ وقت هڪ ووڪي ستسنگي پرش کي چونڊي راج گديءَ تي وهاريائون. رات جو راجا سيج تي ويهي ويچار ڪرڻ لڳو ته ٽن سالن کانپوءِ مونکي به انهيءَ ٻيٽ تي ڇڏي ايندا، تنهنڪري صبح جو جهاز ۾ چڙهي انهيءَ ٻيٽ کي ڏسڻ گهرجي. اهو ويچار ڪري صبح جو وزير کي گهرائي چوڻ لڳو ته جلدي هڪ جهاز تيار ڪريو ۽ جتي ٽن سالن کانپوءِ مونکي وڃڻو آهي، اهو ٻيٽ هلي مونکي ڏيکاريو. جهاز تيار ٿي ويو. راجا ۽ وزير ٻيٽ تي ويا، راجا ٻيٽ گهمي ڏٺو. پيانڪ بن ڏسي راجا ڪنبڻ لڳو. منترين کي چيائين ته هاڻي جلدي موٽي هلو. جهاز ۾ چڙهي سيئي اچي راڄڌانيءَ ۾ پهتا. وزير راجا کي محلات ۾ ڇڏي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ويا.

راجا ايڪانت ۾ ويهي ويچار ڪرڻ لڳو ته اهڙي ڪا يڪتي ڪجي جنهن ۾ پنهنجو بچاءُ ٿئي ۽ مان انهيءَ دک کان ڇٽي وڃان. صبوح جو وزيرن کي گهرائي چيائين ته ٻيٽ تي ٢٥ ميلن ۾ جهنگل ڪٽائي صاف ميدان ڪرايو ۽ هڪ سندر راجائي شهر جو نقشو تيار ڪري مونکي ڏيکاريو پوءِ ميدان تي ١٢ مهينن جي اندر، هڪ سندر شهر ٺهرائي تيار ڪرايو.

راجا جي آگيا انوسار نقشو تيار ڪرايو ويو. لشڪر جا جهاز ٻيٽ تي روانا ڪيا ويا. تنهن کانپوءِ نيڪيدارن ۽ مزورن جا جهاز پرائي وزيرن وڃي جهنگل ڪٽايو ۽ ١٢ مهينن ۾ شهر تيار ڪرايو ۽ پوءِ اچي راجا کي حقيقت ٻڌائي عرض ڪيائون ته

ڪرپا ڪري هلي شهر گهمي ڏسو. راڻين کي وٺي ٻيٽ تي
ويو ۽ سارو شهر گهمي منترين کي ڌنيواد ٻه ڏنائين. حڪم
ڪيائين اڌ خزانو، اڌ فوج ۽ اڌ آفيسون ڪٽي اچي هتي رکو
۽ اخبارن ۾ اشتهار وجهايو ته راجا هڪ نئون ڌرمپور شهر اڏايو
آهي جنهن کي اُتي رهڻو هجي تنهن کي ٢٥-٣٠ هزارن روپين
وارو مڪان مفت ۾ ملندو ۽ اچڻ لاءِ جهاز ڀي مفت ملندو.
وڃو وڃي اهو بندوبست ڪريو. مان ڪجهه وقت هتي آرام
ڪندس. شهر جو نالو ڌرمپور رکيو ويو. راجا جي حڪم جي
پوئواري ڪئي ويئي. اخبار ۾ اشتهار پڙهي ڪئين ماڻهن
اچي نئين راجڌاني وسائي. هڪ مهيني اندر سارو شهر وسي
ويو. راجا ٦ مهينا ڌرمپور ۾ رهي راڻين کي وٺي موٽي اچي
پنهنجي پراڻي راجڌانيءَ ۾ رهڻ لڳو. ڇهه مهينا نئين راجڌانيءَ
۾ ڇهه مهينا پراڻي راجڌانيءَ ۾ رهڻ رهيو. ائين چار سال گذري
ويا. هڪ ڏينهن راجا سيني وزيرن ۽ اميرن کي گهرائي عام
سڀا ڪئي. سڀا کي چيائين ته منهنجي راڄائي جو ٣ سال مدو
هو. ۽ چار سال گذري ويا آهن ته توهان ڪا به ڳالهه انهيءَ باري
۾ ڪانه ڪڍي آهي تنهنڪري هينئر نئون راجا چونڊي
موڪلي جتي وڏيو اُتي ڇڏي اچو. ساري سڀا هٿ جوڙي
چوڻ لڳي ته هي پرٿوي ناٿ جتي توهان کي ڇڏي اچڻو هو
اُتي ته توهان پُرشارٿ ڪري هنڪان ٻه وڌيڪ سندر راجڌاني
ٺاهي آهي، سو توهان ڌن، ڌن آهيو. هاڻي توهان ٻنهي راجڌانين
۾ راڄ ڪندا رهو. تنهن ڪانپوءِ راجا نرڀئه تي راڄ ڪندو رهيو.

**سدانند:** هيءَ سنسار ٻنهي ڪي راڄ آهي. جنهن ۾ هيءَ
جيو ٣ سال راجائي ڪري ٿو. يعني ٻال اوستا، جوڀن اوستا ۽
ٻڍاپو ماڻي ٿو. تنهن ڪانپوءِ ڌرمراءِ هنکي پرلوڪ جي ڏک روپي
ٻيٽ تي موڪلي ٿو ۽ انت جو ٻين ۾ ڏک ڀوڳي ٿو. پر ڪو

وڃي آتم پرش، ٻال اوستا کان وٺي دان پڄ ۽ پروپڪار ڀڪتي ڪري پرلوڪ کي ٻڌائي ٿو. مرڻ کانپوءِ اُن کي ڌرمراءِ چوڏهو نه ٻاڻا، لو ٻئي لوڪ ٻڌايا آهن، تنهنڪري سرڳ لوڪ ۽ مرت لوڪ ٻئي تنهنجا آهن، جتي ڪيٽي اُتي رهي آنند وٺ. اهو درشٽانت ۽ سدائت ٻڌائي، سوامي جن جيو ته ٻڌيوان پرش راڄا وانگر ٻنهي لوڪن کي ٻڌائي سدائين سکي رهندا. اگياني جيو هن لوڪ جا سک ڀوڳي دکي ٿين ٿا. ستسنگ سماپت ٿيو. ۲-۴ ڏينهن ست اُپديش ڪيائون. ڀڳت منگهرام، ڀڳت گنومل، مکي ڪلياڻداس ۽ ٻيا ڪيترا نام جو اُپديش وٺي شش ٿيا.

تنهن کانپوءِ ڀائي ٿهلرام ستگرو مهاراج جن کي وٺي ٻاکرجي ڳوٺ ويو. ٻاکرجي ڳوٺ ۾ رات جو ستسنگ ڪيائون. چيائون ته هيءُ منش چولو وڏي ڀاڳ سان پراپت ٿيو آهي.

ٻڙي ڀاڳ مانش تن پاوا، سر دلڀ سد گرنٿن گاوا.

مطلب: تلسيداس مهاراج جن چوندا ته هيءُ منش چولو، پورب جي ڀڄن ڪري وڏي ڀاڳ سان مليو آهي، جنهن کي ۳۳ ڪروڙ ديوتائون چاهين ٿا پر اُنهن کي نٿو ملي. ڀڳوان جو درشن ۽ موڪش، منش چولي ۾ ٿي سگهندو، تنهنڪري ديوتائون منش چولو چاهين ٿا. منش چولو ڀڳوان جي پراپت ڪرڻ لاءِ مليو آهي.

ڀئي پراپت مانش ديهريا،
گوبند ملن کي ايهه تيري بريئا،
اَور ڪاج تيري ڪتئي نه ڪام،
مل ساڌ سنگت ڀڄ ڪيول نام.

گرو نانڪ مهاراج جن فرمائين ٿا ته هيءُ منش چولو وڏي ڀاڳ سان مليو آهي، ڀڳوان جي ملڻ واسطي. ٻيا جيڪي دنيا

جا ڪم ڪاريون آهن سي سڀ توکي اُنت ڪال ۾ هرگز ڪم نه ايندا. اِنهيءَ ڪري سنتن جو سنگ ڪري ڀڳوان جو ڀڄن ڪر. منشي چولي جو رستو تمام وڏو ۽ ڪليل آهي. چوراسي لک جوٽين ۾ ننڍا ننڍا تنگ ٽيڙا رستا آهن، جن تان هلي ڀڳوان سان ملي ڪين سگهندين. منش چولو وڃو ته وري تمام ڏکيو ملندو.

**مثال:** جئن ڏهه هزار فوٽ اوچو ڪو پهاڙ هجي جنهن تي چڙهڻ لاءِ ڪو به رستو نه هجي. اُن پهاڙ جي چوٽيءَ تان ٢٥ مڻن جو پٿر ڪري ته ڪن سيڪنڊن ۾ اچي هيٺ پٽ تي پوندو. پر اُنهيءَ ساڳي پٿر کي ساڳيءَ جاءِ تي ڪٽي رکڻ تمام ڪٺن آهي ڇو جو پٿر کي ساڳيءَ جاءِ تي رکڻ لاءِ مشينون گهرائي ڏاڪڻ ناهي، ڏيري ڏيري وڏن ساڌن سان رکي سگهبو. تهڙيءَ طرح هيءُ منش چولو هڪ پهاڙ جي چوٽيءَ سمان اوچي ۾ اوچو آهي. منش چولي کان اڳتي پرماتما جي ملڻ لاءِ ٻي ڪا جوڻ ڪانه آهي، ڇو جو ڀڳوان پنهنجو سروپ ڏنو آهي. هاڻي جي هن منش چولي ۾ موکيه نه ٿيو ۽ جيو چوراسيءَ ۾ ڪري پيو ته وري منش چولو تمام ڪٺن ملندو. تنهڪري هن منش چولي ۾ آتما جو گيان پائي مڪت ٿيڻو آهي.

## راڳ پهاڙي

ٽل - موتيه مندر ڪا ڏوار مالش چولا هئه.

١ - او نه چوراسي سي اڌ ڪائي، منش ديهه ڀڳونت ڪو پائي،
سڀ ڪا ڀهه سردار، مالش چولا هئه.

٢ - منش تن ڪو سڀ جن چاهت، سنت گرنٿ پي مهما گاوت،
آنند ڪا آڪار، منش چولا هئه.

٣ - منش ڪرم ڌرم ڪو ڪرتا - سڀ ساڌن ڪو هردي ڌرتا،
ڀڳتي ڪا ڀنڊار منش چولا هئه.

٤- منش لسن ۾ آپ ڇڏائو- ٽيئون پيد پرم ڪو ھالو،
گيان ڏيان گلزار منش چولا ھئہ.

اھيءَ وشہ تي ستگرو مهاراج جن ڪيترا پنھنجا ناھيل ڀڄن ارٿ سان ڳائي، ستنام ساکيءَ جي ڌني لڳائي، ستسنگ سماپت ڪيو.

ٻئي ڏينھن شام جو، پاٽي ڀاڳچند جو ھڪ سنت سيوڪ، ڀڳت جن جو پر اُپڪاري ھو، سو ستگرو مهاراج جن کي پرارٿنا ڪري، پنھن تي گهمائڻ وٺي ويو. پنھن تي ڪين ڇپائين ته سائين، اسانجا ووڻ ھر سال ڏاڍا ڀلا ٿيندا آھن، پر ھن سال ڪيڙو اچي لڳو اٿن، جنھن ڪري مال ڇٽيو ٿو وڃي. ڪرپا ڪري پاٽيءَ ڪ پڙھي ڏيو ته ڇٽڪاريون. ستگرو مهاراج جن چيو ته اَبا، اِھو ته ٺيڪ، پر ھن ڇت روُپي ووڻ کي جيڪو ترشنا روُپي ڪيڙو لڳو آھي، جنھن رات ڏينھن کائي اَنڪي ناس ڪري ڇڏيو آھي، تنھن جو به ڪو اُپاءُ ڪرڻ گهرجي. ائين چئي، پاٽي پڙھي، سيٺ ڀاڳچند کي ڏنائون. جنھن پاٽي ساريءَ پنيءَ ۾ ڇٽڪاريو.

تنھن کانپوءِ، ٻئنڪ جي جاءِ تي اچي وينا ته ڀڳت منگهر رام چيو ته ھي ڀڳوَن، اِھو ترشنا روُپي ڪيڙو، جو ڇت روُپي ووڻ کي کائي رھيو آھي، سو ڪئن مرندو؟

گرو مهراج چيو: اَبا، ترشنا روُپي ڪيڙو تمام ڏکيو مرندو. اِھو ڪيڙو جوانيءَ ۾ اچي ٿو. راجا ڀرٿري وئراڳ ۾ پنھنجو راڄ تياڳيو ۽ بن ۾ ويو، پر اُتي به ترشنا اچي ستايس. تڏھن اکين ۾ پاٽي آڻي چوڻ لڳو:

ڀوڳيا نہ ڀُڳتا - ويہ ميو ڀڳُو سنت،
تپو نہ تپتھ - ويہ ميو تپتھ،
ڪالو نہ ياتو - ويہ ميو ياتس،
ترشنا نہ جيرڻ - يہ ميو جيرڻھ.

**ارت:** چوڻ لڳو ته مون دل ۾ خيال ڪيو هو ته ٻوڙين
کي ٻوڙي پورو ڪندس، پر ٻوڙين مونکي ٻوڙي ڇڏيو. سو جيئن
ته تپ ڪري، اُنڌرين کي جيتي، وس ۾ ڪندس، پر
اُنڌرين مونکي جيتي ويون. وري جيئن ته ڪال کي کپائي
پورو ڪندس، پر وقت مونکي کپائي پورو ڪري ڇڏيو.
خيال ڪيم ته شرير ٻڍو ٿيندو ته ترشنا به ٻڍي ٿي ڇڏي
ويندي. پر شرير ٻڍو ٿي ويو، ته به ترشنا روپي ڪيڙو
ٻلوان ٿيندو پيو وڃي. سو هي بابا، هيءَ ترشنا رُوپي ڪيڙو،
ڪو ويرُ ويراڳي ستگرن کان آتم گيان رُوپي خنجر وٺي،
جاچي، جاچي، ويچار سان هن جا سر ڪاٽيندو، ته مرندو،
پر جي ڪن، پير ۽ پڇ ڪاٽيندس ته ڪو نه مرندو، پر پاڻ
لڙائي ڪري، نقصان پهچائيندو. تنهن تي گرمکداس چوڻ
لڳو ته اُنهيءَ ترشنا رُوپي ڪيڙي جا ڪن، پير ۽ پڇ
ڪهڙا آهن؟

ستگرو مهاراج جن چيو: ڪوڙ رُوپي ڪن، پاپ رُوپي
پير، ڇل ڪپٽ رُوپي ٻَر ۽ هرش رُوپي پڇ اَٿس. لوڀ
رُوپي سر اَٿس. سو سر، تنهن گيان رُوپي تلوار ڪٽي هڪ
ئي ڌڪ سان ڪاٽي، سنسار ۾ ترشنا ٿي جيون مڪتيءَ
جو سک ماڻجي.

اِئين رهاڻ ڪري، سڀئي سڀ لٿي جاءِ تي موٽي آيا.
رات جي ستسنگ ۾ ويدانت تي اُپديش ڪيائون. چيائون
ته جنهن کي ڀڳوان جي درشن جي اِڇا هجي، سو ڀريائين
ٻنهجي ٻاڻ جو درشن ڪري.

ڇند- الف آپڻي آپ ڪو-

سمجھ ڀائي- ڪيا وست هئي نيڏڙا روپ پياري،

باجهون آپڻي آپ دي، سڀي ڪيتي-

رهـا وچ وصـول دي دک پـاري،
هور لک اُپـاءَ نـا سک ڏيوي -
پيچ ويک سيائڙي جگ ساري،
سک رُوپ اکنڊ چيتن هڳ تون -
بـالاشاهہ پڪارندي ويد چاري.

مطلب: ڀوريـن پنهنجو پاڻ کي سڃاڻ تہ ڪير آهيان ۽ منهنجو سروپ ڪهڙو آهي. جيستائين جيءُ پاڻ کي نہ ٿو سڃاڻي، تيستائين سنسار ۾ ٻاري دک ٿو ڀوڳي. جيءُ لکين ساڌن، جپ، تپ، ورت نيم، سنڌيا گايتري، پاٺ پوڄائون، اشنان دان ڪندو، تہ بہ سک جي پراپتي ڪانہ ٿيندس. جي اعتبار نہ اچي تہ ڀلي سنتن کان پڇي ڏسو. چارئي ويد، ڪتب شاستر، سيئي گرنٿ، رشي مني چون ٿا تہ جنهن ڀڳوان کي تون چاهين ٿو، سو تنهن جو ست چت آنند سروپ آهي. اُنهيءَ وشہ تي ڪيترا ڀڄن ارٿ سهت ڏيکاريون.

## راڳ پهاڙي

ٿل- تون ساکي چيتن آهين
او سڀ کان نيارو تون- تون ڪنهن سان شامل ناهين.
١- هن تن سان تنهنجو ڇاهي- تن ماس هڏن جو آهي،
پل ڪهڙا روپ مٽائي- تون ڪون تہ روپ مٽائين.
٢- هن من سان تنهنجو ڇا- من مايـا جي وٿ آهي،
پل ڪيڏانهن پيو ڀڄي ڪاهي- تون ڪون تہ ڪيڏانهن ڪاهين.
٣- هن ٻڌ سان تنهنجو ڇاهي- ٻڌ پنوتن مان ٿي آهي،
پل ڪهڙا رنگ رچائي- تون ڪونہ تہ رنگ رچائين.
٤- تون پراڻن کي ٿو چاٽين- ۽ اندرين ڪار سڃاڻين،
ڪهہ ڏيئون پاڻ پڇاڻين- چونہ سوهم صاف سڌائين.
ويدانت، ست ڪرم ۽ ڌرم جو اُپديش ڪري، ساري سنگت

کي چيائون ته جيڪي چار وچن توهان کي ٻڌايا اٿئون، انهن
جو ويچار ڪندا رهجو. سدائين چت، نام، پريم، پراپڪار
۾ لڳائيندا رهجو. اسان سيائي شاهه جي پٽ ويندا سون.
ايترو چئي، پلنگ پائي، ستسنگ سماپت ڪري، جاءِ تي
آيا. اتي ڀائي ٽهلرام، ڀائي هاسارام، ڀائي ٻالورام ۽ ٻيا
پريمي، گرمنتر وٺي شش ٿيا. ستگرو مهاراج جن سيٺي کان
موڪلائي شاهه جي پٽ پهتا. ڪرشنداس ۽ ٻيا پريمي،
گرمنتر وٺي شش ٿيا تنهن ڪانپوءِ ڏهه ٻارهن ڏينهن رهي
سيٺي پريمين جو پريم پورو ڪري، ڪنڊيءَ پنهنجي استان
تي اچي براجمان ٿيا. رات جو ستسنگ شروع ٿيو. سوامي جن
جي اچڻ جو ٻڌي، ڏاڍي سنگت آئي هئي. جگيائسين جي
پد تي اپديش ڪليو. چيائون ته جگياسوءَ کي نرمان ۽ نشڪام
ٿي شڀ ڪرم ۽ ستگرن جي ڏنل نام جو اڀياس ۽ انتهڪرڻ
کي شڌ ڪرڻ گهرجي، ڇو جو انتهڪرڻ جي شڌ ڪرڻ
کانسواءِ آتما جو درسن نه ٿيندو ۽ نڪي آتما جو گيان ٿيندو.

آنتهڪرڻ ملين جسڪا—
تس ڪو گيان نه راڳيتا هئه،
رشي مني اج دي اُپديشا—
ڪوي نه وهه جن جاڳيتا هئه.
چند— جئسي سفيد وستر او پر— رنگ شگهر چڙهه جاتا هئه،
تئسي انتهه اُوجل والا— پربهو جلد پاتا هئه.

مطلب: جنهن جو انش ڪرڻ ميرو آهي، تنهن کي
ستگرو خواهه سنتن جو اپديش پرويش نه ڪندو. اُوجل
انتهڪرڻ ۾ ئي ساڪيات آتما جو درشن ٿيندو. تنهنڪري
جگياسوءَ کي ڀهرين پنهنجي انتهڪرڻ اوجل ڪرڻ لاءِ
لڳاتار ساڌن ڪرڻ گهرجن. جئن ته:

**دور شناسائي:** هڪ راڄا پنهنجي وزير کي گهرائي چيو ته اسان کي هڪ سندر محلات ٺهرائڻو آهي، جنهن ۾ طرحين طرحين جي چترڪاري رکائڻي آهي. دنيا ڀر جي ڪاريگرن مان چونڊ ڪري، سٺي ۾ سٺي ڪاريگري جو ڪم ٺيڪي تي ڏيڻي. ڇڏيو. وزير، وڏن انجنيرن کي گهرائي چيو ته هڪ راڄائي محلات ٺهرائڻو آهي، جنهن ۾ سرڳ لوڪ، اندر جو ننڍن ٻن، ڪيلاش پربت جو نظارو ۽ اندرا ڪنڊ جي سينري جي سندر چترڪاري رکائڻي آهي. سو توهان اهڙو هڪ سندر نقشو جلدي تيار ڪريو. انجنيرن گڏجي هڪ مهيني جي اندر، تمام سٺو نقشو تيار ڪري، راڄا کي ڏيکاريو. راڄا ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ انجنيرن کي وڏو انعام ڏنائين. تنهن کانپوءِ وزيرن ڪاريگرن لاءِ اخبارن ۾ اشتهار وجهايو. هڪ مهيني ۾ ساري ديش جا ڪاريگر اچي ڪٺا ٿيا.

راڄا اميرن، وزيرن، انجنيرن ۽ ڪاريگرن جي سڀا لڳائي، نقشو ڪاريگرن کي ڏنو. انجنيرن امتحان ورتي، صرف ٻه ڪاريگر پاس ڪيا ۽ راڄا کي ٻڌايو. راڄا حڪم ڪيو ته وچ ۾ پڙدو هڻي، ٻنهي کي اڌو اڌ ڪري ڪم ڏيو. وزيرن ٻنهي ڪاريگرن کان لکپڙهه ڪرائي. چيو ويو ته سمورو مال راڄا ڏيندو. اوهان کي ٻه من گهري محنت ملندي. هڪ انجنير توهان جي مٿان ٻهاريو ويندو. پيو شرط آهي ته توهان ٻئي هڪ ٻئي جو ڪم نه ڏسندا. وچ ۾ پڙدو لڳايو ويندو. صرف انجنير کي ئي ڏسڻ جو اڌڪار رهندو هو توهان جو ڪم ڏسندو. ٻارهن مهينن جي اندر سڄو ڪم پورو ڪري ڏيندا. محل جي تيار ٿيڻ کان پوءِ، راڄا ۽ سڀئي وزير گڏجي، پڙدو هٽائيندا. جنهن جا چتر سٺا هوندا، تنهن کي محنت ۽ راڄائي انعام ملندو. اها

ٻالهه منظور ڪري ڪاريگر وڃي ڪم کي لڳا.

انن مهينن ۾، هڪ ڪاريگر پنهنجي پاسي، انيڪ پرڪارن جا رنگ ڏيئي، مصالحن سان پالش ڪري، تمام سندر چٽرڪاري ڪئي. ٻئي ڪاريگر ولائت مان مصالح گهرائي صرف ديوار تي پالش ڪئي. اهڙيءَ طرح ٻئي ڪاريگر ڪم ڪندا رهيا. ٻارهن مهينن جي مدي ۾ باقي هڪ مهينو رهيو ته هڪ ڏينهن انجنير پالش واري ڪاريگر کي چيو ته مدو ته اچي پورو ٿيڻ تي آهي، اسوا اڃا هڪ به چٽر ڪونه ڪيو آهي. پر هن ڪاريگر اهڙا ته سندر چٽر ڪيا آهن جو نهارڻ سان دل خوش ٿي ٿئي. هن جي پيٽ ۾ تو ته ڪجهه به نه ڪيو آهي. راجا ناراض ٿي توکي ڏنڊ وجهندو، ڇو جو راجا جو چٽرڪاريءَ سان پريم آهي. ڪاريگر چيو انجنير صاحب مان هن ڪاريگر کان به وڌيڪ سنا چٽر ڪيئندس. اوهان ڪوئي خيال نه ڪريو. انجنير ڪاوڙجي چيو، پر مون توکي تنهنجي ڀلائيءَ لاءِ چيو آهي. وڌيڪ تنهنجي مرضي. ڪاريگر چوڻ لڳو ته ناراض ڇو ٿا ٿيو. هڪڙو مصالحو ٿوري وقت ۾ لڳائي، چٽر ڪيئندس. اِن ڪالپوءِ، چٽرڪاري سندر ڏسڻ ۾ ايندي. انجنير چيس ته تون ڪيترا به ڪٽي مصالح لڳائين، تڏهن به توکي مزوري به مس ملندي. ايترو چئي، انجنير هليو ويو. ڪاريگر آئشي شيشي جو مصالح پٽ تي لڳائڻ شروع ڪيو. اُن کي اهڙو ته پالش ڪيائين جو ٻجليءَ وانگر چمڪڻ لڳو. اهڙو جو اک ڪٽي اُن ڏانهن نهاري به نه سگهجي. مدو پورو ٿيو. راجا وزيرن کي چيو ته سڀاڻي عام سڀا ڪوٺايو، جو محلات ڏسندا سون. وزيرن سڀني انجنيرن کي ڪوٺ ڏني. ٻئي ڏينهن صبح جو راجا وزير، عملدار، انجنير ۽ شهر جا ڪيترا ماڻهو اچي محلات ۾ ڪٺا

آيا. راجا وزيرن ۽ عملدارن کي حڪم ڪيو ته يڪدم پڙدو هٽايو وڃي. پڙدو هٽايو ويو. پڙدي کلڻ سان جيڪي چتر ٻئي پاسي ڪاريگر ڪيا هئا سي هن پاسي واري آتشي شيشي جي ڪري وڌيڪ سندر ۽ چمڪندڙ ڏسڻ ۾ آيا. ڪنهن کي نه سمجهيو ته هن پاسي چترڪاري نڪتل ڪانهي. هن پاسي کان هيءَ پاسو وڌيڪ سوڀيڪ ۽ سندر ڏسڻ ۾ آيو. چاڪاڻ جو سڀ کان پرليپ وڌيڪ سندر ڏسڻ ۾ ايندو آهي. جيڪو انجنير ڪاريگرن جي مٿان هو، تنهن چيو ته هي راڄن، هن ڪاريگر ته هڪ به چتر ڪونه ڪيو آهي. سڀ چتر هن ٻئي ڪاريگر جا ڪيل آهن. راجا چيو ته هن ڪاريگر ڪٿي هڪ به چتر نه ڪيو آهي پر هن پنهنجي ٻڌيءَ جي ڪاريگريءَ سان اهڙيءَ طرح چتر ديوار تي چٽيا آهن جو هنن چترن کان به وڌيڪ سهڻا ۽ چمڪندڙ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. تنهنڪري هيءَ ئي ڪاريگر انعام جي لائق آهي. هن ڪاريگر کي به شاباس هجي. جيڪا محنت گهري سا ڏجوس.

وزيرن پالش واري ڪاريگر کي محنت ۽ انعام ڏئي خوش ڪيو ۽ ٻئي ڪاريگر کي فقط محنت ڏئي روانو ڪيو.

**سڌانت:** جگياسوءَ کي پنهنجو هردي روپي محلات تمام سندر بڻائڻو آهي. تنهن لاءِ انتهڪرڻ کي ڪرم ۽ اُپاسنا سان اوجل ڪري جنن جو لڱن آتشي شيشي وانگر بڻائيندو ته سيل سنتوش، ديا ڌرم ۽ نمرتا آد، ديوي سمپدا جا گڻ روپي چتر پاڻهي اچي انتهڪرڻ ۾ چمڪندا. اُتي پوءِ آتمارام روُپي راجا اچي وهندو ۽ جگياسوءَ کي ساکيات درشن تيندو. تنهنڪري جگياسوءَ کي جيڪا محنت ڪرڻي آهي سا فقط انتهڪرڻ جي شُڌيءَ لاءِ ئي ڪرڻي آهي. ستنام ساکيءَ جي ڏنيءَ ڪانپوءِ ستسنگ سماپت ٿيو.

صبوح جو ڀڳت منگهرام موڪلائي پنهنجي ڳوٺ ملوسي
ويو. ستگرو مهاراج جن ڪنڀوءَ ۾ ڪجهه وقت رهيا. روزانو
پريم سان ستسنگ ڪندا رهيا. ڀڳتي ۽ وئراڳ ۾ سندن چٽ
وٽ للدو رهيو. هڪ ڏينهن صبح جو مکي پرڀن مل، ڀائي آسورام
ڀائو رڇورام، ڀڳت بصررام، ڀائي چيلداس، ڀائي ڀالورام
۽ ٻيا ڪيترا شهر جا پريمي پرساد کڻي ستگرو مهاراج جن وٽ
آيا. پيري پئي وينتي ڪيائون ته سائين هولي اچي ٿي
هميشه جيان پنچائت جو عرض آهي ته هولي ڪنڀوءَ ۾ نئي
ملهائيندا. ڀڳت قرائي سنگهه کي به چيو ائين ته جيئن
چيٽرو آهين، ليسين هولي ڪنڀوءَ ۾ اچي ڪج. تنهن لسي
ستگرو مهاراج جن چرڻ لڳا ته وچن ڪوله ٿا ڏيون، ڇو جو
اسان هيٺر سڀلائي آهيون. ڪڏهن ڪٿي ته ڪڏهن ڪٿي.
باقي جي ڪنڀوءَ ۾ هونداسون ته هولي توهان وٽ ڪنداسون.
۾ هڪڙي ڳالهه اٿو ته اهي هوليءَ جا پنجه ڏينهن پنچائتي
هوڪو ڏياري، شراب ۽ ماس مڇي بند ڪندا. مکيءَ چيو
ته سائين منظور آهي. اوهين به انهيءَ بابت ستسنگ ۾
ڪي چئجو.

هوليءَ جي موقع تي پٽ شاهه مان سرو آنند، ڀڳت چيتارام،
ڪرشنداس آيا ۽ هوليءَ جو ميلو شروع ٿيو. ڏينهن جو پنجه
ڇهه ڪنڀوءَ جا ڀڳت ستسنگ ڪندا هئا. رات جو ستگرو مهاراج
جن پنهنجي منڊليءَ سان ستسنگ ڪندا هئا. هوليءَ ڏينهن
ستگرو مهاراج جن رات ڏينهن ست ڪرم جي وشيه تي
اپديش ڪيو. چيائون ته سڀني منشن کي شد آهار ۽ شد وهنوار
ڪرڻ گهرجي، ڇو جو اشد آهار سان بڌي ملين ٿي وڃي ٿي.
جهڙو ان تهڙو من. انهي هڪ درشٽانت ڏنائون.

درشٽانت: جنهن سمي ڀيشم پتامه باڻن سان گهايل تي

ڪروکيتر جي رڻ ڀوميءَ ۾ ياٽن جي سڀا ني سمهيو پيو هو،
تنهن وقت سري ڪرشن ڀڳوان، دروپدي ۽ پانڊون سميت
ڀيشم پتامهه وٽ اچي نمسڪار ڪري بيٺو. ڀيشم پتامهه
ڪرشن ڀڳوان کي ڏسي پريم سان اکين ۾ جل آڻي، هٿ
جوڙي ڏومٽي پرڻام ڪري چوڻ لڳو ته هي پرڀو، اڄ توهان
پنهنجي اپار ڪرپا ڪري مونکي پڇاڙي جو اچي درشن
ڏنو آهي. ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو ته هي ڀيشم پتامهه، اوهان
جي پريم ڪري آيا آهيون. هنن پانڊون کي ست ڌرم
نيتيءَ جو اُپديش ڪريو ته ڌرم جو راڄ ڪري ساري پرجا
کي سک ڏين، جئن هنن جي راڄ ۾ ڪير به دک نه پائي.

**چوپائي: جاس راج پريه پرجا دکاري،**

**سو نرپ اوس نرڪ اڌڪاري.**

**ارٿ:** جنهن راجا جي راڄ ۾ ساڌو، برهمڻ ۽ پرجا دکي
ٿيئي ٿي، سو راجا اميرن، وزيرن ۽ ڪٽنب سميت نرڪ ۾
وڃي ٿو. تنهن ڪري پانڊون کي ست ڌرم نيتيءَ جو
اُپديش ڪريو.

ڀڳوان جا وچن ٻڌي ڀيشم پتامهه هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته
هي انترجامي اوهين جاڻي جاڻڻ هار آهيو. پانڊون کي اُپديش
ڪرڻ لاءِ به هر پرڪار سمرٿ آهيو. تنهن هوندي به توهانجي
وچنن جو ستڪار ڪري به چار وچن ٻڌايان ٿو.

ايترو چئي ڀيشم پتامهه چيو ته راجا جو پهريون ڌرم آهي
ته ساڌو، برهمڻ پرجا ۽ گئو ماتا جي تن، من، ڌن ۽ واڻيءَ
سان هر پرڪار رکيا ڪري. پيو غريب ۽ شاهوڪار جو پورو
پورو نياءُ ڪري. پاپي، ڪڪرمي کي ڏنڊ ڏئي. ٽيون
پاڻ به ست ڪرم ڪري ۽ پرجا کان به ست ڪرم ڪرائي.
پاڻ به ڌرماتما ٿئي ۽ پرجا کي به ڌرماتما ۽ ستيوادي بڻائي.

چوڏون جتي ٻه اوتار، رشين منين ۽ مهاتمائن جي سڀا ۾ اڌرم ۽ ڪنيتي ٿيندي هجي اُتي راجا ۽ ست پرشن جو ڌرم آهي تہ پنهنجي وويڪ ۽ شريرڪ ٻل سان اُنهيءَ اڌرم ۽ ڪنيتي کي هٽائين. پر جي لاچار اسمرٿ هجن تہ انهيءَ سڀا مان ڪين اُٿي وڃڻ گهرجي، نہ تہ پاپ جا ڀاڱي ٿيندا. پرجا جي رهڻي ڪهڻيءَ جو دارو مدار، راجا ۽ ست پرشن تي ٿيندو آهي. جي اُهي ڌرماتما آهن تہ سارو ديش ڌرماتما ٿي ويندو. پر جي راجا پاپي آهي تہ ساري پرجا ڪڪرم ڪرڻ لڳندي. جي راجا ستيوادي ۽ گياوان هجي تہ ساري پرجا ستوگڻ گيان کي ڌاري مڪت ٿي ويندي. وڏيڪ راجا يڌشٽر پاڻ ڌرم پتر آهي، جنهنکي ساري ڌرم جي ڄاڻ آهي. ايترو چئي ڀيشم پتامهہ بس ڪئي تہ دروپدي اُٿي هٿ جوڙي نيڻن ۾ آنسون آڻي چوڻ لڳي تہ هي پتامهہ مونکي دل ۾ هڪ شنڪا پيدا ٿي آهي. ڪرپا ڪري دور ڪريو. توهانجو چوڻ تہ جنهن سڀا ۾ اڌرم ڪنيتي ٿيندي هجي اُتي وويڪي ست پرش جو ڌرم آهي تہ پنهنجي سر جي سٽ ڏيئي بہ اڌرم ۽ ڪنيتيءَ کي هٽائي. جي اسمرٿ هجي تہ اُٿي هليو وڃي. سو هي ٻڌايو جنهن سمي دريوڌن جي سڀا ۾ مون اَبلا کي ننگن ٿي ڪيو ويو تنهن وقت توهان سڀئي ويٺا هئا. توهان ٻڌايو تہ اهو ڌرم هو يا اڌرم. نيتي هئي يا ڪنيتي؟ ڀيشم پتامهہ اکين ۾ پاڻي آڻي چيو تہ پتري، اهو اڌرم ۽ اَنيتي هئي ۽ مون دشٽ دريوڌن جو اَن کاڌو هو، جنهنڪري منهنجو من ملين ٿي ويو هو ۽ ڪجهہ ڪجهي ڪين سگهيس ۽ نڪي اُٿي سگهيس. اُنهيءَ پاپ جو ڦل توهان اکين سان ڏسي رهي آهين تہ هينئر مان پوڄي رهيو آهيان.

اها وارتا ٻڌائي سوامي جن ساري سنگت کي چيو تہ شراب

۽ مڇي ماس جو اُشٽ آهار نہ ڪرڻ گهرجي ، چاڪاڻ جو پاپ
ڪرم جو ڦل اننت جنمن تائين ڀوڳڻو پوندو ۔ پر شڀ موقع تي
جو منش پاپ ڪريندو، سو اُئين ٿو وڌي ، جيئن دروپدا جا سيا
۾ چير وڌيا ۔ تنهن ڪانسواءِ دسهڙي، ڏياريءَ، ڪارتڪ
شراڌ، شوراتريءَ، هوليءَ ستئين، جنم اشٽمي، گيارس، پورنماسي
آماوس، چنڊ ۽ سج ديوتائن جي شڀ ڏينهن تي پڻ هي پاپ
نہ ڪرڻ گهرجي ۔ هن وقت هوليءَ جي شڀ موقعي تي بہ پنج
ڏهاڙا ڪوئي بہ ماس مڇي نہ کائي ۔ پنچائت بہ هوڪو گهمايو
آهي ۔ اسان بہ توهان کي هيئنر چئون ٿا ۔ تنهن تي ساري
سنگت همت مٿي ڪٽي چوڻ لڳي تہ هي پريو اسان شراب،
مڇي ماس نہ ورتائينداسون ۔ الهيءَ وشٽ تي ستگرو مهاراج جن
ڪيترا پنهنجا ناهيل پڇن آئي وئراڳ ورتيءَ سان ٻڌايا ۔ ١٢ بجي
رات جو ستسنگ سماپت ٿيو ۔ تنهن کانپوءِ ڀوڄن کائي ، ڪلاڪ
ڪن ڀڳت ڦرائي سنگهہ جو ستسنگ ٻڌي سوامي جن وڃي
پنهنجي جاءِ تي آرامي ٿيا ۔

اهڙيءَ طرح هوليءَ جا ٥ ڏينهن سنتن ڌرم ۽ ست ڪرم
جو اُپديش ڏنائين هوليءَ جي آخرين ڏينهن تي صبح جو
٤ بجي پلڪ پاڻي ميلو سماپت ڪيائون ۔ تنهن کانپوءِ پنچن پرساد
۽ پيتا ڪٽي اچي ستگرو مهاراج جن اڳيان رکي ۔ ستگرو
مهاراج جن، آتمانند ۽ پاڻي پرمانند کي جيئو نہ پئسا ۽ ڪپڙو
وغيره غريبن، اناٿن ۽ ودوائن ۾ وراهي ڇڏيو ۔ پوءِ سيٺي
سنت ستگرو مهاراج جن سان گڏجي باغيچا گهمڻ ويا ۔ گهمندي
گهمندي هڪ سندر باغيچي ۾ وڃي وينا جتي سدا گلاب،
چنبيلي، رابيل ۽ موتيئي جا گل ڪڙيل هئا ۔ ڀنورا اوم جي
شبد جي مڌر گنجار ڪري رهيا هئا ۔ بسنت رت ڪري
ڦلواڙيءَ مان سڳند جي هبڪار اچي رهي هئي ۔ ڏکڻ جي

ٿي، ٿڌي سيتل هوا لڳي رهي هئي. دل بهار بهار ٿي
وئي. ستگرو مهاراج جن ٽيئُون کي ڏسي ڏاڍي دل
۾ ٿين ناهڻ لڳا. ٿين ناهيندا گهمندا ڦرندا رات جو ٧ بجي
آستان تي آيا. ستسنگ شروع ٿيو. تمام گهڻي خلق آئل هئي.
پهرين ٻين سنتن ڪلاڪ ڪن ستسنگ ڪيو. تنهن کانپوءِ ستگرو
مهاراج جن ستسنگ ڪيو. وشش هئي جگياسين جي پرڪرمي
باغيچي ۾ ناهيل ٿين بسنت جي راڳڻيءَ ۾ ڳايائون.

## سر بسنت

رت رت ۾ هڪ رنگ صاحب ڪا،
بسنت رت رانگ واري ري.

١- سڌ ڪي لَر پئي، پتر اُپارا، ٻن ٻن ڦولي باغ ڦلارا،
ڦول رهي ڦلواڙي ري.

٢- رت بسنت ڪا ديک نظارا، رل مل ٽيئوري ڪرت گنجارا،
سگنڌ لي سڪاري ري.

٣- بسنت رت ڪو سب جن گاوت، سر لر مني جن ڪي من ڀاوت،
مجهڪو لاڳت پياري ري.

٤- رت بسنت ڪي هئه بهت رسالي، ڪهي **ٽيئُون** ٿئي سنت سکال،
بل بل جائون بلهارا ري.

تاتپرج: ڇهن ئي رنگن ۾ پرماتما پنهنجو رس آنند رکيو
آهي پر بسنت جي رت تمام وڻندڙ ۽ سکدائي آهي. تن
تي ڇهه رنگون آهن. شبد، سپرش، روپ، رس، گنڌ ۽
وشراپ. پنجن وشين روُپي رنگن ۾ اهڙو نه رس ۽ آنند رکيل
آهي جو ساري دنيا انهن تي موهت آهي. پر وشراءِ روُپي
رت ۾ مها آنند رکيل آهي. ٽيئون روُپي جگياسو انهيءَ وشراءِ
روُپي رت جي سنگڌي وٺي مها آنند ۾ پُر ٿين ٿا. جيئن
بسنت رت ۾ سيئي وڻ ٽڻ ڦلن سان ڀرجي ساوا ٿين ٿا،
تيئن جگياسو ۾ ديوي سمپدا جا گڻ روُپي ڦل ۽ ساڌن

روُپي ڦل لڳندا آهن. جئن ڦلواڙي ٽڙندي آهي تئن جگياسوءَ
جون اندريون شڀ گڻن ۾ ٽڙي پونديون آهن. جئن بسنت رت
جو سندر نظارو ڏسي، ڀنورا مٺو سريلو شبد اُچارين ٿا، تئن
جگياسو ويراڳ جي نظاري ۾ رام نام جا مٺا وچن اُچار ڪري
ساري سنسار مان سار روُپي سڳنڌ ڪڍندا آهن. جئن بسنت رت
سڀني رشين منين ۽ ديو ديوتائن کي پياري لڳندي آهي،
تئن ويراڳ جي رت سڀني جگياسين، مموکين کي وڻندي
آهي. باقي پنج رتيون ڦڪيون لڳنديون آهن. سنت مهاتمائون
انهيءَ ويراڳ کي پائي سدائين سکي ٿيندا آهن ۽ سدائين ويراڳ
تان بلهاري ويندا آهن. پر اُهو ويراڳ ڪنهن وڏ ڀاڳيءَ کي
پراپت ٿيندو آهي.

آئي رت بسنت کي ڀنورا پئي سجاڳ
کهي ٽيئون ڪس پٽيءَ تي، جاڳي تن کي ڀاڳ

مطلب: جڏهن بسنت جي رت ايندي آهي تڏهن سڀ
ڀنورا اکيون کولي ساوڌان ٿيندا آهن. تئن ڀنورن روپي
جگياسين جو انيڪ جنمن جي شڀ ڪرمن جي پرتاپ سان ڀاڳ
جاڳي ٿو ۽ اُهي ويراڳ روپي بسنت رت ۾ رشين ۽ يوڳين کي
تياڳي مرتيه روپي ننڊ مان جاڳي ڀڳوان جو ڀڄن ڪندا.
انهيءَ وشيه تي اُپديش ڪري ستگرو مهاراج جن ستسنگ
سماپت ڪيو.

هوليءَ گذرڻ بعد ڀڳت کيئارام ونيه ڪري، ستگرو مهاراج
جن ۽ سنتن پريمين کي پاڻ سان گڏ وٺي هالين ويو. ڪتارن
۽ ڏنڊن سان ڀڄن ڪندا کيئارام جي جاءِ تي پهتا. جنهن به
شهر ۾ ويندا هئا ته بزار مان ڏنڊن ڪتارن تي ڀڄن ڪندا
ويندا هئا. پڇاڙي ۾ گلن جا هار ۽ پرساد کڻي ستگرو مهاراج جن
سان ملڻ آيا. رات جو ستسنگ منڊپ ۾ ستسنگ ڪيائون.

پريم ۽ پرارٿنا جي مهما ورڻن ڪيائون. چيائون ته ڀڳوان، سنت ۽ مهاتمائون سچيءَ دل جي پريم لئي پرسن ٿيندا آهن. سچي پريم جي وس ٿي نراڪار پرماتما ساڪار روپ ڌاري پريمين کي درشن ڏيندو آهي.

چوپائي – پربهو وياپڪ سروتر سمانا،

پريم ٿي هوءِ، پرگهٽ مئن جانا.

ارٿ: پرپورڻ پرماتما پتي پتي ۾، ڊالي ڊالي ۾، ذرو ذرو ۾، مطلب ته هر جڳهه سمايل آهي ۽ پريم جي ڪري پرگهٽ ٿي درشن ڏئي ٿو.

اس پريم سي نراڪار ڀي، ديندا آن دکالي جي
پريم پربهو ڪوکينچ لي آوي، ديندا جدي اُچالي جي
ڏيکي پريت پاڻي سي ڪئسي، جندا ڪيسي نڪالي جي
روپ شمع ڪا ديک پتنگا، جان اپني جالي جي
ڦولون نال محبت ڀونئري، ڦرندا ڊالي ڊالي جي
ديک پريت پپيهي والي، ڏادي عجب نرالي جي
ساگر نديان ڇوڙڪي چاهي، بوند سنواتي والي جي
مور پايل پايا ٺڪي، چڙهي گهٽا جد ڪالي جي
شبد بين ڪا سن ڪي جڏهين، گهر ڇڏ آوي ديالي جي
چڪوا چڪوي پريت ڪارڻ، اُڏهين رات اُتالي جي
پيا چڪور اُڏي ڪا ڪرندا، چڙهين رات دا والي جي
چنڊر درس ذڪ هتم تس مانش،

جس ني پريت نه پالي جي.

مطلب: سچي پريم جي ڪري نراڪار ڀڳوان ساڪار روپ ڌاري اچي ٿو. پر اهو پريم اهڙو هجي، جهڙو سڀيءَ

کي ڄل سان، ڇو جو مڇي ڄل کانسواءِ هڪ پل بہ جيئري رهي نہ سگهندي آهي. جئن پتنگ جوت کي ڏسي جان قربان ڪندو آهي، جئن ڀنورو گلن جي پريت ۾ سوين اٽي گلستان ۾ وڃي، گلن کي ڏسي، سارو سنسار ڀلائي ڇڏيندو آهي؛ جئن پپيهي ني رات ڏينهن، برسات جي بوند جي پياس تيندي آهي، درياهه، ندي ۽ سمندر جو پاڻي زهر سمان ڄاڻي، صرف سواتي بوند پاڻي پيئڻ لاءِ ترڦندو آهي. جئن مور بادلن کي ڏسي، خوش ٿي اچندو آهي؛ جئن ناڳ جوڳيءَ جي مرلي ٻڌي، خوشيءَ مان جهوليندو آهي؛ جئن چڪوي چڪوئي جي پاڻ ۾ اهڙي پريت تيندي آهي، جو ساري رات هڪ ٻئي کي سڏ ڪندي جاڳي گذاريندا آهن؛ جئن چڪور کي چندرما جي پياس تيندي آهي ۽ ڏينهن جو ڇهٽ سان ڪانئين جو ڀڄي ڪري رات جو اُنهن مٿان چڙهي ويهندو آهي ۽ چندرما جي اُپرڻ سان چنب ڏي نهاري، پريم ۾ شرابر پلجي ويندو آهي؛ ۽ جڏهن چنب لهي ويندو آهي، تڏهن چندرما جي وڇوڙي ۾ پنهنجي ڇهٽ زور سان ڪانئين سان گسائي اگني پيدا ڪري، ٻرندڙ اُلا سڪ ۾ کائيندو ويندو آهي، اِنهيءَ لاءِ تہ جلد اُي وڃي چندرما سان ملان ۽ چوندو آهي:

يسمي هوڪي پسيہ ملون- ششي شيوَ کي گات،
يون ويچار آگن کر- ڇهٽ چڪور جو کات.

مطلب: مان جلي خاڪ ٿي، پنهنجي پريتم چندرما سان ملان، جو شنڪر ڀڳوان جي مستڪ ۾ آهي. مهاديو سدائين سڪلاڻي آهي ۽ ڀڀوت لڳائيندو آهي. ڪنهن مهل هتان اچي لنگهي ۽ منهنجي رک کڻي مٿ ڀري، جڏهن پنهنجي مستڪ کي لائي تہ چندرما سان ملي ويندس. چترداس

ڇوي ٿو ته اُنهن منش کي وار وار ڌڪار آهي، جنکي پرماتما جي ملڻ جو پريم ڪونهي ۔ ڀڳوان جي پريم کانسواءِ هيءُ جيو سڃو آهي ۔

جڳن نـدي سڃي نير بنا ۔ ۽ ڳئو سڃي کير بنا ۔
اِستري سڃي چريتر بنا ۔ ڪمان سڃي تير بنا ۔
راجـا سڃو وزيــر بنا ۔ لشڪر سڃو ويــر بنا ۔
شـهـر سڃو فقيـر بنا ۔ ســاڌو سڃو ڌيــر بنا ۔
قبعـو سڃو پـيــر بنا ۔ ۽ ٻچڙو سڃو کير بنا ۔
شرير سڃو ڌمير بنا ۔ تئن هردو سڃو رگهوير بنا ۔

ڀڄن ڀيروي

ٽل ۔ ميري دل ديـوانـي، درشن کـــو پياسي،
بـنـا ديـک ديپـڪ، پتنگ جيون اُداسي ۔
١ ۔ جـيـون وام کـــامي، ڇهـت دام دامي،
اَنـــل ڳـڳـن گـــامي، مڇي نيـــر واسي ۔
٢ ۔ سنـســار بــتـــر کـــر، کري آش ڌر ڌر،
پـئـو ر قـــوُل اوُپـــر، گـئـو بچـڙي چاسي ۔
٣ ۔ جيون ڪتت نـــاري، شستـــر سـوُر ڌاري،
دوا دوک پـيـــاري، چندن اهـ نـــواسي ۔
٤ ۔ چڪوي پـيـوُ ڀاوي، سپي سوانتي ڌاوي،
مـتـتـا هنس ڪـــاوي، جوڳـي جن ايپاسي ۔
٥ ۔ جيون ڌهن کو مورا، پـريـــم چند ڇڪورا،
ٽيون ڌهر کي لـورا، ٽيئون گهـر م آسي ۔

ستنام ساکيءَ جي ڌني لڳائي، ستسنگ سماپت ڪيائون ۔
سنگت ڀاؤ پرساد وٺي گهر ويئي ۔

چند جي ڏينهن، صبح جو پائي کيارام ستگرو مهاراج جن کي جوڙ لکو ته هن داس جي گهر جا سڀ ٻچڙ ٻاڙي پهنچي

هٿن سان غريبن، اناٿن ۽ ودوائن کي ورهائي ڏيو ۽ داس
کي ڪرپا ڪري، نام جو دان ڏيو ته سدائين توهان جي چرن ڪملن
جي شيوا ڪري، پنهنجو جنم سڦلو ڪريان، تنهن تي ستگرو
مهاراج جن ڪيس چيو ته بابا، ڀڳتي ڪرڻ تمام ڪٺن آهي.

ڀڳت ڏهيلي ڳر ڪي - جيئون کانڊي ڪي ڌار،
ڊگ مگ ته سو گر پڙي - نسچل اُترئي پار.

ڀڳوان جي ڀڳتي ڪرڻ معني تلوار جي تيز ڌار مٿان هلڻ. جي
شردا، پريم ۽ پورڻ وشواس رکندو، ته ڀڳوان سان وڃي
ملندو؛ نه ته ڪري انهي جهان کان ويندو. تنهن ڪري
حال نپٽ پيا هجن. باقي توهان کي نام جو اپديش ڏيون ٿا.
پلي اسان سان گڏ هلو. ستگرن جي آگيا پائي، ڀائي ڪيارام
پرساد کٽي، ستگرو مهاراج جن کان گر منتر وٺي شش ٿيو.

ٻئي ڏينهن ڀائي ٽيڪورام، ستگرو مهاراج جن جو ماما،
ستگرو مهاراج جن ۽ ساري منڊليءَ کي ڀيڇرن وٺي ويو.
اتي انڪل ڏهاڪو ڏينهن رهيا. ست ڌرم جو اپديش ڪري،
ڪيترن گهرن کان مڇي ماس، شراب ڇڏائي کين ست ڪرم ۽
ايشور ڀڳتي ۾ لڳايو. ٻوءِ ڀائي ٽيڪورام ۽ سندس سارو پريوار
گر منتر وٺي شش ٿيا. تنهن کانپوءِ ڀائي راڇورام کين ٻنڌ
جي ڳوٺ وٺي ويو. اتي ستسنگ ۾ موج ۾ اچي چوڻ لڳا ته
جنهن هيءَ منش چولو پائي، ڀڳوان جو درشن نه ڪيو آهي،
تنهن ايترو ڏوهه ڪيو آهي، جيترو خولي خون ڪرڻ سان. يعني
اهو ڦاسيءَ جي لائق آهي. اتي هڪ درشٽانت ڏنائون ته هڪ
ڪروڙپتي سيٺ کي هڪ ئي پٽ هو، جنهن سان هن جو گهڻو پيار
هو. هڪ ڏينهن ويچار ڪيائين ته ڪجهه ڌن پٽ لاءِ لڪائي رکان
ته جئن اوکيءَ ويل ڪم اچيس. اهو ويچار ڪري، هڪ
هيرو لک روپين ۾ خريد ڪري آيو. هيرو سون جي ڊٻليءَ

۾ وجهي، دٻلي چانديءَ جي گهاگهر ۾ وڌائين. پنهنجي
مڪان جي اوپر ڪنڌ ۾ ايڪائي فوٽ زمين کوٽي، اُن ۾
گهاگهر پوريائين. پٽ کي ڪين ٻڌايائين، پر هڪ بنديءَ ۾
لکي ڇڏيائين ته پٽ توکي جڏهن ڌن جي ضرورت پوي،
تڏهن مڪان جي اوپر واري ڪنڌ ۾ ايڪائي فوٽ زمين کوٽڻ
سان هڪ چانديءَ جي گهاگهر هٿ ايندي. انهيءَ ۾ سوني
دٻلي پيئي آتيئي جنهن ۾ هڪ لک روپين وارو هڪ هيرو
پيو آتيئي. هيرو مٿائي پنهنجي ڪرت ڪار ۽ وهنوار
ڪجانءِ. ويهن-پنجويهن سالن کانپوءِ سيٺ ديولوڪ پڌاريو.
مايا به پنتي وڃڻ لڳي. ڇهن-پنجن سالن ۾ سڀ مايا
موڪلائي ويئي. سيٺ جو پٽ جيڪو ڌندو وهنوار ڪري،
تنهن مان گهاٽو ئي گهاٽو پويس. روپيه ڏهه-ويهه هزار قرض
به چڙهي ويس. آخر اهڙو اچي حال بڻيس جو مزوري ڪري،
ته به ڏينهن ڪاٽي ته رات ڪونه ڪاٽي. لهڻيدارن به ڏاڍو
تنگ ڪيس. ڏاڍو اچي دکي ٿيو. هڪ ڏينهن ويچار
ڪيائين ته منهنجو پتا ڪروڙپتي هو؛ سو بنديون کولي ڏسان
ته متان ڪنهن ڏي رقم رهيل هجي ته اُها وٺي اچان. سو
بنديون کولي پڙهڻ لڳو. ٽن ڏينهن کانپوءِ، اُها وڏي بندي
کولي پڙهڻ لڳو، ڏٺائين ته هڪڙي بني تي لکيو پيو
آهي ته، هي پتر، توکي ڌن جي ضرورت پوي ته پنهنجي
مڪان جي اوپر واري ڪنڌ ۾ ايڪائي فوٽ زمين کوٽڻ سان
چانديءَ جي گهاگهر نڪرندي. گهاگهر ۾ هڪ سونيءَ دٻليءَ
۾ هڪ لک روپين جو هڪ هيرو پيل آتيئي. اُهو ڪڍي،
پنهنجو وهنوار ڪجانءِ. اهو پڙهڻ سان، جڻ مڙدي ۾ اچي
پران پون، يا جڻ ڪنهنجو پيارو پتر گهڻن سالن کانپوءِ اچي
ملي ۽ هوُ خوش ٿئي، تهڙيءَ طرح هن کي به خوشي ٿي.
مڪان جي ڪنڌ کوٽي، چانديءَ جي گهاگهر مان سون جي

د ٻلي ڪيڏي ڪولي ڏسي تہ برابر هيرو پيو آهي. سو هيرو ڪڍي
مالا کي ڏيکاري ساري حقيقت ٻڌايائين. چيائين تہ پنهنجي
شهر ۾ اهڙو ڪو شاهوڪار ڪونهي، جو هي ۽ لک روپين
هيرو مٽي ڏي. تنهن ڪري مالا ڇا ڪرڻ گهرجي؟

مالا خوش ٿي چوڻ لڳس تہ پٽ، هتان ويهن - پنجويه
ميلن تي هڪ رياست جو راجا آڌمي، جو تنهنجي پتا جو
گهرو متر آڌمي. هن وقت اهو هيرو ڪڍي وڃ ۽ متائي پئسا
وٺي اچ. ڇوڪرو هيرو ڪڍي روانو ٿيو. شهر ۾ اچي، پڇائي
راجا جي محلات ۾ آيو. ڏسي تہ راڄ سڀا لڳي پئي آهي. هڪ
ڪنڊ ۾ ويهي رهيو. ڪلاڪ ڪن ڪانپوءِ سڀا سماپت ٿي. راجا
وزير کي چيو تہ اهو غريب ڪير ويٺو آهي؟ ڇوڪرو پرڻام
ڪري چوڻ لڳو تہ، هي راجن، پتا جي پرلوڪ پڌارڻ کان
پوءِ، مايا بہ موڪلائي ويئي. هي هڪ لک روپين جو هيرو
پتا جو رکيل مونکي هٿ آيو آهي، سو متائڻ لاءِ توهان وٽ
ڪٽي آيو آهيان. ايترو چئي، هيرو ڪڍي، راجا کي هٿ
۾ ڏنائين. راجا وزير کي چيو تہ پنهنجي شهر ۾ جيڪو وڏو
صراف آهي، تنهن کي وٺي اچ تہ هيري جو ملهہ ڪٿائي
هن ڇوڪر کي پئسا ڏيون. وزير وڃي صرف کي چيو تہ
توهان ۾ راجا جو بلڪل ضروري ڪم آهي. سو جلدي هلو.
صراف چيس تہ مون وٽ ڪي پري کان مهمان آيل آهن،
انهن جي بندوبست ۾ لڳل آهيان. مونکي ٻڌايو تہ ڪهڙو
ضروزي ڪم آهي. وزير چيس تہ هڪ سيٺ جو پٽ هڪ
هيرو ڪٽي آيو آهي، جنهن جو ملهہ توهان کان ڪٿائڻو آهي.
صراف چيو تہ وزير صاحب هيرو توهان بہ ڏٺو هوندو- سو
ڪهڙي ۽ جا سڀ نشان ۽ بيهڪ مونکي ٻڌايو. وزير کيس سڀ
ڪجهہ ٻڌايو. صراف چيو وزير صاحب، اهو هيرو نوي هزار

روپيا لهي. پلي وٺوس. انهن پيسن ۾ نه توهان کي ڪس آهي ۽ نه هنکي.

وزير اچي راجا سان ڳالهه ڪئي. راجا چيو ته پاڻ کي هيرو هٿ ۾ آهي، تنهن ۾ خبر نٿي پوي. پر هن صراف هيرو ڏٺو ته ڪوڙهي، سو گهر وڃي هيري جي پرک ڪري، ڪيترو ملهه ٻڌائي؟ تنهن ڪري توڻ وڃي پاڻ سان وٺي اچينس. وزير صراف کي وٺي آيو. صراف راجا کي نمسڪار ڪري چوڻ لڳو ته، هي پرٿوي ناٿ، اِنهيءَ هيري جو ملهه مون توهان کي ڪٿي موڪليو ته اهو هيرو نوي هزار روپين جو آهي. هڪ پائي به وڌيڪ نه لهي.

تنهن تي راجا صراف کي هيرو ڏيئي چيو ته منهنجو مٽر ستيوادي هو. هو لک روپيا لکي ويو آهي، سو توهان نوي هزار ڪيئن ٿا چئو؟ وري جاچي ڏسو. صراف هيرو ڏسي چيو ته نوي هزارن کان وڌيڪ ڪونه لهي. توهان کي جي هيري جي پرک ڪرڻي هجي ته هڪ چانديءَ جي ٿالهيءَ ۾ ڏهه لعلڙيون گهرايو. راجا هڪدم چانديءَ جي ٿالهي ۽ لعلڙيون گهرائي صراف کي ڏنيون. صراف هيرو چانديءَ جي ٿالهيءَ ۾ رکي، چوڌاري لعلڙيون رکيون، ته انهن جو پاڇو وڃي هيري ۾ پيو. تنهن کانپوءِ راجا کي چيائين ته، حضور، هاڻي چوڌاري ڏسو ته هيري ۾ لعلڙين جو پاڇو هڪ جهڙو آهي يا گهٽ وڌ. راجا ڏسي چيو ته اعلانيي ته هڪ جهڙي ٿي ڏسڻ ۾ اچي. صراف چيو ته، هي راجن، وري جاچي ڏسو. راجا وري به جاچي، جاچي ڏسي چوڻ لڳو ته هن هڪ پاسي کان هيري ۾ هڪ لعلڙيءَ جي ڌمڪ ٿوري گهٽ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. صراف چيو ته هيرو برابر لک روپين جو هو، پر ٢٥-٣٠ سال زمين ۾ پيو رهڻ تو ڏسجي، جنهن ڪري

ٽورو پاڻي چڙهي ويو آهي. تنهن ڪري، ڏهه هزار روپيه
موتي گهٽ ڪٿيا آهن. ائترو ٻڌي، راجا ڏاڍو خوش ٿيو
گلن جو هار صراف کي پائي چوڻ لڳو ته، هي صراف،
تنهنجي ٻڌي ڏن، ڏن آهي، جو پرک ڪئي اٿيئي. مان
توکي ڏاڍو خوش ٿيو آهيان. توکي انعام ڏيڻ چاهيان ٿو.
جيڪي گهرين، سو توکي ڏيان. صراف چيو موکي ٻيو
ڪجهه ڪونه گهرجي. صرف توهان جي آسيس ۽ دعا گهرجي.
راجا وري به چيس ته صراف، ڪجهه گهر. صراف وري به
ناڪار ڪئي. تنهن تي راجا وزير کي چيو ته تون ٻڌاءِ ته
هنکي ڪهڙو انعام ڏيون. منتري ستسنگي ۽ گياندوان هو.
تنهن چيو ته هي راجن، مان چوان ۽ توهان نه ڏيو ته. توهان
مالڪ هيو. جيڪي وڻيو سو ڏيوس.

تنهن تي راجا چيو ته هي منتري، منهنجو وچن آهي،
جي توهان ڪٿي چئو ته هنکي سڄو راڄ ڏي، ته مان راڄ
ڏيڻ لاءِ به تيار آهيان. باقي توهان سنڪوچ جو ڇا ڪريو.
جيڪي چئو، سو ڏيوانس. وزير چيو ته چڱو، هن صراف
کي جلد ئي ڦاسي ڏيو. راجا ٻڌي، وزير کي چيو ته اڄ تو
ڀنگ يا شراب ته ڪونه پيتو آهي؟ مغز ته جاءِ اٿيئي؟ هي
ڇا پيو چوين؟ صراف ته انعام جي لائق آهي! تنهن کي
ڦاسي ڇو ڏيون؟ وزير چيو ته صراف سچ پچ ڦاسيءَ جي
لائق آهي. پرماتما اهڙي تيز ٻڌي ڏني اٿس، سا پٿرن
جي پرک واسطي ڪانه ڏني اٿس. پر پنهنجي آتمڪ هيري
جي سڃاڻڻ لاءِ ڏني اٿس. پر صراف اڃا تائين پنهنجي
آتم روپي هيري جي پرک ڪانه ڪئي آهي. انهيءَ ڪري
هو ڦاسيءَ جي لائق آهي. راجا چپ ٿي ويو. صراف کي
اچي وئراڳ لڳو ۽ چيائين توهان منهنجا گرو آهيو. مان برابر

ڦاسيءَ جي لائق آهيان. پر هاڻي اُنهيءَ آتم رُوپي هيري
کي ضرور سڃاڻندس. ڪرپا ڪري، هيري کي سڃاڻڻ جو
رستو ٻڌايو. اڄ ڪاپوءَ مونکي اهو ڪم ڪرڻو آهي. تنهن
ڪاپوءَ، صراف وزير کان گرمنتر وٺي اُتراکنڊ ڏانهن هليو
ويو. راجا ڇوڪري کي لوي هزار روپيه ڏيئي روانو ڪيو.

اِهو دِرشٽانت ٻڌائي، ستگرو مهاراج جن چيو ته پرماتما
هن منش چولي ۾ سيني جيون کان وڌيڪ اُتم ٻڌي، آتما
رُوپي هيري جي پرکڻ لاءِ رکي آهي. سو جنهن پرماتما جو
درشن نه ڪيو آهي، سو ڦاسيءَ جي لائق آهي.

تنهن بعد ستنام ساکيءَ جي ڌنيءَ سان ستسنگ سماپت
ٿيو. پوءِ چيائون ته جيڪي به ٻاهر جا مهمان، مسافر هجن،
سي ڀنڊاري مان روٽي کائين. ستسنگ جي سماپتيءَ
بعد سدائين سادن مسافرن لاءِ چوندا هئا. سندن پنگت ۾
... ني سو مهمان، مسافر کائيندا هئا.

ستگرو مهاراج جن ٻند جي ڳوٺ ۾ ١٠-١٢ ڏينهن رهي،
... ست ڪرم جو پرچار ڪيائون. ڀائي راڇو رام ۽
... پريمي، ستگرو مهاراج جن کان گرمنتر وٺي شش
... ٿيو، ڀائي ناڪورام ساري منڊليءَ سميت
... جن کي جتن جي ڳوٺ وٺي ويو، جتي پنڇاس
... ستگرو مهاراج جن جو ڏاڍو آدرستڪار ڪيو.
... ستسنگ ٿيو. چيائون ته هن منش کي وڏيڪ شڪتي
... ، چوله وڏيڪ ۾ ئي سک آهي.

ست ... ٻندکان - نا سک پيوُپ پيان،
ست ... درشٽ دي - نا سک چنڊ گيان،
ست ... وشيه پر - نس دن يوگ رهيا،
... بچار بچ - سنتان شرن پيان.

مطلب: نہ گھڻي پڙھڻ ۾ سک آھي ۽ نکي گھڻي ڌن، دولت، اڊمبر ۾. نڪو سک گرھست ۾ ئي آھي. پر جيڪو سنسار کي تياڳي، ورڪت ٿي پھاڙ جي ڪندرا ۾ وھي ٿو، سو بہ سکي ڪونہ آھي. وشيہ ڀوڳي، رات ڏينھن ڀوڳيندو رھي تہ بہ سک ڪونہ ملندس. تلسي مھراج فرمائين ٿا تہ سچو سک وچار ۾ آھي ۽ سو وچار مھاتمائن جي سنگ ڪانسواءِ پراپت نٿو ٿئي.

ديپڪ تيل بنا نہ جلي –
اور جلي نہ ڪوءِ پتنگ بنا،
جل پان اِشنان ڪھين ڪرلو –
پر پاپ نہ اُترس گنگ بنا،
سڀ جيوسي جيوماي ھنت سون –
پر سائن ملي نھين جنگ بنا،
لاکو يتن ڪرو جڳ ۾ –
پر گيان نہ ھو ستسنگ بنا.

مطلب: تيل ڪانسواءِ ڏيئو ڪين ٻرندو، جي ٻاربو تہ وسامي ويندو. پتنگ ڪانسواءِ ٻيو ڪير بہ خوشيءَ سان ڪونہ جلندو، پتنگ ئي خوشيءَ سان جلندو. ڪيترن ئي نالن تان وڃي اِشنان ڪريو پر پاپ گنگا جي اِشنان ڪانسواءِ ڪين لھندا. پاپن جي دور ڪرڻ واسطي گنگا جو اِشنان ئي آھي. سڀ جيو پاڻ ۾ ئي ڏکيا سکيا ملي ويندا پر بہ ڪتا پاڻ ۾ ڪونہ ملي سگھندا. ٿنن ڪيترا بہ سادن، يتن ورڪ لاءِ ڪجن پر سار اَسار جو وچار ستسنگ بنا ڪين ٿيندو. جيسين ست اَست کي ڄڻن جو ٿنن نہ جاتو ويو آھي، تيسين موھ دور نہ ٿيندو. اِھا ورڪ شڪتي ڏھن ورھين جي اوستا کان وٺي چاليھن

جوڙي، سوامي آسورام صاحب جن کي چيو ته هي ٻر ٻو جيڪي ماڻهو مري ٿا وڃن، سي وري ساڳيا جنم وٺي ٿا اچن يا نوان نوان؟ سوامي آسورام صاحب جن مشڪي چيو اٻا، اڄ ڳالهه نه ڏاڍي سٺي پڇي اٿيئي، هاڻي ڌيان ڏئي ٻڌ:

جيڪي منش مري وڃن ٿا سي ساڳيا اچن وڃن پيا ۽ ساڳين رستن کان. جيڪي منش پاپ ڪن ٿا سي چوراسيءَ جون اننت جوٽيون ڀوڳي، گهٽي وقت کانپوءِ منش ٿي اچن ٿا. جيڪي ڌرماتما ست پرش نشڪام شڀ ڪرم ڪري مري وڃن ٿا، سي سرڳ لوڪ ۾ وڃي ديوتائون ٿين ٿا. ديوتائون ٿي گهڻو وقت ڀوڳ ڀوڳي وري منش ٿي اچن ٿا. جيڪي نشڪام شڀ ڪرم ڪن ٿا سي پرلوڪ ۾ وڃي وري وڏن سيٺين شاهوڪارن جي گهرن ۾ جنم وٺي، موٽي منش ٿي اچن ٿا. جيڪي منش سرگڻ ڀڳتيءَ وارا آهن، سي جنهن جنهن ديوتا جي اُپاسنا ڪن ٿا اُنهيءَ ديوتا جي لوڪ ۾ وڃي، ڪجهه وقت رهي منش ٿي اچن ٿا. نرگڻ اُپاسنا وارا نشڪامي منش برهم لوڪ ۾ وڃي من اڇت ڀوڳ ڀوڳي وري رشين منين يوگين ۽ ڀڳتن جي گهرن ۾ جنم وٺي اچن ٿا. باقي صرف برهم گياني، برهم ۾ لين ٿي وڃن ٿا ۽ وري واپس ڪونه ايندا آهن. اُنهيءَ ڪري ڀڳوان سرشٽي هڪ ڦيري ٿي ناهي ڇڏي آهي. سيئي پيا ڦرن گهرن.

سڄ لٿي آستان تي ستسنگ شروع ڪيائون. ڀهرين ڀين ستسنگ شروع ڪيو. بعد ۾ ستگرو مهاراج جن ستگور مهما تي اُپديش ڪيو. چيائون ته ستگرو وڏي ڪرپا ڪري جگياسوءَ کي اُئين پالين ٿا، جئن ماتا پتا پنهنجي ٻچي کي پاليندا آهن. ڀهرين ماتا پنهنجي ٻچي جا سڀ انگ ٻڌڻ سان ٻڌي سدا ڪندي آهي. تنهن کانپوءِ ڪيس ٻالهن کان ٿي ٻيهڻ سيکاريندي آهي ۽ پوءِ پنڌ ڪرڻ سيکاريندي

آن ڪاليوءَ رالد آهي. تنهن ڪاليوءَ ڳالهائڻ سيکاريندي آهي. ڍڍهن ڪيس ڪارائڻ سيکاريندي آهي. جڏهن وڏو ٿيندو آهي تڏهن ڪيس ڪارائڻ سيکاريندي آهي ۽ پوءِ ڌرميءَ وديا سيکاري راڄ وديا پاڙهيندي آهي. راڄ وديا پڙهائي وڏي درجي تي رسائيندي آهي. پوءِ انهو اولاد پاڻ به سگهي ٿي، پين کي سداري سگهي ڪندو آهي.

تهڙيءَ طرح ستگرو جگياسوءَ جا پير ستسنگ ۽ تيرٿ ياترا ڏالهن هلائين ٿا. هٿن سان دان پنڇ، شيوا، هٿ جوڙڻ ۽ لمرتا ياو سيکارين ٿا. ڪنن کي ست وارتا ۾ لڳائين ٿا. اکين سان گرن ۽ سنتن، ديوتائن جو درشن ڪرائين ٿا. لاسڪا سان نرگڻ منتر جو جاپ جپائين ٿا. رسنا سان رام لام جپائي سچ ۽ منو بولڻ سيکارين ٿا. شپ گڻن سان سينگاري ڪيس آتم برهم وديا پڙهائي، وڏي درجي تي پهچائي پوجنيه يوگيه بڻائين ٿا. جگياسو پوءِ آتم سک کي پائي جيون مڪت ٿي جيون جو اُدار ڪري ٿو.

سوَيو- جيون لٽ پرنگ ڪري اپني سم
نانسون پن کهي نهين ڪوئي
جيون درم اور انيڪ پيانت س
چندن کي ڊگ چندن هوئي
جيون بيءَ چڊ رهي جب گنگم
اهي پويتر وهي جل سوئي
سندر ذات سياڻ متي سب
ساڌو کي سنگ پي ساڌو هي هوئي.

ارٿ: جئن گهريتڙي پنهنجو ٻچو ڪونه ڇڏيندي آهي پر جهنگل مان ڪيئو ن ڪٽي اچي، پنهنجي مٽيءَ جي گهر

رکندي آهي. ٻيو سوراخ مان ڪئين ڏي نهاري ڪجھ وقت پوڻ پورڻ جو شبد ٻڌائي سوراخ مٿي سان بند ڪري ڇڏيندي آهي. ڪجھ ڏينهن کانپوءِ سوراخ کوليندي آهي ۽ ڪئيون گھرڙيءَ تي پولدو آهي ۽ ٻاهر نڪري اڏامي آڪاس منڊل جو سير ڪندو آهي. تهڙيءَ طرح ستگرو جگياسوءَ کي جو هن سنسار روپي جهنگل ۾ وشين روپي پوڻن ۾ ڦاٿو پيو آهي، پيار ۽ پريم سان ڪٽي ايڪانت روپي گھر ۾ وهاري ۽ موڙيءَ جو سادن ڪرائي، اوم جو شبد سڻائي، ڪجھ وقت ايڪانت روپي گھر ۾ بند ڪندا. لڏهن اُنهيءَ جگياسوءَ کي وويڪ ۽ وئراڳ روپي پکه ڏيندا. جگياسو پوءِ مهاتما گروءَ جو روپ تي ايڪانت کان ٻاهر نڪري، جيون مڪت تي سنسار جو سير ڪري ٿو. جئن چندن جي سڳند سان ويجها وڻ چندن تي پون ٿا، تئن جيڪي جگياسو پريم ۽ شرڌا رکي سنتن ستگرن جي چرن ڪملن جي ويجهو رهندا، سي سنتن ۽ ستگروءَ جو روپ ٿي وڃن ٿا. جئن هردوار شهر جون گنديون ناليون ۽ نالا، گنگا سان ملي گنگا روپ تي وڃن ٿا، تئن هيءَ منش ڪيترو به ڇونه چور، جواري ۽ پاپي گندو هجي، تہ به سنتن جي سنگ ۾ پوتر ۽ پوڄڻيه يوگيه تي پوي ٿو. سندر مهاراج جن چون ٿا تہ اهڙي منش جي ذات، سياه، سڀ سنتن، ستگرن جي سنگ سان مٽجي وڃن ٿا. اهو منش پاڻ ستگرو تي پوي ٿو.

## راڳ ڪنيات

ٿل - پيو ورو گر پريما ڀڳتيءَ جو - پيري پيالو پياري ٿو،
ڏيئي سچ گيان آتم جو - پرم سنسا نواري ٿو.

ا- جيئن ڌوٻي لٽا ڌوئي - ڪرم شيپ پاپ ڪي ڌوئي،
ڪري پارس ڪندن لوهي - تيئن ستگر سينگاري ٿو.

٢- جيئن ماتا ٻچا پاري - ڪيئين ڪي پرڳ تو ٺاري،
جوهاري پرک ڏيکاري - ارٿ ٽئين گر سيکاري تو.
٣- دوا جئن درد کي لاهي - پون تو مينگهه کي ڦاهي،
گرو ٽئين گيان سمجهائي - ڪندو جم جو نواري تو.
٤- سچي گر جي سندر چالي - ڏئي گر گيان جي مالي،
کهي **ٽيئون** ڪٽي جالي - مٽل دل کي جياري تو.

اُهي وشٽ ٻڌي اُپديش ڪري چيائون ته ستگرن جي جيتري مهما ڪجي اوتري ٿوري آهي. آخر ستنام ساکيءَ جي ڌنيءَ سان ستسنگ سماپت ٿيو، سنگت ڀاو پرساد وٺي گهر ويئي.

ٻئي ڏينهن پراڻن هالن ۾ رهي، سوامي آسورام صاحب جن کان موڪلائي روانا ٿيا. نوان هالا لنگهي اڌا ميل ڪن پنڌ جو مس ڪيائون ته ستگرو مهاراج جن رستي ۾ ويهي رهيا. ڀڳت منشي ڪانڀوءَ گوال لعل جن کانئن پڇيو ته هتي ويهي رهيا آهيو؟ چيائون ته اڄ اسان کي شاهه جي پٽ ۾ ڀڳت شيوڪرام، گيالي ٻائي ۽ ايشوري ٻائي ياد ڪري رهيون آهن. سو هلو ته پٽ تان ٿيندا هلون. ايترو چئي جهنگل مان اڌ ميل ڦيرو کائي شاهه جي پٽ جو رستو ورتائون.

وات تي رهاڻ ڪندا شاهه جي پٽ تي اچي پهتا. ڀڳت شيوڪرام، ماتا گيالي ٻائي ۽ ماتا ايشوري ٻائي مهاراج جن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا. چيائون ته سائين، اڄ صبح جو لنب مان اٿي، توهان کي تمام گهڻو ياد ڪري چيوسون ته ستگرو مهاراج جن چئي ويا هئا ته جڏهن اسان کي دل سان ياد ڪندا، تڏهن پاڻهي توهان وٽ ايندا سون. اڄ اسان کي پڪ هئي ته اوهان اسان وٽ ايندا. ٻانهيءَ ڪري سيون ٻه رڌي رکيون سون ته اچي کائين. سو هاڻي اشنان ڪري ٻنهجون

سيون ڪاٺو. سوامي جن چيو تہ آبا، هالن مان سنڌو ڪنڊوءِ ج
رستو ونبي تي وڃاسون. ميل ڪن پنڌ ڪيوسون تہ توهان جي
ڇڪ تي. تنهنڪري خيال ڪيوسون تہ پٽ تان تيندا وڃون.
اِهو خيال ڪري هتي آيا آهيون. پوءِ اِشنان ڪري، سيني
سيون ۽ ڪپڙيون ڪاڏيون. ماتا گياني ٻائي ۽ ماتا ايشوري ٻائي
ستگرو مهاراج جن کان نام جو اُپديش ورتو.

شام جو مکي لنورام جي گهران جڏهن ٻچن ڳائيندا ڀڳت
روبي رام جي گهر وٽان لنگهيا تہ روبو ڀڳت بہ اچي ستگرو
مهاراج جن سان شامل ٿيو. سيٺي جل پان ڪري اچي ستسنگ
۾ ويٺا. ڀڳت چيتارام، ڪرشنداس ۽ مهراج ليکراج جڏهن
ستسنگ ڪري بس ڪيو تہ ڀڳت روُبي جو پٽ پاٺي ڪيمون
ستسنگ ۾ اچي ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳو تہ هي
پڙپوٽو، ٻاٻي کي سمجهايو. اسان چيس تہ گانءِ ڏهي اچ. گانءِ
کي ڀنگ وجهي، پاءُ کن کير جو ڏهي، چولڙي اُٿي رکي
گانءِ ڀنگيل ئي ڇڏي پاڻ اچي ستسنگ ۾ ويٺو آهي.

ستگرو مهاراج جن روبي ڀڳت کي چيو تہ ڀڳت صاحب
اوهانجو ڇوڪرو چوڻو تہ ٻابا گانءِ ڀنگيل اڌ ۾ ئي ڇڏي
آيو آهي.

روبي ڀڳت چيو تہ سائين، هن سنسار ۾ سيٺي ڀنگيل
ڳايون اڌ ۾ ئي ڇڏي هليا ويندا. ڪوبہ ڏهي، ڪم پورو
ڪري ڪونہ ويندو. سنسار جا ڪم اڌ ۾ ئي رهجي ويندا.
توهان ٻچن ڪندا اسان جي گهر وٽان اچي لنگهيا. توهان جو
ٻچن ٻڌي برابر مان ڀنگيل گانءِ اڌ ۾ ئي ڇڏي توهان سان
هليو آيس. تنهن ۾ مون ڪهڙي غلطي ڪئي؟ اِهو ٻڌي
ستگرو مهاراج جن روبي ڀڳت جي پٽ کي چوڻ لڳا تہ ٻابا
پٺهي جيڪا ڳالهہ ڪئي آهي، سا بلڪل ٺيڪ آهي. سيٺي

جيو ڪم اُڏ پر ئي پئي لڳيل ڇڏي ويندا . ڪير به پورو ڪري ڪونه سگهندو . جنهن کي پورو ڪرڻو هجي ، سو ڀرين پرمارٿ جو ڪم پورو ڪري نه وهنوار جا ڪم پاڻهي پورا ٿي ويندا . تنهنڪري سڀني منش کي ڀرپائين پرمارٿ جو ڪم پورو ڪرڻ گهرجي . هي ئ منش چولو خاص پڇن واسطي مليو آهي . پنهنجا ناهيل ڪيترا پڇن اُرٿ سهت پڌائي رات جو ستسنگ سماپت ڪري چيائون نه سياڻي صبح جو اسان ڪنڌ وه روانا ٿيندا سون . چت نام ۽ پريم پڳتي پر سدائين وڌائيندا رهندا . تنهن کانپوء ساري سنگت پاو پرساد وٺي پنهنجي گهر ويئي ۽ ستگرو مهاراج جن پوڄن ڪري آرامي ٿيا .

صبح جو وڃڻ جي تياري ڪرڻ لڳا ته شهر جا ڪيترا پريمي به اچي نڪتا . ڪرشنداس روئي ڪٽي آيو ، همٿ جوڙي چيائين ته هي پريو ، ٽڪري ڪائي وڃو . مهاراج جن چيو تسا آيا ، هيئنر ڪپ ڪوٺهي ۽ دير به ٿئيٿي . تنهنڪري ڪنيون ٿا وڃون ۽ واٽ تي کائيندا سون . سڀني کي آشيرواد ڪري ، آلمانند ، ڪيٺارام ، پسائي منگهن رام ۽ پيا ڪيترا ڪنڌ وه جا ستسنگي روانا ٿيا .

اَڌ پنڌ ڪيائون نه رستي تي آلمانند ڇوڻ لڳو ته سائين شاه جي پٽ تي پارهين مهيني وارو ميلو هوندو . اُتان ٿيندا هلون .

ستگرن فرمايو ته پلي هلو . اتين ڇڻي ، شاه جي پٽ تي آيا ، جتي سڀئي مسلمان ۽ هندو ڪين ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا . رمضان فقير ، مهاراج جن کي پيرن پئي ڇوڻ لڳو تہ سائين ، ڏاڍي سٺي موقع تي آيا آهيو . هاڻي اسان کي ڪجهه رهاڻ پڌايو . ستگرن چيو ته ڀرين فقير ۽ اوهان ڪجهه پڌايو پوءِ اسان پڌائيندا سون . رمضان فقير مهاراج جن ۽ پين کي وٺي

ڦلهي لڳي ويهاريو. تنهن کانپوءِ فقير آدم شاهه، محمد فقير سپڻ شاهه جي فقيرن ۽ رمضان فقير راڳ ڇيو. سڀڪو بڌي، ڏاڍو خوش ٿيا. پوءِ رمضان فقير ڇيو ته سائين هاڻي توهان چار ڇڻ بڌايو. ستگرن پڇڻ شروع ڪيو. وهدالت جي پورڪرا هلائي هيٺيون پڇڻ چيائون.

## راڳ آسا

راهه ـ ڏسان ساڪي سڀ ۾ـ سچو مان نوُر نوُراني،
ڪيان تنهن جي مٿان پنهنجو سر شاهه قرباني.
۱ـ پاڻي مان پاڻ ۾ جهالي ـ ڏئو روشن ڏيهاڻ راڻي،
ڪيم هڪ پاڻ آشپالي ـ جدا سو ناهي دم جالي.
۲ـ مڌجهان لاسوُت جي لڪري ـ ملڪ ملڪوُت ماڻيومون،
جلائي جوش جبروتي ـ ڪيو مون نفس کي فالي.
۳ـ لڳن لاهوُت سان لائي ـ برهه جي باهه پڙڪائي،
پتنگ جيئن پاڻ پچوائي ـ سچائيم شاهه سلطاني.
۴ـ ڪر جوڙي ڪهي **ٽيڻون** لڳي حيرت پسي هاهو،
ڏسي ييرنگ بقا ياهوت ـ ماڻيم بني ڇون بسرقساني.

ڌاڦيرج: طالب جگيياسوُ چوي ٿو ته مان سڀ ۾ پنهنجو خدا، پرميشور ڏسان ٿو. هيءَ ساري جان پرماتما خدا جي حسن تان قربان ڪريان. پاڻ ۾ جهاتي پائي انهيءَ شد آتما کي ڏٺو سين ۽ انهيءَ پريم عشق ظاهر ڪيو ته اهو پرماتما ڏٺي اسان کان جدا ڪونهي. هيءَ ست منزلون يعني پومڪائون جگيياسوُءَ يعني طالب کي طيءِ ڪرڻيون آهن.
(۱) ناسوُت (۲) ملڪوُت (۳) جبروُت (۴) لاهوُت (۵) هاهوُت
(۶) باهوُت (۷) بي ڇوُن.
(۱) ناسوت معنيٰ شيءِ اچا (۲) ملڪوُت معنيٰ س ويچارڻي (۳) جبروُت معنيٰ ٽن مانسا (۴) لاهوُت

---

معنيٰ سَتوا پت (٥) هاهوُت معنيٰ اَسن سڪتي.
(٦) باهوُت معنيٰ پدارٿ اَپاوني (٧) ٻي چوُن
معنيٰ تُريا.

(١) ناسوت معنيٰ سنسار کي ناس جاڻي، جگياسوُ ساري سنسار جون وشيون، ڀوڳ، خواهشون، اڇائون تياڳي، هڪ پرماتما ڏٺيءَ جي ملڻ جي اِڇا ڪري.

(٢) ملڪوت معنيٰ اَپوُ، ويڪ جي ديس ۾ پهچي، ويچار ڪري ته مان ڪير آهيان، ڀڳوان، ڌڻي ڪهڙي شيءِ آهي.

(٣) جبروت جي منزل ۾ يعني تنوماتنا ۾، من، نفس کي روڪي پنهنجي شڌ سروپ ۾ وار، وار لڳائي پنهنجي آتما ۾ اِستٿت ڪري.

(٤) لاهوت معنيٰ سَتوا پتي يعني پاڻ کي اَئين جاڻي ته مان ڀڳوان، خدا آهيان. هيءَ سارو جڳتر مون پيدا ڪيو آهي. جئن سمنڊ ۾ لهرون، ترنگ، حباب، بدبدا پيدا ٿين ٿا، تئن مون برهم روُپي ساگر ۾ هيءَ چوراسي لک جوُڻيون، سڀ لهروُن آهن. اهڙي وليءَ ۾ جگياسو طالب کي، عشق جا اَڌما اچن ٿا، جنهن ۾ جيو ڀٽو جلي وڃي ٿو. جو 'مان' آهيان، سو 'تون' آهين ۽ ڪا به جدائي ڪانهي.

(٥) هاهوت يعني جڏهن جگياسو اَسن شڪتيءَ جي منزل تي پهچي ٿو، تڏهن سندس سرير جو اَنانم اَيمان نڪري وڃي ٿو، پاڻ کي هن سرير کان جدا جاڻي ٿو ۽ اهو پوُرن نشچو ڪريٿو ته مان سرير نه آهيان.

(٦) باهوت يعني پدارٿ اَپاوني. جا ٻڌي ساري سنسار جي پدارٿن کي ستسمجهي رهي هئي، سا سڀني

پدارٿن سميت ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿي اچي. اِنهيءَ منزل
تي پهچي، ڇڪياسون.

(٧) ٻي چوٿون يعني لُربا جي منزل تي اچي ٿو، جتي
نہ "مان" آهيان، نہ "تون" آهين. يعني واڻي ملي ٿي
سگهي، يعني لرباڻ، اڀياسي پد ۾ لين ٿي وڃي ٿو،
۽ ورتي سنساري موهہ جي چڪر ۾ نٿو اچي.

اِهو پڌائي پڇن ڳائي ٻس ڪيائون تہ، محمد فقير جيو
نہ سائين، اڄ تہ طالبن جي واسطي، سڄي قرآن جو مطلب
هڪ ڪلام ۾ ٿي پڌايو آئوہ جو پڌي اسين ڏاڍو خوش ٿيا
آهيون. تنهن لي ستگرو مهاراج جن چيو تہ اسان بہ اوچتو
اچي اوهان فقيرن جو ديدار ڪري، رهاڻ پڌي، خوش
ٿيا آهيون.

ستگرو مهاراج جن اشنان ڪري، آٻن جي وڻ هيٺان
اچي ويٺا ۽ جيڪا روٽي پت شاهہ تان آندي هئائون، سا ٿي
کائي، آرام ڪري ٥ بجي شام جو ڪنڊيءَ روانا ٿيا.

ستگر ڪنڊا ٧ بجي سج لٿي پنهنجي آستان تي اچي،
ماتا ڪرشنا کي پيرن پئي مليا. ٻيا ستسنگي ۽ پريمي پڻ
ستگرو مهاراج جن سان ملي خوش ٿيا. تنهن کانپوءِ ستسنگ
شروع ٿيو جنهن ۾ اُپديش ڪيائون تہ هن مٺش ڏکي سارو
سنسار ڌرمشالا ڪري ڄاڻڻ گهرجي، جتي ڪي پيا اچن تہ
ڪي پيا وڃن. ڪي ڪٿيو پيا وڃن، تہ ڪي هارائو پيا وڃن،
ڪٿيو آهي وڃن تا جيڪي پاڻ کي سڃاڻي سيني ۾ ڀڳوان
ڄاڻي، ڪنهن جي بہ دل نہ ونهائي چڱا ڪرڪن ٿا.

**درشتانت**: هڪڙي ڪروڙپتي سيٺ کي چار پٽ هئا.
پڇاڙيءَ جي وقت، وڇار ڪيائين تہ متان ڇوڪرا پاڻ ۾
وڙهن، تنهن ڪري، هننکي ملڪيت ورهائي ڏجي. اِهو

پيا ٻه ٻڌائين، متان لاهيءَ کان ٻه ڪو سٺو ڪم ڪيو هجين. اِلسي نيون نمبر ڇوڪرو ڇوڻ لڳو تہ بابا مان ٻه هڪ چڱو ڪم ڪري آيو آهيان، اڄ گهوڙي تي چڙهي اوڏر اڳاڙڻ ٿي ويس تہ شهر کان ٻه ميل پري جهنگل ۾ ڏٺم تہ هڪ ڪتي ويامي آهي جا پاڻيءَ جي پياس ۾ دانهون پيئي ڪري، مون ويچار ڪيو تہ هتي ويجهو پاڻي ڪونهي. ڪتي ٻچن جي موهہ ۾ ٻونگڙن سوڌي مري ويندي. اڌ ميل کن تي هڪ کوهہ هو. آئي ويس، پاڻيءَ جو دلو ۽ ٿالهيءَ ۾ روني مزور کان ڪڍائي آيس ۽ ڪتيءَ کي روني ڪارائي پاڻي پيارين. پوءِ ڪتيءَ کي ٻونگڙن سوڌو ڪاريءَ ۾ ڪڍائي گهوڙ ۾ چڙهي آيس. تنهن ڪاڻ پوءِ اوڏر اڳاڙي آيس. سيٺ چيو تہ پٽ، تو کي ٻه ڏئيواد هجي، جو جيو ديا ڪري تمام سٺو ڪم ڪري آيو آهين ۽ ٻر ڇوڪرن ٻه ٻلي ٻڌائي. ڇوٿون ڇوڪرو همت جوڙي ڇوڻ لڳو تہ بابا اڄ مان ٻه سٺو ڪم ڪري آيو آهيان. هڪ شهر ۾ منهنجو هڪ جاني دشمن رهندو آهي. پاڻ ۾ اهڙو تہ وير اٿئون جو جيڪر ڪٿي ٻه هڪ ٻئي کي ڏسئون تہ ڇڏيون. اڄ ٻر پاٽ جو مان جهنگل ڪرڻ ويس تہ ڏٺم تہ اهو کوهہ جي ڪناري تي سمهيو پيو هو. ٿورڙو ڌڪو ڏياس ها تہ کوهہ ۾ وڃي ڪري ها پر مون کي دل ۾ ديا آئي ۽ ويچار ڪيم تہ متان کوهہ ۾ نہ ڪري ۽ مري وڃي، سو پاسي کان پٽ ڏيئي ٻچاءُ ڪري آيو آهيانس. سيٺ چيو تہ پٽ تون ڌن، ڌن آهين جو دشمن کي ٻه پنهنجو سروپ ڄاڻي هنجي رکيا ڪري آيو آهين. سو هن هيري جو تون لائق آهين. اينترو چئي لعل ڇوٿين پٽ کي ڏنائين. اِهو دشتانت ٻڌائي ستگرو مهاراج جن چيو تہ هن منش کي سڀني کي پنهنجو سروپ ڄاڻي سڀني جيون جي شيوا ڪري جس کٽي وڃي پرلوڪ ۾ سکي

نيڻ ڳهرجي. ستسنگ سماپت ٿيو.

اهڙيءَ طرح ستگرو مهاراج جن هر روز سنتن مهاتمائن جي نت نيم سان شيوا ڪندا هئا. ٻاهر جي ڪيتري خلق ستگرو مهاراج جن جي درشن لاءِ ايندي هئي. شهر ۾ به پريمين جي شردا ۽ پريم وڌڻ لڳو.

سندن چت به ڀڳتي ۽ وئراڳ ۾ وڌندو رهيو. ائين ڪجهه وقت ڪنهن وقت ۾ گذري ويو. هڪڙي ڏينهن گرمکداس صبح جو سوير ٽوڙهن مان آيو. ستگرو مهاراج جن کي ڏنڊوت پرنام ڪري اچي ويٺو. مهاراج جن پڇڻ لڳس ته بابا، خبر ڏيءِ ته ڪٽنب سيئي خوش پرسن هئا؟ توهان خوش آهيو.

گرمکداس اکين ۾ جل آڻي چوڻ لڳو ته هتان ته ٻيئي مان ڇڏايو، پر اتي ڪاڪو شيوڪرام ڇڏي نٿو. تنهنڪري اج پرڀات جو اٿي، چوريءَ هليو آيو آهيان. ماتا چيو آهي ته ماڻي ماڻهو موڪلي مونکي پاڻ وٽ گهرايو.

مهاراج جن چيو ڀلي آيا. سروآنند جو ڪهڙو حال آهي؟

گرمکداس چيو ته سائين هن جو چت مونکان به گهڻو اداس آهي. مونکي چوندو آهي ته هتان ڪٽن جند ڇڏائجي. ڪڏهن ستگرو مهاراج جن ڪرپا ڪندا جو هتان جند ڇٽندي. تنهن تي ستگرو مهاراج جن فرمايو ته بابا خيال نه ڪريو، ايشور سڀئي چڱي ڪندو.

ٻئي ڏينهن گوال لعل ۽ گرمکداس کي چيائين چوڻ لاءِ موڪلي پاڻ گروجن دريا تي اشنان ڪرڻ ويا. اشنان ڪري هڪ شيشم جي وڻ هيٺان ويهي رهيا.

هوڏانهن جهنگل ۾ گوال لعل گرمکداس کان پڇيو ته سروآنند جو ڪهڙو حال آهي. تنهن تي گرمکداس چيو ته انهيءَ جو چت به سنسار جي وهنوارن کان اپرام آهي. پر ڪاڪو

شيوڪرام چڏيس لڳو. اهو ٻڌي گوال لعل چيو ته منهنجي مرضي آهي ته پاڻ ٻه ٽيئي ڄڻا گڏجي ڪجهه وقت سفر ڪريون. ستگرو مهاراج جن ٻلي هتي هجن. پاڻ ٻئي ڄڻا اڄ رات جو ١-٢ بجي چوريءَ گهران نڪري نوڙهن جي ڳوٺ هلي هڪ ڏينهن اُتي ترسي رات جو اُتان سروآنند کي ساڻ ڪري چوريءَ نڪري هلون. اها صلاح ڪري ٨ بجي چيٽن جون ڳوٺيون ڀري گهر ڪٺي آيا. پوءِ اشنان ڪري ويٺا ته ستگرو مهاراج جن به درياهه تان اشنان ڪري آيا. ڀائي ٽهلرام ماتا گياني بائيءَ کي نوڙهن مان وٺي آيو هو.

شام جو باغيچي مان گهمي اچي ستسنگ ڪيائون. ڀرپائين ڀين سنتن ستسنگ ڪيو. تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن ستسنگ ڪري ١٠ بجي سماپت ڪيو. ساري سنگت ڀاو پرساد وٺي پنهنجي گهر ويئي. ستگرو مهاراج جن روٽي کائي آرامي ٿيا.

رات جو گوال لعل ۽ گرمکداس آهستي آهستي اُٿي اُنگوڇا ڏلدن کي ويڙهيا ته جئين کڙڪي نه. پوءِ يڪتارا کڻي ڏيڙي ڏيڙي دروازو کولي، آهستي ٻيڪڙي ٽهر جو ڪنارو وٺي نوڙهن جي ڳوٺ روانا ٿيا. پرڀات جو ٤ بجي نوڙهن جي ڳوٺ اچي پهتا ۽ اچي يڪدم شيوڪرام کي سڏ ڪيائون. سروآنند اُٿي در لاهي ڏسي ته سوامي گوال لعل ۽ گرمکداس، مٿي اُگهاڙا، پيرين اُگهاڙا يڪتارا کڻي آيا آهن. پوءِ اندر اچي سيني سان ملي ويٺا ته ماتا ايشوري ٻائي پڇڻ لڳن ته اَبا، ٻڌايو ته ستگرو مهاراج جن ڪٿي آهن ۽ اوهان هيڏي مهل ڪٿان آيا آهيو؟ سوامي گوال لعل جن چيو ته گهڻا ڏينهن ٿي ويا هئا، سو خيال ڪيوسون ته ٢-٣ ڏينهن نوڙهن مان گهمي اچون ڏينهن ٽڪا ٿا ٿين، تنهن ڪري چالڊوڪيءَ ٻه لڪري هتي آيا آهيون. ستگرو مهاراج جن ڪنڊوءَ ٻه آهن. سيني چيو ٻلي

آيا. تنهن ڪانپوءِ ڏندڻ پاڻي ۽ اشنان ڪري ٿورو آرام ڪري پاڻ ۾ رهاڻ ڪرڻ لڳا.

شام جو سوامي گوال لعل، سرو آنند، گرمکداس ۽ ٽاورداس پورل ڀڳت موليءَ جو پٽ چارئي گڏ جي شهر کان ٻاهر نڪري جهنگل ۾ وڃي ويٺا. اُتي سوامي گوال لعل سرو آنند کي چوڻ لڳو ته اسان رات چوريءَ گهران لڪيءَ ڪري ڀڄي آيا آهيون جو اسان جي مرضي آهي ته توهان ۾ اسان سان هلو ته ڪجهه وقت سفر ڪريون ته تہ ماڻت ڪنهن نہ ڪنهن سنساري جهنجهٽ ۾ ڦاسائي ڇڏيندا. اڄ رات جو هڪ بجي هتان ڀڄي هلجي.

تنهن تي سرو آنند چيو ته اسان پاڻ خيال ڪيو هو ته سياڻي چوريءَ ڪندوءَ ڀڄي وڃجي. سو هاڻي توهان آيا آهيو سو ڏاڍو سٺو. اسان جي پاڻ وهنوار ۾ دل نٿي لڳي. تنهنتي ٽاورداس چيو ته مان ۾ توهان سان گڏ هلندس. رات جو هڪ بجي هلنداسون. اها صلاح ڪري سڀ لٿي گهر موٽي اچي ستسنگ ڪيائون. مکي ٻصر رام، ڀائي ٽوپڻداس، ديولڻداس، ايسرداس سونارو ۽ شهر جي ڪيتري خلق آئي هئي. رات جو ١١ بجي ستسنگ سماپت ڪيائون. تنهن ڪانپوءِ روٽي کائي سڀئي آرامي ٿيا. جڏهن سيني کي ننڊ اچي ويئي تڏهن ڌيري ڌيري دروازو کولي، ٻاهر نڪري دروازو بند ڪري، شهدادپور جو رستو ورتائون. صبح جو سج اُڀرڻ شهدادپور ۾ ڀائي سوائي صاحب جي کوهه تي اچي ڏندڻ اشنان ڪري ٽڪاڻي ۾ وڃي سنتن سان مليا. مهينو سوا سفر ڪري اچي ٽنڊي آدم جي اُتر طرف واريءَ جي ٻني ۾ ١٥ ڏينهن ڪن ويٺا. آس پاس جي ٻنين وارن سندن شيوا ڀئي ڪئي. هڪ ڏينهن ستگرو مهاراج جن کي ڪنهن پريميءَ ٻڌايو خبر پوڻ تي ڀڳت

کيڏارام کي موڪلي سيٺي کي گهرائي ورتو ۽ اچي ستسنگ
۾ وينا.

انهيءَ ۾ ستگرو مهاراج جن ستسنگ شروع ڪيو. اُپديش
جي وشيه هئي ڀڳتي ۽ ويراڳ. چيائون ته جن جگياسين کي
موکيه جي اڇا آهي، سي سنسار جا وشيه ڀوڳ تياڳي اَبناسي
سک کي چاهين ٿا. ڪي ڀاڙن جي ڪندرائن ۾، ڪي واريءَ
جي ٿڃن تي، ڪي گنگا جي ڪناري تي، ڪي تيرٿ
آستانن تي، ڪي جهنگلن ۾، پنهنجي تن جو آرام ڦٽائي،
انيڪ قسمن جا ڏک ڪشٽ سهي، انهيءَ سک جي تلاش
ڪري رهيا آهن. پر اهو سک، ڪنهن وڏي ڀاڳيءَ کي ويراڳ
۽ گرڀڳتيءَ سان ملي ٿو. گر ڀڳتي ته اهڙي هجي، جهڙي
هڪ چيلي جي، جنهنجو ورتانت ڪريون ٿا.

**درشٽانت:** هڪڙو مهاتما پنهنجي چيلي کي وٺي سفر
تي نڪتو. سفر ڪندي هڪ اُجاڙ جهنگل ۾ اچي رات پين.
مهاتما شش کي چيو ته، ابا ڪاٺيون گڏ ڪري ڌوڻي ٻار.
شش ڪاٺيون گڏ ڪري ڌوڻي ٻاري. مهاتما چيو ته سارو
ڏينهن پنڌ ڪري ٿڪجي پيا آهيون. پر جهنگل آهي ڏاڍو
ڀيانڪ. سو واري تي آرام ڪرڻ گهرجي. تنهنڪري پهرين
تون سمهه ته پوءِ مان سمهندس. شش سمهي پيو. رات جو
١١ بجه ڪن جو شمار هو. مهاتما هڪ ڪارو ناگ پري کان
ايندو ڏٺو. هٿ مٿي کڻي ناگ کي چيائين ته خبردار متان
هيڏانهن آيو آهين. ناگ چيو ته هي مهاتما هتي پري ٿيءُ،
مان تنهنجي چيلي جو رت پي ڪيس ماريندس، ڇو جو هن
اڳلي جنم ۾ مونکي ماريو هو. سو اڄ هن جو خون پي پنهنجو
بدلو چڪائيندس.

مهاتما چيو ته هي پيارا، هو منهنجي شيوا ڪندو آهي.

مان هن وقت هن جي رکيا ڪري رهيو آهيان، سو توکي
مارڻ ڪونه ڏيندس. ڪرپا ڪري هليو وڃ. ناڳ چيو ته
مون پرتگيا ڪئي آهي ته هن جو ضرور خون پيئندس. مهاتما
چيس چڱو، تون اتي بيهه ته مان توکي خون پياري تنهنجي
پرتگيا پوري تو ڪريان. ايترو چئي مهاتما اٿيو. وڻ مان
هڪ پن پٽيائين، پوءِ کيسي مان چاقو ڪڍي، چيلي جي
ڇاتيءَ تي آهستي آهستي لت رکيائين، اچا هنجي گردن
تي چاقو رکيائين مس ته شش جاڳي پيو. ڏسي ته ستگرو سندس
ڇاتيءَ تي لت رکي کيس کهڙ لاءِ سندس ڪنڌ تي چاقو رکيو
آهي. شش پنهنجا نيتر بند ڪري ڇڏيا. مهاتما هنجي ڪنڌ کي
تورو چير ڏيئي رت جا ٢-٣ ڦڙا ڪڍي پتي تي رکيا، هنجي
زخم تي دوا لڳائي، خون بند ڪري اچي ناڳ کي ڏنائين.
ناڳ رت پي ويندو رهيو. هڪ ڀجي ڏاڍي مهاتما چيلي
کي اٿاري چيو ته بابا هاڻي تون اٿي ويهه ته مان آرام ڪريان.
چيلو اٿي ويٺو ۽ مهاتما سمهي پيو. صبح جو ٥ بجه اٿي ڏندڻ
پاڻي ڪري روان ٿيا.

[illegible] سفر ڪري واپس پنهنجي آستان تي آيا. تڏهن
چيلي [illegible] جهنگل واري ڳالهه ياد ڏياري، مهاتما شش
[illegible] تنهنجي ڪنڌ تي ڪاتي تي وهائي
[illegible] بند ڪري ڇڏيون، وري چاقو هٽي
[illegible] دانهن لڪا ڪؤڪ. ائين چو؟

شش چيو: [illegible] ستگرو ضرور منهنجي
[illegible] ڪري [illegible] بند ڪري ڇڏيم؛
وري [illegible] ڪنڌ تي هٽي رت ڪڍيو؟ انهيءَ مهل
[illegible]

سمجهه ديک دل بيچ پياري -
عاشق هوکر سونا کيا!
جن نئنن کي نيند گوائي -
تکيا ليٺ بڇونا کيا!
رُوکا سُوکا رام کا ٽکڙا -
چکنا اور سلونا کيا!
کهت کمال پريم کي مارگ -
سيس ديا ڦر رونا کيا!

سو ويچار کيم ته سر ته اڳم ٿي ستگرن کي ڀيٽا چاڙهي ڇڏيو آهم سو داڻهن ڇا جي ڪريان ۽ روئان ڇو؟ ٿڌهه ڪري اکيون بند ڪري ڇڏيم.

پنهنجي چيلي جي اهڙي گر ڀڳتي ۽ اهڙو نشچو ۽ وشواس ڏسي مهاتما ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ کيس جهنگل واري ڳالهه ٻڌائي چيائين ته هي پتر، تون ڌن آهين! مان توکي پرسن ٿيو آهيان. جيکي کپئي سو گهري وٺ.

شش چيو: هي پريو، مونکي پورن وشواس آهي ته توهان سدائين منهنجي هٿ ۾ ٿي آهيو. ٻيو مان توهان کان ڇا گهران؟ اهائي آشيرواد ڪريو ته منهنجو چت سدائين توهانجي چرن ڪنول، گر ڀڳتي ۽ ويراڳ ۾ وڌندو رهي.

اهو درشٽانت ٻڌائي ستگرو مهاراج جن چيو ته جن کي اهڙي گر ڀڳتي ۽ ويراڳ آهي، سي ئي سچي آتم سکه کي جلدي پراپت ڪندا. ٢-٣ ڏينهن ڳائي ستسنگ سماپت ڪيائون.

ستگرو مهاراج جن گوال لعل، سرو آنند ۽ گرمکداس ڏي نهاري مشکي چوڻ لڳا ته ابا، هاڻي ته وري ڪيڏانهن ڇوري ڇڏي ڪونه ويندا؟ اوهانجي دل ۾ جيڪا ڳالهه آهي

سا جلد ئي پوري ڪنداسون. توهان تڪجي آيا هوندا سو هاڻي وڃي آرام ڪريو.

٢-٣ ڏينهن لنگهيا ته هڪ ڏينهن صبح جو ١٠ بجي ڀائي لالو رام جن اچي ستگرو مهاراج جن کي چوڻ لڳا ته سائين، مون ٻڌو آهي ته ميران پور جهوڪ ۾ مسلمان صوفي فقيرن جو ميلو لڳندو آهي، جتي ڪيترا هندو، ماتائون ۽ مرد ويندا آهن. پڇاڙيءَ جو مسلمان هر پرڪار جي ماس جي مجلس ڪندا آهن. پر جيڪي ڪاٺيون گائين تي وهائين، سي ئي ڪاٺيون چيلن تي وهائيندا آهن. چيلن جو ماس هندو کائيندا آهن. اِها اَڌرم جي ڳالهه ٻڌي، ڏاڍو ڏک ٿيو آهي. سو هي ٻڌون، منهنجي ارداس آهي ته توهان ڪرپا ڪري، اُنهيءَ ميلي تي هلي، ڌرم جو پرچار ڪريو ۽ سيني جيون کي ڌرم جي مارگ ۾ لڳايو. ميلو اسوءَ جي ١٧ تاريخ آهي ۽ ٤ ڏينهن لڳندو. منهنجي مرضي آهي ته سڀاڻي ئي سنڌڙي منڊلي ناهي هلجي.

ستگرو مهاراج جن چيو ته چڱو هلنداسون. توهان سائجهيءَ ستسنگ ۾ ٻڌائي ڇڏجو. اُن بعد مهاراج جن ڪلاڪ ڏيڍ، سنتن سان رهاڻ ڪري آرامي ٿيا. رات جو ستسنگ کانپوءِ ڀائي لالو رام سڀني ستسنگين کي ٻڌايو ته سڀاڻي مهراج ميران پور جهوڪ جي ميلي تي هلندا. جيڪو به پريمي هلي سو ڀلي هلي ۽ سنڌڙي رات جو هتي اچي ٽڪي، جو صبح جو ٤ بجي هتان هلڻ ۾ سولائي ٿيندي.

ٻئي ڏينهن صبح جو ٽيهن پنجٽيهن جي منڊلي، يڪتارا ڍولڪيون، ڏانڊا، ڪنجهون، ڪرتالون وڄائيندا ٻزار مان ڀڄن ڳائيندا، رستو وٺي پنڌ ڪندا، اَڏيري لعل اِسٽيشن تي اچي گاڏيءَ ۾ چڙهيا. حيدرآباد تي لهي بدين واريءَ گاڏيءَ ۾ چڙهي، ٽنڊي محمد خان جي اِسٽيشن تي اچي لٿا. اسٽيشن

جي پرسان هڪ وڏي سندر باغيچي ۾ اچي، کوهه تان اشنان ڪري، انهن جي وڻ هيٺان آسڻ لڳائي ويٺا. ايتري ۾ باغيچي جو مالڪ ساڌن جي منڊلي ڏسي اچي ستگرو مهاراج جن کي پيرين پيو. همت جوڙي ڇمائين نه رسوئي جي آگيا ڏيو نه مان جلدي ڏهران نهرانسي ڪٽي اچان. ستگرو مهاراج جن چيو چڱو اوهان جي اڇا. رسوئي تيار ٿي آئي. رسوئي کائي، ۴ بجه اتان روانا ٿيا ۽ ۸ بجه رات جو، پلديءَ جي ڳوٺ ۾ پهتا. اتي هڪ واڻيي جي دڪان اڳيان وڏو ٿلهو ڏسي، اتهيءَ تي چادرون وڇائي سمهي پيا. صبح جو ۴ بجه روانا ٿيا. ڳائيندا وڇائيندا ٿورو آرام ڪندا، ۴ بجه شام جو اچي ميران پور جهوڪ جي شهر ۾ پهتا. هزار مان پڇن ڳائيندا، فقيرن جي ڏيري تي، ميلي واري ميدان تي اچي ويٺا.

ستگرو مهاراج جن جو سندر آواز ٻڌي، هندو، مسلمان ۽ ساري ميلي جي خلق اچي ڪٺي ٿي. اڪتارن ۽ ڍولڪن، ڏنڊن ۽ ساڌن جي آواز ٻاڻ ۾ ملي اهڙي نه گونج مچائي، جهڙي ساوڻ جي بادلن جي. ساري خلق حيران ٿي ويئي ۽ سڀيئي ستگرو مهاراج جن ڏي نهارڻ لڳا، نهاريندي پريم جي مستيءَ ۾ اهڙو مگن ٿي ويا، جو سرير جي سڌ ٻڌ به ڪانه رهين. اتيئي پٽ تي متيءَ ۾ وتهي رهيا.

ڪلاڪ ڏيڍ کان پوءِ جڏهن ڀڄن بند ڪيائون، تڏهن ڪيترا پريمي اچي مهاراج جن کي پيرين پيا. درگاه جا فقير به وڏي قرب سان اچي ڪين مليا. گاهه جو هڪ وڏو ڍير رهڻ لاءِ ڏنائون. اتهيءَ رات پڪت مولي جي پهتا واري روٽي ساريءَ منڊليءَ کي کارائي.

صبح جو اشنان ڪري درگاه تان گهمي، فقيرن سان ملي، موٽي پنهنجي جاءِ تي آيا. ڪيترا هندو، مسلمان،

ستگرو مهاراج جن وٽ اچي روح رهاڻ ڪرڻ وينا. ١١ بجي
تائين رهاڻ هلي. وري شام جو ٤ بجي ستسنگ شروع
ڪيائون. گوال لعل، سروآنند ۽ گرمکداس کان پوءِ مهاراج جن
ستسنگ ڪيو، پنهنجا ناهيل پريم ۽ وئراڳ جا ڀڄن اهڙي
درد مان ڳايائون، جو سيٺيءَ ساڌ فقير، ميلي جي خلق
اچي ڀڄن ٻڌڻ لڳي. ٧ بجي ڀڄن سماپت ٿيو. ساري خلق
خوش ٿي، پنهنجي جاءِ تي وئي.

اهڙيءَ طرح ٻه ڏينهن پنهنجي جاءِ تي ڀڄن ڪيرتن ڪيائون.
ٽئين ڏينهن صبح جو سويل ڀڳت شامداس، جو فقيرن جو
وڏو شيواداري هو، تنهن اچي مهاراج جن کي چيو ته توهان
جو راڳ ٻڌي، ساري ميلي جي سنگت ڏاڍو خوش ٿي آهي.
درگاهه جي فقيرن چيو آهي ته ميلو باقي ٢ ڏينهن آهي.
سو توهان ڪرپا ڪري، درگاهه تي اچي راڳ ڪريو.
مهاراج جن ڪيس شام جو ٥ کان ٧ تائين وقت ڏنو. شام جو
سيٺيءَ ساڌ، ڀڳت. شامداس سان گڏجي، درگاهه تي آيا.
درگاهه جي اڳيان هڪ وڏو مانڊو ٺهيل هو، جتي اڳ ۾ ٻئي
فقير رکيل شاهه ويٺي راڳ ڪيو. ستگرومهاراج جن به اچي وينا.

٥ بجي ستگرومهاراج جن ڀڄن شروع ڪيو. ڀڄن جي مستيءَ
۾ اچي سنتن ۽ فقيرن جي مهما سندن رهڻي ۽ ڌرم بابت
اچي پلٽ ۾ پيا. چيائون ته سنت، فقير سنسار ۾ سيني جيون
جي ڪلياڻ ۽ سک لاءِ اوتار ڌاري اچن ٿا. جپ، تپ،
ڀوڳ ڪري، پنهنجي سرير کي ڪشٽ ڏيئي، پرماتما يا
ڌڻيءَ جي واٽ کان ڀليل جيون کي سٽ جي واٽ ۾ لڳائين
ٿا. اهي سنت، مهاتمائون، فقير، درويش جتي ويهي ڀڳتي
۽ بندگي ڪن ٿا، سي جايون به پوڄڻ لوڳيه آهن.

## راڳ تلنگ لهرو

ٿل- سي سب استل تيرٿ جاڻو- سنت جهان پڳ ڌرلي هئه.
۱- جس ڀومي پر سنت منڍي ور- پڃن هري کا ڪرلي هئه.
۲- ديس انگر سي پاون هولي- جنون پر سنت وچرلي هئه.
۳- سنت ديا ڪر دين جنون ڪا- اپر پعداوا پرلي هئه.
۴- ڪهي ٽيئنون سي ڪرٽا ساگر- دکيون ڪا دک هرلي هئه.

سرو شهود پڃن ذڪر جو ورلن ڪري چوڻ لڳا.

ساري رات سبحان- جاڳي جن ياد ڪيو،
تن جي عبدالطيف چوي- مٽيءَ لڌو مان،
ڪوڙيــن ڪن سلام- اڃيو اڳهہ پر اُن.

مطلب: جن جاين تي وڏي فقيرن پڃن ۽ عبادت ڪئي آهي، تن جي مٽي بہ پوڄڻ لوڳہ آهي. هتي بہ وڏا بزرگ فقير ٿي ويا آهن، جن جا ميلا لڳن ٿا. پر اسان هندو آهي تہ هتي مناي جي پهاڙيءَ واري ڏينهن هر پرڪار جي ماس جي مجلس ڪندا آهن. هاڻي هيڙن استانن تي جيون کي مارڻ، ڪيڏو نہ گناهہ آهي! هندو هجي خواهہ مسلمان، سڀني لاءِ خدا جو قانون هڪ ئي آهي. پيغمبر حديث ۾ چيو آهي تہ:

قاتــل بقر، ساقـل سقر.

مطلب: جو ڳانءِ جو قتل ڪري ٿو، سو سدائين دوزخ ۾ رهندو. سڀني اوتارن، پيغمبرن جو اهو ئي فرمان آهي تہ ڪنهن بہ جيو جي دل نہ دکايو.

چند- مندر توڙي مسجد کو توڙي،
تو مجهي نهين مجا ڪا هئه،
دل مت ڪسي کي توڙ، يهہ تو گهر خاص خدا ڪا هئه.
مندر ۾ تو بت ڌري هئه، مسجد ۾ صفن صفائي هئه،

دل درگـاه پر جهلکتـا ، بلکل نـُور خدائي هئه ·
کيا هئه اِنسان کي اَندر ، ايک روشني ڇائي هئه ،
کمتي بڑهتي نهين نظر پر ، آئـي ايک لائي هئه ·
ڇوڙ ظلمت کي نيمت کو ، بهتر سب سي خاقا هئه ،
دل مت کسي کي توڙ ، يهه گهر خاص خدا کا هئه ·
جتسا درد برا اپني کو ، کتسا درد برا سب کو ،
جان ستانا نهين کسي کي ، بهت برا لگتا هئه رب کو ·
خدا ترازي بيچ تـولتا ، واجب اور نـاواجب کو ،
ظاهر باطني جانـتـا هئه وو ، سب کي قاب کو ·
معاف کريگا وان کيا ، کوئي تيرا بابا کاکا هئه ،
دل مت کسي کي توڙ ، يهه گهر خاص خدا کا هئه ·
هئه پيرون کا پير وهي ، جو جاني پيڙ پرائي هئه ،
رحم نهين هئه جسکي دل مين ، خوني وهي کسائي هئه ·
بي دردي کو درد نهين ، جو ماري جان خدائي هئه
بال بال پر جنون کي آگ ، دوزکي ڇـائي هئه
نيکي کرلي نا بدي ، يهي بهشت کا ناکا هئه
دل مت کسي کي توڙ ، يهه گهر خاص خدا کا هئه ·

دل پر منهنجو سائين سمايل آهي ·

مطلب: سيني جي دل کي دکائڻ نه گهرجي · ڇهڙو ...
ڪارڻ ڪنهن جيو جي دل کي تڏهن تو ، اهڙو ...
دک ڏيڻ سان جهڙو دک پاڻ کي ٿئي ٿو ...
ٿي ٿو · پرماتما سڀني جي هردي کي جاڻي ٿو ...
حساب ڪتاب ڏيڻو پوندو · پگوان ڪنهن جو به مت ...
ڪونهي ، جو اُنهي کي معافي ڏيندو · اهو ٿي ديئو ...
ڏيو ، پير جو پير آهي ، جو ٿئي جو دک ڏسي ، پاڻ ...

ٿئي ٿو. جنهن جي دل ۾ دَيا ۽ رحم ڪونهي، سو ڪاسائي آهي. انسان جي پاپ ڪرم ڪندو، ته نرڪ، دوزخ ۾ ويندو. جي چڱا ڪم ڪندو، ته سرڳ، بهشت ۾ ويندو، ڇو جو ڀڳوان سڀني ۾ وياپڪ آهي.

دوهرو- خالق جاڻي خلق ۾ - ڪسي دکايو نانهن،
خلق دکي ڪلتار ڪي - ڪرتا ڪوپي تانهن.

هيءَ جايون ته خاص فقيرن جي رهڻ، عبادت لاءِ آهن، تنهنڪري اسان جي اَرداس آهي ته ميلي ۾ ماس بند ڪريو ته چڱو آهي.

انهيءَ تي سيٺين فقير هڪ ٻئي ڏي نهارڻ لڳا. اتي فقير خير محمد اُٿي، هٿ جوڙي، درگاهه جي گادي نشين فقير عبدالستار کي چيو ته هي مرشد سائين، فقيرن جيڪي ماس بابت چيو آهي، سو بلڪل نيڪ آهي. وڏيڪ توهان مالڪ آهيو. تنهن تي فقير عبدالستار چيو ته چڱو، هن سال بند تا ڪريون. آئينده لاءِ، انهيءَ بابت پاڻ ۾ ملي، چڱيءَ طرح ويچار ڪنداسون.

اهو ٻڌي، ستگرو مهاراج جن چيو ته، اسين ڏاڍو خوش ٿيا آهيون، جو فقيرن اسان جي اَرداس قبول ڪئي آهي. تنهن کان پوءِ، سنتن جي مهما جو هڪ پڇن ڳائي، ٧ بجي ستسنگ سماپت ڪيائون.

ٻئي ڏينهن به شام جو ٥ کان ٧ تائين ستسنگ ڪري، سڀني سنتن ۽ فقيرن کان موڪلائي، پنهنجي جاءِ تي آيا. صبح جو منڊلي هلڻ لاءِ تيار ٿي. سوامي جن چيو ته پيدو اُٺون ته درياهه لنگهي، جهرڪن کان هلي، گاڏيءَ ۾ چڙهبو ته پنڌ ٿورو ٿيندو. تنهنڪري اهو رستو وٺي هلجي، اُٺين چڙهي روانا ٿيا.

واٽ تي ڳائيندا رهائيون ڪندا، سڀ لٺيون اچي بندر جي ڳوٺ ۾ پهتا. اچا هڪ دوڪاندار جي دڪان اڳيان ٽلهي تي اچي ويٺا ته دوڪاندار دڪان تان لهي اچي چوڻ لڳو ته توهان ڪير آهيو؟ هتي ڇو ويٺا آهيو؟ جلدي هتان اٿي وڃو. تنهن تي ڪيارام اٿي چيس ته ڀائي، ڏيان ته ڪر، آهين ته هندو. سنتن کي تو چوين ته هتان اٿي وڃو. اسين ڪو لاٿا اٿنداسون؛ واٽئي ڪاوڙجي چيو، ڇو ڪين اٿندا؟ توهان جو ٽلهو آهي ڇا؟ جلد ڪريو اٿو. مهاراج جن ڪيارام کي چيو ته بابا، جهڳڙو نه ڪريو. توهان آلماننند سان گڏجي، شهر ۾ ڪو ٽڪاڻو يا ڪا ٻي جاءِ ڏسي اچو، ته اتي هلون. آلماننند ۽ ڪيارام شهر ۾ ويا. ٻنهي رهن، ويهن مٽن ۾ موٽي اچي چيائون ته، توهان جي ليلا عجيب آهي. ٽڪاڻو ته ڏاڍو سنو ڏسي آيا آهيون، پر ٻانوچوي تو ته هتي رهڻ جي جاءِ ڪانهي. جنهن ڪان ٻه پڇيوسون، تنهن چيو ته هتي سنتن، مسافرن جي رهڻ لاءِ جاءِ ڪانه آهي؛ باقي شهر جي وچ ۾ ڪنهن سيٺ جي اوطاق ڏسڻ ۾ آئي؛ انهيءَ جي اڳيان هڪ وڏو ورانڊو آهي. اهو رهڻ لاءِ چاچي آيا آهيون.

مهاراج جن چيو سامان کڻو ته هلي اتي ٽا رهون. [illegible] اتي انهيءَ ورانڊي ۾ چادرون وڇائي ويٺا. [illegible] [illegible] ويٺا ته جاءِ جي مالڪ جو نوڪر اچي چوڻ لڳو ته سيٺ [illegible] آهي ته هتان اٿو، توهان ڪير آهيو؟ هتي ڇو اچي [illegible] آهيو؟ هيءَ جاءِ مسافرن جي رهڻ جي ڪانهي. [illegible] [illegible] [illegible] [illegible] بيارا، توهان وڃي سيٺ کي [illegible] [illegible] [illegible] ته [illegible] توهان کي سڏين ٿا.

[illegible] [illegible] [illegible] [illegible] موٽي اچي چيائين ته سيٺ [illegible] آهي [illegible] [illegible] کي فرصت ڪانه آهي؛

ڇگائي چاڙهو ته جلدي اُٿي وڃو. خوشيءَ سان اُٿندا ته واهه، نه ته زوريءَ به توهان کي اُٿاريو ويندو. اِهو ٻڌي، سڀيئي ستگرو مهاراج جن ڏي نهارڻ لڳا، مهاراج جن مشڪي، گوال لعل، سروآنند ۽ گرمکداس کي چيو ته بابا، هاڻي يڪتارا چاڙهي، ڀيهي ڀڳوان جو ڀڄن ڪريو. آگيا جي دير هئي ساڌ ته اڳ ۾ ئي تيار هئا سو يڪتارا ۽ ڍولڪون چاڙهي، گهنگهرن جا ڏلدا هٿن ۾ ڪئي، اِهڙو ته ونيءَ ڀڄن ڪيائون، جو ساري شهر جا هندو، مسلمان، مڙد، ماڻهون، ٻار ٻچا، پنهنجا گهر دڪان ڇڏي، اچي ڀڄن ٻڌڻ لڳا. ساري ٻزار خلق سان ڀرجي ويئي. ستگرو مهاراج جن به موج ۾ اچي، ساڌن سان ڀڄن ۾ شامل ٿي ويا.

ٻوءِ ته اِئين ٿي ويو ڄڻ ساوڻ جي برسات. برسات اڳئي هجي اُن ۾ اُتي بادلن جي گرجنا ۽ ٻجليءَ جي چمڪ! تهڙيءَ طرح ستگرو مهاراج جن ڀڄڪار ڪري چمڪڻ لڳا. اُتوا ڄڻ ساوڻ جي برسات زور شور سان ٿيسي رهي هجي ۽ شهر ۾ اڳيئي پاڻيءَ جي ٻوڙ ٻوڙان هجي، مٿان اچي ندي درياه جو بند. بس، تڏهن ئي مهاراج جن جي پريم روپي نديءَ جي پرواهه ۾ ساري سنگت ٻڏي ويئي. رات جو هڪ اچي ٿيو. تنهن کان پوءِ، مهاراج جن رام نام جي ڌني لڳائي، ستسنگ سماپت ڪيو.

اِنهيءَ وچ ۾ گولا ڀري ويا ۽ ديگيون چڙهي ويئون. مختيارڪار به ڏلا کير جا ڀرائي کڻي آيو ۽ هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته، هي فقير سائين، هيءُ کير جا به ڏلا غلام جا قبول پوڻ ۽ خبر پئي ته ڪي هندو فقير اڄ سڄ لٿي هتي شهر ۾ آيا آهن، جن کي شهر جا واڻيا تلهي ٿي به وهڻ لتا ڏين. سو ٻڌي مونکي ڏاڍو ڏک ٿيو، پر هاڻي ڏٺي ساڃهه ڏيندن

جو توهان جي شيوا ڪندا. مختيارڪار پوءِ موڪلائي ويو. تنهن کان پوءِ، مکيءَ ستگرو مهاراج جن کي چيو ته سائين، توهان جي رهڻ واسطي ٽڪاڻي ۾ سارو بندوبست ڪري آيا آهيون. ڪرپا ڪري رسوئي کائي، هلي آرام ڪريو. تنهن تي ڪيارام چوڻ لڳو ته ٿلهي تي به وهڻ نٿا ڏين، سو هنن جي روٽي ڪين کائيندا سون.

مکيءَ جاءِ جي سيٺ ٿي پيرن ڪن پئجي چيو اسان کان اوڳيا ٿي آهي، ڪرپا ڪري اسان کي معافي ڏيو. مهاراج جن چيو پيارا، توهان جو ڪو به قصور ڪونهي. سڀ ڀڳوان جي ليلا آهي. جئن ڪري، تئن مالڪ آهي. اسان سڀ ۾ خوش آهيون. توهان ڪو به خيال نه ڪريو، اسان رسوئي کائون ٿا.

ڀوڄن کائي، سڀئي اچي ٽڪاڻي ۾ ويٺا. مکي ٿي ڪي پنچ به ٽڪاڻي ۾ آيا. بائو صاحب به اچي سواءِ جن وٽ ويٺو. مکيءَ هٿ جوڙي پرارٿنا ڪئي ته اسين سڀئي سوالي آهيون ته ڪرپا ڪري واري وٺيءَ سان اسان جي غريب گهرن ۾ چرن گهمائي رسوئي انگيڪار ڪريو. اسان کي ڌرم ڪرم جي ڪائي خبر ڪانهي. پسو وانگر هن جهنگل ۾ پيا آهيون. توهان اسان پاپين جيون جي عيبن ڏي نه ڏسي، مهرباني ڪرپا ڪري ٻه چار ڏينهن رهي، ستسنگ ڪري اسان کي ڌرم جي رستي ۾ لڳائي وڃو. پنچن جي ارداس تي مهاراج جن چار ڏينهن ٻني جي شهر ۾ رهيا. رات جو ستسنگ ٿيندو هو. جنهن ۾ پريم ٿي ڪرم، ڌرم جو اپديش ڪيائون. پڇاڙيءَ جي رات چيائون ته جيڪي ٻڌو آهي تنهن تي ويچار ڪندا رهندا ڪريو. اتي، سادو، مهمان، مسافرن جي شيوا، پريم ٿي شرڌا سان ڪندا رهجو. ڪو به سنت مهمان شهر ۾

اچي، ته خوشيءَ سان کيس رسوئي ڪارائيندا ڪريو. داتو پاڻي داتار جو آهي. هرڪو جيوُ ديس يا پرديس پهنجي پرالبد ڪٽي تو وڃي. شيوا آهي ڀاڳه وارن جو ڏاج جنهنجو ڀاڳه جاڳي تو، سو ئي اُٿي، مسافر جي شيوا ڪريٿو. اُنٿيءَ جي شيوا ڀڳوان جي شيوا کان به وڌيڪ ڦل ڏيڻ واري آهي. ست شاستر چون ٿا ته جنهن گرهستيءَ جي دروازي تان ساڌو برهمڻ، اُٿي، مسافر نراس ٿي موٽي وڃي تو، اُدهيءَ گرهستيءَ جا ورت ايم، دان، تيرٿ اشنان، سڀئي ناس ٿي وڃن ٿا.

سلوڪ- سنساري نو کر ديا- نا تو ڪر ويراڳه،
ويراڳي بنڌن پري- تانڪي جان آپا ڳه.

مطلب: گرهست ۾ رهي ته سدائين دل ۾ ديا هجيس ۽ نه ته ويراڳه ڌاري وڃي جهنگل ۾ گوبند جو ڀڄن ڪري. پر جي اهو ويراڳي سنسار جي ٻوڙن ۽ مايا جي موهه ۾ ڦاسي پوي، ته اَياڳي آهي. ڀڳوان جي ڀڄن ڪرڻ جا ٻه رستا آهن. هڪ گرهست جو، ٻيو تياڳه جو. گرهست ۾ رهي ڀڳتي ڪري ته ڪئن ڪري جئن ته:

**درشٽانت:** هڪڙي شهر ۾ هڪ ٽپالي هوندو هو، جو ٢٥ ميلن تي ٽپال پهچائيندو هو. هڪ ڏينهن صبوح جو ٽپال کڻي روانو ٿيو. سارو ڏينهن پنڌ ڪيائين. شام جو سج لٿي اچي برسات پيئي. هڪ وڏو وڻ ڏسي، اُتي هينان اچي وڻ کي پاسو ڏيئي بيهي رهيو. دل ۾ ويچار ڪيائين ته برسات بند ٿئي ته پوءِ وڃان. پر برسات وسندي رهي. برسات بند ٿئي ته پوءِ وڃان. پر برسات وسندي رهي. رات پئجي ويس. ساري رات اُتيئي بيٺو رهيو. صبوح جو ٥ بجه برسات بند ٿي. هاڻ جو ويچار ڪيائين. پر هڪ ته ساري رات برسات ۾ بيٺو رهيو. ٻيو ڪپڙا سارا پاڻيءَ ۾

پچي پيا هئس. ٽيون سياري جي موسم ۾ سارو سريئر سڪي پيو هوس، هلي نه سگهيس. چئني طرفن ڏي نهاري اُٿيو ويهي رهيو. مٿي وڻ ۾ هڪڙو جهرڪ ۽ جهرڪي آکيري ۾ ويٺا هئا. مسافر کي دکي ڏسي، جهرڪ چوڻ لڳو ته، هي استري، پنهنجي وڻ هيٺان مهمان ويٺو آهي، جو سيءَ ۾ ڏکي پيو. ڏاڍو دکي آهي. پاڻ گرهستي آهيون. پنهنجو ڌرم آهي ته جو گهر ۾ اچي، تنهنجي پتا شڪتي، دل سان شيوا ڪري کيس خوش ڪريون. جهرڪيءَ چيو، اسين پاڻ پکي، هن منش جي ڪهڙي شيوا ڪري سگهنداسون؟ جهرڪ چيو منهنجي دل چوي ٿي ته هن وقت، هن مسافر کي اُگنيءَ جي ضرورت آهي. هتان شهر نماڻو ويجهو آهي. اُتان اگني کڻي اچي پنهنجي آکيري کي ڏيون. آکيرو اندران سڪل آهي ۽ جهٽ ٻري اچي هيٺ پوندو. مهمان اُنهيءَ تي سيءُ لاهي، خوش ٿي ويندو. پاڻ وري ٻيو نئون گهر ڪري ناهينداسون. اهو ويچار ڪري ٻئي اڏامي، اڌ ميل پند تي هڪ بڪرار جي واڙي ۾ ويا. اُتي باهه پئي ٻري. اُتان دکيل سنهڙيون ڪانيون چهنب ۾ کڻي، اچي پنهنجي آکيري کي باهه ڏنائون. آکيرو ٻري اچي ٽپاليءَ جي پرسان ڪريو. ٽپاليءَ همت سيڪيا. ڪانيون ۽ ڪک پن ميڙي، اچي باهه جي مٿان رکيائين. اگني ڏيري ڏيري مچندي وئي. سيءُ لاهي، ڪپڙا باهه تي سڪائي پائائين. ڪپڙا پائي اچا هلڻ جو ويچار ڪيائين ته جهرڪي جهرڪ کي چوڻ لڳي ته هي ٻئي ڏينهن، مهمان جي سردي ته دور ٿي، پر ويچارو سڄي رات تند ۾ ڏکيو آهي، هن کي بکه به ڏاڍي لڳي هوندي. پنهنجي گهر مان مهمان بکيو هليو وڃي، اها ڪيتري نه دک جي ڳالهه آهي. منهنجو خيال آهي ته ڪجهه کائي وڃي ته

چگو. جهرڪ چيو ڳالهه تمام چڱي ڪئي اٿيئي. پر تون ويچار نه ڪر. پاڻ پکي، اجاڙ جهنگل ۾ رهڻ وارا، ڪو به ڪاڻ جو پدارٿ گڏ ڪري ڪو نه رکون. جيڪو داڻو ملي، سو کائي اچون. تنهن ڪاسواءِ، هن منش کي ڇا کارائي سگهنداسون؟ تنهن تي جهرڪيءَ چيو جي توهان ناراض نه ٿيو ۽ مونکي خوشيءَ سان آگيا ڏيو، ته مان هن مچ ۾ ٽپ ڏيان. هو مونکي پچائي کائي، مينهن جو پاڻي جو گهڻو ٿي پيئو آهي، سو پي، توهان کي آسيس ڪندو ويندو ۽ منهنجو به جنم سڦلو ٿيندو. جهرڪ چيو، توکي ڌنيواد هجي! تمام سٺو ڌرم جو رستو ٻڌايو اٿئي. پر سر مڙد ڏيندا آهن. تنهن ڪري تون مونکي خوشيءَ سان موڪل ڏي، ته مان سر ڏيان. جهرڪيءَ چيو، پراڻ ناٿ، جي توهان سر ڏيندا، ته منهنجو سارو جنم دکي ۽ بيڪار ٿي پوندو. تنهن ڪري مان سر ڏينديس.

اهڙيءَ طرح، جهرڪ چوي ته مان سر ڏيان ۽ جهرڪي چوي ته مان سر ڏيان. آخر انهيءَ جهرڪ ٽپو ڏنو ۽ پنيان جهرڪيءَ. ٻئي وڃي مچ ۾ پيا. ٽپالي کائي خوش ٿي، برسات جو پاڻي پي روانو ٿيو.

مطلب: گرهست مارگ ۾ رهي ڀڳتي ڪجي، ته جهرڪ ۽ جهرڪيءَ جهڙي ڪجي. ڪو به سوالي در تان خالي نه وڃي ۽ ڪنهنکي به بکيو نه ڇڏجي. پوءِ چيائون ته جيڪي چار وچن توهان کي ٻڌايا اٿئون، تن تي ويچار ڪندا رهجو. اسان پرڀات جو ۴ بجي، ڪنڊڙهءَ ويندا سون. ايترو چئي، ستنام ساکيءَ جي ڌني لڳائي، ستسنگ سماپت ڪيائون. سنگت ڀاو پرساد وٺي گهر وئي. تنهن ڪاپوءِ ڀائي ايسرداس هٿ جوڙي چيو سائين، منهنجو دوڪان جهرڪن ۾ آهي. هڪ رات اتي رهي، ستسنگ ڪري، انهي ڏينهن گاڏيءَ تي

وڃڻو. موڪلي پنهنجن ٽڪيٽن لاءِ پيسا بہ ڏنا آهن. سواميءَ جن
هنجي ڳالهہ قبول ڪئي. سياڻي تي صبوح جو روانا ٿيا.
سنگت کي ملول ڏسي، چيائون تہ سنت، ڀڳوان، گرو،
سدائين پريمين سان گڏ آهن. توهان ڪوبہ خيال نہ ڪريو.
اسان جو داڻو پاڻي هوندو تہ وري بہ ايندا سون. پنڌ تي
اچي، ٻيڙيءَ ۾ چڙهيا. درياهہ ٽپي، ڇهرڪن ۾ آيا. رات
جو ٨ کان ١١ بجي تائين ستسنگ ڪيائون.

صبوح جو ريل ۾ چڙهي اُڏيري لعل جي اسٽيشن تي اچي
لٿا ۽ سڀ لٿي ڪنڊوءَ پهتا.

مالا ڪرشنا، ڀائي ٽهلرام ۽ ٻين پريمين سان ڀيٽا ڀوڪ
ملي وينا. ساري شهر ۾ ستگرو مهاراج جن جي اچڻ جي خبر
پهچي ويئي. سڀيئي پريمي ستسنگي پرساد کڻي اچي ستگرو
مهاراج جن جو درشن ڪري خوش ٿيا. ڀائي لالوُرام ۽
ڀائي ڪيارام، ميلي جي ساري خبر پريمين کي ٻڌائي.

ٻئي ڏينهن شام جو ۴ بجي، سالاري جو ڀڳت گهمنڊورام
سوامي جن سان ملڻ آيو. مهاراج جن کان ميلي جون خبرون
ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين، تہ وري ڪيڏانهن سفر
تي وڃو، تہ ڪرپا ڪري، مون کي بہ ساڻ وٺي هلجو.
مهاراج جن چيو، توهان ٻڍڙا آهيو. ڪنهن خاص پريميءَ جو
سڏ ٿيو تہ ويچار ڪنداسون. پوءِ ٻاڻ ۾ رس رهاڻ ڪيائون.
ڪجهہ وقت بعد سنت گهنڊورام موڪلائي سالاري ويو.
رات جو ستسنگ ۾ مهاراج جن پنهنجا ناهيل نوان نوان ڀڄن
ترنم ۽ ونواٺہ سان ڳايا. ڀڳوان جي مايا جو ورنن ڪري
چوڻ لڳا تہ: ڀڳوان جي مايا اننت قسمن جا کيل ڪري
رهي آهي. جيڪو سندس وڄهو تو وڃي تنهن کي پڪڙي،
موهہ رڦاڻي ڦڪان ۾ بند ڪندي تي وڃي. اننت جيون

ڪي بند ڪيو اُنس ۽ ڪيترن ڪي بند ڪري رهي آهي ۔ ڪوئي ڪوئي ويراڳي هن ڪان ٻچي ۽ ڀڳوان جو ڀڄن ڪري پنهنجو اُڌار ڪري ٿو ۔ ستسنگ سماپت ٿيو ۔

ستگرو مهاراج جن ٥ مهينا ڪنڌوءَ ۾ لت نيم سان ستسنگ ۽ سنتن مهمانن جي شيوا ڪندا رهيا ۔ هڪ ڏينهن، تاريخ ٢٠ چيٽ سنبت ١٩٧٧، صبح جو ١٠ بجي ڀائي گوبندرام ٺيڪيدار، سکر ضلع جي عظمت جي ڳوٺ وارو، پراڻن هالن مان اچي نڪتو ۔ هٿ جوڙي چرڻ لڳو ته سائين، مان ٢-٣ مهينا سيٺ ڪان موڪل وٺي، ڳوٺ ويو هوس ۔ پنهنجي پٽ پُٽرن کي مڱائي، شاديءَ جو مهورت تاريخ ١٢ آڪاڙ چوڏس ٿي ڪيائي آيو آهيان ۽ ڪرپا ڪري، پنهنجي هٿن سان هلي، پنهنجي ٻچن جو ڪارج ڪرايو ۽ اسان داسن جي گهر چرڻ گهمائي، پوتر ڪريو ۔ منهنجي ڳوٺ جا ماڻهو توهان جي درشن جا پياسي آهن ۽ چئي چڏيو اٿن ته ڪيئن به ڪري، ستگرو مهاراج جن کي وٺي اچج ۔ سو پريو، اَرداس قبول ڪريو ۽ پروگرام ڏيو ته ڳوٺ لکي چڏيان ۔

ستگرو مهاراج جن سندس سوال مڃيو ۔ ڏهن، پندرهن ڏينهن ڪان پوءِ، ڀائي گوبندرام مهاراج جن کي وٺڻ آيو ۔ اُن رات جو ستگرو مهاراج جن ستسنگ ۾ پريم جو پرسنگ هلايو ۔ چيائون ته سچو پريم اهو آهي، جو سدائين چندرما جي شڪل پکش وانگر وڌندو رهي ۔

سلوڪ ـ ساچا پريم سوجانئي ـ بيج چند جيون هوءِ،
ڪهي ٿيئون ڪب نا گهٽي ـ دن دن بڙهتا سوءِ ۔

اهڙو سچو پريم ڇپي ڪونه سگهندو ۔

سلوڪ ـ پريم ڇپايا نا ڇپي ـ جا گهٽ پرگهٽ هوءِ،
جي پي مک نا بوليئي ـ نين ديت هيءَ روءِ ۔

مطلب: ڀڳوان جي سچي پريت ڪيترو به ڪٽي ڪو لڪائي، ته به لڪي ڪانہ سگهندي.

ڪبير صاحب جن چون ٿا پريم جي مستيءَ ۾ جي ڪير ڪجهي نہ سگهندو، تہ بہ پريم جي وار ٿا ٻڌي، روئڻ ضرور اچي ويندس. اهو پريم بہ تمام چڱو آهي، پر وچولي درجي جو آهي. اُتم پريم اُهو آهي، جو ڀڳوان پريتم جي وڇوڙي ۾ تڙڦندو رهي.

سلوڪ- پيارا بڇڙي روؤ هين- ساچا پريم نہ جان،
ساچا پريم سو جانئي- بڇڙت جاوي پران.

مطلب: پرماتما پريتم جي وڇوڙي ۾ روئڻ بہ ڪچو پريم آهي. پر سچو پريم اُهو آهي، جو پريتم، پرماتما جي وڇوڙي ۾ پران تياڳي. جيئن راجا دسرٿ- سري رام جي وڇوڙي ۾ پران تياڳيا.

سلوڪ- سارس ڪي ڪہ پريتي سچي- يُگل ڦرت جگہ مانهہ،
ڪهي ٽيئُون جو اِڪ مري- دُوجا جيوت ناهہ.

مطلب: سارس پکين جي پاڻ ۾ اهڙي پريت ٿيندي آهي، جو سدائين ٻہ گڏ گهمندا آهن. جي هڪڙو مري وڃي تہ ٻيو اُتيءَ جي پريم وڇوڙي ۾ پنهنجا پران تياڳيندو آهي؛ تنهن جن جي هردي ۾ اهڙو پريم آهي، تن سان ڀڳوان، سنت، گرو، لوڪ پرلوڪ ۾ سدائين گڏ آهن. ٢-٣ ڏينهن پريم سان ڳالهائي، سنگت کي چيائون تہ اسان صبح جو سوڀل سکر ضلع جي عظمت شهر ڏانهن ويندا سون، جو ڀائي گوبند رام ٺيڪيدار وٺڻ آيو آهي. توهان سڀيئي ستسنگي، ڀائي ٺهلرام سان گڏجي، نت نيم سان ستسنگ ۽ سنتن، مهمانن، مسافرن جي پريم سان شيوا ڪندا رهجو. پنهنجو چت نام ۽ گرڀڳتيءَ ۾ وڌائيندا رهجو. ستنام ساکيءَ جي ڌنيءَ سان ستسنگ سماپت ٿيو.

## پاڳو ڀيريون - باب ٥

ٻئي ڏينهن صبح جو گوال لعل، سروآنند ۽ گرمکداس، کيارام، ٿانور داس ۽ سنت گهنشورام کي ساڻ ڪري، گوبندرام سان روانا ٿيا. ٿئي آدم اسٽيشن تي پهچي، ١٠ بجي گاڏيءَ ۾ وڃي چڙهيا. گاڏيءَ ۾ کيارام چوڻ لڳو ته روٽي ته ڪنهن کاڌي آهي ۽ مونکي ته بک لڳي آهي ۽ اسٽيشن جو کاڌو نه کونه کائيندا سون.

سوامي جن چيو اُٿا، پريو پاڻيهي کارائيندو. توهان وينا پڳوان جا رنگ ڏسو. گاڏي اچي شهدادپور بيني ته ڀائي ڏيوارام، شامداس، چوٿورام، مائي پوڄي، ڀائي آسنداس، ڪشوري رام، ڀائي ڪيولرام ۽ ٻيا ڪيترا شهدادپور جا پريمي، گلن جا هار، ميوو ۽ پوڄن کنيو، اڳهِ ۾ اُئي اسٽيشن تي بيٺا هئا. گلن جا هار پائي، جئه جئه ڪار ٻولائي، ميوو ۽ پوڄن ڏيئي، چوڻ لڳا ته سائين، هيٺئر اسان توهانکي هتي لهڻ لاءِ ڪونه ٿا زور ڀريون. باقي موٽندي، ڪرپا ڪري ضرور اسان وٽ لهجو. هفتو کن اڳواٽ احوال ڏجو ته اسان بندوبست ڪنداسون. ستگرو مهاراج جن ڪين چيو، نه ڀيرين نه ٻڌايو ته توهان کي اسان جي وڃڻ جي ڳالهه ڪنهن ڪئي. ڀڳت ڏيوارام چيو ته سائين، ڪالهه ڪنڊوءَ جو هڪ ماڻهو هتي گذرا ڪٽي آيو هو، تنهن ٻڌايو. مون رات اُئي وڃي، پريمين کي ٻڌايو ۽ صبح جو گڏجي اسٽيشن تي توهان جي درشن لاءِ آيا آهيون. هاڻي اسان جي ارداس قبول ڀوي ته موٽندي اسان وٽ ضرور لهندا.

مهاراج جن فرمايو ته وچن ڪوله تا ڏيون، پر جي هن
پاسي ڪان آياسين ته ويچار ڪنداسون. گاڏي ڇٽڻ لڳي، سيئي
پريمي موڪلائي روانا ٿيا ۽ گاڏي به تيز هلڻ لڳي. شام جو
اچي سکر اسٽيشن تي لٿا ۽ سدو سنت بلورام، سنت گنگارام
جي شش جي آستان تي آيا. ڀائي گوبندرام اڳ ئي بندوبست
ڪرائي ڇڏيو هو. سنت بلورام ساڻن پريم ۽ آدرستڪار سان
مليو ۽ سيني کي آسڻن تي وهاري، چوڻ لڳو ته وڏي ڪرپا
ڪئي اٿو جو سکر ۾ پڌارجي درشن ڏنو اٿو. ڀائي گوبندرام
توهان جي ڳالهه ڪندو هو، اسان کي به گهڻي ڏينهن کان
پياس هئي، ته ڪڏهن اوهان جو درشن ٿيندو. سيني جل پان
ڪيو. پوءِ سنت ڪيارام چيو، سائين ٿڪل به هوندا، پر هتي
به سيئي پريمي توهان جي ستسنگ ۽ درشن جا پياسي آهن.
سو ڪرپا ڪري ڪلاڪ ڪن ڏيو. مهاراج جن چيو ته سنتن
جي درشن سان سڀ ٿڪاوٽ دور ٿي وڃي ٿي. رات جو
پلي پريمين کي ستسنگ جو پروگرام ٻڌايو. پوءِ سنت بلورام
۽ ڀائي گوبندرام سان گڏجي، درياه جي هن رستي گهمڻ
ويا. ڪيترن گردوارن ۽ مندرن ۾ پوڄا ٿي رهيو هو؛
لمار سندر نظارو هو. سنت بلورام کي چيائون، هتي ته سرڳ
پري لڳي پيئي آهي. ائين گهمندا ڦرندا، رهاڻ ڪندا
اچي ستسنگ جي جاءِ تي پهتا. هزارن جي تعداد ۾ خلق
آيل هئي. سنگت ڀاءُ پرشاد رکي، ڀيرڻ پئي وهندي ويئي.
ستسنگ شروع ٿيو، سروآنند، گرمکداس ۽ ٿانورداس موج
۽ مستيءَ ۾ اچي خوب ڳايو. ان کانپوءِ، ستگرو مهاراج جن
۽ سوامي ڏوال لعل جن ستسنگ شروع ڪيو. پرنام، ستسنگ
۽ سنتن جي مهما جا پوڄن ڳائي چيائون ته جن سچو پريم ڪيو
آهي، تن ئي پربوءِ کي پاتو آهي، ڇو جو ڀڳوان پريم تي

پرسن ٿيندو آهي.

سلوڪ - جوڳي جهنگم سيوڙا، سنياسي درويش،
بنا پريم پهچي نهين، دُرلڀ سنگر ديش.

مطلب: جوڳي جهنگم، سنياسي، بيراڳي آد کهڙي به ذات، ورڻ، پنٿ، ڀيک جا هجن، سي پريم سان ئي ڀڳوان سان ملي سگهندا. اِها سچي ڀڳتي ۽ پريم سنتن جي سنگ مان پراپت ٿيندو. ستسنگ پريم ۽ ڀڳتيءَ جو گهر آهي. انترڀامي ڀڳوان ستسنگ روپي گهر ۾ رهيتو.

درشٽانت: هڪ ڏينهن نارد منيءَ کي ڀڳوان جي درشن جي ڏاڍي پياس ٿي. سو وئڪنٺ پريءَ ۾ ويو. ڏسي ته ڀڳوان آهيئي ڪونه. پڇيائين ته ڀڳوان ڪٿي آهي؟ پارشدن چيس ته الائي ڪيڏانهن نڪري ويو آهي. هڪڙو گهر هجيس ته توهانکي ڏسيون. نارد وئڪنٺ پريءَ ۾ ڀڳوان جي رهڻ جا آستان، مندر ڳولهي، رستو وٺي رواڻو ٿيو. جهنگل، ٻن، ٽيرٿ، ندين جا ڪنارا ڳولهيندي ڳولهيندي هڪ شهر ۾ اچي نڪتو. ڏسي ته ستسنگ ٿي رهيو آهي ۽ ڀڳوان براجمان آهي. ڀڳوان کي منومٿي پرڻام ڪري، هڪڙيءَ ڪنڊ ڪان ويهي رهيو. جڏهن ستسنگ سماپت ٿيو، تڏهن ڀڳوان کي ڏنڊوت پرنام ڪري چوڻ لڳو تہ هي وئڪنٺ ناٿ، اڄ توهان کي ڏاڍو ڳولهيو اٿم. الاجي ڪٿي ٿا رهو. مونکي ڪا مقرر جاءِ ڏسي ڇڏيو ته جنهن مهل توهانجي درشن جي پياس لڳيم، تنهن مهل سڌو اُتي اچي توهانجو درشن ڪريان.

ڀڳوان چيو:

سلوڪ - نا هم وساهي وئڪنٺي يوگينام هرديي نہ چه
مد ڀڳتايتر گاينتي، تتر تشٽامي نارد

مطلب: هي نارد مونکي نہ وئڪنٺ ۾، نه يوگين جي هردي

۾، نہ تیرٿ نہ مندر، نہ ندين، نہ پهاڙن ۽ نہ جهنگلن ۾ ڳولهيو.
باقي جتي ست پرش مهاتمائون، نشڪامي، نرمالي، آدار چت
منهنجي ڪيترتي ۽ جس ڳائيندا هجن، اتي اچي منهنجو
درشن ڪجو، ڇو جو ستسنگ ئي منهنجي رهڻ جو خاص
استان آهي. پوءِ چيائون تہ ڀڳوان ستسنگ روپي گهر ۾ رهي
ٿو. اهو ستسنگ روپي گهر، خاص ڀڳوان جي رهڻ لاءِ
ڪيترئون ٽڪليفون وٺي، سنتن ئي ٺاهيو آهي انهيءَ لاءِ
تہ جگياسين، مموکشن ۽ ڀڳوان جي ڀڳتن کي، ڀڳوان جي
درشن ڪرڻ ۾ سولائي ٿئي. سنت سدائين پراُپڪاري،
سدا سُ ويچاري پرم اُداري ٿيندا آهن.

سلوڪ - انت ڪرپال نہ دروهہ، چت سهن شيلتا سار،
سم دم آد آڪام مت، مِردل سرو اُپڪار.

مطلب: سنت مهاتمائون وڏي ڪرپا ڪري انت جنمن
۾ ڀڳوان کان وڇڙيل جيو کي پريوءَ سان ملائي ابناسي گهر ۾
پهچائي اُن جو آواگون جو ڦيرو مٽائين ٿا. جن مهاتمائن جي
چت ۾ ڪو بوه، نگي يا پاکنڊ ڪونهي ۽ چت سدائين پوتر
اٿن. تنهي جي ڪو ڪٽي نندا، گلا يا اپمان ڪري تہ بہ اُنکي
ڪو پِت پاراتو ڪونہ ڏيندا آهن ۽ نہ ئي چت ۾ دکي ٿيندا
آهن. پر اُنکي پنهنجو متر جاڻي اُن مان بہ سار ڪٽي پنهنجي
چت ۾ خوش ٿيندا آهن.

هڪ اوقوت آتم گياني مهاتما هڪڙي گرهستيءَ جي
در تي اچي پوجن لاءِ هري ناراين چيو. گهر مان هڪڙو
پيارو باهر نڪري مهاتما کي چوڻ لڳو تہ هي ڪرنِل، ڪپٽي،
ڍونگي، پاپي، بدمعاش، نامراد، نياڳا، وج بدنام، حرامي.
مهاتما هٿ جوڙي چوڻ لڳس تہ پيارا تون ڌن، ڌن آهين.
جو سڄي شهر ۾ توئي مونکي سڃاتو آهي. مان توتان

ٻلهاري وڃان جو مونکي سڄاڻي سچي سمجهاڻي ڏني
اٿيئي. اِهو رنگ ڏسي پاڙي وارا مهاتما کي چوڻ لڳا ته
هن توهان کي تمام خراب وچن چيا آهن ۽ توهان وري
هن مورک کي پيا هٿ جوڙيو! تنهن تي مهاتما چيو ته اُٻا
هيءُ مورک ڪونهي، تمام ٻڌيوان آهي، مونکي هيل تائين
ڪنهن به ڪونه سڄاتو هو. هن ئي سڄاڻي مونکي اُپديش
ڪيو آهي. چوڻتو ته تون ڪريل آهين. سو برابر مان اڳي نرگڻ،
نراڪار هوس ۽ هاڻي ڪري، سرگڻ ساڪار تي پيو آهيان.
پيو ڪپٽي يعني ڪايا روپي پٽي ڀري آيو آهيان. ٻيون
چوڻتو ته ٻه رنگي آهين. برابر ٻه رنگ ڪري وهنوار جي ڪم
ڪار ۽ مٽن مائٽن کان ڇٽو آهيان. اهڙيءَ طرح مونکي سڄاڻي
هن اُپديش ڪيو آهي ته پاپي يعني پيءُ، جو پرماتما آهي،
تنهن کي جلدي پاءِ. بدمعاش يعني سرير جو ماس تمام خراب
آهي، جو مٽي ڪانپوءِ ڪنهن به ڪم جو ڪونه ٿيندو. تنهن
ڪري سرير جو ايمان ڇڏي ڏي. نامراد يعني نام جو آراڌن
۽ ڀڄن ڪر. نياڳا يعني نانا سنسار جي روپ تياڳي، وڃ حرامي
يعني انترمک تي وڃي هريءَ ۾ آرامي ٿيءُ، پنهنجي آتم
ابناسي گهر ۾ سکي ٿيءُ. مهاتما جا وچن ٻڌي اُهو ماڻهو مهاتما
جي پيرن تي ڪري پيو. اکين ۾ جل آٿي، روئي چوڻ لڳو
ته هي پريو مونکي معافي ڏيو. سنت کيس آشيرواد ڏيئي
روانو ٿيو. اِهو درشٽانت ٻڌائي سوامي جن چيو هي گرمکو،
جٽن پيورو ڪنڊن کي ڇڏي سيني گلن مان سڳنڌي وٺي
ايندو آهي، جٽن ماکيءَ جي مک نم جي ڪڙي وڻ مان به
مٺاڻ ڪڍي ايندي آهي. تٽن گرمک وويڪي مهاتمائون
سيني مان سار ڪڍندا آهن. سم معنيٰ من کي روڪين ٿا. دم
معنيٰ پنهنجي اِندرين کي وشين پوئن کان روڪين ٿا. تنهن

ڪانسواءِ ٻيا ٻه ڪيترائي منجهن گڻ آهن. سندن دل ۾ ڪنهن ٻه پدارٿ جي ڪامنا ڪانه رهندي آهي. مِردل معنيٰ سدائين مٺي ستيه ٻولي ٻولڻ وارا آهن. سڀني جيون جي اُڌار واسطي نت اوتار ڌاري سنسار ۾ ايندا آهن؛ ستسنگ جو ڏيهاڙ لڳائي، سڀني جيون کي پريم جي سرڪي پياري سندن هردا سيتل ڪري پريوءِ سان ملائين ٿا.

## راڳ ڪوهياري

ٽل - ڏيکا جڳ ۾ سنت اُڌاري، سار گراهي سنت وچاري

۱- سچ هي ڏيوي سچ هي ليوي،

سچ هي ڏيکي سچ هي سيوي

سر دم آدي ڪت گڻ ڌاري

۲- اپني شريرپر ڏوک سهارنهه،

سڀ جيوون ڪي ڪشٽ اوارنهه

سوارٿ بن سي پراُپڪاري

۳- ات ڪرپالو ڪرپا ڪرهئن،

جنم مرن ڏک ڪو وي هرهئن

مات پتا تي اس هتڪاري

۴- ڪهي ڏيئون سي برهم گياني،

رهتي آتم انتر ڌياني

جائون تن پر مئن ٻلهاري.

آخر ستسنگ سماپت ٿيو ته سنگت مهاراج جن کي چورڻ لڳي ته ڪرپا ڪري ڪجهه وقت رهي نام جي ورکا ڪريو. مهاراج جن ڪين ڇيو ته اسان کي عظمت جي ڳوٺ ۾ شاديءَ تي وڃڻو آهي. موٽندي ڏاڏو پاٽي هوندو ته اچي رهنداسون.

تاريخ ٦ وئساک، سمبت ۱۹۷۷ صبوح جو ۱۱ بجه عظمت جي ڳوٺ ۾ پهتا. شهر جا پنچ پريمي اڳ ئي دهل

شرنايون وٺي، گلن جا هار ڪٽي، شهر جي ٻاهران ٻينا هئا. ستگرو مهاراج جن کي گلن جا هار پائي دهلن دمامن سان ڀائي گوبندرام جي اوطاق تي وٺي اچي هڪ سينگاريل آسڻ تي وهاريائون. پرساد ڀيٽا رکي هٿ جوڙي، کبرون چارون وٺڻ لڳا. سوامي جن چيو کبرون سڀ سک جون آهن. انترجامي ڀڳوان جنهي ڪٿي آنند منگل ڪيا آهن. سيٺي هڪ ايناسي گهر جا آهيون. پنهنجي لڇا ۽ ڪرمن جي ڪري توهان هتي سکر ضلع ۾ ۽ اسان حيدرآباد ضلع جي ڪنڊوءَ ۾ جنم ورتو. هتي ڀائي گوبندرام پنهنجن ڀائرن جي شاديءَ تي وٺي آيو آهي. رات سکر ۾ هئاسون هينئر هتي اوهان پريمين کي ڏسي خوش ٿيا آهيون. پر وڏيڪ خوش تڏهن ٿينداسون، جڏهن اصلي گهر ۾ هلي هڪ ٿي کي گڏجون. وڏيڪ کبرون توهان کي ستسنگ ۾ ٻڌائينداسون. هاڻي توهان پنهنجون کبرون ٻڌايو.

تنهن تي مکي راجلداس هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته هي پريو توهان جي ڪرپا سان وقت چڱو پيو گذري. هرڪو پنهنجي ڪار وهنوار ۾ لڳو پيو آهي. توهان جي مهما ڀائي گوبندرام ڪندو هو. اسانکي اوهانجي درشن جي آڪير هئي اوهانجي واٽ نهاري رهيا هئاسون. توهانجو درشن ڪري ڏاڍو خوش ٿيا آهيون. ڪجهه وقت ويهي سيٺي ڀاو پرساد وٺي، پنهنجي جاءِ تي ويا.

ستگرو مهاراج جن ڀوڄن کائي آرامي ٿيا. شام جو ۴ بجه آتي جل پان ڪري سيٺي سنتن کي وٺي سئر تي ويا. ۷ بجه ڏاري موٽي جاءِ تي آيا. ۸ بجه ستسنگ سڀا ۾ اچي براجمان ٿيا. سڀا ڀرپور هئي. پرارٿنا جي مهما تي پروچن ڪيائون. چيائون ته جيڪي سدائين ست چت آنند پرپورڻ پرماتما اڳيان پرارٿنا

ڪرڻ گهرجي ته هي پريو، هن سنسار ساگر کان تاري، مونکي پار ڪريو!

**سلوڪ - هئُن اناٿ آنٿي دکي، ٻڊيو ديکٿ سنسار،**
**ٻُوبت هُون ڀو سنڌ مين، موه ڪرو پريو پار.**

مطلب: پريو، مان اناٿ، منهنجو سنسار ۾ ڪوئي رکيڪ مددگار، ساٿي ڪونهي. مان تمام دکي آهيان. هيءَ پيانڪ سنسار ڏسي ٻڊجي رهيو آهيان ۽ هن سنسار ساگر جي آشا روپي جل ۾ غوطا کائي رهيو آهيان. مونکي لوڙهه ابناسي گهر ۾ پهچايو. توهان کانسواءِ ٻيو ڪوئي آسرو ڪونهي.

**سوَيو- سروَ اور سٺي هويه نراسا-**

**چرن آپڪي آن گهي،**
**لاک چوراسي جون چڪرهِ-**
**ڦر ڦر هم بهه ڏوک سهي،**
**ڪرپا ڪرڪر اپنا ڪيجي-**
**طرف تمهاري ديکھ رهي،**
**کهي ٽيئُون گرپار ڪرواب-**
**ڀو سنڌ ۾، مئُن جاٿ بهي.**

مطلب: جئن ڪالگ جهاز تي اچي وهندو آهي ۽ جڏهن جهاز سمنڊ ۾ ٻه چار ميل پري هليو ويندو آهي، تڏهن خيال ڪندو آهي ته هاڻي جهاز کي ڇڏي ٻئي هنڌ وڃي وهان. اِهو خيال ڪري جڏهن چئني ئي طرفن کان ڦري ڏسندو آهي ته وهڻ جي جاءِ ڪانهي ۽ چوڌاري پاڻي ئي پاڻي آهي، تڏهن جهاز کي ئي پنهنجو آسرو سمجهندو آهي. تئن ستگرو مهاراج جن انترڀامي، مون هن سنسار ساگر ۾ چئني ئي طرفن کان ڦري ڏٺو آهي ته ڪٿي به سک ڪونهي. جيڏانهن ڪن تو ڏجي

ڏيڏانهن دک جو آواز تو ٻڌجي. سو تنهن تي توهان جي چرن ڪنول ۾ آيو آهيان ته منهنجو اُڌار ڪريو. چوراسي لک جونين ۾ ڦرندي ڦرندي مون تمام گهڻو دک پاتو آهي. هاڻي ڏاڍو ٿڪجي پيو آهيان. مونکي آتم گيان جي جهاز ۾ چاڙهي، هن ڀيانڪ ساگر کان پار ڪري پنهنجي اصلي اَبناسي ديس ۾ پهچايو.

اِنهيءَ وشيہ تي ڪيترا پرارٿنا جا پڇن ڳائي بس ڪيائون ته ڀائي گوبندرام چوڻ لڳو ته هي پريو، شاديءَ ۾ ڪجهہ رڪاوٽ ۽ کٽ ڦٽ ٿي پيئي آهي. ڪرپا ڪري پلہ پايو ته سک سان ڪارج راس ٿئي. اِها ارداس ٻڌي فرمايائون ته بابا ڪائي چنتا نہ ڪريو. انترجامي پريو سڀني کي سمت ڏيندو ۽ توهانجو ڪارج نروگهنتا سان سمپورڻ ٿيندو. سنگت کي چيائون ته پلہ پائي پريوءَ کي پرارٿنا ڪريو. پلہ پائي، پرارٿنا ڪرائي ستسنگ سماپت ڪيائون.

اهڙيءَ طرح هر روز رات جو ستسنگ ڪندا هوا. ٻڙهي عادوشاهہ، چڪ، ڪاهي ۽ ٻين ڪيترن ڳوٺن جي خلق مهاراج جن جو جس ۽ ڪيرتي ٻڌي، درشن لاءِ ايندي هئي. ماستر ڪيشوداس ۽ ڪي ٻيا شش ٿيا. آخر ڀائي گوبندرام جي ڀائرن جي شادي ٿي وئي. ٻڙهي عادوشاهہ جي مکي اَنندرام ۽ چڪ جي ڀائي جشن مل ڀائي چوئٿ رام ستگرو مهاراج جن کي پنهنجي ڳوٺ چرڻ گهمائڻ لاءِ وينتي ڪئي جا سوامي جن سويڪار ڪئي.

ٻئي ڏينهن صبوح جو ستگرو مهاراج جن سڀني کان موڪلائي عادوشاهہ جي ٻڙهين ويا. اُتي شام جو درياهہ جي ڪناري گهمڻ ويا ۽ هڪ پپر جي وڻ هيٺان وڃي ويٺا. اُتي ڀائي گوبندرام هٿ جوڙي سوال ڪيو ته هي ڀڳوان! هن سنسار

تنهنجو
۽ رهندي پنجن وڪارن کان ڪيئن رهائي پائجي
سولو اپاءُ ڪرپا ڪري ٻڌايو؟
تنهنتي مهاراج جن هيءُ هيٺيون شبد ڏاهي سيٺي کي ٻڌايو.

## راڳ جوڳ

تل- ڪر ڪو ديهه سدار پيارا، پاڻ وڪارن کان تہ ٻچائي.
١- ڪام جڏهن تو زور لڳائي، شرم ڌرم سڀ شان وڃائي
هردم تيءَ هوشيار پيارا، جت ست سان تون پريتي پائي.
٢- ڪروڌ جڏهن تو جوش جڳائي، جان جگر ۽ جسم جلائي
دل کي ڏي تون ٺار پيارا، کميا شانتي صبر پرائي.
٣- لوڀ جڏهن تو لائي لوري، ڌن ميڙڻ جي تي جيءَ جهوري
سچ جو ڪر وهنوار پيارا، هردي ۾ سنتوش وڌائي.
٤- موهہ جڏهن تو من کي منجهائي، ڌيرج ٻل ۽ ٻڌي گنوائي
من مان ڪڍ اندڪار پيارا، برهم گيان جي جوت جڳائي.
٥- گرب جڏهن من واس ڪريٿو، ڌرم ڪرم کي ناس ڪريٿو
پاءِ حليمت هار پيارا، ڪهي ٽيئون ايمان مٺائي.
اِهو پنجن ٻڌائي چپائون تہ هي پيارا، هن پنجن جي وڪار
ڪرڻ ۽ رهڻي رهڻ سان منش جنم جلدي سڌري پوي ٿو ۽
هيءُ جيو وڪارن کان رهائي پائي سگهي ٿو.
سلوڪ- موه مها دوک روپ هئہ، ٽانڪو ديو نکار
پريت جگت کي ڇاڏکي، آپنا کرو اُڌار
مطلب: سنساري پدارٿن جي پريت وڏي دک ڏيڻ وارو
آهي. تنهنکي تياڳي پنهنجو اُڌار ڪريو. پرجيئن سنت سمجهائي
تا تيئن اڳيالي پاڻ وڏيڪ موه روپي گهري الڏيري ۾ اڳتي
وڃي رهيا آهن.

چند- ري من سپ ڪا موه ڏيا ڳو، موه مها وڪرالا هئه،
موه ڪٽنب سي ڪيئا جسني، موه ڏسڪو ڳهالا هئه،
آرجن جهڙسي وير بهادر، ڦسي موه ڪي جالا هئه،
ڪهي ٽيئون جو موه ڏيا ڳي، سو جن رهت سکالا هئه.

انهيءَ موهه روپي اولده کي ناس ڪرڻ واسطي هڪ آتم گيان روپي هي ٿيءَ جو پرڪاش کپي. سو آتم گيان برهم ليشني، برهم سروتري، ديهه ڌاري پورن ستگروءَ جي دواران ئي ملندو آهي. انهيءَ گيان جي پرڪاش ڪري موه روپي اوندهه دور ٿي ويندي. تنهن ڪانپوءِ جگياسو ترپته ٿي آتم سک کي پائيندو. انهيءَ موه روپي اولده جي ڪيڻ واسطي بس اهوئي سادن آهي. شام جو منبلي‌ءَ سميت موٽي جاءِ تي آيا. رات جو ستسنگ ۾ هينيون پڃن چيائون.

## راڳ ٽوڙي

تل- ڪتا سن ڪوڻ ڪيئه وچار
اوجل ديهي لئين گنوائه- بنا پڃن ڪرتار
١- ڪتا هريءَ جي آهي جڳ ۾- سپ ڪرمن ڪان سار
سڻي سڻي نا سمجهه پرائه- جنم ڪيئه بيڪار
٢- موهه ممت منسر نا ڇڏيئه- ڪام ڪرود اهنڪار
ڪرڻ لڳين ات پهر پرائي- تانتي توهه ڌڪار
٣- وڃارو تي جنهن لئه آئين- سو نه ڪيئه واپار
ڌرمراءَ اٿ ڪين ڇڏيندءِ- پورو ڪندءِ آچار
٤- من جي مس ڪر سرلي ليکڻ- تيءَ تون لکٽي هار
ڪهي ٽيئون لک رام نام اُر- پائين موکيه دئار

ان پڃن جي ارٿ ڪندي ٽن پرڪارن جي پڌين جو بيان ڪيائون. چيائون ته ستسنگ ۾ جيڪي ماڻهو اچبتا، تنجي

ٻڌي ٽن پرڪارن جي آهي. (١) لوڏي (٢) موٽي (٣) تيلي.

(١) لوڏي ٻڌي: گهوڙي جي ٽل کي لوڏ چئبو آهي، جنهن ۾ سڱيءَ سان سوراخ ڪڍبو ته ڪڏهن پورجي ويندو. اهڙن ڪمشتين جي لوڏي ٻڌي آهي. هڪ ڪن کان ٻڌن ۽ ٻئي ڪن کان ڪڍي ڇڏين. لوڏ وانگر هنن کي ڪوبه اثر ڪونه ٿيندو آهي.

(٢) موٽي ٻڌي: ڪن جي ٻڌي موٽيءَ وانگر ٿيندي آهي يعني جئن موٽيءَ ۾ جيترو سوراخ ڪبو اوتروئي سوراخ ظاهر ٿي بيهندو. اهڙن جيترو سنت مهاتمائون اپديش ڪندا، اوتروئي کين ياد بيهندو.

(٣) ٽين منش جي ٻڌي تيل وانگر آهي. جئن تيل جو قطرو پاڻيءَ ۾ ڇڏبو آهي ته پکڙجي رنگ رنگ تي چمڪندو آهي اهڙن سار اپديش ياد ڪري انهيءَ ويچار سان وستار ڪري وڌائي وڃي آتما جو ساکيات ڪار ڪندا آهن.

وهنوار خواه پرمارٿ جو گيان ٻڌيءَ جي ڪرڻ تئي ٿو. انهيءَ ڪري سدائين ٻڌيءَ کي اتم ۽ پويتر ڪندو رهجي. ٻڌي اتم ۽ پويتر ڪيئن ٿيندي، تنهن لاءِ هي چار اپاءَ آهن. ١- شد ساتوڪي آهار ٢- ستسنگ ٣- ست شاستر چنتن ۽ ٤- نام جي ابياس ڪرڻ سان ٻڌي اتم ۽ شد ٿئي ٿي. اهڙي طرح جي وياکيان ڪندي مٺيون ٻچن ارٿ سهت چئي ستسنگ سماپت ڪيائون.

اتان ڏهرن جي ڳوٺ ۾ سيٺ پرچومل وٽي آيا. اٽي ٥ ڏينهن رهي ٻچن ڪيرتن جو ڏاڍو آنند ڪيائون. هڪ ڏينهن ستسنگ وچ ۾ سيٺ پرچومل اٿي ستگرو مهاراج جن کي پرارٿنا ڪئي ته ڀڳوان! توهان هرتا ڪرتا ڄاڻي جاڻڻ هار آهيو. هن داس کي سنتان ڪانهي. سو ديا ڪري منهنجي جهول

پريو. سوامي جن ستسنگ ۾ پلٿي پاتو. سيٺ کي ١٢ مهني پٽ ڄاتو جنهن جو نالو ٺوڪلداس رکيو ويو. اُتان پائي چوٿرام پائي لهروهل مکي، پائي جشن رام آدي ستسنگي ستگرو مهاراج جن کي پرارٿنا ڪري چڪ وٺي ويا.

رات جو ستسنگ ٿيو. ست ڪرم جي وارتا هلي، چيائون ته هي منش چولو پريوء جي ڀڄن لاء ئي مليو آهي. پگوان جي ڀڄن ۽ ست ڪرم ڪانسواء هن جيو جو ڪوبہ سنگي ڪونهي. ڪٽنب پريوار سڀ جيوڪي وچ ۾ ڇڏي ويندا. ائين چئي هيٺيون ڀڄن شروع ڪيائون.

## راڳ ٿلنگ

ٿل - ديس ڇوڙ پرديس ۾ آئي - ساچا وڻج وهانا ري

١ - اُوٺ مسافر جاڳو جلدي - نيند نہ ڪرنا دانا ري

٢ - اس جڳ ڪي بازار منجهاري - ستسنگ ڪلا دڪانا ري

٣ - سنت جنان ڪي سيوا ڪرڪي - هر ڪا درشن پانا ري

٤ - کهي ٽيئُون ستگر پرسادي - پاتو پل نر پانا ري

## راڳ ڪاهول

ٿل - منشيہ ڪاهي ڪو تون آيا ري

جڳ ۾ جنسي جنم دنيا هئہ - تسڪو ناهہ ڌيايا ري

١ - مات گرڀ ۾ اُلٽي تپ جب - هرسي ٻول بندايا ري

٢ - ٻاهر نڪسي تنهہ هسارا - موهہ ليٽا تجهہ مايا ري

٣ - پانچ تتو ڪي ديهہ ديکڪي - نج سوروُپ ڀلايا ري

٤ - کهي ٽيئُون هر ڀڄن بنا تون - يمرڪي هاٿ بڪايا ري

سلوڪ - گانٺ هوءِ سو هاٿ ڪر، هاٿ هوءِ سو دي،
آگي هاٿ نہ باٽيان، لينا هئہ سو سي لي.

مطلب: توکي اُنهي ۾ جيڪو پيسو هجي، سو ڪڍي همٿ ۾

ڪر، جي هٿ ۾ هجي ته اوڏيءَ مهل ٻرپوءَ جي ڳالهه ۾ دان
ڪر، ڇو جو پرلوڪ جي مارگ ۾ ٻيو ڪوبه سهائتا ڪرڻ وارو
ڪونه آهي ۽ ڪو ڪو دوڪان آهي، جتان تون خريداري
ڪندين. انهيءَ ڪري سيني جيون ڪي پرلوڪ جو سمر
ناهڻ گهرجي.

**سلوڪ - وکر سو وهاءِ، جو پئي پراٿو نه ٿئي**
**ويچبندي ولايت ۾، ذرو ٿئي نه ذايع**
**ساڪا هر هلاءِ اڳهن، اڳهه جنهن جي اُبهين.**

مطلب: اهڙو ڪو گيان ڀڳتيءَ جو وڻج ڪر، جو نه پراٿو
ٿئي ۽ نه ٿي جنهن مان گهاٽو به ٿوي يعني ڏيندي ونندي
جنهن مان ڪوبه نقصان نه ٿوي ۽ جنهن جي آسري تون
پرلوڪ ۾ وڃي سک پائين. هيءَ مانش چولو پرلوڪ جي ناهڻ
واسطي ٿي مليو آهي، نه ٻگاڙڻ واسطي. چوراسي لک جوٽين
۾ هيءَ جيو ڪجهه به ٻڻائي نه سگهندو. انهيءَ وشه تي ڪيترا
پڇن ارٿ سهت ٻڌائي ستنام ساکيءَ جي ڌني لڳائي ستسنگ
سماپت ڪيائون.

ٻئي ڏينهن شام جو ڪاهيءَ جي ڳوٺ جو ڀائي وائورام
ڪاهيءَ جي پنچن طرفان سوامي جن کي ڪاهيءَ ۾ چرڻ گهمائڻ
واسطي اچي لڳو. سوامي جن کي وينتي ڪيائين. سوامي جن
ڪيس چيو ته پيارا اسان ڪسي هتي اچا شايد هفتو ڪن لڳي
ويندو. الي ڀائي جشن رام چيو ته سائين، پندرهن ڏينهن ته
اوهان جي رسوئي ٻرهمين وٽ آهي. سو ڀڳت وائورام کي اچا ڪو
ڏينهن مقرر ڪري نه ڏجو. ٻه، ٽي ڏينهن پلي هتي ترسي،
هن جو پڇن به ٻڌو. ڏاڍو سريلو ڳائيندڙ آهي.

مهاراج جن چيو ته چت روپي بالڪ کي خوش ڪرڻ لاءِ
سنسار ۾ چار جگهيون آهن: (١) ...

باغيچو (٣) سرسبز پهاڙ (٤) ستسنگ.

(١) درياه جي ڪناري تي اچي ويهبو يا گهمبو ته به چت پرسن ٿيندو.

(٢) سندر باغيچي ۾ وڃي گهمبو ته به چت ڦلواڙيءَ کي ڏسي خوش ٿيندو آهي.

(٣) پهاڙ تي چڙهي هيٺيون نظارو يا مٿيون نظارو ڏسي چت خوش ٿيندو آهي.

(٤) ست پرشن ۽ مهاتمائن جي ستسنگ ڪرڻ سان به چت پرسن ٿيندو آهي.

پر لتو جيستائين درياه جي ڪنارو يا باغيچي يا پهاڙ تي پيو گهمبو، تيستائين چت خوش رهندو. پر جيڪي سنتن مهاتمائن جي ستسنگ ۾ وڃي پريم روُپي پينگهي ۾ چت روُپي بالڪ کي وهاري لوڏين ٿا ۽ رام نام روُپي کير پياري، چت روُپي بالڪ کي ويدانت جي وچنن روُپي رالديڪن سان شانت ڪرائين ٿا، تن جو چت، آتم گيان پائي پنهنجي سروپ ۾ لنولين ٿي سدائين آنند جي هندوري ۾ لڏندو رهي ٿو. جهنگل مان موٽي آيا. ٨ بجي رات جو ستسنگ شروع ٿيو. ڀهرين ڀڳت وانورام پنهنجي ڀڄن سان سنگت کي موهي وڌو. ستگرو مهاراج جن پوءِ ستسنگ ڪيو. هي جيوُ ست چت آنند سروپ آهي. اهي ٽيئي سروپ هن جيو آتما ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ڀهرين ست آهي. ست انهيءَ وستوءَ کي چئجي ٿو جو ٽنهي ڪالن ۾ ڪنهن سان به ناس نه ٿئي. ٽي ڪال: ڀهريون ڀوت، ٻيو ڀوشيه، ٽيون ورتمان. ڀهريون ڀوت، جو وقت گذري ويو. ٻيو ڀوشيه، جو وقت سياڻي ايندو. ٽيون ورتمان جو هينئر هلي پيو. انهن ٽنهي ڪالن ۾ جنهن جو ناس نٿو ٿئي، سو ست آهي. ٻيو

آتما چت سروپ آهي. يعني پرڪاش روپ آهي، اُنهيءَ ست ۽ پرڪاش روپ جي آڌار تي ٽيئي سرير، اَسٿول، سوکيم ۽ ڪارڻ، اِسٿت تي اندر ٻاهر، سارو وهنوار ڪري رهيا آهن. ست ۽ پرڪاش جي ڪري سارو برهمنڊ، چندرما، سورج، آد، چمڪي، سوڀيا پائي رهيا آهن. جنهن اَمر آنند جي ڪري سڀني پدارٿن مان آنند اچي ٿو. هڪ انهيءَ ست وستوءَ کانسواءِ ٻئي ڪنهن به پدارٿ ۾ آنند ڪونهي. سنسار ۾ پٽ جهڙو ٻيو ڪو به پدارٿ پيارو ڪونهي. پٽ مان ڏاڍو آنند اچي ٿو، پر پٽ ۾ آنند اصل ڪونهي. اُتي هڪ درشٽانت ڏنائون.

**درشٽانت:** ڪنهن سيٺ جو پٽ ولايت ۾ وڃي پڙهي ٿو. ڏهه سال پڙهي وڏو اِمتحان پاس ڪري پنهنجي ماتا پتا کي چٺي لکي ٿو ته مان هاڻي پڙهي پاس ٿيو آهيان. فلاڻي تاريخ ٦ بجي صبح جو، هوائي جهاز ۾ هتان روانو ٿيندس. واٽ تي ڍُهندو، ڦرندو فلاڻي تاريخ رات جو ١٢ بجي واريءَ گاڏيءَ ۾ پهچندس. پٽ جي اچڻ جو پڙهي، سيٺ خوش ٿي پنهنجي اِستريءَ کي وڃي ٻڌايو. ٻئي ڄڻا چٺي پڙهي، خوشيءَ ۾ نه پيا ماپن. مٽن مائٽن کي پيا ٻڌائين. هڪ هڪ ڏينهن پيا ڳڻين. پر هنن واسطي اُهي ڏينهن به سال ٻاجهي ٿيون ٿا. آخر اُهو ڀاڳ واريءَ جو ڏينهن بہ اچي ٿو. انهن به پٽ جي خوشيءَ ۾، اهو ڏينهن به سندن لاءِ وڏو ٿي پوي ٿو. سنسار جو ڪم ڪار ڀاڄي وئين. ڪنهن به پدارٿ مان آنند نٿو اچين؛ سڄو چت پٽ ۾ لڳي ويو اٿن. گهڙيال پيا ڏسن، ڪلاڪ پيا ڳڻين. ڳڻيندي ڳڻيندي، رات جا ڏهه اچي ٿا لڳن، اِستري سيٺ کي چوي ٿي، رسوئي کائي، سنيري، موٽر کاهي اِسٽيشن تي وڃي، ڇوڪري کي

وٺي اچو. تنهن لئي سيٺ چوئيس ٽولو چرڪري کي اسٽيشن تان
وٺي اچان، نه پوءِ گڏجي پٽ سان ڪاٺيندس. اڃا موٽرکي
ٻه ڪلاڪ لڳي آهي. ٽون پلي ڪاٿ. اسٽريءَ چيو، موٽرکي
به ٻه ڪلاڪ لڳي آهي. سڀيئي گڏجي ڪاٺينداسون. چو ٻه
ڪلاڪ لڳي آتن، جو پٽ جي پياس ۾ پيٽ پرجي ويو آتن.
ٻه، هڪڙي پٽ جي درشن جي آتن. آخر ١١ ٻجي موٽر
ڪاهي سيٺ اسٽيشن تي وڃي تو. پليٽفارم تي، واچ هٿ
۾ جهلي، وقت ۽ گاڏيءَ کي ڏسي رهيو آهي. انهيءَ وقت
هڪ منٽ به مهيني سمان پيو سمجهي. گاڏيءَ جي اچڻ جي
گهنٽي لڳي تي، سنگل لهي تو، پر سيٺ کي سنسار ڏسڻ
۾ ڪونه تو اچي؛ هڪ گاڏي ڏسڻ ۾ اچيس تي، دل ۾ آنند
جي لهر اٿيس تي. گاڏي اچي اسٽيشن تي بيهي تي. پٽ
کي گاڏيءَ مان لهندو ڏسي، پٽ ڏي وڃي تو. دل آنند
سان پرپور تي وڃيس تي. وري جنهن وقت پٽ کي ڀاڪري
پائي ملي تو، تنهن وقت دل ۾ آنند ماپي نٿو سگهيس. اُڇل
کائي، پاڻيءَ جي روپ ۾ اکين مان ٻاهر نڪري تو، ڪنٺ
روڪجي وڃيس تو ۽ وار ڪالبارجي وڃنس ٿا. بس، انهيءَ
وقت جي آنند کي، فقط سيٺ ئي ڄاڻي ٿو. پٽ کي پاڻ
سان موٽر ۾ چاڙهي گهر وٺي اچي تو. رسوئي کائي سمهي
پون ٿا. صبح جو اهو آنند گهٽجڻ لڳو. اُن ڏينهن ڪانپوءِ،
سيٺ کي پٽ مان اهو آنند نٿو اچي. آخر مهيني کن ڪانپوءِ،
هنجو پٽ اهڙو ڪو ڪم تو ڪري جو سيٺ ڪاوڙ ۾ اچي
پٽ کي چوي تو ته، هي موڙک، تو هيءَ ڇا ڪيو. اهڙيءَ
طرح گهٽ وڌ ۽ ڪڙا وچن پٽ کي ڳالهائي تو. جي پٽ ۾
آنند هجيس ها، ته سدائين اسٽيشن وارو آنند اچڻ گهرجيس ها.
انهيءَ مان ثابت ٿئي تو ته پٽ ۾ آنند ڪونهي. اهو

آنند ھن جيو جو سروپ آهي، پر پنهنجي ست چت آنند سروپ کان ڀلجي پيو آهي. وري مهاتمائن جي ستسنگ ۾، ستگرن جي ڪرپا سان، ست شاسترن جا ويدانت وچن ٻڌي، آتم گيان پائي، پنهنجي سروپ کي سڃاڻي سنسار ۾ جيون مڪت ٿي رهي ٿو. اِهيءَ وشيه تي ڀڄن ڳائي سنگت جي اندر مها آنند ڇانئي ڇڏيائون. ستسنگ جي سماپتيءَ وقت ڀائي جشن رام عرض ڪيو ته سنگت جي مرضي آهي ته صبح جو ٧ کان ٩ بجي تائين به ستسنگ ٿئي. ستگرو مهاراج جن سندن وينتي سويڪار ڪئي.

صبح جو ٧ بجي ستسنگ شروع ٿيو. پهريائين ڀڳت واڌورام ۽ ڀڳت چوئٿرام گڏجي موج مچائي، جنهن کانپوءِ ساڍي ٩ بجي تائين سوامي جن ستسنگ ڪيو.

ڀڳت واڌورام جو ڪاهيءَ واپس ڪولو ويو، سو اُتان جا ڀائي گوبند رام ۽ ڀائي سوهن رام اچي لڳا ۽ سوامي جن کي ڪاهيءَ ۾ چرڻ گهمائڻ لاءِ پنهنجي طرفان پلئه وڌائون. چڪ جي پريمين سوامي جن کي ڇڏڻ جي نه ڪئي ۽ چيائون ته اڃا مهينو ڪن نه وڃو. پر ستگرو مهاراج جن چڪ جي پريمين کي چيو ته اَبا، ڀلي ڪاهيءَ جي پريمين جو چت به خوش ڪريو. اوهان وٽ ١٥ ڏينهن ڪن رهنداسون. ڪاهيءَ جي پريمين چيو چڱو سائين اسين وڃون ٿا. ڀڳت واڌورام اِتي آهي. اُنهيءَ کي پروگرام ٺاهي ڏجو ته پوءِ اسان وٺڻ اينداسون.

شام جو ٤ بجي سڀئي ساڌ ۽ ڪيترا ٻاهر جا مهمان ستگرو مهاراج جن سان گڏجي سنت گنگارام جي آستان تي ويا. سنت گنگارام سڀني جو پريم سهت آدرستڪار ڪيو ۽ چيائين ته، اوهان جو درشن پائي مونکي ڏاڍي خوشي ٿي آهي. دستور انوسار، هڪ ٻئي کي حال احوال ڏنائون ورتائون

پوءِ سنت گنگارام به ڳڻ ڳايا ۽ اَڌ ڪلاڪ ڪن ستسنگ ڪيائين.
سوامي جن به ستسنگ ڪيو ۽ پنهنجا مڌر گيت ٻڌايائون.
سنت گنگارام کان موڪلائي، پاڻي چانڊورام جي آستان تي
آيا. سنت چانڊورام، مهاراج جن کي ڏسي، ڏاڍو خوش
ٿيو. اُتي به سنت چانڊورام جي پريرنا تي، سيني ساڌن
سان ملي، هڪڙو ڳڻ ڳايائون. اُتان موڪلائي آيا، چوئٿ ٻال
جي آستان تي. چوئٿ ٻال ستگرو مهاراج جن کي آسڻ تي
وهاري، جامو پائي، چير ٻڌي، وڏي پريم منجهان، سنتن
جي مهما جا به ڳڻ ڳايا. تنهن کان پوءِ چوئٿ ٻال کي وٺي،
سڌو ستسنگ جي ماڙيءَ ۾ اچي، ستسنگ شروع ڪرايائون.
ست ڪرم جي وارتا هلي چيائون منش کي سدائين ست ڪرم
ڪرڻ گهرجن، جي ڪرم ٻن پرڪارن جا آهن:

١- سڪام ٢- نشڪام. پهريون سڪام ڪرم، يعني ڦل
جي اِڇا رکي ڪرم ڪرڻ. ٻيو نشڪام ڪرم، اُن جو ڦل آهي،
اَنتش ڪرڻ جي شڌي. سيني جيون کي پنهنجي اَنتهڪرڻ
جي شڌيءَ واسطي نشڪام ڪرم ڪرڻ گهرجن.

آهار ۽ وهنوار شڌ ڪرڻ گهرجي. ڇو ته آهار يعني
ميڇي ماس آدي کائڻ ڪري اَنتش ڪرڻ ملين ٿئي ٿو.
انهيءَ ڪري شڌ آهار ڪرڻ گهرجي. ڪنهن به جيو کي ٻنا
ڪارڻ دک نه ڏجي. سنگت کي پريرنا ڪيائون ته ماس
ميڇيءَ کان ڪنارو ڪندا ته ڀڳوان اوهان کي اوهان جا اڳيان
پاپ به بخشيندو. ڪن توڙن ماڻهن هٿ مٿي کڻي وچن ڏنو
ته ماس ميڇي نه وٺائينداسون. سوامي جن اُنهن کي آشيرواد
ڏني. وري سنگت کي چيائون ته جي سدائين لاءِ ميڇي ماس
ڇڏي سگهو ته جيستائين توهان جي نگريءَ ۾ آهيون،
تيستائين پاسو ڪريو ۽ پورو ٿي، ستسنگ ۾ اچي پورو ڀڳوان

سان مليو. اِها ڳالهه سڀني قبول ڪئي. ستگرو مهاراج جن هي ڀڄن چيو.

## راڳ پهاڙي

ٽل- منش ڪي ڪڏهن ماس ڪائڻ نه گهرجي،
آشد ڪاج پر دل، لڳائڻ نه گهرجي.
١- ڪرڻ جيو هنسا، آهي پاپ ڀاري،
گلي ڪنهن جي ڪاٽي، وهائڻ نه گهرجي.
٢- ڪائڻ ماس وارو، وڃي تو نرڪ پر،
نرڪ پاڻ پنهنجو، ولائڻ نه گهرجي.
٣- ڪائي ماس جوئي، منش لائهه سوئي،
پشن جيئن جيون، بڻائڻ نه گهرجي.
٤- ڪهي ٽيئون شاستر، چون سنت سڀ ٿا،
ڪڏهن جيو ڪنهن کي، ستائڻ نه گهرجي.

مکي ڀروومل اُتي چيو ته صبح جو پنڃائي هوڪو ساري شهر ۾ ڏيارينو ته جيسين سنت نگريءَ ۾ آهن، تيسين ڪو به مڇي ماس نه ڪائي. تنهن کان پوءِ، ستنام ساکيءَ جي ڌني لڳائي، هڪ بجي ستسنگ سماپت ڪيائون.

اهڙيءَ طرح هر روز صبوح جو ٧ کان ٩ بجي تائين ۽ رات جو ٨ کان ١٢ بجي تائين ستسنگ ٿيندو رهيو. ڏينهان ڏينهن شهر جو پريم وڌندو ويو ۽ ٻاهران به ڏهن ٻارهن ميلن جي مفاصلي تان خلق ايندي هئي. شهر جا ڪيترا پريمي ستگرو مهاراج جن جا شش ٿيا جن ۾ ڀائي ٽانورداس، ڀائي جشنرام ڀائي ڀلوُ رام، ڀائي پريتمداس، موهنداس به هئا. شهر وارن جي اُلي پريم ڪري مهاراج جن ٢٠-٢١ ڏينهن چڪ ۾ رهيا. تنهن کانپوءِ کاهيءَ جا پنچ ڪين ونڻ آيا. شام جو ٤ بجي ڀڄن ڳائيندا شهر مان روانا ٿيا. ساري شهر جي خلق مهاراج جن

جي پٺيان هلڻ لڳي. چوڌاري ٻال ڇيڙ جامو پائي اڳيان نچندو
هليو. سيٺ ٽوڪنداس رستم واري جي پاڙي، پاڙي آوترام کي
ته اهڙو اچي ٻروه لڳو جو بازار مان ڪانيون، ڪانا، پکين
جا کنڀ پٽي پروڄهي، چوڌاري ٻال سان گڏ نچڻ لڳو. سيٺ
آوترام کي نچندو ڏسي ماڻهو حيران ٿي ويا ۽ هڪ ٻئي کي
چوڻ لڳا ته سيٺ آوترام کي ڇا ٿي ويو آهي، جو پنهنجو
سڀ شان مان ڀلائي، سادن جي اڳيان نچندو پيو هلي. خبر
ناهي ته سادن جي پيرن ۽ ڏنڊن جي گهنگهرن ۾ اهڙو
ڪهڙو پريم جو جادو ڀريل آهي جو اسانجي دل ۾ به ائين پئي
چاهي ته جيڪر سنتن جي پٺيان هليا وڃون.

اهڙيءَ طرح ڇڪ جا ڀريمي، پريم ۾ گد گد ٿيندا مهاراج جن
سان گڏ شهر کان ٻاهر تائين ويا.

مهاراج جن پوءِ سڀني کي چيو هاڻي توهان موٽي وڃو.
اسين پند سفر ڪندا، ڪاهيءَ ويندا سون. توهان ساڃهيءَ جو
ستسنگ ۾ اچجو. پوءِ مهاراج جن کان موڪلايو.

آوترام ۽ ڪيترا چوڪرا مهاراج جن جي پٺيان هلڻ لڳا،
آوترام جي ڪاڪي لوڪنداس رستم واري مهاراج جن کي چيو
ته آوترام توهان جي پريم ۾ مست ٿي ويو آهي. سو ڀلي
توهان سان گڏجي ڪاهيءَ تائين هلي- پر پوءِ ان موٽي وڃوس.
هن ٻچي تي ڪرپا ڪري ڪيس سمت ڏجوس. ٻيا ڪي
ٿورا چوڪرا به مهاراج جن سان ويا.

سوامي جن جي سواڳت لاءِ ڪاهيءَ جا پنڇ اڳيئي ٻاهر
بيٺا هئا. سوامي جن کي دهل، شرنائين سان وٺي ويا. ڀڄن
ڳائيندا بزار مان لنگهيا. چوڌاري ٻال ۽ آوترام به نچندا هليا.
شهر جي وچ آيا ته آوترام کي نچندو ڏسي ماڻهو حيران ٿي
ويا. چوڻ لڳا ته هيڏو سيٺ جو ڪنهن سادن کي پيري

نه پوي. سو ڪيئن پنهنجي ساهرائي ڳوٺ ۾ پيو لڳي!
آوترام جي ساهرن کيس اچڻ جو ڏسي شرم کان ڪنڌ ڪري
هيٺ ڪيو. اهڙيءَ طرح پڻ جي موج ڪندا دربار ۾ آيا
جتي سنڌن زهڻ جو بندوبست ڪيو ويو هو. رات جو نيم
انوسار ستسنگ ڪيائون جو رات جو هڪ بجي پورو ٿيو.
پوءِ ستگرو مهاراج ساڌ ۽ مهمان رسوئيءَ لاءِ پنڊاري جي
جاءِ تي ويا. اُتي ڀائي واڌورام ۽ ڀائي سومن رام گهٻرائجي
مهاراج جن کي آهستي چوڻ لڳا ته سائين رسوئي ته ١٠٠-١٢٥
کن ڄڻن لاءِ تيار ڪئي اٿئون. پر مهمان ته ٤٠٠-٥٠٠ ڏسڻ
۾ اچن ٿا. هن وقت ٻي رسوئي به مشڪل تيار ٿي سگهندي.
تنهن ڪري جئن آگيا ڏيو تئن ڪريون. اهو ٻڌي مهاراج جن
اُتي پنڊاري جي جاءِ تي آيا. شيوادارن کي چيائون ته اٻاڻ
جلدي لوڙو ملي پاٽيءَ جو ڀري اچو. ٻئي ديگيون ڇنڊائي
تڏن تي ليٽايو ۽ هڪ نئين يا ڌوتل چادر ڪڍي اچو.

شيوادارن حڪم جي پيروي ڪئي. مهاراج جن ستنام
ساکي چئي پاٽيءَ جو ڇنڊو هڻي چانورن مٿان چادر وڌي چاٽو
هٿ ۾ ڪڍي، ستنام ساکي چئي، چانورن جي ٻالٽي ڀريائون.
چاٽو سومن رام کي ڏيئي چيائون ته اٻا، توهان هاڻي دل ۾
ستنام ساکي چوندا ڪيندا وڃو ۽ شيواداري ڪرائيندا
وڃو. اينرو چئي ستگرو مهاراج جن اچي سنگت ۾ ويٺا.
ڀوڄن ورتائڻ شروع ٿيو. سڀئي ساڌ مهمان رسوئي کائي اُٿيا.
تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن پنڊاري واريءَ جاءِ تي اچي
ڀائي سومن رام کان پڇڻ لڳا ته اٻا، پنڊارو ڪيئن آهي؟
ڀائي سومن رام هٿ جوڙي چيو ته ڀريو اچا گنج ٿي پيو آهي.
مهاراج جن چيس ته توهان ۽ سڀئي شيواداري کائين پوءِ جيڪي
بچيو سو ٻاهر فقيرن ۾ وراهي ڇڏجو. ستگرو مهاراج جن پوءِ

وڃي آرامي ٿيا.

صبوح جو ٧ بجي ستسنگ منڊپ ۾ آيا. مکي ڀيرومل سوامي جن کي وينتي ڪئي ته اِن سلوڪن جو ارٿ ورنن ڪري ٻڌايو. سوامي جن سنديس وينتي سويڪار ڪري، سلوڪن پڙهڻ لاءِ چيو. مکي ڀيرومل هيٺيان ٻه سلوڪ پڙهيا.

سلوڪ - ٻانهين جائو ٻار، نپُوسنڪ جي نــارڪــي،
جنهنجو رنگ نه روپ ڪو، نڪو انگ آڪار،
ڏسي جيو ٿري پيو، تنهنجو دب ديدار،
از غيبي اِسرار، اچي نـــــ واٽــيءَ واچ ۾.

**ارٿ:** ستگرو مهاراج جن چيو ته سوامي صاحب جن فرمائين ٿا ته نپوسنڪ آهي برهم، جو برهم نه پرش آهي ۽ نه استري. تنهن برهم جي اِستري آهي برهم آڪار ورتي. تنهن برهم آڪار ورتيءَ کي گيان روپي ٻار ڄائو آهي، جنهن جو رنگ روپ، آڪار ڪونهي. اُچرج روپ ديدار ڏسي، هي جيو جو ٽاپن ۽ ڪليشن ۾ تتو پيو آهي سو ٿري سيتل ٿي پوندو. اهو اهڙو عجيب نرباڻ پد آهي جنهن کي واڻي ڪٿن نٿي ڪري سگهي.

سلوڪ - گهڙو پيگو منــڌ مئــي، وسيلا ويـــا،
ڪنهان پوءِ سڏا، سهٽيءَ سڏ ميهار جـا.

**ارٿ:** گهڙو آهي سرير جو اُيمان. منڌ آهي ممتا، اتوا اَستوُل آڪار ورتي. ايمان جي ناس ٿيڻ سان ممتا مري وڃيٿي ۽ استول ورتي جا ٻاهر مکي آهي سا سوکيم ٿي وڃيٿي. وسيلا يعني دنيا جا لاڳاپا، آسرا سيئي وڃنتا. تنهن کانپوءِ سهٽي يعني جگياسو ميهر يعني سٽگرو جا ٻڌايل ويدانت جا مهاواڪيه، يٿارت واٽي سٽي ٿو، يعني سمجهي سگهي ٿو.

سيٺ ستسنگي سلوڪن جو ارٿ ٻڌي مکي ڀرومل ۽ سيٺ ستسنگي
ڏاڍو خوش ٿيا.

ستسنگ سماپت ٿيو. مهاراج جن ڄاءِ تي آيا. شيواڌارين
کين ٻڌايو ته سيٺي فقيرن کي ڀڳ ڪرائي ڪارايو ويو ۽ گهر لاءِ
به کين ڏنو ويو.

ٻئي ڏينهن تي ٿيڙ جي زور شور سان گڏجي، گهنگھل جو سگر
پندري واري ڳالهه ساري شهر ۾ ٻڌائي وانگر ڦهلجي
ويئي. شام جو سادن ۽ پريمين سان گڏجي، ٿاري جي وڻ
ڪٺدي پاڻي هريارام جي کوهه تي آيا ۽ ٿاري جي وڻ
جي سنڌر ڇايا هيٺ اچي ويٺا. پاڻي هريارام کٿ وڇائي
مهاراج جن کي وهاريو. ٻيا ساڌ ۽ پريمي لڏن تي ويٺا. آلي
مهاراج جيرامداس پرشن ڪيو ته ست شاستر چون ٿا ته ڀڳوان
هن منش جي اندر آهي. سو ڪهڙي ڄاءِ تي براجمان آهي
۽ اُن جو درشن ڪيئن ٿئي؟

مهاراج جن اُلر ڏنو:-

ڪوت - ڪوئو نو ڪهت بوهم -
ناڀي کي ڪنول مڌ يه،

ڪوئو نو ڪهت برهم -
هردي ۾ پرڪاش هيءِ،

ڪوئو نو ڪهت ڪنٺ -
ناسڪا کي اگر ڀاڳ،

ڪوئو نو ڪهت برهم -
نرڪٽي ۾ واس هيءِ،

ڪوئو نو ڪهت برهم -
دسمي دوار بيچ،

ڪوئو نو ڪهت پونر - غفا ۾ نواس هيءِ،

پنڊ برهمنڊ ۾ نرنتر — براجي برهم،
سندر اکنڊ جئسي — وياپڪ آڪاس هيءُ.

مطلب: ڪي چون ٿا ته برهم نابيءَ ۾ رهي ٿو. ڪي چون ٿا ته ڀڳوان هردي ۾ براجمان آهي؛ ڪي چون ٿا ڀڳوان ڪنٺ ۾ ويهي ٻولي رهيو آهي. ڪي چون ٿا ته ڀرُون ناسڪا جي چوٽيءَ ۾ ويٺو آهي؛ اُتي درشن ٿيندو. ڪي چون ٿا ته ڀڳوان ترڪٽيءَ ۾ پرڪاش ڪري رهيو آهي، ڪي چون ٿا ته ڀڳوان ڏسمي دوار رهي ٿو، ڪي چون ٿا ته ڀڳوان ڀنور غفا ۾ رهي ٿو، پر سندر مهاراج جن فرمائين ٿا ته جيئن آڪاس سڀ هنڌ وياپڪ آهي. تيئن ڀڳوان به هر هنڌ وياپڪ آهي. ننهن هوندي به ڀڳوان هردي روپي غفا ۾ رهي ٿو. باقي اُنهيءَ جو درشن ڪيئن ٿيندو، سو ستگرن جي دوارن نام جي ابياس ڪرڻ ڪري انتش ڪرڻ نرمل بڻجي اوجل ٿئي ٿو. اُنهيءَ نرمل ٻڌيءَ ۾ جگياسوءَ کي ايشور سان ساڪشات درشن ٿيندو. مهاراج جن جا اِهي وچن ٻڌي مهراج ڄيرامداس ڏاڍو خوش ٿيو. ننهن کان پوءِ سيٺي موٽي پنهنجي جاءِ تي آيا.

رات جو ٨ بجي ستسنگ جي منڊپ ۾ مکي ٺاڪر ٻروملُ اُٿي چيو ته سوامي، اسان جي ڳوٺ جا ڇوڪرا بسنت، پرمانند، مرليڌر گلبشانند، سنتداس ۽ گوبندرام هر رات ٽڪاڻي ۾ ڪٿا ڪالپوءِ ڏاڍا سٺا ڀڄن ڳائيندا آهن، سو اڄ ٻيهر اُهن ڇوڪرن کان ٢-٣ ڀڄن ڳوارايو. ستگرو مهاراج جن جي آگيا پائي سيٺي ڇوڪرن گڏجي اڌ ڪلاڪ کن ڏاڍي پريم سان ڀڄن ڳايا. تنهن ڪالپوءِ سوامي گوال لعل، سروآنند ۽ گرمکداس جن ڀڄن جي موج لڳائي ۽ ساري سنگت پريم ۾ جهولڻ لڳي. بعد ۾ مهاراج جن ستسنگ شروع ڪيو. جڏهن ڀڄن جي موج ۾ آيا هن ست اُپديش جي وارتا هلائي چيائون ته:

سلوڪ - نند را، پوڄن، پوڳهه پٽم، پهه پسون پروش سمان،
نر نه گيان نچ اڏڪتا، گيان بنا پشون جان.

مطلب: ڪاڙڻ پيڻ، ننڊ ڪرڻ، ڊپ ڪرڻ ۽ ٻار ٻچا پيدا ڪرڻ، اهي چارئي سڀاءُ، پسن ۽ منشن ۾ هڪجهڙا آهن. منش کي ستّ اَسَتّ جو ويچار ۽ آتما جو گيان آهي ته اُتم آهي، نه ته پسن جي سمان آهي. پر اِئين پيو ڏسڻ ۾ اچي ته گهڻن ماڻهن کان وري به پسون چڱا آهن، ڇو جو چيل آهي ته:

پسون مري دس ڪاج سنواري،
نــر مري نر ڪام نــه آوي.

مطلب: پسون جيڏري به منش جي ڪم اچن ٿا ۽ مئي کان پوءِ به ڪم اچن ٿا جيئن:

ڪوت - هاٿي ڪي ڏو دانت سي -
کلونا بني پانت پانت،

شيرن ڪي کال شــو ڏيي -
مــن پــائــي هــڻــن،

مرگهه ڪي کال کو تــو -
اوپت هڻن يوگي جني،

بڪري ڪي کــال تــورا -
پاڻي پــر لائــي هڻن،

سانبر ڪي کــال کو تــو -
ٻانڌت سپاهي لــوڪ،

گيــنــڊن ڪـــي کـــال -
راجا راڻي کوسهائي هڻن،

کهي ڪـــوي ديـــارام -
رام ڪـــي ڀڄن بـــن؛

## منش ڪي تنو ڪال –
## ڪسي ڪام نهي آئي هئن:

مطلب: هاٿين جي هڏن ۽ ڏندن مان چوڙا ۽ ڪيترن قسمن جا رانديڪا ٺهندا آهن. ٻڪرين جي کل مان ڪپڙو، ڍڳن جي کل شڪر ڍڳوان، رشي مني وڇائي وهندا آهن. هرڻن جون کلون وڇائي وهندا آهن. جتي، بدن تي پائيندا آهن. ٻڪريءَ جي کل مان پکال ٺهندي آهي. سانڍ جي کل مان لشڪر لاءِ پٽا ٺهندا آهن ۽ گينڊي جي کل جا ڪوٽ، وڏا وڏا آفيسر، امير، وزير، راجائون پائيندا آهن. ڪوي ديارام جن چون ٿا ته پرڀوءَ جي ڀڄن کانسواءِ منش جي کل ڪنهن به ڪم ۾ نه ٿي اچي اڪري بيڪار آهي، جو جڏهن اٿوا مٽي کان پوءِ ڪنهن به ڪم نٿي اچي. تنهنڪري هن منش کي پرم اداري، پر اپڪاري ٿيڻ گهرجي. پرم اداري جا کي، ڇهو آهي؟

پرم اداري اُن کي ٿو چئجي جو مايا آدي پدارٿن مان ٻاڻ نه سک وٺي ۽ ٻين کي به سک ڏي. پرم اداري اهو آهي جو پاڻ کي دک ڏيئي به ٻين کي سک ڏي. اُن بابت ڪي درشٽانت ڏيئي ۽ ڀڄن چئي ستسنگ سماپت ڪيائون. ايتري ۾ هونن جي پنچات جي ٻاران ڀائي تاراچند هٿ جوڙي پرارٿنا ڪئي ته پرڀو ڪرپا ڪري اساڻجي ڳوٺ پيرا پائي نگريءَ کي پوتر ڪريو. ستگرن فرمايو ته ابا چڱو. تنهن کانپوءِ سيئي روٽي کائي آرامي ٿيا. اهڙيءَ طرح ستگرو مهاراج جن صبوح ۽ رات جو ستسنگ ڪندا هئا، ڏينهان ڏينهن شهر جو پريم وڌڻ لڳو. مهراج جيرامداس ۽ سندس ڀيڻ جمنا ٻائي هر روز ستگرن واسطي مکڻ، ڏڌ ۽ جوئر جي روٽي پچائي کڻي ايندا هوا، جي ستگرو مهاراج جن پريم سان انگيڪار ڪندا هئا ۽ پريمين کي وراهي ڏيندا هئا. ڪيترا پريمي ستگرو مهاراج جن

جا جگياسوُ ٿيا جن مان ڪن مکيہ جگياسين جا نالا هيٺ ڏجن ٿا.

مهراج جيرامداس، ماتا جمنا بائي، ڀائي گوبندرام ۽ سندس سارو ڪٽنب، ڀائي سومن رام، ڀائي هرڀارام ۽ سندس سارو ڪٽنب ڀائي ٽوتارام ۽ ٻيا به ڪيترا شش ٿيا. شهر جو اُتي ڀرپر ڏسي، ستگرو مهاراج جن ٨-٩ ڏينهن ڪاهيءَ ۾ رهيا. هڪ ڏينهن گرو مهاراج جن صبح جو اُتي جهنگل ڏانهن پئي ويا ته هڪ غريب مائي جيرامداس جي زال ڏرٻار جي پرسان جنڊ ويٺي پيهي. اِهو حال ڏسي سوامي جن دل ۾ دَيا آئي مائيءَ کي ٥ روپيہ ڏيئي پاڻ جهنگل هليا ويا. رات جو سِتسنگ سماپت ڪري ستگرن سنگت کي چيو ته "سڀاڻي شام جو اسان هوتن جي ڳوٺ ويندا سون." اِلي پرڪاڻ ۽ عبدوءَ جي پريمين وينتي ڪئي ته اسين پنهنجن جي ڀاڻان اوهان کي مناڻڻ آيا آهيون. ڪرپا ڪري پنهنجي هلڻ جو پروگرام ٿاهي ڏيو ته وڃي بندوبست ڪريون. جيڪو ڏينهن ڏيو ته اُن ڏينهن اوهان صاحبن کي وٺڻ اچون. پريمين جي ارداس ٻڌي، مهاراج جن ساڌن کان پڇڻ لڳا ته "بابا! توهانجي ڪهڙي مرضي آهي؟"

ساڌن چيو ته سائين هتان وارن جو پريم ته ڏاڍو سٺو آهي، وڏيڪ جيئن اوهان جي مرضي مهاراج جن فيصلو ڏين تنهن کان اڳ ڀائي گوبندرام چيو، داس جي اَرداس آهي ته، سکر ضلع ۾، توهان ڦريون پيرو آيا آهيو؛ واٽ تي سکر تائين سڀني ڳوٺن جا پريمي توهان جي درشن لاءِ پياسي ويٺا آهن. مولڪي چٺيون ۽ نياپا پيا موڪلين ته سوامي جن هيٺر ڪٿي آهن؛ وڃها اَچن ته اسانکي ٻڌائجو ته اسان مناڻڻ ايندا سون؛ سوهي ترلوڪي ناٿ! توهان جلدي وڃڻ جي نہ ڪريو، اسان جي ملڪ جا ماٺهو، جي موهہ روپي اگيان جي ننڊ ۾ ستل هئا ۽ سنسن پرين ۾ پليل هئا، تنکي

لوهان اچي، لنب مان جاڳائي سجاڳ ڪيو آهي. لوهاڻي
شڪتيءَ جي خبر ئي هاڻي پيئي اٿس. ڪي ڀيا چون ته
سنت ويراڳي آهن، جنهن واٽيءَ ۾ شڪتي آهي. ڪي
ڀيا چون ته وسي ڪرڻ منتر پڙهي، ماڻهن کي وس ڀيا ڪن.
وري ڪي ڀيا چون ته جادوگر آهن، جن جي ڏاڍن جي
گهنگهرن ۾ جادو ڀريل آهي. جيڪو سندن ڀڄن سڻي ٿو،
سو پنهنجو گهر ڇڏي، پنيان ڪاهي ٿو پوي. هي ڀڳون!
هتي سنت مهاتمائون ته گهڻيئي ڀيا اچن! پر لوهان جهڙا
اپيدي، لرمالي ۽ نشڪامي ساڌو، هين ڪڏهن ڏٺائي ڪونه
آهن. انڪري داس جي اُرداس آهي ته جيڪي پريمي،
وات ٽي سوال وجهن، تن سڀني جي آس پورن ڪندا هلو.
مهاراج جن پريمين کي چيو ”چڱو، اوهان جو ماڻهو، هوتن
جي ڳوٺ ۾ ساڌن کي وٺڻ اچي.“

اهو ٻڌي سڀيئي پريمي خوش ٿيا. تنهن کانپوءِ ساري
سنگت ڀاو پرشاد وٺي گهر روانا ٿي. صبح جو ستگرن
٧ کان ٩ تائين ستسنگ ڪيو. مکي ۽ شهر جا پنچ ۽ پريمي
پيٽائون ۽ ڪپڙو کڻي اچي ستگرن جي اڳيان رکيو. ستگرن
اهي پيسا ۽ ڪپڙو، ڀائي گوبندرام ۽ ڀائي سومن داس کي
ڏيئي چوڻ لڳا ته ابا! هي پيسا ۽ ڪپڙو شهر ۾ غريب
اناٿن ۽ وڌوائن کي وراهي ڏجو. ستگرن کي جيڪي ملندو
هو، سو غريبن، اناٿن، وڌوائن ۾ وراهي ڇڏيندا هئا. تنهن
کان پوءِ آرام ڪري شام جو ۴ بجي شهر مان ڀڄن ڪندا، شهر
کان ٻاهر نڪري، سڀني پريمين کي چوڻ لڳا ته جيڪي اسان
سان گڏجي هلڻ سي ڀلي هلن، باقي ڀيا پنهنجي گهر موٽي
وڃن، پنڌ وڏو آهي.

رات جو سيئي ستسنگ ۾ اچجو. مرليڌر کان پڇيائون

اَبا! توهان هلندا؟ مرليڌر چيو ته ”هي پريو! مون رات سپني ۾ ڏٺو ته ستگرو مهاراج جن موڪلي هلڻ لاءِ چون ٿا. سو مون صبح جو اُٿي پڪو پرڻ ڪيو ته جيتوڻيڪ مان انگريزي ٻيو پڙهان، تڏهن به جي مهاراج جن هلڻ لاءِ چيو ته مان پڙهڻ ڇڏي، ساڻن هميشه لاءِ ويندس ۽ اِئين سمجهندس ته منهنجو سپنو سچو ٿيو آهي؛ سو مان هلان ٿو. بسنترام، پريمانند، گڻيشانند ۽ سنتداس ٻيٺا هئا؛ تن به چيو ”سائين! اسان به هلنداسون. ٻيا ڪيترا ڇوڪرا پڻ مهاراج جن سان گڏ هلڻ لڳا. ايتري ۾ ڪنهن پريميءَ وڃي ڇوڪرن جي مائٽن کي ٻڌايو ته توهان جا ڇوڪرا، ساڌن سان گڏجي ٻيا وڃن، ڇوڪرن جي مائٽن اچي ٻارن کي پڪڙي، ڇماٽون هڻي، کين موٽائي پنهنجي گهر وٺي ويا. ستگرو مهاراج جن ۽ سيئي ساڌ، پيرين ڪندا هوتن جي ڳوٺن ۾ اچي، ڀائي تاراچند جي اوطاق ۾ براجمان ٿيا. رات جو ستسنگ شروع ڪيائون. ٻاهر جي خلق تمام گهڻي آيل هئي. مهاراج جن پريم جي وارتا هلائي، چيائون ته ڀڳوان جي ملڻ جو رستو تمام ڏکيو آهي. هڪڙو پريم ئي آهي جو جلدي پريوءَ سان ملائي ٿو. پريميءَ ۽ ويراڳيءَ کي ڪو به سنسار جي اندر مٽ مائٽ يا پدارٿ روڪي نٿو سگهي. ڪو به سنسار جو ٻنڌن ان کي ٻڌي نٿو سگهي.

چند – پريم ڪي ريت ڪاهون نهين ديست –
ذات نه پات نهين ڪل گارو،
پريم نه نيم ڪاهون نهين ديست –
لاج نه ڪان لگو سب کارو،
لين پيو هرسوُن اُر آنتر –
آنو يام رهي متوارو،

سندر ڪوئــو اِڪ جنـان سڪي ڀهــ ـ
گوڪل گام ڪو پنٿي نيارو.

مطلب: جنکي پربهوءَ جو سچو پريم لڳو آهي، اُنهنکي پنهنجي ذات، ورن، آشرم جو بندن نٿو ٻڌي سگهي؛ لوڪ لڄا، ڪل لڄا، ويد لڄا تنهي کي توڙي اڇتي وڃن ٿا. سنسار جا ماڻهو کي نندا ڪن، کي ساراهه ڪن، پرنتو اُنهيءَ تي ڪوبه ڌيان نه ڏيندا آهن. نام جي مستيءَ ۾ اُنهن جي ورتي لوَلين هوندي آهي. سندر مهراج جي چون ٿا ته پريم جو رستو سنسار کان بلڪل نيارو آهي. جيڪي سنسار جا ماڻهو وشين جي ڀوڳن ۽ مايا ۾ موهيا پيا آهن، سي اُنهيءَ پريم جي رستي کي ڄاڻي نٿا سگهن. ايترو چئي ستگرو مهاراج جن هي پچن شروع ڪيو.

راڳ آسا

ٽل- جنکي نيهن نسنگ ڪيو نيهي-
تنجي لوڪن کي ڪل ڪيهي.

١- موڪ ڀؤند رگند چاهن- عاشق ڀؤرا سگند اُتائن،
پـارڻ ڏنــو جــن پيهي.

٢- موڪ بگهه جڻ مڇي چگـن ٿـا-
عـاشق آهـار ڪن مـوتين جـا،
سچ کـي ڪري سنيهي.

٣- بـاڪري لـعلـن مان چـا جاڻـن-
سـت جـواهـري صاف سڃاڻـن،
تيـا سـهـاڳ سهجيي.

٤- ڪهي ڏيهُون تن لـوڪن ۾ جي-
سـورج والـگـي ڪين چپن سي،
آهـن پـرگهٽ جي اُسي.

انهيءَ وشنءَ ۾ ڪيترا ڀڄن ارت سهت ڳائي، ستگرن رات جو ۱۲ بجه ستسنگ سماپت ڪيو. ساري سنگت ڀاو پرساد وٺي گهر رواني ٿي. ٻئي ڏينهن صبوح جو ڀائي ٽاراچند ۽ سندس سارو ڪٽنب ستگرو مهاراج جن کان نام جو اُپديش وٺي شش ٿيا.

رات جو ست اُپديش جي وارتا هلايائون، چيائون ته هيءُ منش چولو ڀڳوان جي پراپت ڪرڻ لاءِ مليو آهي. ميلاپ ٻه ئي سگهه آهي. سو ميلاپ ٻن پرڪارن جو آهي. هڪڙو ٻاهر جو ميلاپ، ٻيو اندر جو ميلاپ، ٻاهر جو ميلاپ هي اٿو. اندرين ميلاپ سيئي جيو چاهين تا پر اهو ڪري نٿا سگهن، ڇو جو ميلاپ رستي ڪالسواءِ ٿي نه سگهندو. ٻهرين، ٻاهرئين ميلاپ جو رستو هي آهي ته، جيڪو ميلاپ ڪرڻ چاهي سو اول پنهنجو سوارٿ ڇڏي، مان اُپمان ڪي نه ڏسي. پاڻ ٿي ڀڳوان جو فرض سمجهي، سيئي جيون جي سکه لاءِ دل ۾ سچو ڀاءُ ڌاري. سيئي سان ميلاپ ڪري هلي. ٻيو اندرين ميلاپ يعني جيوُ برهم جو ميلاپ جو ست شاسترن، سنتن جي سنگ ۽ پورن ستگرو جي ملڻ سان ٿيندو آهي. اِهي ٻئي ميلاپ هن جيوُ کي سکه ڏيڻ وارا آهن. اِنهيءَ وشنءَ ۾ ڪيترا ڀڄن ڳاياائون. ستسنگ سماپت ٿيو. رو ئي ڪائي سمهي پيا. صبوح جو ڀائي جوڌارام جي گهر ستسنگ ڪري نيرن ڪاڌائون اُتي به جيڪو ڌن ۽ وستر مليا سو سڀ غريبن ۽ فقيرن کي ورهائي ڏنائون. لنهن ڪاپوءِ سنيري يڪتارا چاڙهي، ڀڄن ڪندا، شهر کان ٻاهر نڪري، سيئي پريمين کي آشيرواد ڏيئي پرڪڻ جي ڳوٺ ۾ آيا.

شام جو ۳ بجه مرليڌر اچي، پيرن پئي وينو. مهاراج جن نهاري چوڻ لڳس ته ”ڪيئن بابا! خبر ٻڌاءِ ته چوريءَ پڇي آيو

آهين ڇا؟ مرليڌر هٿ ٻڌي چوڻ لڳو ته، ڀڳون! ٽيو
ڏينهن شام جو اسان سيٺي کي مائٽ وات تي مار ڏيندا ڪٽيند
گهر وٺي آئي ٻڌي ڇڏيائون. بستر ام کي ته مائٽن ڪوٺي
۾ پوري ڇڏيو آهي. اڄ منهنجو ڀاءُ روئي ڪائي، ڇڪ جي
شهر ۾ ويو. ٿڪاپوءِ مون چاچيءَ کي چيو ته ڀڳوان جي
نالي مولڪي ڇوڙي ڇڏيو. هاڻي مان ساڌن ڏي ڪونه
ويندس. چاچيءَ مولڪي ڇوڙي ڇڏيو. مان اونو ڪٽي، سڌو
هيڏاهن ڇوريءَ هليو آيو آهيان ۽ هاڻي مان گهر ڪونه
ويندس. ستگرن چيس ته ابا! وڏن جي آگيا ۾ رهو ۽
پنهنجي گهر ۾ ويهي ڀڳتي ڪيو. پاڻي گوبندرام مهاراج جن
کي ٻڌايو ته، شهر جي پرسان، هڪ مائي ليسوڙيءَ جو آستان
آهي، اتي پڻ ٻه- ٽي سنت رهندا آهن. هلو ته جهنگل جو
سير به ڪري اچون ۽ سنتن وٽان به گهمي اچون. ستگرن
چيو ته چڱو، سيرو ته هلون. سيٺي ساڌ، مهمان ۽ شهر جا
ڪيترا پريمي، ستگرن سان گڏجي، مائي ليسوڙيءَ جي
آستان تي آيا. دربار جي ساڌن، ستگرو مهاراج جن ۽ سيٺي
ساڌن ۽ پريمين کي پريم سان وهاري، خبرون چارون ورليون.
جڏهن بس ڪيائون ته ستگرن چيو ٻي ته خبر ٻڌايو ته هيءَ
مائي ليسوڙي ڪير هئي. جنهن جو هيءَ آستان آهي؟ آستان
جي ساڌن ٻڌايو ته هڪ ويراڳي مهاتما پنهنجي موج مستيءَ
۾ گهمندي ڦرندي، هيءَ جيڪو گيدوڙيءَ جو وڻ اندر ڏسو
ٿا، اتيءَ ليسوڙي جي وڻ هيٺان، ويهي ڀڄن ڪرڻ لڳو.

ڀڄن جي پرتاپ سان هن آستان جو نالو مائي ليسوڙي
پئجي ويو آهي. پريو! سڀ توهان سنتن جي ڀڄن جو پرتاپ
آهي، ڇو جو جن جاين تي سنت مهاتمائون ويهي ڀڄن تپسيا
ڪن ٿا، سي جايون پوڄر ۽ پوڄڻ لوڪ ٿي پون ٿيون. اُن

ڪانپوءِ، چنٽي ۽ لڪري ساڌن کي ڪارائي ويئي. آستان جي ساڌن جي ولنٽيءَ لي ستگرن گوال لعل، سروآنند ۽ گرمکداس جن کي چيو ته هڪڙو ڀڄن اوهان گڏجي چئو. اها آگيا پائي، سنتن جي مهما جا ٻه ڀڄن اهڙي ته پريم سان ڳايا جو آسپاس جا ڪيترا هاري، ڪيتريءَ جو ڪم ٻه ڇڏي، اچي ڀڄن ٻڌڻ لڳا. ڪلاڪ ڪن ستسنگ ٿيو. سنگت ڏاڍي خوش ٿي. پوءِ دربار جي ساڌن کان موڪلائي، جهنگل جو سئر ڪندا، پنهنجي جاءِ تي آيا. رات جو ستسنگ شروع ڪيائون. ستسنگ جي منڊپ ۾ هزار کن شهر ۽ ٻين ڳوٺن جا ماڻهو ويٺا هئا.

پهرين ڀڳت وانورام ۽ ڀائي چونت ٻال، چيز ٻڌي ڀڄن ڳايا. اُن ڪانپوءِ گوال لعل، سروآنند ۽ گرمکداس گڏجي ڏلين يڪتارن تي ڀڄن جي موج مچائي. ساري ڳوٺ جا ماڻهو، هندو مسلمان گهر ڇڏي، اچي ستسنگ ٻڌڻ ويٺا. ڪلاڪ کن ڪانپوءِ ستگرو مهاراج جن ٻه پنهنجي موج ۾ اچي، ساڌن سان گڏ ڀڄن ۾ شامل ٿيا، پوءِ ته ڀڄن جي اهڙي موج مچي ويئي جو ساري سنگت ستگرو مهاراج جن ڏي نهارڻ لڳي. جيئن چڪور جي نظر چندرما ۾ لڳي ويندي آهي، تيئن ساري سنگت جي درشٽي ستگرو مهاراج جن ۾ لڳي ويئي. مهاراج جن ست اُپديش جي وارتا هلائي، چوڻ لڳا ته:

چند - پورب کي ڪمائي لٽني - پشچم ۾ ٻمٽ ڪائي،
آگري کي ڪيپ سونو - ڪبي نان چلائيئي،
دلي کي دلالون ني - سودا تو بگاڙ دينا،
پٽيالي کي لوُٽني سي - جڳادري نه پائيئي،
سنگي اورساٿي ٽيري - نت هي لاهورڪوي،
سهارڻ کي رسني سي - تو هردوار جائيئي،

**ڏوهـراءِ غريب کهي - تنهن جو ويروال سپ، چٽ سري امبرتا - سر ۾ لڳائيئي .**

هن چند ۾ شهرن جا نالا آهن، پر ارٿ سان ڀريل آهن. جيئن ته ٻاهران پورب يعني ولايت جي ڪمائي، هن پڇم يعني الهندي ديش ۾ وڃو ڪائين. آگري مان لون واپار ڪري، ڪمائي ڪاله آئين. چاجي ڪري، جو واٽ لي دهليءَ جي شهر ۾، دلالن آگري جو سودو بگاڙي ڇڏيو. تنهن لي لوکي اچا ٿي ته هاڻي ليرت ڪري، پوءِ موٽي پنهنجي گهر وڃان. پٽيالا شهر جي پرسان ڇڳادري ليرت آهي، سو ڪري اچان، پر پٽيالا رياست ۾ راجائي لشڪر رهي ٿو، اُن ڪان ڊجي لون ليرت ڪوله ڪري سگهئين. وري تو خيال ڪيو ته سهارنپور ڪان وڃي، هردوار ۾ ماتا گنگا جي ٽبي ڏيئي اچان. اِلهيءَ وچ ۾ جيڪي سنگي ميلي ۾ توسان اچي مليا، سي لوکي روز چون ته، هلو ته لاهور گهمي اچون. اُنهن جي لت پت ڪري، تون هردوار جو ليرت به ڪري ڪوله سگهئين. تڏهن لوکي سنڪلپ ٿيو ته سري امرتسر ۾ گرو نانڪ صاحب جي دربار جو درشن ڪري اچان. سو جڏهن ويروال جي اسٽيشن لنگهي ويندين، تڏهن وڃي سري اُمرتسر جو ليرت ڪري ايندين. اهو ليرت به تون ڪوله ڪري سگهئين. خالي پٺڪي، موٽي پنهنجي گهر آئين. هن جو سدانت: هيءَ جيءَ پورب هيءَ درشتانت آهي. هن جو سدانت: هيءَ جيءَ پورب جي ڪمائي، يعني اڳلي جنمن جي شڀ ڪرمن جو ڦل، هن جنم ۾ وڃو ڪائي. آگري ڪي ڪيپ، سو تو ڪبي نا چلائي. آگرو يعني اڳتي پرلوڪ جي واسطي ڪجهه به سادن نه ڪري. وري هن ڪي خيال ٿيو ته پرلوڪ جو توشو بنايان، پر دلي ڪي دلالون لي سودا نه بگاڙ ديتا، يعني هنن دل جي

۾ رهو. اسين جهليولس کونه ٿا ۽ پلي وٺي وڃوس. قيمت رام مرليڌر کي پاڻهن کان وٺي ڏهڪا ڏيندو گهر وٺي ويو.

ستگرو مهاراج جن پورڪٹ ۾ ٧-٨ ڏينهن رهي، عبدوءَ روانا ٿيا. صبوح جو پڪتارا چاڙهي پڇن ڪندا شهر کان ٻاهر اڪتا، ۽ ڳائيندا وڄائيندا اچي عبدوءَ ۾ پهتا.

شام جو باغن جي سئر لي ويا، رات جو اچي ستسنگ جي منڊپ ۾ ستسنگ شروع ڪرايائون. ست اُپديش جو ورلن ڪيائون. چيائون ته: هيءُ منش جنم پرڀوءَ جي پڇن واسطي مليو آهي.

سويو- سنتن ڪو ستسنگ ٻرو مل-

سنتن سي پوسند ڏرو ري،

جي سنگت نانهه بني تو-

نام جپو ڪڇهه دان ڪرو ري،

جي يهه دونون ڪر نه سڪو تو-

نا سر پاپن پوٽ ڌرو ري،

گر پاپن ٿي تم نانهه ڏرو تو-

اِس جيون ٿي ڏوب مرو ري.

مطلب: سنتن مهاتمائن ۽ تتو گيانين جو سنگ وڏي ۾ وڏو ساڌن يعني ڪرم آهي، سو ڪري آتم گيان پائي سنسار ساگر مان پار ٿري، پنهنجي آدي اُمر گهر ۾ آرامي ٿيءُ. پر جي سنتن جو سنگ نه ڪري سگهين ته ڀڳوان جو پڇن ۽ دان اشنان آدي شڀ ڪرم ڪري سرڳ لوڪ جا وڃي سک ماڻ. جي اهي ٻئي ڪم به توڪان نه ٿي سگهن ته ڪڏهن پلجي به پاپ ڪري پاڻ کي نرڪ جو گامي نه ڪجانءِ. سڏائين پاپ ڪرم کان ڊ جندو رهجانءِ. جي تون پاپن کان ڊڄي به ٻڍي

نه سگهندين نه پوءِ هن جيئڻ کان مرڻ بهتر ٿيندي. سمت مهاتمائون
رامه ڏينهن پڪاري رهيا آهن ته هيءُ منش جنم مليو آهي
پنج ڪرڻ لاءِ. پر جي پنج نه ڪري سگهين ته پاپ ته نه ڪر.
منش جو ڌرم آهي دان ڪرڻ. جي پاڻ دان نٿو ڪري ته
ٻين کي دان ڪرڻ کان نه روڪي. منش جو ڌرم آهي سڀني
جيون کي سک ڏيڻ، پر جي ڪنهن کي سک نٿو ڏئي سگهي
ته ڪنهن جيو کي ڏکائي نه نه. ٻيا ڪارڻ ڪنهن جيو کي ڏکائڻ
وڏو پاپ آهي. هن سنسار ۾ چئن پرڪارن جا منش ٿيندا آهن:
هڪڙا ٻير جهڙا، ٻيا سوپاريءَ جهڙا، ٽيان بادام جهڙا ۽ چوٿان
ڪشمش جهڙا:

(١) ٻير جهڙا: يعني جيئن ٻير ٻاهرين کل ڪري تمام سندر ٿيندو آهي پر اندر ڪکڙيءَ سان ڀريل آهي، تيئن گهڻا منش ٻاهران تمام غريبڙا، مٺڙو ڳالهائيندڙ، ڏاڍا سهڻا ڏسڻ ۾ اچن ٿا، پر انهن جي دل ڪپٽ، ٺڳيءَ ۽ پاپ سان ڀري پيئي هوندي آهي. پنهنجو سوارٿ ڪڍي، اڳلي کي ڌڪو ڏئي ڇڏيندا آهن.

(٢) سوپاريءَ جهڙا: يعني جيئن سوپاري اندر ٻاهر ڪٺور (ٺوس) ٿيندي آهي، تيئن ڪيترا منش اندر ٻاهر ڪٺور، ڪرڙا ۽ ڪوڙي سڀاءَ وارا ٿيندا آهن.

(٣) بادام جهڙا: يعني جيئن بادام ٻاهران سخت ٿيندو آهي پر ان جي اندر گورو، يعني مٺي گري ٿيندي آهي، تيئن ڪي منش ٻاهران ڳالهائڻ جا شوخ ۽ ڪڙا ٿيندا آهن، پر اندر ۾ نرم ۽ دل ۾ دَيا وارا، پر اپڪاري ٿيندا آهن.

(٤) ڪشمش جهڙا: يعني جيئن ڪشمش اندر ٻاهر هڪ جهڙي نرم ۽ مٺي ٿيندي آهي، تيئن اهي منش

اندر ٻاهر هڪ جهڙا پر اُپڪاري، سچ ۽ مٺي ٻولڻ
وارا، پُور اُداري سڀني جيون جا سڪاري ٿيندا
آهن. جيڪي ڪشمش وانگي آهن، سي ڀڳوان جو
رُوپ آهي.

اهڙيءَ وشش تي ڪيترا ڀڄن ڳايائون ۽ ارٿ سمجهايائون.
رات جو هڪ ٻجي پرارٿنا ڪرائي ستسنگ سماپت ڪيائون.
اهڙيءَ طرح ستگرو مهاراج جن هر روز ست اُپديش ۽ ڌرم
جو پرچار ڪري، ست ڏينهن عبدوءَ ۾ رهي ٽانڊن ويا.
ٽانڊن جا پريمي ستگرن ڏي وٺڻ لاءِ آيا هئا. صبح جو پريمين
کان موڪلائي بازار مان ڀڄن ڪندا، شهر کان ٻاهر نڪتا.
پريمين کي آشيرواد ڪري روانا ٿيا. واٽ تي ڳائيندا،
وڄائيندا، رهاڻيون ڪندا، ٽانڊن جي ڳوٺ ۾ آيا. شام جو ستر
ڪري جاءِ تي آيا. ڏٺائون ته ٻاگڙجيءَ جي شهر جو ڀڳت
موٽڻ رام اڳيئي آيل ويٺو آهي. موٽڻ رام پرشاد پيٽا رکي هٿ
ٻڌي چيو ته ”هي ڀڳوان! مونکي ڀائي ڪلومل موڪليو آهي
هيءُ پرشاد ڏنو اٿن ۽ چيو اٿن ته تاريخ ١١ اسوءَ جي سيسا
ڪريون ٿا. ڀائي ڪنورام صاحب جن ۾ ايندا توهان به ڪرپا
ڪري، انهيءَ شڀ موقعي تي درشن ڏيو. پر ٻه چار ڏينهن
اڳ اچجو. اِها ڪرپا ضرور ڪندا. اسان توهانکي ٥ تاريخ
وٺڻ ايندا سون.“ اهو ٻڌي ستگرن چيو ته چڱو، هينئر هلو
ستسنگ ۾. سيئي ساڌ ستسنگ جي منڊپ ۾ آيا. اُتي ڀائي آوترام
مهاراج جن کي ٻڌايو ته ”سائين، ڀڳت موٽڻ رام تمام چڱو ڀڄن
ڪندو آهي. پهرين هن کان ڀڄن ڪرايو.“ مهاراج جن جي
آگيا پائي ڀڳت موٽڻ رام چير ٻڌي، ڪلاڪ کن ڀڄن ڪيو.
تنهن کان پوءِ ستگرن ستسنگ ڪيو. چيائون ته هن جيو کي
سنگ ئي ٻوڙي ٿو ۽ سنگ ئي تاري ٿو.

دوهرو- هوت سن سنگت سهج سک-
دک ڪُ سنگت جان،
گانڌي اور لوهار ڪي-
ديکو بئٺ دوڪان.

مطلب: چڱيءَ سنگت مان هن جيو کي سهجيئي سک جي پراپتي ٿئي ٿي ۽ خراب سنگت مان دک ٿي ملي ٿو جيئن عطر واري جي دڪان تي وڃي ويهو ۽ ڪجهه خريد به نه ڪيو ته به سڳنڌ ته ضرور ايندي. عطر وارو شيشين کي ڍاڪڻ بوچ ڏيئي ڪپت بر بند ڪري، ڪيترو به لڪائي رکي ته به خوشبوءِ ضرور ايندي. پر جي لوهار جي دوڪان تي وڃي ويهو ته باهه جي گرمي، دونهون، چڻگون ضرور لڳنديون.

دوهرو- نيچ نرن ڪي سنگ ڪر- پوڳي دوک اپار،
نسچي جاوي نرڪ يا- پوڳي دوک هزار.

ارٿ: هيءُ جيو ڪڪرمي، پاپين ۽ مورکن جي سنگ ڪرڻ سان وڏو دک پائي ٿو ۽ گهڻو ڪري ويندو نه نرڪ پر نه ته به هتي ڪافي دک ڀوڳيندو.

دوهرو- سريشٽ جنون ڪا سنگ ڪر-
ڪهہ ٽيئُون ڪر پيار،
پاوينگي پد پرم ڪو- ساتو سرگ دوار.

ارٿ- آتم گياني، پرم وولڪي پرشن جي سنگ ڪرڻ ڪري ابناسي پد کي پائي، جنم مرڻ جي دک کان ڇٽي مڪت ٿي وڃن ٿا. پر جي تو پر ڪا ڪسر رهجي ويئي ته به سرڳ لوڪ ۾ ته ضرور وڃي سک پائيندين. هن جيو کي هيءُ مانش چولو پرماتما ڏنو آهي پنهنجي ماڻ واسطي.

دوهرو - اُب کا بڇڙيئا نا ملي، ڪري يتن بهہ ڪوءِ،
ڪهہ تيئون من سمجهہ لي، جو هويا سو هوءِ.

**ارٿ:** هي جيو هن وقت جي وڇڙيو تہ پوءِ ڪيترا بہ يتن ڪندو تہ بہ ملي ڪونہ سگهندو. هي من! ويچار ڪر. ڀڳوان جي ملڻ جو سادن هي منش چولو ئي آهي. هن جنم جو وڇڙيو، ڄڳان ڄڳہ جو وڇڙيو ۽ هن جنم جو مليو ڄڳان ڄڳہ جو مليو.

دوهرو - اُب کا ملا نہ بڇڙي - رهي ڄڳان ڄڳہ ميل.
ڪهہ تيئون من سمجهہ کي - چلو ملن کي گيل

مطلب: هن وقت جي پرماتما سان ملي ويو تہ سدائين مليو ئي رهندو. هي من! ويچار ڪري ملڻ جو رستو وٺي ڀڳوان سان مل. ٻيا رستي نہ ملي سگهبو. سو ڀڳوان سان ملڻ جون بہ گهڻيئي وائون آهن، پر ڪي تمام ننڍڙيون آهن ۽ ڪي وري ڏنگيون، ورن وڪڙن واريون آهن، جن مان وڏو چڪر ڪاٽڻو پوي ٿو. پر هڪڙو ئي ٻڏي بہ وڏو رستو سڌو ۽ ويڪرو آهي، جنهن مان هي جيو جلدي لنگهي پنهنجي مقصد تي پهچي سگهي ٿو.

**تاتپرج:** (۱) ڀڳوان جي ملڻ واسطي ورت، نيم، يوگ جپ، تپ، پاٺ پوڄائون، سنڌيا گائتري جهڙا گهڻائي ساڌن روپي ننڍا ۽ سوڙها رستا آهن، جن مان هي جيو بلڪل ڏيري وڃي ڀڳوان سان ملي ٿو.

(۲) ڀڳوان جي ملڻ واسطي تيرٿ، دان، اشنان ۽ يڳين روپي ور وڪڙ ۽ ڏنگا رستا آهن، جن مان لنگهي سرڳ لوڪ آدي گهمندو گهمندو، جيو، ڪن جنمن کان پوءِ وڃي ڀڳوان سان ملندو.

(۳) بلڪل سڌو رستو آهي ستو ويتائن سمرن، مهاتمائن

جي سنگ جو. سو سنگ جو رستو وڏي ۾ وڏو آهي، جنهن ۾ ڪو به، ڪنڪو، ڪانءِ رڪاوٽ نٿي پوي ۽ سڌو جلدي ڀڳوان سان وڃي ملائي ٿو. تنهن ڪانپوءِ هي جيو جنم مرڻ جي چڪر ۾ نٿو اچي، سدائين ڀڳوان سان جڳان جڳهه مليو ئي رهي ٿو. لڏهندڪري مهاتمائن جو سنگ ڪري ڀڳوان سان ملڻ گهرجي. [illegible] وارتي ملڻ کان پوءِ هي جيو پاڻ جدائيءَ جي اڇا سو نه ڪري، باقي ڀڳوان هن کي ڪڏهن به جدا نه ڪندو.

سلوڪ - هاپيارالئي دلگيري- من وچ پئي خوشحالي،

[illegible] دسندا

شهر مان پنڌ ڪندا شهر کان ٻاهر نڪري، سڀني برهمڻن کي آشيرواد ڏيئي، پنڌ ٻاگڙجيءَ روانا ٿيا. ستگرو مهاراج جن سدائين چت جا پرم اُداري هوندا هئا. ٻارڻ کي ڊک اڪايفون ڏيئي ۽ ٻين کي سک ڏيندا هئا. سائين ايندڙ واٽيءَ سان سچ جو اُپديش ڪندا هئا. ڪپٽ، پاکنڊ آديءَ جو کنڊن ڪري، سنسا ڀرم دور ڪري، سڀني کي نرڀئه ڪري سچ جي مارگ ۾ لڳائيندا هئا. جنهن شهر ۾ ايندا هئا ته بازار مان پنڌ ڪندا ويندا هئا. شهر کان ٻاهر نڪرندا هئا ته پنڌ ڪندا ويندا هئا. ٺهڪري ستگرو مهاراج جن پنڌ ٿي پنڌ اچي ٻاگڙجيءَ پهتا، جتي سيٺ ڪلورام ۽ شهر جا ڪيترا پريمي اڳيئي ڍول شرنائيون ونيو ۽ گلن جا هار کڻيو ستگرو مهاراج جن جي سواگت لاءِ انتظار ۾ بيٺا هئا. ستگرو مهاراج جن ۽ سادن کي ڏسي تمام خوش ٿيا ۽ کين گلن جا هار پائي پيرين پيا. تنهن کانپوءِ اڳيان ڍول شرنائيون وڄڻ لڳيون ۽ پٺيان ساڌ پنڌ ڪندا، ساري شهر مان گهمندا اچي سيٺ چترارام جي اوطاق تي لٿا، جتي اڳ ئي آسڻ وڇائي سڀ بندوبست ڪري ڇڏيو هئائون. ستگرو مهاراج جن کي هڪ سينگاريل آسڻ تي وهاري، سڀني پريمي پرشاد رکي، پيرين پئي، خبرون چارون ڏيئي وري پنهنجي جاءِ تي ويا.

شام جو نيم الوسار ستر ڪري آيا ۽ رات جو ستسنگ ڪيائون. ستسنگ جي وچ ۾ هئي شبد ڪرم. چيائون ته شبد ڪرم ٿي جيو ڪي، لوڪ اتوا پرلوڪ ۾ سهائتا ڪن ٿا تنهن لاءِ هڪ درشٽانت ڏنائون.

**درشٽانت:** هڪڙو سيٺ ڪمائڻ لاءِ ولايت ويو. اتي ٿي سال رهيو. چئن سڀنين سان ڀائيواري ڪيائين. ٽئين سال

٢- جنهن ناريءَ سان پرِيت رکي تن، ساري عمر گذاري آ
سانڍ هلي تي درتائين سا، خد مطلب جي ناري آ
٣- کٽنب ڪبيلو ڪم نا ايندءِ، جنهن سان دل تو ڏاري آ
مرڻ پڄاڻان گهڙي نه رکندءِ، جُوتي لن جي باري آ
٤- ماس هڏن جي ديهي جا تن، شوق رکي سنگاري آ
ساٿي توسان ساڻ نه هلندي، تنهن ٿي خاڪ جي ڪاري آ
٥- چولـي جڳ سان پريت رکي جن،
لن جي هٿ هٿ خواري آ
کهي ٽيئُون ڪر پريت پريوءَ سان،
جنهن پر جٺ جٺ ڪاري آ.

## راڳ ڀيروي

ٿل- ڏيان پريوءَ جو ڌاري، سچو سک ماڻ سدا
١- ڏيان ٻيا سک کين ملي تو، ڏاک الدرجر کين ڪلي تو
وچن اهو وچاري، سچو سک ماڻ سندا
٢- ڏيان ٻيا نا شانت اچي تي،
هر رنگ ۾ دل کين رچي تي
ڏيان سان من کي ماري، سچو سک ماڻ سدا
٣- کهي ٽيئُون هر ڏيان ڌري تون،
ڏيان سان پراپت گيان ڪري تون
ليکو جنم جو واري، سچو سک ماڻ سدا.

شهر جي پرامين ۾ جٺن پوءِ ٽئن پرانر، شرڌا وڌڻ لڳي ۽ سڪر ۽ ٻين ڪيترن واڪهن ڳوٺن مان گهڻي انداز ۾ پريمي اچڻ لڳا. جٺن پڄڻ ڏينهن ڪان پوءِ ڀائي ڪنوررام صاحب جن به آيا. شام جو ٣ بجي سيٺ جڙيارام ستڳرن کي اچي ٻڌايو ته ڀائي ڪنوررام صاحب جن ۽ ساڻن ٻيا ڪيترا ڀڳت آيا آهن. ساڻن ستسنگ جو پروگرام ٻڌي آيا آهيون.

توهانجو ساڳيو وقت آهي. توهان کان پوءِ ڀيون ٽوليون وڃنديون.
پرڀات جو ٤ بجي کان وٺي ڀڳت ڪنور رام صاحب جن پاڻ
ڀيهندا. هيئنر ساڍي ٤ بجي ڏاڙي ڪنور رام صاحب جن توهان
سان ملڻ ايندا. ڇڙپارام اهو پروگرام وٺي ٻڌايو ته بسنترام
پريمانند، سنتداس، گڏيشانند، مرليڌر، ڀائي گوئندرام،
ڀائي سومنداس، ڀائي پرچارام ڪاهيءَ وارا، ڀائي ٺاڪرورام
رستم وارو، ڀائي ٻيڪارام ۽ ٻيا ڪيترا پريمي ٻاگڙجيءَ ۾
اچي لٿا. مهاراج جن مشڪي چيو آها! اوهين ڪٿان اوچتو
اچي لٿا. ڀائي گوئندرام چيو ته سوامي هي سڀ ڇوڪرا
مائٽن کان چوريءَ ڀڄي آيا آهن. شايد اڄ سڀاڻي مائٽ کين
وٺڻ اچن. سيٺ ٽولنداس به سڀاڻي ڀائي آوترام کي وٺڻ ايندو.
اتي ڀائي ڪنور رام صاحب جن پنهنجي منڊليءَ سميت پرشاد
کڻي ملڻ آيا. مهاراج جن اٿي ڀائي ڪنور رام صاحب جن ۽
ٻين سيني ڀڳتن سان ٻتا ڀوڪ مليا ۽ ڀائي ڪنور رام صاحب
جن کي پاڻ سان گڏ آسڻ تي وهاريائون. ٻيا ڀڳت ساڌن سان
گڏجي ويٺا. تنهن کانپوءِ مهاراج جن سيني کي پاو پرشاد ڏيئي
جل پياري، ڀائي ڪنور رام جن کي چوڻ لڳا ته هاڻي پنهنجون
خبرون چارون سڻايو. ڀائي ڪنور رام صاحب جن چيو ته ڀڳوان
جي ڪرپا سان آنند منگل آهي. اسان پنهنجي ڳوٺ ڄڙوارن
۾ رهندا آهيون. ڏڪان ۽ ٻين جو ڪم ڪندا آهيون. ڪو
سوال وجهندو آهي ته اوڏانهن به ويندا آهيون. هڪ ڀيري
توهانجي پاسي اڏيري لال تي به آيا هئاسون. اڄ ١٠ بجي هتي
آيا آهيون. هتان ١٤ تاريخ ماڇهند ۾ ڀائي گوبند داس صاحب
جي ورسيءَ تي ويندا سون. ڪن پريمين اچي ٻڌايو ته حيدرآباد
ضلع جي پاسي جا ڪي سنت تمام ويراڳي ڀڄڻيڪ، ڇڪ
جي پاسي کان هتي آيل آهن، خيال ڪيوسين ته سنتن جو

درشن ڪري اچون. توهانجو درشن ڪري تمام خوش ٿيا آهيون. هاڻي توهان پنهنجون خبرون چارون ٻڌايو. ستگرن جيو نه اصلي ٻاڻ سيٺيءَ هڪڙي ملڪ جا آهيون، پوءِ پنهنجي خوشيءَ سان پيا ايشور اچا سان توهان جڙوارن جي ڳوٺ آيا ۽ اسين حيدرآباد ضلع، ڪنڊوءَ جي شهر ۾ آياسين. اسان ٻه دڪانن ۽ ٻنين جو ڪم ڪندا آهيون. هيءَ سيٺيءَ سنت پڻ دڪانن ۽ ٻنين جو ڪم ڪندا آهن. پوءِ هينئيون سلوڪ اچارياڻون:

سلوڪ - هر جن ڪيڏي هٽ - وڻنا سؤدي سار جو،
سم رکيائون تکڙي - سم رکيائون وٽ،
جيڪو جڳياسو اچي - ڇڏي ڪوڙ ڪپٽ،
سامي سر سان مت - توري ڏين ڦا ڏنڪي.

مطلب: سنت سيٺيءَ دڪاندار آهن ۽ ڀڳتيءَ روپي ٻوڪ پوکي اٿن، سا پيا سنڀالين نه متان آشا ترشنا روپي آدي جهرڪيون نه کائي وڃن. سو اسان ٻه انهيءَ ڪم ۾ لڳا پيا آهيون.

ڀائي گوبندرام جن پنهنجي ڀائرن جي شاديءَ تي عظمت جي شهر ۾ وٺي آيا هئا. واٽ تي پريمين جا سوال پورا ڪري نائرن جي ڳوٺ ۾ آياسون جتي ڀڳت موتڻرام جن اچي جيو نه مونکي سيٺ ڪلومل موڪليو آهي جو هو ١١ تاريخ ٻگيه ڪرائي تو. ٻڌايائين نه ڀائي ڪنوررام صاحب جن ٻه اهندا سو توهان ٻه ڪرپا ڪري ٢-٣ ڏينهن اڳواٽ هلو. انهيءَ ڪري اسان هتي تاريخ ٦ اسوءَ جي آيا آهيون. اڄ توهان جو درشن ڪري تمام خوش ٿيا آهيون. اهو ٻڌي ڀائي ڪنوررام صاحب جو [illegible]ش تي چوڻ لڳا نه اڄ توهان خبرون ته سنيون ٻڌايون آهن، اهترو چئي ڀڳت ڪنوررام جن موڪلائي پنهنجي جاءِ تي ويا.

۵ - نيڻون اُلجهن عاشق آهن، پڳ تہ رليءَ تي ڪڏهن نہ لاٿن
ڳهمن ڳڳن سي ڳٺي ڳنيري.

**درشٽانت:** هڪڙي راجا وٽ هڪ سانگي رهندو هو. هفتي هفتي جيڪو سانگ راجا چوندو هوس، سو سانگ ڀري اچي راج دربار ۾ کيل ڪندو هو. راجا امير ۽ وزير ڏسي تمام خوش ٿيندا هئا. راجا هنکي ١٠ روپيا هڪ سانگ جا اِنعام ڏيندو هو. راجا کي ٢۵ ورهين جي اوستا جو هڪ نوجوان پٽ هو. هڪ ڏينهن راجا ويچار ڪيو تہ پٽ جي شادي ڪرائي، کيس راج گديءَ تي وهاري مان وڃي گوبند جو ڀڄن ڪريان، ڇو تہ سنتن چيو آهي:

”اچي راج سڀ ڀوڳن راسي، چوٿين ڀهر ارپ بنواسي.“

سو هاڻي مونکي گوبند جو ڀڄن ڪرڻ گهرجي، اِهو پڪو سنڪلپ ڪري وڏي وزير کي گهرائي چوڻ لڳو تہ هي وزير! منهنجو ويچار آهي تہ هڪ مهيني جي اندر پٽ جي شادي ڪرائي، کيس راج گديءَ وهاري مان وڃي گوبند جو ڀڄن ڪريان. تنهن ڪري توهان جلدي وڃي راجڪمار جي شاديءَ جي تياري ڪرايو. آگيا پائي وزير هڪ وڏي راجا جي ڪنيا سان راجڪمار کي منگائي شاديءَ لاءِ انهين ڏينهن جو مهورت ڪڍائي آيو. شاديءَ لاءِ خوب تياريون ٿيڻ لڳيون. نوبتون نغارا، دهل شرنايون خوب وڄڻ لڳون. شاديءَ جي ڏينهن وڏي راج سڀا لڳي، جنهن ۾ ڪيترين رياستن جا راجائون اچي براجمان ٿيا. هڪ پاسي پٽ اُستتي ڪري رهيا هئا تہ ٻئي پاسي ڪان نوبتون، نغارا وڄي رهيا هئا، ٽئين پاسي ڪان آتشبازي جلي رهي هئي تہ چوٿين پاسي ڪان ناچ گانا ٿي رهيا هئا. راجڪمار وچ سڀا ۾ مور مڪٽ ٻڌي سيجا تي ويٺو هو. راڻيون ۽ پنڊت ساٿ سڳن ڪري رهيا هئا. راجا

سان چيو ته راڄن! توهان موڪلي حڪم ڪيو ته ببر شينهن
جو سانگ ڏاري اچي کيل ڪر. سو مان شينهن جو سانگ
ٻڌائي سڀا ۾ گهمڻ لڳس. گهمندي گهمندي راجڪمار جي
آسڻ پر سان ٻيهي اچڻ لڳس، ته توهان جي پٽ موڪلي ٽڪ
هٽي پوندو ڏنو. توهان نياءُ ڪريو ته ڪنهن به ٻبر شينهن
ڪڏهن ٽڪون ۽ پوندا ڪاڏا آهن جو مان پوندا ۽ ٽڪون
ڪائي شينهن جي سانگ کي لڳايان؟ ڀاڳي توهان انصاف
ڪريو ته مون ڪهڙو قصور ڪيو؟ اهو ٻڌي سڀئي راڄائون،
وزير، امير، ساري سڀا چپ ٿي ويئي. پڇڻ مٿان ڪان پوءِ
راڄائن چيو ته هن جو ڪوئي قصور ڪونهي تنهن ڪري هن
سان قاسيءَ جي سزا لاڳو ٿي نٿي سگهي. راڄائن جي راءِ
ٻڌي وڏي وزير سانگ واري کي چيو ته هاڻي تون پنهنجي
جاءِ تي وڃ. سانگ وارو هليو ويو. تڏهن راڄا نوئي وزير
کي چيو ته وزير، هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ وزير چيو ته راڄن!
توهان ڪائي چنتا نه ڪريو. مان هڪ اٽڪل ڪريان ٿو. جي اُنهيءَ
حساب ۾ اچي ويو ته پوءِ سانگ واري کي پڇڻ مٿان جي
الدر توهانجي اڳيان ئي ڦاسيءَ تي چاڙهبو. ائترو چئي وزير
سانگ واري کي اچي چوڻ لڳو ته هي نٽوار! راڄائون ۽
راڻيون ۽ ساري سڀا شوڪ ۾ ويٺي آهي. تنهنڪري توهان
هينئر سواءِ شڪديو مهاراج جو سانگ ڏاري اچي اُپديش ڪريو
ته جئن سڀني جو شوڪ دور ٿئي ۽ چت شانت ٿئي. ايترو چئي وزير
سڀا ۾ آيو. هڪ سندر آسڻ وڇارايائين. تنهن وزير کي موڪلي
هڪ ٿالهه سونين مهرن جو ۽ هڪ ٿالهه سچن موتين جو گهرائي
رکيائين. ايتري ۾ سانگ وارو به شڪديو مهاراج جو سانگ
ڏاري اچي سڀا ۾ پڌارو. سڀني اُٿي کيس نمسڪار ڪيو.
وڏي وزير گهٽي آدرستڪار سان کيس سڀا تي وهاريو.

ساري سڀا ۾ شانتي ڇانئجي ويئي. وزير هٿ جوڙي شڪديو مهاراج کي چيو ته هي پڀو! اڄ پراربڌ قدرت سان راڄ ۾ ديولوڪ پڌاريو آهي. تنهنڪري اسان سڀني جو چت تمام اُداس ٿي پيو آهي. توهان ڪرپا ڪري پنهنجي مکاروند مان ڪجهه چار وچن ٻڌايو، جنهن چت ۾ شانتي اچي. اهو ٻڌي، شڪديو مهاراج ويدانت متو جو اُپديش ڪرڻ لڳو. چيائين ته سنسار اَسار ۽ ڪوڙو آهي ۽ سڀئي سرير انتيه آهن. هن سرير ۾ جيوآتما اَبناسي آهي، جنهنجو ڪنهن به ڪال ۾ ناس نٿو ٿئي. پوءِ هيٺيون سلوڪ اُچاريائون:

سلوڪ – نئنم ڇندنتي شستراڻي –

نئنم دهتي پاوڪ،

نه چئنم ڪليديئنتيا پو– نه شوشيتي ماروته.

مطلب: هن جيوآتما کي ڪوبه شستر ڪٽي نٿو سگهي. نڪي باهه ساڙي ٿي سگهي ۽ نه ئي پاڻي ٻوڙي ٿو سگهي ۽ نه ئي هوا سڪائي ٿي سگهي. آتما سدائين پنهنجي پاڻ ۾ اِستٿت آهي.

ايشور اَنس جيو ابناسي، چيتن امل سهج سک راسي.

اهڙا ڪلاڪ ڪن ڪٿا ڪري بس ڪيائون. تڏهن وزير سوين مهرن ۽ سچن موتين جا ڀريل ٿالهه ڪڍي سندس اڳيان رکيا ۽ هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته "هي پڀو! اسان جي هيءَ تڇ ڀيٽا سويڪار ڪريو." تنهن شڪديو سونين مهرن ۽ موتين جي ٿالهن ڏانهن نهاريو به ڪين ۽ سڀا تان اُٿي هلڻ لڳو. وڏو وزير ٻه ٿالهه کڻائي اڳيان اچي هٿ جوڙي چوڻ لڳس ته هي ڀڳوان! توهانجو اُپديش ٻڌي راڄا ڏاڍو خوش ٿيو آهي. ڪرپا ڪري هيءَ ڀيٽا انگيڪار ڪريو. تڏهن به تنهن شڪديو منهن ڦيرائي ڪڍي ٻئي پاسي ڪيو. وڏي وزير

وري ڇپيو نہ هيءَ لڪن جي پيتا راجا ٻوهان کي وڏيءَ خوشيءَ سان ڏيئي رهيو آهي. انگيڪار ڇو نہ ٿا ڪريو. نقلي شڪديو وراڻيو تہ هن وقت مان شڪديو مهاراج جي سانگ ۾ آهيان. شڪديو مهاراج مها تياڳي هو ۽ پيسي کي هٿ ۾ نہ لائيندو هو. مان اِها پيتا وٺي ڪيئن شڪديو مهاراج جي سانگ کي ڪلنڪ لڳايان؟ جيئن مون شيخهن جي سانگ کي نہ لڄايو هو، تيئن هاڻي شڪديو مهاراج جي سانگ کي ڪين لڄائيندس. دنيا ۾ گهٽيئي سانگ ڀري مؤجون ڪيون اٿم. پر اڄ جو سانگ ڪونہ لاهيندس. اُتراکنڊ وڃي گوبند جو ڀڄن ڪري پنهنجو جنم سڦلو ڪندس. ائين چئي اُتراکنڊ هليو ويو. وزير راجا کي هٿ جوڙي چيو تہ، هي راڄن! مون گهٽي انڪل ڪئي تہ پيتا وٺي تہ اوڏيءَ مهل ئي ڦاسيءَ تي چاڙهيونس، پر هن شڪديو مهاراج جو بہ سانگ نہ لڄايو. اهو دِرشٽانت ڏيئي مهاراج جن چوڻ لڳا تہ هي پريميو! جيڪو سانگ ڀرجي، تنهنجي رکيا پوريءَ طرح ڪجي.

جتسا ترئي سانگ، چال پي تسي چاليئي،
کهي ٺيٺون سنسار ۾، پرڻ اپنا پاليئي.

اُن بعد پرارٿنا ڪرائي، ستنام ساکيءَ جي ڌني لڳائي سٽسنگ سماپت ڪيو ويو.

صبوح جو سوامي جن ۽ سيبئي ساڍ سوير اُٺي اِشنان پاڻي ڪري پائي ڪنوررام صاحب جي ڀڳت ۾ ويا. ڪنوررام صاحب جن ڪين پري کان ڏسي ڏاڍو خوش ٿي ڪين وهاريو. ڀڳت صاحب جن وينتي ڪئي تہ سوامي ڪرپا ڪري هڪڙو هڪڙو سلوڪ سيئي ساڌ ٻڌايو.

تنهن تي ستگرن ۽ سيني ساڌن واري تي سلوڪ ڏنا. پائي ڪنوررام صاحب جن ۽ ساري سنگت ٻڌي پرسن

ي. ڏهين بجي صبوح جو ڀڳت سماپت ٿي. ٽيهن ڪالپوءِ
ڀڳت صاحب جن ستگرو مهاراج جن ۽ سيني سادن کي وٺي
پنهنجي جاءِ تي ويا. جل پياري ڇيائون تہ اسانجي مرضي
آهي تہ سياڻي اسان سان گڏجي مانجهند هلو. دربار جو پريمي
جو اسانکي وٺڻ آيو آهي. سو بہ تمام گهڻو پيو چوي تہ منهنجي
پاران توهان سڀني کي چئو تہ ميلي تي هلن.
مهاراج جن پاڻي ڪنوررام صاحب جن جو آلي پريم ڏسي
هلڻ سويڪار ڪيو. مهاراج جن منڊليءَ سميت موڪلائي
پنهنجي جاءِ تي آيا. شام جو ڇهين بجي پاڻي آوترام، پاڻي
ٺاڪريورام، پاڻي پرچارام ستگرن جي اڳيان پرشاد رکي،
گرمنتر وٺي شش ٿيا. مهاراج جن شام جو سير ڪري جاءِ تي
آيا تہ سيٺ ٽولنداس، پاڻي ليکراج مل، پاڻي هاسارام، پاڻي
واڌ وٺ ۽ ٻيا بہ ڪيترا ڇوڪرن جا مائٽ ۽ پريمي ستگرن جي
اڳيان پرشاد رکي اچي ويٺا. مهاراج جن سڀني کان خبر چار ورتي.
سيٺ ٽولنداس چيو تہ هي پريو! اوهان جي ڪرپا سان
آنند منگل آهي. اسان خيال ڪيو تہ آوترام کي وٺي اچون،
۽ اوهان جو درشن بہ ڪري اچون. هي ڪاهيءَ جا پريمي آهن،
جن مان ڪي پنهنجي ڇوڪرن کي وٺڻ آيا آهن ۽ ڪي اوهان
جو درشن ڪرڻ آيا آهن. وينتي آهي تہ آوترام ۽ ٺاڪريورام
کي خوشيءَ سان موڪل ڏيو تہ سياڻي اسان سان گڏجي گوٺ
هلن، جو سندن مائٽ تمام اُداس ٿي پيا آهن. ستگرن چيو تہ
اسان پاڻ ڪين چيو آهي تہ مائٽن جي آگيا ۾ رهي، وڏن
جي شيوا ڪريو. سو ڀلي صبوح جو وٺي وڃون. اسين بہ
سياڻي پاڻي ڪنوررام صاحب جن سان گڏجي مانجهند
ويندا سون. جل پان کانپوءِ ڇوٽ ڀال چيو تہ سائين! موڪلي
موڪل ڏيو تہ پنهنجي آستان لسي وڃان. بسنترام ۽ مرليڌ

ڇوڙڻ لڳا ته اسان هلندا سون. مهاراج جن چيو ته بابا ساڌ تيرٿ ڪنن آهي توهان اسان وٽ رهي نه سگهندا. اسان اُتي سيني ڪان پنهنجو ڪم ۽ ٻي شيوا وٺندا آهيون. تنهن تي ٻنهي چيو ته ”اسان سڀ ڪم ڪرڻ ۽ آڳيا مڃڻ لاءِ تيار آهيون پر اسان کي ساڻ وٺي هلو. انهن ڇٽي روئي ڏنائون. مهاراج جن چيو ته اُبا روئو نه ٻلي ساڻ هاو. انهيءَ ٻڌي واڌومل مرليڌر کي ۽ ليکراج بسنترام ۽ گرڌاري کي، هاسارام سنتداس کي وٺي گهر روانا ٿيا ۽ باقي پريمانند گوبندرام آوترام سنتن سان گڏجي مانجهند هليا. ڀڳت. وانو رام، پريمانند، گٽيشانند ۽ سنتداس به چيو ته اسان به توهان سان گڏ هلندا سون. مهاراج جن چيو ته اُبا! جيڪا توهان جي مرضي. تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن پنهنجي منڊليءَ سميت سنڌڙي، سيني پريمين، سيٺ ڪلومل ۽ چڙنارام کي آشيرواد ڏني، ڀائي ڪنوررام صاحب جن سان گڏجي تاريخ ۱۳ اَسوءَ جي مانجهند روانا ٿيا.

تاريخ ۱۴ مانجهند اِسٽيشن تي اچي لٿا. جتي ڀائو ڌرمداس صاحب ۽ ٻيا ڪيترا گرهستي پريمي، دهل شرنايون وٺيو گلن جا هار ڪٺي اُتي بيٺا هئا. ڀڳت صاحب ۽ سنتن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا. ڪين گلن جا هار پائي دهل شرنايون وڄائيندا سيني کي پنهنجي آستان تي وٺي ويا. سيني سنت اِشنان پاڻي ڪري رسوئي کائي آرامي ٿيا. شام جو ۵ بجه ستگرو مهاراج جن ڀڳت ڪنوررام صاحب جن ۽ ساڌ درياه جي ڪناري تي گهمڻ ويا. تورو گهمي، درياه جي ڪناري تي، هڪ سندر جڳهه تي اچي ويٺا. اُتي ڪنهن پريميءَ شنڪا ڪئي ته شاستر چون ٿا ته برکرتي مايا جڙ آهي ۽ برهم ڪاڄ ڪريا ڪانه آهي، تنهي گڻن کان پري آهي. پوءِ هن برهمنڊ جو ڪاروبار ڪيئن ٿو هلي؟ تنهن تي ڀڳت صاحب

ستگرو مهاراج جن کي چيو ته توهان ان جو نرٽو ڪريو. ستگرو
مهاراج جن ڀائي صاحب جن کي چيو تہ توهان ڇٽو. تنهنتي
سوامي جن چيو ته هي پرلمي! برابر پرڪرتي جڙ آهي ۽ برهم
پرماتما اڪريہ آهي جدا جدا هڪ ڪان سنسار جو وهنوار
نہ هلي سگهندو پر ٻنهي جي ميلاپ سان سنسار جو ڪاريہ هلي
ٿو جئن سورج ۽ ڪپڙي کي نٿو ساڙي ۽ آتشي شيشو ٻ
ڪپڙي کي جلائي نٿو سگهي، پر سوريہ ۽ آتشي شيشي جي
ميلاپ سان ڪپڙو سڙي ٿو. ٻيو جئن الٺو ٻہ ڪم ڪري نٿو
سگهي ۽ منڊو ٻہ ڪم ڪري نٿو سگهي، پر ٻنهي جي ميلاپ
سان ڪاريہ ٿي سگهي ٿو. تئن پرڪرتي جڙ سوروپ يعني
اڻدي آهي ۽ برهم چيتن منڊو معنيٰ انگن رهت اڪريہ آهي،
الڳہ الڳہ ٻنهي ڪان سنسار جي اُتپتي استٿي ۽ سنگهار روپ
ڪاريہ نٿو ٿي سگهي پر برهم چيتن ۽ پرڪرتي جي سنبند
سان سنسار جو وهنوار هليٿو. جئن ڀڳوت گيتا ۾ ڀڳوان ڪرشن
جند رچيو آهي ته منهنجي سهاري سان پرڪرتي چراچر سنسار
... پيدا ڪري ٿي. اُتي درشٽانت ڏئائون:

درشٽانت- هڪڙو راجا پنهنجي وزير سان گڏجي ولايت
... ويو. اُتي هڪ باغيچي ۾ گهمڻ ويا، جتي تمام سندر
... ڏٺائون. راجا وزير کي چيو ته اِهي ڦل پنهنجي باغيچي
... تنهنڪري هتان هنن ڦلن جو ٻج وٺي هلو. تنهن
... ٻنهي بعد ڦلن جو ٻج وٺي پنهنجي ملڪ واپس آيا.
... راجا وزير کي گهرائي چيو ته ولايت مان آندل
... هڪ نئون باغيچو لڳائي، اُن ۾
... جي ... هڪ مظبوط قلعو پڻ ڏيارج.
... چوڌاري ... ٻج جي ... وڻ ساماڻا ۽ ڦل جهلياؤن، راجا
... آڳيان ڪئي. ... ڪالسواءِ اِهي ڦل
... جيئن ...

ڪيئن به نه ڪائي سگهي. وزير چيو ته حضور مان اهڙو تو
بندوبست ڪريان جو خود پهريدار به ڦل ڪائي نه سگهندا. وزير
هڪ سورداس ۽ هڪ لنگڙي کي باغيچي ۾ پهري لاءِ رکيو.
ڦل پچڻ تي آيا ته وزير راجا کي وٺي اچي باغيچو گهمايو.
راجا ڦل ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو ۽ وزير کي چيائين ته ڦل
هڪ ٻن ڏينهن ۾ پچي راس ٿيندا جنهن کي ڦل هر روز پچڻ
سي اسان کي پهچائجو.

ٻن ٽن ڏينهن بعد، ڦل پڪا. لنگڙي سورداس کي چيو،
ته هي ادا، ٢-٣ ڦل اڄ پڪا آهن ۽ ڏاڍا سندر آهن.
منهنجي دل پيئي چوي ته پاڻ ٻئي ڪائي مزو وٺون. جو رات
ڏينهن بنا عيش جي هتي جهنگل ۾ پيا آهيون. سورداس
وراڻيو ته، پيارا مان سورداس اکين کان ڪجهه به ڏسي نٿو
سگهان، تون لنگڙو هڪ قدم به هلي نه ٿو سگهين ۽ سو پاڻ
اهي ڦل ڪيئن ڪائي سگهنداسون. تنهنتي لنگڙو چوڻ لڳس
ته، ادا تون جي مون سان شامل ٿئين ۽ جيئن مان چوانءِ
تيئن ڪرين، ته پوءِ مان رستي ٻڌايانءِ. سورداس چيو،
مان توسان هر طرح ٻڌل آهيان، جيئن چوندين تيئن ڪندس.
لنگڙي چيس ته چڱو، تون بلوان آهين. مونکي کڻي پنهنجي
ڪلهن تي چاڙهه. سورداس کڻي ڪلهن تي وهاريس. لنگڙي
چيس ته هاڻي پنهنجي ساڄي پاسي هل. سورداس ساڄي
طرف هلڻ لڳو ۽ جڏهن جتي ڦل لڙڪي رهيا هئا،
اچي آيو، تڏهن لنگڙي چيس ته ادا هاڻي اتي بيهه. سورداس
اچي بيٺو. لنگڙي ٻانهون ڊگهيون ڪري، ٢-٣ ڦل پٽيا.
پوءِ سورداس کي چيائين ته هاڻي منهن ڦيرائي پنهنجي ڏائي
پاسي هل ته پنهنجي جاءِ تي هلي، ويهي ڦل ڪائون. سورداس
خوشيءَ ۾ لنگڙو کڻي پنهنجي ٻنهي واريءَ جاءِ تي اچي
پهتو، لنگڙي کي ڪلهن تان لاهي هيٺ وهارياين. ٽنهي

ڪانپوءِ بنهي ڄڻن گل وڍي ڪاڏا. گل ڪائي، سورداس چوڻ
لڳس ته اڄ ڪمال ڪري ڏيکاريو آهي جو امبرت جي
سمان مٺا گل ڪارايا اٿيئي. اڳتي به روز اهڙا گل ڦڻي ڪارائج.
مان روٽي به ڪونه ڪائيندس. لنگڙي چيس ته، گل ته توکي ڏل
ڪارائيندس، پر هڪڙي ڳالهه آهي، جو اڄ نه سڀاڻي، اِنهيءَ
ڳالهه جي خبر ضرور راجا ۽ وزير پئجي ويندي ۽ پوءِ اسان
بنهي ڪان پڇندا. تون اصل نه ڪڇج. مان پاڻيهي جواب
ڏيندوسان. سورداس چيو ادا، ڪهي وڃهندا ته به مان
ڪوله ڪڇندس. اِها صلاح ڪري، هر روز پڪل گل ڪائي
چڙهندا هئا. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ، وزير باغيچي ۾ گهمي ڏسي
ته، جيڪي گل پڇڙ لي هئا، سي آهن ئي ڪونه. سو لنگڙي
۽ سورداس ڪان پڇڻ لڳو ته هتان گل ڪنهن پٽيا آهن.
لنگڙو همٿ جوڙي چوڻ لڳو ته، حضور! اسان کي ڪائي
خبر ڪانهي. رات ڏينهن وينا آهيون. وزير ويچار ڪيو
ته باغ جو دروازو کليل آهي؛ شايد ٻاهران ڪي ماڻهو اچي
گل چوريءَ پئي وڃن ٿا. اِهو خيال ڪري دروازو بند
ڪرائي، مضبوط تالو ڏنئي، چابي پاڻ سان کڻي هليو ويو.
روٽي به وقت سر لنگڙي ۽ سورداس کي پنهنجي خاص
ماڻهوءَ هٿان ڏياري موڪليندو هو.

هوڏانهن لنگڙو ۽ سورداس به اچي هريا. سو جيڪي
به به چار گل پڇن، سي صبح جو سوير پٽي، ڪاڻو چڙهن.
ٻن ٽن ڏينهن ڪانپوءِ وري وزير باغيچي ۾ اچي ڏسي ته
جيڪي گل پڇڙ لي هئا سي آهن ئي ڪونه. اِهو حال ڏسي
ڪروڌ ۾ ڀرجي، لنگڙي ۽ سورداس کي گهٽ وڌ ڳالهائي
چوڻ لڳو، ته گل ڪير ٿو پٽي وڃي؟ يا ته توهان ٿا پٽيو
ڪائو. لنگڙي همٿ جوڙي چيو ته حضور! اسان ته ڪنهن
کي ڪوله ٿا ڏسون. توهان ويچار ڪري ڏسو مان لنگڙو

هڪ پير به اڳتي هلي ڪو نه سگهان ۽ هي ويچارو سورداس
ڏسي ئي ڪو نه. پوءِ اسين ڦل ڪيئن پٽي کائي سگهنداسين؟
وزير چپ ڪري سڌو راجا وٽ آيو ۽ اچي سچي حقيقت
ٻڌايائين. چيائين ته دروازو بند ڪري تالو به لڳارايو آهي،
سورداس ۽ لنگڙو به پٽي ڪو نه سگهندا، پر ڳالهه سمجهه ۾
نٿي ڪا نه ٿي اچي، ته ڪير ٿو پٽي وڃي. هيترا ڏينهن
مون ٻپ کان توهان سان ڳالهه لڪي ڪئي. پر هاڻي ڪنهن
ڏينهن مان پاڻ لڪي، جاچ ڪندس. راجا چيو، ”وزير!
ڳالهه ته چڱي ٻڌائي اٿيئي. هاڻي باغيچي جي ٻاهران چوطرف
پهرو رکه، متان ڪو رات جو پٺ ٽپي نه ويندو هجي.
وزير باغ جي ٻاهران به زبردست پهرو ويهاريو. جيڪي ڦل
پچڻ تي هئا، تن تي نشان ڪري، پنهنجي جاءِ تي آيو.
ٻن ڏينهن کانپوءِ، شام جو وري باغيچي ۾ ويو. ڇا ڏسي
ته ڦل آهن ئي ڪو نه. اهو حال ڏسي ويچار ڪيائين ته
باغيچي جي ڪنڊ ۾ لڪي رات جاڳي ڏسان، ته ڪير ٿو
ڦل پٽي وڃي. اهو ويچار ڪري ٻاهران زبردست تالو
ڏياري، پاڻ ڏيري ڏيري، وڻن جي پڃن ۾ لڪي ويهي
رهيو. ساري رات جاڳي، چڱيءَ طرح جاچ ڪيائين، پر
ڪوبه آدمي نظر ڪو نه آيس. صبح جو ۷ بجي ڪن خيال
ڪيائين ته جاءِ تي وڃي اشنان پاڻي ڪري روٽي کائي،
پوءِ اچي جاچ ڪيان، ته ايتري ۾ ڏسي ته سورداس لنگڙي
کي ڪاهن تي چاڙهي، پڪل ڦلن وٽ اچي بيٺو. لنگڙي
هڪڙو ڦل مس پٽيو، ته وزير، جو اُتي لڪو ويٺو هو ۽ سارو
رنگ پٽي ڏٺائين، سو هڪل ڪري چوڻ لڳو ته خبردار!
متان ٻيو ڦل پٽيو اٿو. وزير جي رڙ ٻڌي، سورداس ته ٻپ
وڃان اُليٽي ڪري پيو. وزير ڪروڌ ۾ اچي، لنگڙي ۽
سورداس کي چيو ته ”توهان ئي ڦل چٽي کائيندا آهيو.“

ٻنهي چيو ته ”حضور! ٻرابر اسان ئي ڪائيندا آهيون، پر اڄ ڪان وني ڪوڻ ڪائيندا سون. هينئر اسان کي معافي ڏيو.“ ائترو چئي، روئي وزير جي پيرن تي ڪري پيا. وزير چيو ته آهيو ته قاسيءَ جي لائق، پر توهان جي حرفت بازي ڏسي، توهان کي معافي ٿو ڏيان. جي آئينده ڦل پٽيندا ته، توهانکي قاسيءَ تي چاڙهيو ويندو. ائين چئي وزير راجا وٽ آيو. راجا چيو، وزير! ٻڌاءِ ته ڪهڙو حال آهي؛ ڦلن جو ڪو پتو پيو؟ وزير مشڪي ساري حقيقت راجا کي ٻڌائي. راجا ٻڌي کلڻ لڳو. چيائين ته اڄ تمام نئين ۽ عجيب ڳالهه ٻڌائي آئيئي. چڱو، هاڻي جيڪي ڦل ڇڻن سي ڪٽي اڇجو. ستگرن پوءِ الهيءَ درشٽانت جو سدانت هن ريت ورڻن ڪيو.

ستگرن چيو ته، پرڪرتي، مايا جڙ، سورداس جي سمان آهي. ساڪي چيتن جيوآتما لنگڙو آهي، جنهن ۾ ڪائي ڪريا ڪانهي، پر ٻنهي جي ميلاپ ڪري، هن ساري سنسار جو ڪاروبار هلي رهيو آهي. اِهي وچن ٻڌي، ڀائي ڪنور رام صاحب جن ۽ سڀ پريمي تمام خوش ٿي چوڻ لڳا ته اڄ ته ڏاڍي نئين ڪٿا ٻڌائي اٿو. اِئين پاڻ ۾ رس رهاڻ ڪري، موٽي پنهنجي جاءِ تي آيا. ۸ بجي ستسنگ شروع ڪيو ويو. سنتن جي مهما جي وارتا هلايائون. چيائون ته ”سنت، مهاتمائون ساري سنسار جو جيون آهن. هنن پراپڪار واسطي اوتار ڌارڻ ڪيو آهي.“ پوءِ هيٺيون ڇند چيائون:

ڪونڙاچند — امر لوڪ سي سنت پڌاري —
ڏرڪي نت اوتارا جي،
نشڪامي نرماني نسنگي —
نرپکيه نپ جيوَن ڌيارا جي،
برهم گياني آنتر ڌياني —
داني پرم اُدارا جي،

پرم ويراڳي هر انراڳي –
تياڳي رهت وڪارا جي،
آپني سر پر ڏک سهاري –
ڪرتي پر اپڪارا جي،
نيت ڌرم ڪي مارگ چل ڪر –
اور چلاؤن هارا جي،
جو مُمکشي موکش اڇا سي –
آوت تانهن دوارا جي،
تانڪي سنسي سرو نواري –
ڪرهين پيو سي پارا جي،
ڪهي ٽيئون تن سنتن اوپر –
جائون مَن بلهارا جي.

مطلب: سنت مهاتمائون امرلوڪ مان جيون جي اڌار واسطي اوتار ڌاري سنسار ۾ آيا آهن. سدائين نشڪامي يعني نراڇا، مان پوڄا ڪي نه چاهيندڙ مذهب کان پري، اپيدي تي رهندا آهن. تتوويتا سديوئي ويراڳي، آتم گيان جي اپيه دان ڏيڻ وارا آهن. پنهنجي سر تي ننداڻون گلائون، جنيون ڦٽيون ۽ مذهب جا مهڻا طعنا ۽ ڪڙا وچن سهي، سچ جي رستي هلڻ وارا آهن. انهن جي مٿان هزار وار بلهار وڃان. تن سنتن جي مهما جي انت نه آهي. ٻوءِ هيٺيون ٻچن چيائون:

راڳ پيلا

تل – امراپور ڪي ڀوڳي آيا – جُڳ – جُڳ جيو اڀارا.
۱– ڪميا سم سنتوش وچاري – پرمارٿ سي پر اپڪاري،
پريمين ڪيا پڪارا – تب ڌار ليا اوتارا.

پنڊاري، باهر ڀيتر ڇپن ڍنڍاري -
... ـ دالي چت سٽ ڏيرج ڌاري - سنت آهـــارا،
گيان امـــر قـــل ســـارا - نت ڪرتي ساڌن چمن بنايـا،
... ـ بن ڀـوُمي جن باغ لـڳايـا - چارون هـوُئـا هيـڪارا.
پشپ گـڻـن گـلـزارا - اُپـــديـش کـو ديکـــسُ لييا،
۴ـ اِشٽ ڪمل پر آسڻ ڪييا - اَمر ديش ڪو ديکـا اڳــم اَپـــارا.
پـــايـــا دويـــ ديـــدارا - تـن ديکـا ...
پـــايـــا دويـــ ديـــدارا - تـن جوڙ پڪاري -
۵ـ ڪهـي ٽيئُون ڪر جوڙ پڪاري - پاڳـ جڳي گهر آئي هماري،
ليکـا جـم لـــوارا - تـب هـــويـــا جـتـــ جـتـــ ڪارا.
"سنت ڪي مهما ويد نہ ڄاڻي - جتا سني تـتـا وکاڻي."

اِنهيءَ وشيہ تي ٻيا بہ ڪيترا ئي پرماڻ ڏئي ارت ... ڪرائي، ستسنگ سهـت ڇڏي، رات جو ۱۲ بجي پرار تنا ڪرائي، ستگرو مهاراج جن مالجهند ۾ سماپت ڪيائون. اهڙيءَ طرح، ستگرو مهاراج جن مالجهند ۾ سنتن جي مهما، ڌرم تي ڏينهن سنتن جي ميلي تي رهي، سنتن جي مهما، ڌرم ۽ ست اُپديش جو پرچار ڪيو.

تنهن ڪالپوءِ ڀائي ڪنور رام صاحب جن کي چيائون تہ هاڻي ڪرپا ڪري، اسان سان گڏجي اسان جي بہ ڪنڌ ڪوٽ شهر ۾ هلو. ڀائي ڪنور رام صاحب جن چيو تہ هن وقت آسان ٻين پاسي وڃڻ ڏيا آهن. تنهنڪري وري ڪنهن وقت اهڙو ڪو موقعو بڻيو تہ ضرور ايندا سون. ستگرو مهاراج جن سيني سنتن کان موڪلائي پنهنجيءَ منڊليءَ سميت ٻيڙيءَ ۾ چڙهي درياهہ پار ڪري گهوٽ خانوت پهتا.

خانوت جي ڳوٺ ۾ جل پان ڪري پنڌ روانا ٿيا. شام جو ۵ بجي پنهنجي شهر ڪنڌ ڪوٽ نگريءَ ۾ پنهنجي آستان تي پهتا. ماتا ڪرشنا ۽ سيني سان مليا. ستگرو مهاراج جن جي اچڻ جي خبر ساري شهر ۾ پکڙجي وئي. ڪيترا پريمي

ستسنگي ۽ جگياسو ڪم ڪارڻون ڇڏي درشن لاءِ اچي مڙيا. پيرا سن پٽي اکين ۾ جل آڻي، چوڻ لڳا، "هي ترلوڪي ناٿ! توهان تمام گهڻو وقت سڀڙ تي ٽا لڳايو. توهان کانسواءِ اسان تمام اُداس ٿي ٽا پئون. سنسار جو ڪو به پدارٿ منو نٿو لڳي. هاڻي ڪرپا ڪري ڪيڏانهن به نه وڃجو. ستگرون مشڪي چيو اَبا! اِها ڳالهه اسان جي وس ڪانهي. جيڏانهن داٽو پاڻي ڪڍي ٿو وڃي، اوڏانهن هليا ٽا وڃون. رات جو ستسنگ شروع ٿيو. ڪڏهو سالاري شهر مان گهڻي انداز ۾ خلق اچي ڪٺي ٿي. ڪلاڪ ڪن ٻين ساڌن سنگت کي گدگد ڪيو. تنهن کانپوءِ ستگرو مهاراج جن ۽ سيٺڻي ساڌ گڏجي ستسنگ ڪرڻ لڳا. ڀڳوان جي پريم جي وارتا هلي. مهاراج جن چيو ته هي جيؤ ڀڳوان جي پريم کانسواءِ سڃو آهي.

دوهرو- جان گهٽ پريم نه سنچري -
سو گهٽ جان مساڻ،
جئسي کال لوهار ڪي- سواس ليت بن پراڻ.

مطلب: جنهن جيؤ جي هردي ۾ ڀڳونت جي ملڻ جو پريم پيدا نه ٿيو آهي، اُنهيءَ جو هردو شمشان جي برابر آهي. جئن مساڻن ۾ اُلوُ، چبرا، ڏائڻيون ۽ پشاچڻيون اچي واسو ڪنديون آهن، تئن اُنهن جي هردي ۾ به ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موه، اهنڪار، آشا ترشنا، چنتا، آدي وڪار اچي گهر ڪندا آهن. اُهو منش مڙدي جي سمان آهي. جئن لوهار جي ڪل، ڌوڻي خالي پران ڇڏيندي ۽ ڪڍندي آهي. تئن اُهو منش به اَجايا پران پيو ڪڍي. اُنهيءَ لوهار جي ڌوڻيءَ جا پران ڪنهن ڪم ۾ نه اَچن ٿا، پر اُنهيءَ منش جا پران گوبند جي ڀڄن کان سواءِ ويرٿ آهن. جن جي هردي ۾ ڀڳوان، سنتن ۽ گرن جي لاءِ پريم آهي، تن جو جيئڻ سنسار ۾ سڦل آهي.

اُلي پرڻائيندا سون. لاچار اها ڳالهه پرڳڻي جي پنچائت
هلي، پر پنچ به انهيءَ ڳالهه جو فيصلو نه ڪري سگهيا، ڇو جو
مائيءَ جا ڏير تمام هلنديءَ وارا آهن ۽ ڪنهن جي به اتا
مڃين. تنهنڪري هيءَ داس پيو ڪو رستو نه ڏسي، توهان
جي در تي سوالي ٿي آيو آهي: هلي ڌرم جي رکيا ڪري
اسانجو بيڙو تاريو.

اِني سنت گهنبو رام جن پريم نگر سالازي وارا، ستگرو
مهاراج جن سان ملڻ آيا. ستگرو مهاراج جن کين پريم ستڪار
سان واري، خبرچار ڏئي وٺي کين چيو ته ڀائي بخشارام جن
عاد وشاه پڙهيءَ وارا سوالي ٿي آيا آهن. توهان به اسان
سان گڏجي هلو. سنت گهنبو رام چيو ته جئن توهان جي
مرضي. جيتوڻيڪ ڇهن مهينن کان پوءِ مس ڪنڌوءَ ۾ آيا هئا،
۽ شهر جي پريمين ۽ ستسنگين به ستگرو مهاراج جن کي نه پئي
ڇڏيو، ته به ستگرن پريميءَ جي اُرداس سويڪار ڪئي ۽
پنهنجي منڊليءَ سميت، سنت گهنبو رام کي وٺي روانا
ٿيا. وات تي ڪٿي به ڪونه ترسيا. سڌو موٽائن جي ڳوٺ
۾ پهتا، جو مسلمانن جو هڪ ننڍو ڳوٺ، درياهه جي ڪناري
تي هو. اُتي صرف ٻه ٽي گهر ۽ دڪان هندن جا هئا.
مهاراج جن ڀائي بخشارام جي ڪچن ڪکن جي ڪتيائن ۾
۾ اچي لٿا. ٻئي ڏينهن صبوح جو مائيءَ کي گهرائي ساري
حقيقت پڇيائون. مائيءَ چيو ته مون برابر خوشيءَ سان ڇوڪري
مڱائي آهي ۽ پنهنجي ڌرم تي قائم آهيان. توهان سنت
آهيو ۽ هيءَ ڌرم جو بيڙو تاريو. مهورت ڪڍائي لياٽي
هت سان پرڻائي وڃو. ستگرن ڪٽيءَ جي سنت ناراڻ جو
مهورت ڪڍائي ڀائي پيسو، ناريل، انگوڇو ۽ ٻه روپيا
مائيءَ کان وٺي، ڀائي بخشارام کي ڏنا. هفتي کن کان پوءِ،
جڏهن اها خبر مائيءَ جي ڏيرن کي پئي ته، ساڏن مهورت

جي شهر هلي، مکي آنندرام کي گهرايون. توهان انهيءَ
باري ۾ اُن تي ڪجهه زور رکو. مهاراج جن فرمايو ته ابا!
چڱو، ڀلي تياري ڪريو ته هلون.

مهاراج جن منڊليءَ سميت عظمت ۾ آيا. ٻئي ڏينهن جڏهن مکي
آنندرام کي ڳڙهي عادو شاه مان گهرائي، ساري حقيقت هن
سان ڪيائون ۽ چيائون ته توهان هن ڳالهه جو فيصلو ڪريو. مکي
آنندرام چيو ته هي ٻڌو! اسان تمام گهڻي ڪوشش ڪئي
آهي، پر مائيءَ جا ڏيٿ نٿا مڃين. وري به توهان جي آگيا
پائي، پرڳڻي جي پنچائت ڪني ٿا ڪريون ۽ مائيءَ جي
ڏيٿن کي به ٿا گهرايون. چئن-پنجن ڏينهن بعد پرڳڻي جا مکي،
جهڙوڪ عظمت جو مکي راجلمل، آباد جي ڳوٺ جو مکي
جيوترام، محمدآباد جو مکي رامومل ڳڙهياسين جو مکي ٽيرٿمل،
صرفوءَ جي ڳوٺ جو مکي هاسومل، چڪ جي شهر جو مکي
لهرومل رستم جي ڳوٺ جو مکي نوتنداس، مياڻيءَ جي ڳوٺ
جو مکي ديولتداس، جنهن جي ڇوڪري سان مائيءَ جي
ڏيٿن ڇوڪري مڱائي هئي ۽ ٻين ڳوٺن جا مکي اچي گڏ ٿيا.
مائيءَ جي ڏيٿن کي گهرايائون.

آچار هليو. ڪي پنج مائيءَ جي پاسي ۽ ڪي مائيءَ جي
ڏيٿن پاسي ٿيا. ۷-۸ ڏينهن ڏاڍو بحث هليو، پر ڪو به
فيصلو نه ٿي سگهيو. تنهن تي مکي آنندرام ۽ عظمت جو مکي
راجلداس مهاراج جن ڏي ائاري چوڻ لڳا ته سائين هاڻي ڇا
ڪرڻ گهرجي؟ هيءُ فيصلو پنچائت کان زور آهي. ستگرن
پنچائت کي چيو ته جي توهان هي فيصلو نٿا ڪري سگهو
ته ساڌ هيءُ فيصلو ڪري ٿا وڃن ته هيءَ ڇوڪري اڳي پوءِ
پيوندرام کي ملندي. تنهن ڪاڻ پوءِ پائي ٻخشارام کي دلداري
ڏيئي آشيرواد ڪري گاڏيءَ ۾ چڙهي شهدادپور کان لهي

شاہ پٽ، سويڪندر ۽ شهڪ جي ڳوٺ مان ٿيندا پرچار ڪندا ستگرو ڪنڌ ونءِ پنهنجي استان تي آيا.

ستگرن جي اوچتي اچڻ جو ٻڌي، ساري شهر جا پريمي مهاراج جن وٽ آيا. پيرن پئي چوڻ لڳا ته ترلوڪي ناٿ! هيئنئر ته وڏي ڪرپا ڪئي اٿوَ، جو جلدي سفر ڪري موٽي آيا آهيو. پريو! جنهن ڪارج لاءِ ويا هئا تنهن جو ڇا ٿيو؟ ورڻ ته ڪونه ويندا؟ ستگرن چيو ته اَبا! جنهن ڪارج لاءِ ويا هئاسون، سو ڪارج ڀڳوان جي ڪرپا سان پورو ٿيندو. هاڻي ڪجهه وقت ٻاهر ڪونه ويندا سون. اهو ٻڌي سڀيئي پريمي خوش ٿيا.

رات جو ۸ بجه ستسنگ شروع ٿيو. ستگرو مهاراج جن پڇن ڪيو. وشيه يوڳ جي اثر جي وارتا ڪياڻون.

دوهرو— اَل پتنگ مرگهه مين گج—

اِڪ اِڪ رس ڪي آنچ،

تلسي وان ڪي ڪؤن گت—

جامي ويا پت پانچ.

ارٿ: اَل معنيٰ ڀنورو، جو ڪنول گل ۾ سر ڏيندو آهي. ڀنورو ڪنول گل ۾ وڃي وهندو آهي، اُن گل جي سندرتا، ڪوملتا ۽ سڳنڌيءَ ۾ لولين ٿي، پنهنجي سرير جي سڌ ٻڌ ڀلائي ڇڏيندو آهي. جڏهن رات جو گل بوڪجي ويندو آهي، تڏهن ڀنورو اُنهيءَ ڪنول جي گل ۾ مري ويندو آهي.

۲— پتنگ ٻتيءَ جي پرڪاش تي اُگنيءَ ۾ جلي خاڪ ٿي ويندو آهي.

۳— هرڻ ناد جي آواز تي ناس ٿيندو آهي. جنهن هرڻ جي دن ۾ ڪستوري ٿيندي آهي تنهن ڪي گوڏو ڪونه ٿيندو آهي. سو جي ڪري ٻوي نه اُتي ڪونه سگهندو آهي.

وٽن کي پاسو ڏئي آرام ڪندو آهي. شڪاري جهنگل جي
پرسان ميدان تي اچي زمين ۾ کاڌي کوڙي، اُن ۾ لوڙي
ٻڌي، لوڙيءَ کي وٽي پري لڪي وڃي ناد وڄائيندو آهي.
هرڻ اچي اُنهيءَ کاڌيءَ کي پاسو ڏئي ناد ٻڌندو آهي. اُنهيءَ
آواز جي رس ۾ اچي سرير جي سڌ ٻڌ ڀلجي ويندي اٿس.
اُن مهل شڪاري اوچتو لوڙيءَ کي وٽي ڇڪيندو آهي.
ڇڪڻ سان لڪڙي ۽ هرڻ ٻئي ڪري پوندا آهن. پوءِ شڪاري
وڃي هرڻ کي ماريندو آهي.

۴- مڇيءَ جو ناس ڪنڍيءَ ۾ ٿيندو آهي. ماري ماس
يا اٽي جون ڳوڙهيون ٺاهي، ڪنڍيءَ ۾ وجهي، پاڻيءَ ۾
اڇليندو آهي ۽ مڇي اُن ڪنڍيءَ ۾ ڦاسي پوندي آهي.

۵- هاٿيءَ جو ناس ڪام جي وشي ۾ ٿيندو آهي. جنهن
ٻن ۾ هاٿي رهندا آهن، تنهن ۾ ماري وڏي کڏ کوٽي اُن
جي مٿان سنهڙيون ڪاٺيون ۽ وٽن جا پن رکي مٿان ٿوري
مٽي وجهي ڍڪي ڇڏيندو آهي. ڪاغذ جي هاٿڻ ٺاهي،
کڏ جي مٿان بيهاري پاڻ وڃي وڻ تي چڙهي ويهي رهندو
آهي. جنهن مهل هاٿي پري کان هاٿڻ کي ڏسندو آهي، تنهن
مهل مستيءَ ۾ اچي گجڪار ڪري وٽي ڊوڙندو آهي. ڊوڙندو
ڊوڙندو وڃي کڏ ۾ ڪرندو آهي. اهڙيءَ طرح ڀؤرو، پتنگ،
هرڻ، مڇي ۽ هاٿي اِهي پنجئي جيو هڪ هڪ وشي جي ڪري
ناس ٿيندا آهن. تلسيداس مهاراج جن فرمائين ٿا ته اُنهيءَ منش
جي ڪهڙي حالت ٿيندي، جنهن ۾ اُهي پنجئي وشيون موجود
آهن؟ پر تنهن منش جي بچڻ لاءِ ٻيو ڪوبه رستو ڪونهي
سواءِ هڪ جي.

دوهرو – پانچ هووين تو ڪيا – توڙي هون پچيس،
تاسي رج لاڳي نهين – جان گرچرني سيس.

مطلب: پنج وشيون هجن يا پنجويهه، پر جنهن جگياسوءَ جو ستگرن جي چرن ڪملن ۾ اننيءَ پهر ڌيان لڳو رهي ٿو، تنهن کي سنسار جون اُهي وشيون رنڪ ماتر به دک ڏئي نٿيون سگهن. تنهن ڪري جڳ کي سدائين ستگرن جي اوٽ آڌار وٺي ڪوبه ڪم ڪرڻ گهرجي، تنهجو پرشارٿ سڦل ٿئي ٿو. انهيءَ وشئه تي ستگرو مهاراج جن هيءَ شبد ارٿ سهت ڳائي ستنام ساکيءَ جي ڌني لڳائي، ستسنگ سماپت ڪيو.

## راڳ ڪنسو

ٿل- جڳت جا پوڳ ڀڳوت ڪان بندا توکي ڀلائن ٿا

۱- ڌسط ۾ ٿي مٺي ماکي، دکي ٽيندين چکي چاکي
سمجهه رک تون ٻڌي ساکي، جگر کي سي جلائن ٿا

۲- ڪٽنب ڪل ست بندوُ ناري، ٽني سان تون نه رک ياري
وجهي تو پيار جي جاري، ڦندڪ وانگي ڦسائن ٿا

۳- اِڇها تو انت سر آئي، ڌرم دل سان نه ڪيئه پائي
ڪٽي هلندءَ هتان ڪائي، لنبن جي لات لائن ٿا

۴- گرن جي ڏنا ٿي گولي، کهي ٽيئون جهلي جهولي
مٺي لن جي ٻڌج ٻولي، ڀرم ڀولا مٽائن ٿا

اهڙيءَ طرح ستگرو مهاراج جن هر روز لت نيم سان ستسنگ ڪندا رهندا هئا.

هوڏانهن ستگرو مهاراج جن جي وڃڻ جي خبر ٻڌي هفتي [illegible] جي ڏهن اٺن مهورت ڪيائي وهاڻو جي [illegible] جني چوڪري مڱائي هئائون، انهن کي چوائي [illegible] تاريخ عظمت ۾ اچي گهوٽ پرڻائي وڃجو. [illegible] پاڻ کي مڪ ٻڌائي اُهيءَ تاريخ تي [illegible] وٺي آيو. هاڻي ڪنوار هڪڙي گهوٽ ٻه. [illegible] سهر جا ماڻهو عجب کائي پائي گوبندرام

ڪي ڇوڙڻ لڳا ته تنهنجي سنتن جي ڳالهه سچي ٿئي ٿي يا نه!

ڀائي گوبندرام جن سيٺي کي چيو ته جڏهن ستگرو مهاراج جن جئي ويا آهن تڏهن اوس ٿيندو. سنتن جو وچن ڪڏهن به ڪوڙو نه ٿيندو آهي.

دوهرو — رو ڪو نيچ گهٽي نهين،
جو گهن جڙي گهمنڊ،
سنت وچن پلٽي نهين،
پلٽ جاءِ برهمنڊ.

مطلب: بادل ڪيترو به سورج کي ڍڪي ڇڏين، تڏهن به سڪوئي ڇولدو نه ڏينهن آهي، ڇو جو سورج جو پرڪاش ڪڏهن به ناس نٿو ٿئي. هيءُ سارو سنسار بدلجي ناس ٿي وڃي ته ٿي وڃي، پر سنتن جو وچن ڪڏهن به جهلو نه ٿيندو. توهان هاڻي وڃا رنگ ڏسو ته ستگرو مهاراج جن ڇا ٿا ڪن.

ڪنهن ماڻهوءَ وڃي چڪ جي پوليس ۾ رپورٽ ڪئي ته عظمت جي ڳوٺ ۾ هڪ ڪنوار واسطي ٻه گهوٽ ڇڏون وٺي آيا آهن، سو وڏو تڪرار ٿيندو. توهان اِلهيءَ ڳالهه جو بندوبست ڪريو. اِهو ٻڌي صوبيدار پوليس وٺي يڪدم عظمت اچي پهتو. پنچن کي گهرائي يڪدم شادي روڪايائين. پنچن سان صلاح ڪري يڪدم اِهو فيصلو ڪيائون ته ڇوڪريءَ کان زباني وٺجي. صوبيدار ۽ ٻه چار پنچ گڏجي آيا ۽ ڇوڪريءَ کان پڇيائون ته تنهنجو ڪهڙو رايو آهي؟ ڇوڪريءَ چيو ته منهنجي ماءُ پيءُ جيڪو مونکي ٻڌايائين تڏهن ڏنو آهي سو مونکي قبول آهي. ڇوڪريءَ جي زباني اچي سيٺي ماڻهن کي ٻاهر ٻڌايائون. ڪي چوڻ لڳا ته اها ڳالهه ٺيڪ آهي، ته ڪي چوڻ لڳا ته ٺيڪ ناهي. ماڻهن ۾ گوڙ ٿي پيو. صوبيدار گوڙ ڏسي ڇوڪريءَ کي سيٺ گوندومل جي گهر ۾ پنچات جي حفاظت ۾ وهاري

ليس جو ٻهرو رکي سيٺ کي چوڻ لڳو ته ”شادي هيٺر
ڪاڻ ٿيندي. اِهو فيصلو سرڪار ڪندي.“
صبوح جو صوبيدار ۽ مکي راجلداس پاڻ ۾ گڏجي صلاح
ڪري فيصلو ڪيو ته ٻن ڪاغذن تي ٻنهي گهوٽن جا نالا
لکي، رومال ۾ ويڙهي هلي ڇوڪريءَ جي اڳيان رکجن.
ڇوڪري جنهن نالي وارو ڪاغذ کڻي، اُنهيءَ گهوٽ سان سندس
شادي ڪرائي وڃي. اِها صلاح شهر جي پنچايت، مائيءَ جي
ڏيرن ۽ مائيءَ کي ٻڌايائون. ٻهرين ته اِهو فيصلو قبول نه پيا
ڪن پر آخر سيٺ اِهو فيصلو قبول ڪيو. تنهن کانپوءِ صوبيدار
سيٺي کان صحيون ورتيون. ٻه ڪاغذ گهرائي ٻنهي تي گهوٽن
جا نالا لکي رومالن ۾ ويڙهي ڇوڪريءَ جي اڳيان رکيائون.
مکيءَ ڇوڪريءَ کي چيو ته ”بابا! ڀڳوان جو نالو چت ۾ رکي
هڪ رومال کڻ.“
هنن ٻنهي مان هڪ رومال کنيو. مائيءَ
ڇوڪري ۵ منٽ اندر ڏيان تي هڪڙو رومال کولي نالو پڙهيائون ته ڏسن
جا ڏير ڏاڍو خوش ٿيا. پر رومال کولي نالو پڙهيائون ته ڏسي مائيءَ جا
ته پيولدرام جو نالو لکيو پيو هو. اِهو اچرج ڏسي
ڏير چپ ٿي ويا. مکي ۽ صوبيدار ٻاهر اچي اهو ڪاغذ سيٺي
ماڻهن کي ڏيکاريو. اٿي پائي گوبند رام ۽ ٻيا جيڪي سنتن
جا پريمي هئا، سي خوش ٿي ستگرو مهاراج جن جي جئہ جئہ ڪار
ٻولائڻ لڳا. صوبيدار چوڻ لڳو ته هيءُ فيصلو ڏٺيءَ جي
قدرت سان ٿيو آهي، هاڻي ڳوڙ نه ڪجو. بخشارام کي
چيائون ته جلدي گهوٽ کي وٺي اچي پرڻاءِ.
بخشارام پنهنجي ڀاءُ پيولدرام کي پرڻائي پنهنجي گهر
وٺي آيو. اِها خبر ساري سکر ضلع ۾ ٻڌليءَ وانگر ڦهلجي
وئي ته مائيءَ جي ڏيرن تمام وڏا زور لڳايا پر جئن سنت
پنهنجي مکاروند مان وچن ڪڍي ويا هئا، آخر تئين ٿيو

تيو. سيئي ماڻهو ستگرو مهاراج جن جو جس ۽ مهما ڳائڻ لڳا.
شادي‌ءَ جي ساري حقيقت ٻڌي گوبندرام جن اچي ستگرو
مهاراج جن ۽ سڀني سادن کي کنڊوءَ ۾ ٻڌائي.

ستگرن چيو ته انترجامي ڀڳوان انتر روپ ڌارڻ ڪري
ڌرم جي رکيا لاءِ ايندو آهي.

سلوڪ - يدا يدا هي ڌرم سيه، گلانير ڀوتي ڀارت،
اڀيوتانمڌرسيه تدا تمانم، سر جا ميهم.

مطلب: ڀڳوان گيتا ۾ چوٿو ته جڏهن جڏهن ڌرم جي
هاڃي ٿئي ٿي، تڏهن تڏهن مان پاڻ سرگڻ روپ ڌاري
ڌرم کي بچايان ٿو. سو اهو ڪارج به ڀڳوان پاڻ اچي ڪيو
آهي. ڏاڍو چڱو ٿيو. ايتري ۾ ڀڳت شيوڪرام سروانند جو
پتا تورهن جي ڳوٺ مان اچي لٿو. اچي سڀني سان ملي پوءِ
ملي، ستگرو مهاراج جن جي اڳيان هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته
هي ڀڳون! توهان سنسار ۾ سڀني جيون جي اڌار واسطي آيا
آهيو. اسان جي هڪ ارداس آهي ته سروانند ۽ گرمکداس
کي ڪرپا ڪري هاڻي خوشيءَ سان آگيا ڪريو ته هلي باغيچي
۾ ٻنهي جي سنڀال ڪن جو ڪم تمام رلي ويو آهي. جي نه
ته اسان کي به آگيا ڪريو ته سنسار جو ڪم سميٽي سيئي اچي
توهان وٽ گوبند جو ڀڄن ڪريون.

ستگرو مهاراج جن مشڪي چوڻ لڳا ته توهان ڪوئي خيال
نه ڪريو. اسان ايشوري ڪارخانو کوليون ٿا، جنهن ۾ سروانند
۽ گرمکداس جن جي پائيواري ۾ رکون ٿا. توهان ڪان جيترو
وهنوار جو ڪم پڇي سگهي اوترو وڃي ڪريو. جي نه پڇي سگهيو
ته ٽيڙ ڪٽي اچي هٿي ويهو. روٽي کائي وٺا ڀڳوان جو ڀڄن
ڪيو. ستگرو مهاراج جن جا وچن ٻڌي ڀڳت شيوڪرام ڳوٺ
ويو. باغيچو، ٻنيون، گهر جي جاءِ وڪڻي، ٽيڙ انن تي ڪٽائي،

اچي ستگرو مهاراج جن وٽ وينو. ڪجهه وقت گذرڻ بعد هڪ
ڏينهن بسنترام، پريمانند، مرليڌر ۽ گرداري ستگرو مهاراج جن
وٽ ڪنڊوءَ ۾ آيا. اچي ستگرو مهاراج جن کي پيرين پئي وينا.
ستگرو مهاراج جن کين چيو ته ڀلي آيا. ٻڌايو ته خوش پرسن
وينا آهيو. سيني چيو ته هي پريو! توهان جي درشن ڪئي
گهڻا ڏينهن لنگهي ويا هئا. چت تمام اداس ٿي پيو هو.
اِڪري پاڻ ۾ صلاح ڪئي سون ته ستگرو مهاراج جن وٽ هلجي
سو مائٽن جي بنا موڪلائي آيا آهيون. ستگرن چيو ته بابا!
ڀلي آيا. اِتي بسنترام، پريمانند، مرليڌر، گهيشانند چوڻ لڳا
ته هي پريو! اسان پرساد به کٽي آيا آهيون. ڪرپا ڪري
اسانکي نامجودان ڏيو. ستگرو مهاراج جن سيني کي اُپديش ڏنو.

ستگرو مهاراج جن دل ۾ ويچار ڪرڻ لڳا ته هاڻ سٽسنگي
۽ پريمي به گهڻا اچي گڏ ٿيا آهن. شهر وارن جو پريم به گهڻو
ٿيو آهي. سو هاڻي هن شهر کي ڇڏڻ گهرجي. ڪنهن ٻئي
هنڌ آستان ڪجي. اِهو ويچار ڪري گهمي ڦري سڄ لٿي
پنهنجي جاءِ تي آيا. اچي سٽسنگ جي تياري ڪيائون.
سنت آلورام جن ٻيراني مان آيا. ستگرو مهاراج جن سان مليا
۽ ونيه ڪيائون ته ڪرپا ڪري ميلي تي درشن ڪرائجو
ماڻهو توهان کي وٺڻ لاءِ موڪليندا سون.

ستگرن چيو ته اسان هولي هتي ڪنداسون. توهان ماڻهو
هتي موڪلجو. تنهن ڪانپوءِ سنت آلورام جن ٻئي ڏينهن
ڪنڊوءَ ۾ رهي موڪلائي ٻيراني ويا.

(ڪنڊوءَ جو اِتهاس سماپت)

## پلنامو

| صفحو | سٽ | اشڌ | شڌ |
|---|---|---|---|
| ۱۰ | ۱۹ | صاحب | سوامي |
| ۳۸ | ۱۴ | جٿن | مٿن |
| ۴۲ | ۲۵ | ويچارو ويچار | ويچار |
| ۴۳ | ۱۳ | مکوڙي | مکڙو |
| ۶۱ | ۱۷ | تي | هٿ |
| ۷۴ | ۱۳ | آويا | آوي |
| ۸۱ | ۴ | شان | سيام |
| ۹۹ | ۱۱ | مکتي | مکت |
| ۱۰۰ | ۱۸ | مان پٽي | منهنجي پٽي |
| ۱۰۲ | ۲۱ | چتارام | چيتارام |
| ۱۱۶ | ۱۰ | پشيه | پٽيه |
| ۱۱۶ | ۱۰ | أسر | أر |
| ۱۱۶ | ۱۲ | ديکا | ليکا |
| ۱۱۹ | ۸ | صورت | مورت |
| ۱۲۰ | ۷-۸ | گانءِ | گام |
| ۱۳۰ | ۱۱ | لگاء | نگاء |
| ۱۴۰ | ۱۰ | گور | گر |
| ۱۴۳ | ۸ | سي | وسي |
| ۱۴۸ | ۲۲ | ڌر | ڌرم |
| ۱۵۰ | ۱۲ | تتو وشين | تتو ويٿن |
| ۱۵۱ | ۵ | اسپ پکاني | اسپوُ پکاني |
| ۱۵۱ | ۸ | لين | ليش |
| ۱۵۱ | ۱۱ | اهه | ام |
| ۱۵۸ | ۱۳ | کري | کرني |
| ۱۵۸ | ۱۵ | مري | مرتي |
| ۱۶۲ | ۱۸ | جيون | جو |
| ۱۶۳ | ۱-۲ | مرنا ۽ مرلي | مرن |
| ۱۸۹ | ۱۵ | گيان | گياني |
| ۱۹۱ | ۱۳ | لوهه | آهم |
| ۱۹۱ | ۱۵ | پلايا | زلايا |
| ۱۹۱ | ۱۷ | کرپا | کئي |
| ۱۹۳ | ۱۴-۱۶ | م | مانهه |
| ۱۹۶ | ۱۶ | برمايا | پرمايا |
| ۲۰۴ | ۲۲ | چت | رچت |
| ۲۲۴ | ۷ | بنواري | نظر سان |
| ۲۳۲ | | ۽ | |
| ۲۳۳ | ۴-۲۲ | پرتاڌرن | پرٽيدان |
| ۲۳۳ | ۸ | پدگهه | سنگهه |
| ۲۳۴ | ۱۷ | رهت | وهت |
| ۲۳۵ | ۱ | دئي | أت |
| ۲۳۶ | ۲۳ | کروڻ | کروت |
| ۲۳۸ | ۲۲ | پلي | چلي |
| ۲۴۰ | ۹ | نسان | انسان |
| ۲۴۱ | ۲۲ | مهي وشو | مهيوالشو |
| ۱۴۱ | ۲۵ | ناٿهه | نامنهه |
| ۲۴۳ | ۸ | آتما روئي | آتمارتم |
| ۲۴۳ | ۸ | اسهن | أسمن |
| ۲۴۳ | ۹ | پرمپراپکارا رتايه | پرم پروپکارا رتم |

| صفحو | ست | اشد | شد |
|---|---|---|---|
| ٢٤٣ | ٩ | ٻوجيوي س جيوي | ٻو جيو لي سجيو لي |
| ٢٤٥ | ١٠-١١ | السچت | سنچت |
| ٢٤٦ | ٥ | شاهه | شام |
| ٢٤٧ | ٢١ | ئي | لي |
| ٢٥٩ | ١٢ | دنيا | ديڻا |
| ٢٦٢ | ٥ | ٻه هه- | بدهه |
| ٢٦٢ | ٥ | سبقانند | بستانند |
| ٢٦٢ | ٦ | ڪه يا آن ڪوُ | نکو يا آن نکو |
| ٢٦٢ | ١٣ | است | الست |
| ٢٦٢ | ١٤ | سو | پيو |
| ٢٦٣ | ٥ | جنم | جم |
| ٢٦٣ | ١٠ | کهو | کهيو نه |
| ٢٧٣ | ٢٠ | سٺن ني | مٺن ني |
| ٢٨٠ | ٢٣ | پرليب | پرلبنب |
| ٢٨٢ | ٢٢ | سنگم | اسنگم |
| ٢٨٧ | ٢٠ | شذ | نشذ |
| ٢٩٣ | ١٢ | ست سني | سنشيه |
| ٢٩٣ | ٢١ | سنا | سنسا |
| ٢٩٩ | ٨-١١ | ملوسي | ملدسي |
| ٣٠٩ | ٢٣ | عام | ڪام |
| ٣١٠ | ٢٣-٢٤-٢٥-٢٦ | منش | مانش |
| ٣١١ | ٢٤ | پگهه ست | يکتاهه |
| ٣١١ | ٢٧ | ٻميو | واميو |
| ٣١٤ | ١٩ | کهي | ڪجي |
| ٣١٤ | ٢٢ | انش | انتهه |
| ٣١٩ | ٥ | نومٽي | مئومٽي |
| ٣٢٢ | ١١ | سڌڪي | سوڪي |
| ٣٢٣ | ١٨ | مرکهه | موهه |
| ٣٢٤ | ١٨ | ديالي | وپالي |
| ٣٢٦ | ٢٢ | گهر | گر |
| ٣٢٦ | ٢٢ | گهر | اُر |
| ٣٣٦ | ٢٠ | پيءِ چڌ رهي | پيه ڪيد ر ملي |
| ٣٥٥ | ٩ | اڳهه ران آسڻ ان جي | |
| ٣٥٦ | ٣ | لائي | رائي |
| ٣٥٦ | ٤ | ليمت | ليامت |
| ٣٦٩ | ٤ | جهنگلم | جهنگم |
| ٣٦٩ | ٢٣ | ڏ پ | ڏپ |
| ٣٧٢ | ١١ | سر | سم |
| ٣٧٤ | ١٠ | ستي | سين |
| ٣٧٩ | ١٨ | جنسي | جسمي |
| ٣٩٧ | ٢٣ | سهجبي | سنجهيٽي |
| ٤٠٣ | ١٠ | ٻرو | ٻڙو |
| ٤٠٣ | ١٢ | سدگت | ستسنگت |